# سنسار سنڌ ۽ منهنجي سوچ

ڪالم

بشير منگي

سنڌي ادبي سنگت
شاخ سکر

| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب | : | سنسار، سنڌ ۽ منهنجي سوچ |
| ليکڪ | : | بشير منگي |
| موضوع | : | ڪالم |
| ڇاپو پهريون | : | جنوري 2011 |
| تعداد | : | هڪ هزار |
| قيمت | | 500 روپيه |

| | | |
|---|---|---|
| Book Name | : | Sansar, Sindh Aen Muhinji Soch |
| Topic | : | Columns |
| Edition | : | First |
| Year | : | January 2011 |
| Copies | | 1000 |
| Composing/Layout | : | Citi Printers, Sach Goth<br>Contact: 0308-2772245 |
| Price | : | Rs. 500 |

# ارپنا

خوبصورت شاعر ۽ قانوندان

فتاح ملڪ

ڊاڪٽر غلام رسول گهمرو

انجنيئر ٺارو مل

جي نالي

# سٽاءُ

# پنهنجي پاران

ڪتاب ”سنسار سنڌ منهنجي سوچ“ انهن ڪالمن جو گلدستو آهي جيڪي مون سال2006 ع – 2007ع – 2008ع دوران روزنامہ خبرون اخبار ۾ لکندو رهيس. ڏيهي ۽ پرڏيهي سياسي حالتن جي حوالي سان تيئي سال وڏي اهميت وارا سال هئا. ان عرصي ۾ آمريڪا ۾ صدارتي چونڊون ٿيون چونڊن ۾ براڪ حسين اوباما صدر چونڊجي آيو اڳوڻي آمريڪي جنوني صدر جارج بش کي صدارت جي آخري ڏهاڙن ۾ عراق ۾ هڪڙي صحافي جوتو وهائي ڪڍيو عراق ۾ آمريڪي فوج طرفان مداخلت ٿي صدر صدام کي ڦاهيءَ تي چاڙهيو ويو افغانستان ۾ آمريڪي ۽ نيٽو فوج طالبان کي ٽوٽا ٽوڙڻ لاءِ خطرناڪ ڪاروايون شروع ڪيون پاڪستان ۾ طالبان جو ظاهر ٿيڻ، لال مسجد ۾ فوج پاران آپريشن ٿيو. ملڪ اندر سرڪاري توڙي غير سرڪاري ادارن، ملڪتين سميت مسجدن، بازارن، مارڪيٽن ۽ سياسي جلسن مٿان آپگهاتي حملا ٿيا جنهن ۾ ڪيترائي معصوم ماڻهو مارجي ۽ زخمي ٿيا. اڪبر بگٽي جو سياسي قتل ٿيو مشرف جي تڏا ويڙهہ ٿي، ميثاق جمهوريت جو معاهدو ٿيو وزير ستان ۽ سوات سميت قبائيل علائقن ۾ فوجي آپريشن شروع ٿيو محترمہ بينظير ڀٽو شهيد جي ڪراچي ائير پورٽ تي آمد ۽ مٿس خوفناڪ آپگهاتي حملو ٿيو. محترمہ بينظير ڀٽو کي پنڊيءَ جي لياقت باغ جر گيٽ تي شهيد ڪيو ويو ملڪ ۾ نيون چونڊون ٿيون. پ پ پ کي اقتدار جون واڳون مليون اهو آصف زرداري جيڪو ڪيئي سال قيد ۾ رهيو. سو ملڪ جو صدر چونڊجي ويو. ڪيتري عرصي تائين محترمہ شهيد جي ڪيس جي جاچ جوچ جي باوجود ۽ اقوام متحده پاران رپورٽ جاري ٿيڻ باوجود بہ شهيد بينظير ڀٽو جي قاتلن جي ڳچيءَ ۾ هٿ نہ وڌو ويو.

هن ڪتاب ۾ ڏيهہ ۽ پرڏيهہ ۾ رونما ٿيندڙ روز بروز جي واقعن ۽ اشوز تي قابل اعتماد ڏيهي ۽ پرڏيهي صحافين، تجزيہ نگارن، دانشورن، اديبن جي تجزين ۽ پيشگوئين کي پڻ حوالي طور شامل ڪيو ويو آهي، جيئن سياست تي بحث ڪندي سياسي حالتن کي سمجهڻ ۾ آساني ۽ رهنمائي ٿي ۽ عالمي، علائقائي سطح تي خاص ڪري ايشيا کنڊ ۾ ٿيندڙ جاگرافيائي تبديلن جي پيش نظر سنڌ کي درپيش ٿيندڙ ڪيترن خطرن جي اڳواٽ نشاندهي پڻ ڪئي اٿم،

ان حوالي سان سنڌي ڪنهن به سماجي ۽ معاشرتي، سياسي جوڙجڪ ۾ ڪنهن طرح فٽ ٿي نه سگهيا آهيون ان جا سبب ڇا آهن، پر اڄ جيڪا سنڌ جي قوم پرست قيادت آهي، اها ڪنهن به ذميواري کڻڻ لاءِ تيار ناهي جنهن ڪري سنڌ ڌرتي اسان جي پيرن هيٺان کسڪي رهي آهي.

اڄڪلهه هر ماڻهو پنهنجي ڪٽنب جي بقاءَ ترقي لاءِ پاڻ پتوڙي ٿو جڏهن ته قوم جي بقاءَ ۽ ترقيءَ لاءِ پتوڙيندڙ ڪي چند فرد وڃين بچيا آهن جن جي مهابي سنڌ جي بهتر مستقبل جا خواب ڏسي سگهجن ٿا.

منهنجا ڪالم ڪچا ڦڪا ٿي سگهن ٿا، ۽ گهڻا اختلافي پڻ، پر انهن ڪالمن ۾ اوهان کي سچ جو پڙاڏو ضرور ٻڌڻ ۾ ايندو ۽ ڪوشش ڪئي اٿم ته جيڪي خيال ,نهنجي ذهن ۾ آيا آهن تن کي ڪاغذ تي اوتي ڪتابي شڪل ۾ آڻيان. ان سان گڏ محترم خالد بروهيءَ جو پڻ ٿورائتو آهيان جنهن پروف ڏسڻ ۾ مدد ڪئي ۽ ڪتاب کي بهتر بنائڻ ۾ پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪيو.

**بشير منگي**

7/ III– برائج ڪالوني سکر
Cell: 0345_3900325
0333_2927374
Email bashirmangi 2000@ gmail. Com

# سرڪار وٽ لال مسجد واري مسئلي جي حل لاءِ ڪهڙو آپشن هئڻ گهرجي؟

لال مسجد جي طالبن سرڪاري ايجنسين طرفان گرفتاريءَ بعد گم ڪيل طالبن جي آزادي لاءِ اسلام آباد پوليس جي چئن اهلڪارن کي اغوا ڪري لال مسجد اندر قيد ڪري ڇڏيو آهي. ان حوالي سان لال مسجد جي خطيب مولانا عبدالعزيز پنهنجي بيان ۾ فرمايو ته ” اسان سرڪاري ڌمڪين کان هرگز ڊڄڻ وارا ناهيون نه وري ڪنهن آپريشن کان ڊڄون ٿا. اهلڪارن جي اغوا جو بدنڌي اسلام آباد انتظاميه حرڪت ۾ اچي وئي ۽ لال مسجد جي خطيب سان لهه وچڙ ڪري ڳالهين جو رستو ڪڍيو ويو. لال مسجد جي طالبن پاران اغوا واري عمل کي تشويش جي نگاهه سان ڏٺو ويجي ٿو ۽ ساڻ اهڙي عمل سان اسلام آباد ۾ مقيم عام شهرين ۾ هراس ڦهلجي ويو آهي. لبرل ۽ ترقي پسند فڪر سان سلهاڙيل ماڻهن طالبن جي اهڙي ڪارروائي کي مستقبل لاءِ خطري جو سگنل قرار ڏنو آهي. انهن جو چوڻ آهي ته اهڙي قسم جي مذهبي طالبن پاران ڪارروايين کي روڪڻ حڪومت جي پهرين ترجيحات ۾ شامل هئڻ گهرجي. جيڪڏهن اهڙي قسم جي ڪارروايين کي بر وقت ٻنجو نه ڏنو ويو ته اڳتي هلي سرڪار لاءِ وڏي مشڪلاتن جو سبب بڻبيون. چئن پوليس اهلڪارن جو ڪيس آبپاره ٿاڻي تي داخل ڪيو ويو آهي. طالبن جي اهڙي عمل خلاف مذهبي معاملن واري وفاقي وزير اعجازالحق مذمت ڪئي آهي. جڏهن ته صدر مشرف به نجي ٽي وي کي انٽرويو ڏيندي اهو تسليم ڪيو آهي ته ملڪ ۾ عسڪريت پسندي ۽ شدت پسندي تيزي سان وڌي رهي آهي. جڏهن صدر پاڪستان ائين فرمائي ته پوءِ ڪمزور وفاق ۽ ڪمزور حڪومت جو خطاب ڪنهن کي ڏجي، هڪ ڏنڊي رکڻ وارو جنرل وڌندڙ شدت پسنديءَ کي منهن ڏئي نه سگهندو صرف افهام وتفهيم جا رستا ڳوليندو ته مسئلا حل ٿيڻ بدران گنجرجي ويندا. جيڪڏهن لال مسجد واري مسئلي کي افهام و تفهيم ذريعي حل ڪندو ته اهو مسئلو ڪشمير جي مسئلي وانگر ڳنڀير ٿي ويندو ۽ حڪومتي رٽ لاءِ وڏو چئلنج ثابت ٿيندو ڪي مسئلا طاقت جي زور تي حل

ڪبا آهن، جيڪو اسٽيٽ لاءِ ضروري هوندو آهي. ڪي مسئلا افهام و تفهيم سان حل ڪبا آهن. لال مسجد مسئلي جو حل طاقت جي استعمال سان ٿي سگهي ٿو. ٻي صورت ۾ اڳتي هلي ڪوڙ سارا مسئلا پيدا ٿيندا. جيڪي پوءِ حڪومت جي ڪنٽرول کان ٻاهر هوندا.

اسلام آباد انتظاميہ ان نتيجي تي پهتي آهي تہ اهلڪارن جي رهائي جو حل ڳالهين ۾ آهي. ان جو مطلب اهو آهي تہ سرڪار لال مسجد انتظاميہ ۽ طالبن کي هڪ طاقت طور قبولي ورتو آهي. ٻي صورت ۾ سرڪار ڪمزور ڌر سان ڳالهيون تہ ڇا پر هڪ گهڙي نهارڻ بہ عيب سمجهندي آهي. ضلعي انتظاميہ ۽ لال مسجد انتظاميہ وچ ۾ ڳالهيون ٿيون آهن. مولانا عبدالعزيز اهلڪارن جي رهائي عيوض خواجا خالد سميت ڏهن طالبن جي آزادي جي گهر ڪئي آهي. آخري فيصلو اهو ٿيو تہ مرحليوار ٻن اهلڪارن جي رهائي عيوض ڇئن گرفتار طالبن کي آزاد ڪيو ويندو. ٻئي مرحلي ۾ ٻن پوليس اهلڪارن جي عيوض ڇهن گرفتار طالبن کي آزاد ڪيو ويندو. ان فيصلي جي نتيجي ۾ ڏرين هڪٻئي جا ماڻهو آزاد ڪري ڇڏيا آهن.

گذريل جمعي تي مولانا عبدالعزيز پنهنجي خطبي ۾ فرمايو تہ "اسان جو جهاد قيامت تائين جاري رهندو وانا ۽ بلوچستان جهڙيون حالتون جيڪڏهن اسلام آباد ۾ پيدا ڪيون ويون تہ وڏي تباهي ٿيندي. ايم ڪيو ايم جي قائد الطاف حسين جامع ـ حفصہ جي طالبن خلاف آپريشن جي ڳالهہ ڪئي هئي، قدرت متس پنهنجو عذاب نازل ڪيو آهي. الطاف حسين ڪراچي ۾ جامع حفصہ خلاف ريلي ڪڍي هئي. اسان ان خلاف قدم کڻنداسين هاڻي رب تعالي' جي مصيبت انهن مٿان ڪڙڪي آهي. ڪراچي ۾ دهشتگري تي رهي آهي، اسلام آباد ۾ ڊول جي تاپ تي ناچ ٿي رهيو آهي. ملڪ ۾ بدڪاري عام ٿي چڪي آهي، اسلامي نظام ايندو تہ اهي سيئي مسئلا حل ٿي ويندا".

مولانا عبدالعزيز جي انهيءَ خطبي کانپوءِ سرڪار کي گهرجي تہ حالتن طائرانہ نظر سان ڏسي ۽ پرکي. مولانا عبدالعزيز جي سخت لهجي مان اندازو هڻي سگهجي ٿو تہ ڄڻ تہ هو الڳ حڪومت قائم ڪيو وينو آهي. هنـ جي ٻولي ۾ حاڪماڻو لهجو ظاهر ٿئي ٿو. جڏهن طاقت جو طاقت سان ٽڪراءُ ٿيندو آهي تہ بارگينگ وارو عمل شروع ٿيندو آهي. سرڪار بارگينگ ذريعي پوليس اهلڪار آزاد ڪرائي اهو احساس پيدا ڪرايو آهي تہ ڄڻ حڪومتي رٽ ختم ٿي چڪي آهي. اهو احساس اڳتي هلي اجان بہ وڏيڪ شدت سان محسوس ٿيندو. افغانستان ۾ طالبان حڪومت پاڪستان ۾ موجودمذهبي تنظيمن کي زبردست طاقت بخشي هئي. طالبان فڪر جي قوت سان ليس جهادي ڪشمير ۾ بہ طاقتور ٿي انڊيا حڪومت کي پريشان ڪندارهيا. اهڙن جهادي تنظيمن کي پاڪستان جي فوجي حاڪمن ۽ جنرلن مضبوط بنياد فراهم ڪيا.

محمد منير ڪتاب "from jinnah to zia "جي صفحي 29 تي قائداعظم جي لفظن کي quoteڪري لکي ٿو تہ:

" the new state would be modern, democratic state with sovereignty resting in the people and the members of the new nation having equal right of citizenship regardless of their religionic caste or creed "

قائداعظم پاڪستاني رياست کي ماڊرن ڊيموڪريٽڪ رياست چيو آهي جنهن ۾ سڀني شهرين کي هڪجهڙا حق حاصل هوندا ۽ مذهب، ذات، پات ۽ عقيدي جي بنيادن تي انهن وچ ۾ ڪو فرق نه هوندو. پر قائداعظم جي وفات کانپوءِ قائداعظم جي خيال جي بلڪل نفي ڪئي وئي. هي ملڪ فوجي جنرلن جي هٿ لڳي ويو. فوجي جنرلن اسلام جو سهارو وٺي اقتدار کي طول ڏنو. فوجي جنرلن پنهنجي حمايت ۾ مذهبي تنظيمن جي آبياري ڪئي. مدرسن کان ڪٽي انهن کي پارليامينٽ ۾ آندو ۽ پوءِ جنرل ملڪ تي قابض ٿي راڄ ڪندا رهيا ۽ ساڻ ڦرلٽ ڪري مزا به ماڻيندا رهيا. جنرل ايوب، جنرل يحيٰ، جنرل ضياءَ جيان جنرل مشرف به پنهنجي آقائن جي پيروي ڪندي نظر آيو. جنرل ضياءَ پنهنجي فوجي آمريت کي طول ڏيڻ لاءِ اسلامي نظام جو نعرو هڻي 11 سال اقتدار جو مزو ماڻيو پر انهن يارنهن سالن ۾ هو ملڪ ۾ اسلامي نظام نافذ نه ڪري سگهيو. جنرل ضياءَ جي زماني ۾ آمريڪي ڊالرز جي طاقت تي مذهبي سوچ ۽ تنظيمن کي اپاريو ويو. روس خلاف جهاد کان وٺي طالبان، القائده، ايم ايم اي تائين ان سوچ گهڻا فاصلا طئه ڪيا آهن. اسلام آباد ۾ مولوين جي مدرسن جو قيام به جنرل ضياءَ جي زماني ۾ عمل ۾ آيو.

هن وقت نتيجو اهو نڪتو آهي ته مذهبي تنظيمون وڏيڪ بالغ نظر تي منظم ۽ مظبوط ٿي چڪيون آهن جن ديني تنظيمن جي ڏور فوج جي جنرلن جي هٿ ۾ هئي هاڻي انهن مذهبي تنظيمن اها ڏور پاڻ سنڀالي آهي يا ڪنهن طاقتور عالمي ساک رکندڙ مذهبي جماعت جي هٿن ۾ آهي. اهي تنظيمون هڪ نئين اتساهه همٿ ۽ ارڏائي سان ابري چڪيون آهن. انهن شدت پسند تنظيمن جي ڪردار بابت صدر پاڪستان جنرل مشرف کان ويندي آمريڪا ۽ يورپ جي ملڪن پاران به افسوس جو اظهار ڪيو ويو آهي. هن وقت سڀني جهادي ۽ شدت پسند تنظيمن جي بين الاقوامي نيٽ ورڪ جون پاڙون پاڪستان ۾ کُتل نظر اچن ٿيون. ۽ لال مسجد انتظاميا جي لنڪ به ان نيٽ ورڪ سان جڙيل آهي. جنهن سبب لال مسجد جي طالبن جي چرپر کي يورپ ۽ آمريڪا وارا تشويش جي نگاهه سان ڏسن ٿا. هڪ طرف ته اهو سياسي منظر نامو آهي. ٻي طرف تشويشناڪ پهلو اهو آهي ته دنيا جي سرمائيڪار مذهبي جماعتن جي اثر کي محسوس ڪندي پنهنجو سرمايو پاڪستان بدران ٻاهر منتقل ڪري رهيا آهن. جنهن سان مستقبل قريب ۾ پاڪستان عالمي منڊيءَ ۾ پنهنجي اقتصادي ۽ معاشي سگهه وڃائي ويهندو ۽ ٻاهر اقتصادي ۽ دفاعي طور طاقتور ٿي هن خطي ۾ اهم جاءِ والاريندو. عالم اقوام به پوءِ ٻاهر جي راءِ يا تجويز جي حمايت ڪندو. ان حوالي سان پاڪستان جي مستقبل بابت ڪيترائي سوال ڪر کڻيو بيٺا آهن. آمريڪي ٿنڪ ٽينڪ هجي،

پاڪستان جا دانشور يا سياستدان هجن انهن سيني وَٽ پاڪستان جي مستقبل بابت ڪوڙسارا خدشا موجود آهن.

ون يونٽ جي سازش، بنگلاديش ٺهڻ، ذوالفقار ڀٽي کي ڦاهي ڏيڻ جهموري حڪومتن کي ڊاهي فوجي آمريت مڙهڻ بلوچستان ۾ بمباري، اڪبر بگٽي کي قتل ڪرڻ، مذهبي تنظيمن کي ٺاهڻ، چيف جسٽس آف پاڪستان کان زبردستي استيفعي گهرڻ واري معاملن بين الاقوامي سطح تي پاڪستان جي ساک خراب ڪري ڇڏي آهي. انهن تاريخي غلطين جو دير سوير ضرور نتيجو سامهون ايندو. اهي سيئي تاريخي غلطيون خاص ڪري فوجي حاڪمن جي کاتي ۾ لکيون ويون آهن. 9/11 کانپوءِ اها ٿيوري بہ گردش ڪري رهي آهي تہ پاڪستان بطور هڪ رياست جي ساڳي شڪل ۾ موجود ناهي. اهڙي قسم جا دستاويز آمريڪا و ٽ موجود آهن. ساڻ پاڪستان ۾ هڪ ليکڪ جي ڪتاب "پاڪستان ٽوٽ جائي گا" ۾ اهڙي قسم جا مضبوط دستاويز ۽ دليل ڏنل آهن.اهڙن دستاويزن جي مطالعي کانپوءِ مطلب اهو ٿو نڪري تہ رياست جو منطقي انجام ڪنهن اوچتي حادثي جي انتظار ۾ آهي. پاڪستان جون سياسي، علاقائي ۽ زميني حالتون زلزلي جي زون تي آهن. پوءِ تي سگهي ٿو تہ اهو زلزلو جهادي تنظيمن پاران انقلاب جي شڪل ۾ بہ اچي. ڇاڪاڻ جو هن وقت جيڪي رياست اندر قوتون آهن اهي مذهبي ۽ ديني قوتون آهن. جيڪي حڪومتي رٽ کي چئلنج ڪري سگهن ٿيون. عوامي انقلاب هن رياست ۾ اچڻ مشڪل نہ پر ناممڪن آهي. عوام سٺ سال فوجي آمريت سان وڙهندي وڙهندي سگهہ وڃائي وينو آهي. هن وقت عوام ٿوري وقت لاءِ ويڙهہ وڙهي سگهي ٿو. جيڪا معمولي نوعيت جي ٿي سگهي ٿي پر ڊگهي ويڙهہ ۾ شڪست کائي ويهندو. ان حوالي سان هن وقت ديني تنظيمون آهن. جيڪي ايمان ۽ جديد اسلحي سان ليس آهن ۽ انهن جو نيٽ ورڪ بہ ڦهليل آهي وٽن دولت بہ جام آهي تنهنڪري اسلامي انقلاب جي نمودار ٿيڻ جا گهڻا امڪان تي سگهن ٿا. آمريڪا اهڙي انقلاب کان اڳ پاڪستان کي ٽوڙڻ جا منصوبہ ٺاهي ڇڏيا آهن. نفاذ شريعت جي پاسبان مولانا عبدالعزيز ۽ مولانا عبدالرشيد غازي جي اسلام آباد اندر وڌندڙ چرپرکي آمريڪا پنهنجي ايجنسين ذريعي مانيٽر ڪري رهيو آهي. آمريڪا ۽ يورپي ملڪ مولوي برادرز جي حرڪتن کي تشويش جي نگاهہ سان ڏسن ٿا. ان سلسلي ۾ مختلف وقتن تي اسلام آباد سرڪار کي آگاهہ ڪيو ويو آهي. مولانا برادرز ٿوري وقت ۾ دنيا جي جهادي تنظيمن سان واسطا جوڙي ورتا آهن. تازو تحريڪ نفاذ شريعت محمدي جي رهنما فضل الله لال مسجد جي خطيب مولوين جي حمايت ۾ حڪومت کي ڌمڪي ڏني آهي تہ جيڪڏهن لال مسجد جي طالبن خلاف طاقت جو استعمال ڪيو ويو تہ ان جا هزارين جانثار اسلام آباد تي حملو ڪندا. اهڙي قسم جا دڙڪا جهادي تنظيمن پاران سرڪار کي ملندا رهن ٿا. تنهن ڪري سرڪار بہ اڳرائي ڪرڻ کان لنوائي رهي آهي.

لال مسجد جي مولانا برادرز جي ويجهڙائپ وارو واسطو پابندي مڙهيل تنظيم سپاهہ صحابہ سان بہ رهيو آهي. سپاهہ صحابہ جي خطرناڪ ڪارروايين سبب ان

تي سرڪار پابندي مڙهي ڇڏي آهي. سپاهہ صحابہ تي پابندي ڪانپوءِ مولانا برادرز نفاذ شريعت جو نعرو هڻي نئين ويس ۾ ميدان ۾ لٿا آهن. سپاهہ صحابہ پاڪستان پاران سال 2000ع ۾ شريعت ڪورٽن جي تشڪيل جو اعلان ڪيو هو ان وقت سپاهہ صحابہ جي رهنما اعظم طارق پاڪستان جي 28 وڏن شهرن کي اسلامي ماڊل شهر قرار ڏيڻ جي تجويز پيش ڪئي هئي. اصل ۾ ان تجويز جو باني مولانا عبدالله هو جيڪو مولانا برادرز جو والد بزرگوار هو. مولانا عبدالله جي خواب جي تعبير شريعت جو نفاذ لاءِ سندس اولاد جدوجهد ڪري رهي آهي. مولانا برادرز اسلام آباد جي حدن اندر شريعت جو نفاذ ۽ شرعي عدالت جو قيام جو اعلان ڪيو آهي. پوري ملڪ بشمول آزاد ڪشمير ۾ قائم مدرسن جي خطيبن ۽ عالمن ,مولانا برادرز جي اعلان جي آجيان ڪئي آهي ۽ ڪين پنهنجي الحاق, مڪمل سهڪار ۽ مدد جو يقين ڏياريو آهي تنهن ڪري مولانا برادرز جا حوصلا بلند آهن. مولانا برادرز جو والد مولانا عبدالله پنهنجي دور جو وڏو شدت پسند عالم ٿي گذريو آهي. جنهن جا واسطا ان وقت جي حڪمران جنرل ضياءَ الحق سان بہ گيهرا هئا. مولانا عبدالله جا افغانستان ۾ ويڙهاڪ جنگجو قبيلائي تنظيمن سان بہ گيهرا واسطا رهيا آهن. اهي سڀ واسطا مولانا برادرز جي ڪم اچي رهيا آهن. مولانا برادرز انهن سيني واسطن جو فائدو وٺندي حڪومتي رٽ کي ڪمزور بڻائي رهيا آهن. هاڻي مولانا برادرز پنهنجي طاقت جي بنياد تي سرڪار کان هر ڳالهہ ۽ هر مطالبو مڃرائي وٺندا ۽ جڏهن مڪمل طور حاوي ٿيندا تہ پوءِ تخت اسلام آباد ۽ ايٽم بم تي قابض ٿي سگهن ٿا. ڇاڪاڻ جو سڀ جهادي تنظيمون ڪشمير مان نڪري پاڪستان اندر خطرناڪ ڪارروايون ڪري سگهن ٿيون. ڇاڪاڻ جو ڪشمير جو مسئلو پنهنجي منطقي انجام ڏانهن وڃي فيصلي جي آخري مرحلن ۾ آهي. ڪشمير مان نڪتل جهادي تنظيمن جو اڳيون ٽارگيٽ اسلامي انقلاب هوندو جنهن کي ڪجهہ فوجي جنرلن جي حمايت پڻ حاصل آهي. جيڪي مشرف جي بہ خلاف آهن جنرل مشرف جي سرڪار پلي انهن خطرناڪ شين/مسئلن کان ڪن لاٽار ڪري پر آمريڪا وارن جي ڪڙي نظر پاڪستان تي آهي, تنهنڪري آمريڪا فيصلو ڪري ورتو آهي تہ جهادي تنظيمن کي منهن ڏيڻ سويلين حڪومت جي وس کان ٻاهر آهي, انهيءَ سبب ڪري مشرف جي فوجي حڪومت تي ڀاڙڻ ئي هوش مندي آهي, تنهنڪري اسلامي انقلاب جي رونما ٿيڻ ۽ ايٽم بم مولوين جي هٿن ۾ اچڻ کان بهتر آهي تہ مشرف کي اقتدار ۾ قبولجي.

# 12 مئي واري خونريزي اصل ۾ مارشل لا جي ريهرسل آهي!

1984ع ۾ جنرل ضياءُ الحق جي سنڌ ۾ سياسي قوت کي ٽوڙڻ لاءِ ايم ڪيو ايم جو بنياد وڌو ويو، هڪ طرف ايم ڪيو ايم وارا سنڌي ماڻهن کي اهو تاثر ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا تہ ايم ڪيو ايم سنڌ مان پنجابين ۽ پٺاڻن کي تڙڻ لاءِ ناهي وئي آهي. جنهن سبب ڪري سنڌي ماڻهن جي اڪثريت ايم ڪيو ايم جي حمايت ڪئي. فوج ايم ڪيو ايم وارن کي اهڙي طرح ٽرائين ڪيو جنهن سان ايم ڪيو ايم هڪ شهري فوج جو ڏيکاءُ ڏيڻ لڳي، جنهن جو مقصد قومي ۽ جمهوري تحريڪن کي دهشتگردي ذريعي ڪچلڻ هو. ان سلسلي ۾ پهريون ڪم اهو ٿيو جو شهر جا جيڪي بدنام قسم جا غنڊا ۽ رهزن هئا، ايم ڪيو ايم جا رُڪن وڃي بڻيا. جنهن کي مڪمل طور تي اسلحو فراهم ڪري ليس ڪيو ويو، اهو اسلحو سرڪاري گاڏين ۾ ڪراچي پهتو، ان اسلحي کي دهشتگرد ونگ جي ڪارڪنن ۾ ورهايو ويو. 1980ع واري ڏهاڪي ۾ ڪراچي مڪمل طور ايم ڪيو ايم جي ڪنٽرول ۾ اچي وئي ۽ هر طرف دهشت گردن جو راڄ هيو ڪاٽا . ڪن ڪٽا، لنگڙا، لولا جيڪي شهر ۾ دهشتگردي جون علامتون بڻيل هئا. ٽن سرعام سنڌي، بلوچ، پٺاڻن جو وقت بوقت قتل عام ڪيو. اغوا، ڦرون، ڌاڙا هٽي ڪراچيءَ جي عوام جو سُک ڇني ورتو. ڪراچيءَ جي صنعتڪارن کان ڀتنگ ورتي. نہ ڏيڻ تي قتل ڪرڻ سندن معمول بڻيل هيو انساني جسمن کي مشين سان ٽڪرا ڪرڻ ۽ بند بورين ۾ لاش تحفن جي صورت ۾ موڪلڻ جا پاڪستان جي شهرين پهريون ڀيرو منظر ڏٺا بهرحال اهي هئا ايم ڪيو ايم جي سياست جا مول متا، جن مول متن تي ايم ڪيو ايم ڪم ڪندي اچي بالغ ٿي آهي.

ايم ڪيو ايم کي سنڌ ۾ ان وقت جي وزير اعلي سيد غوث علي شاهہ وڏيڪ منظم ڪيو. سيد غوث علي شاهہ جماعت اسلامي جي اثر کي ختم ڪرائڻ لاءِ ايم

ڪيو ايم کي مقابلي ۾ آندو جيڪا ان وقت حڪمرانن لاءِ مٿي جو سور بڻيل پارٽي هئي، پر اڳتي هلي جماعت اسلامي کي ڪٽڻ جي ڪوشش ۾ ايم ڪيو ايم بين سياسي ۽ قومي پارٽين کي ٻـ لوڙهي چڙهيو. ان وقت غوث علي شاهہ ايم ڪيو ايم جو منشور تيار ڪرائي مهاجر اڳواڻن جي حوالي ڪيو. ايم ڪيو ايم جي جيئي سنڌ سان ويجهڙائپ جي ايم سيد ذريعي پيدا ڪرائي، جيڪو دراصل فوج جو پروگرام هو. ٻئي طرف وري جيئي سنڌ وارن الطاف حسين کي پنهنجي حفاظت ۾ سنڌ جو دورو ڪرايو اهڙي طرح الطاف حسين سنڌي ماڻهن جون همدرديون حاصل ڪيون ۽ سنڌ اندر ايم ڪيو ايم کي منظم ڪيو. ان سموري عمل جي تڪميل ڪانپوءِ سيد غوث علي شاهہ صاحب چيو تـ " اسان الطاف حسين کي پنڌرانوالا ٻڻائي ڇڏيو آهي" آرمي چيف مرزا اسلم بيگ، چئن صوبن جي گورنرن جي اجلاس ۾ چيو هو تـ " ايم ڪيو ايم منهنجي کيسي ۾ آهي" آڪٽوبر 1998ع ۾ پ پ حڪومت خلاف عدم اعتماد واري تحريڪ پيش ٿي. جنهن جي حمايت لاءِ ايم ڪيو ايم کي مرزا اسلم بيگ راضي ڪيو. فوج پ پ جي جمهوري حڪومت کي ڊاهڻ لاءِ ايم ڪيو ايم کي ڀرپور نموني استعمال ڪيو. جولاءِ 1996ع ۾ اسلحو برآمد ڪرڻ جي سلسلي ۾ ايم ڪيو ايم خلاف پ پ سرڪار پوليس آپريشن شروع ڪيو. آغا سعادت علي جي سربراهي ۾ پوليس ڀرپور ڪاروائي ڪئي، ان وقت الطاف حسين آرمي چيف کي فون ڪري شڪايت ڪئي ۽ آپريشن روڪرائڻ لاءِ مدد طلب ڪئي. آرمي چيف، جي او سي ڪراچي جنرل اشرف قاضي کي ايم ڪيو ايم خلاف ڪاروائي روڪڻ جو حڪم ڏنو. اهڙي طرح اها ايم ڪيو ايم خلاف پوليس ڪاروائي رڪجي وئي، نتيجي ۾ 5 نومبر 1996ع تي بينظير حڪومت کي ٻـ برطرف ڪيو ويو. 6-7، 2000ع کان جڏهن مشرف ملڪ جو صدر بڻيو تـ ايم ڪيو ايم، ايل ايف او سترهين ترميم سميت صدر جي هر فيصلي جي آجيان ڪندي اکين تي رکيو. جيڪا ايم ڪيو ايم جنرل اسلم بيگ جي کيسي ۾ هئي. اها جنرل مشرف جي جهول ۾ ڪنهن لاڏلي پار جيان جهولندي ۽ مزا ماڻيندي رهي. ايم ڪيو ايم کي وفاقي ۽ صوبائي حڪومتن ۾ لامحدود اختيار ڏنا ويا. جيڪي ٻين وزيرن کي حاصل نـ هئا. اهڙي طرح دولت ۽ طاقت جي انڌ ۾ هاڻ هنن کي ڪجهہ نظر نٿي آيو هن وقت ڪراچي مڪمل طور تي سندن ڪنٽرول هيٺ آهي. ايتري قدر جو هنن جي منشا ڪانسواءِ ڪک بـ نٿو چري، هاڻ ايم ڪيو ايم جو تنظيمي اسٽريڪچر ڪجهہ ائين آهي، جيئن بمبئي ۾ شيوسينا آهي، يا بمبئي جون "ڊان" تنظيمون آهن . جن جا واسطا ڏيهي پرڏيهي خطرناڪ قسم جي ماڻهن ۽ ايجنسين سان رهندا آهن . جن جو مقصد دهشتگردي ذريعي مال ڪمائڻ ۽ شهر تي اقتدار حاصل ڪرڻ هوندو آهي. بمبئي شهر تي اڪثر انهن تنظيمن جي حڪومت هوندي آهي. اُتي فوج اقتدار تي

نہ هوندي آهي پر جيڪا بہ سرڪار هوندي آهي، اها انهن خطرناڪ تنظيمن سان سنا لاڳاپا رکڻ ۽ مال پهچائڻ جو سبب بڻبي آهي.اهڙي تنظيم هن وقت ايم ڪيو ايم جي صورت ۾ نظر اچي ٿي.

12 مئي جي منحوس ڏهاڙي تي ايم ڪيو ايم جي دهشتگردي جاري هئي ۽ هر طرف لاش، آسمان تائين سڙيل ٽرڪن گاڏين ۽ ٽائرن جو دونهون، زخمين جون دانهون، گرفتاريون، ميڊيا جي آفيسن تي حملا . ان مان ثابت ٿيو تہ ايم ڪيو ايم پنهنجي اصل مقصد يعني ماراماري ۽ دهشتگردي قائم رکي، ٻئي طرف ڳجهن ادارن چيف جسٽس جي آمد واري پروگرام کي ناڪام بڻائڻ لاءِ ايم ڪيو ايم کان وقت سر ڪم ورتو. 12 مئي تي الطاف حسين ايم ڪيو ايم جي ريلي کي خطاب ڪندي چيو تہ :" اجوڪي ڏينهن تي ريلي ڪڍي جمهوريت کي مستحڪم ڪيو ويو آهي گو مشرف گو چوڻ وارا عدليہ جي نالي تي سياست چمڪائي رهيا آهن." دراصل جنهن جمهوريت کي مستحڪم ڪرڻ جي ڳالهہ الطاف حسين ڪري رهيو آهي، اها حقيقت ۾ پس پرده آمريت کي مستحڪم ڪرڻ جي ڳالهہ آهي. الطاف حسين کي گو مشرف گو جو نعرو نٿو وڻي. الطاف حسين کي جيڪڏهن جمهوريت کي مضبوط ڪرڻو آهي تہ آمريت کي خدا حافظ چئي وڪيلن واري جدوجهد ۽ چيف جسٽس جي بحالي ۽ عدليہ جي باوقار جدوجهد لاءِ ايم ڪيو ايم کي پابند ڪري ساڻ چيف جسٽس جو استقبال ڪيو وڃي ها. چاڪاڻ جو چيف جسٽس جي مدد ۾ سهڪار سواءِ فوج ۽ ان جي ٿاهيل پارٽين ڪانسواءِ سموري قوم ڪري رهي آهي. چيف جسٽس جي ڪراچي آمد تي سنڌ جي ماڻهن شهادت جو جام پيو. ريٽي رت سان سلامي پيش ڪري پليڪار ڪئي. اصل ۾ اها حق ۽ سچ ۽ انصاف کي پليڪار چيو ويو ان جي ابتڙ ايم ڪيو ايم سرڪاري طاقت کي استعمال ڪندي ڪراچي ۾ ٻاهران آيل ماڻهن تي گوليون وسايون آهن.ان حوالي سان ايم ڪيو ايم کي مليل گهرو ڪاتي جي وزارت انهيءَ راند ۾ وڏي پلاننگ ڪري ڪردار ادا ڪيو ڪراچي ۾ ٽيل شهيدن جا پيرا 90 عزيزآباد تائين وڃي پهچن ٿا. هاڻ ايم ڪيو ايم ڪيتريون ئي وضاحتون يا ترديدون ڪري پر سندن اهو داغ ڌوپي نہ سگهندو. 12 مئي جي ڪارروائي اليڪٽرانڪ ميڊيا تي سموري دنيا ڏٺي، انساني همدردي رکندڙ ادارن ايم ڪيو ايم جي ڪردار تي افسوس ظاهر ڪيو آهي. 12۔مئي وارو عمل خود ايم ڪيو ايم اندر ڇڪ ڇاهہ وارو عمل پيدا ڪندو. جيڪا تنظيم ڪافي ترقي ڪري عوام جي دلين ۾ ڪجهہ جاءِ ٺاهي هئي، سا هاڻي اها جاءِ ماڻي نہ سگهندي. ايم ڪيو ايم ملڪ جي سياسي تاريخ ۾ هڪ سواليہ نشان بڻجي چڪي آهي.

في الحال 12 مئي واري واقعي تي ايم ڪيو ايم اندروني طور خوشين جو اظهار ڪري اهو پرپور تاثر ڏنو تہ ڪراچي تي رڻ صرف ايم ڪيو ايم جي آهي.

چيف جسٽس جو واپس اسلام آباد ورڻ ۽ سياسي جماعتن پاران ريليءَ جو پروگرام، هنگامن جو شڪار ٿيڻ سڀ ايم ڪيو ايم ڪي ڀڃي ويا آهن. جنهن تي هنن کي چوڌري شجاعت حسين سميت جنرلن جون مبارڪون بہ وصول ٿيون آهن. انهيءَ عمل سان فوج کي ايم ڪيو ايم اهو تاثر ڏنو آهي تہ ڪراچي جا اصل دادا ۽ والي اسان (ايم ڪيو ايم) وارا آهيون. جيڪڏهن ڪراچيءَ جون روشنيون آهن تہ اهي بہ ايم ڪيو ايم جي دم سان آهن. پر ايم ڪيو ايم کي هڪ ڳالهہ ذهن نشين ڪرڻ گهرجي تہ شهيدن جو رت رائيگان نہ ويندو. ايم ڪيو ايم ڪراچي جي واڳ ڌڻي جماعت آهي. جڏهن واڳ ڌڻي جماعت ماڻهن کي تحفظ نہ ڏيندي ۽ عوام جي مارا ماري ۾ شريڪ هوندي تہ عوام جو ان مٿان اعتماد کڄي ويندو. هن وقت ايم ڪيو ايم عوام مان اعتماد وڃائي ويٺي آهي. سياسي جماعتن تي عوام جو اعتماد سالن جي ڪارڪردگي جي بنيادن تي پيدا ٿيندو آهي. هاڻي عوام کي گهرجي تہ ايم ڪيو ايم خلاف صف بندي ڪري ساڻ ان جي دهشتگردي ۽ داداگيري کي منهن ڏيڻ لاءِ خاص اپاءُ وٺي ٻي صورت ۾ جڏهن ايم ڪيو ايم ٻيو قدم کڻندي تہ اهو انتهائي خطرناڪ هوندو. جنهن جو وڏو نقصان سنڌ کي ٿيندو ان لاءِ سنڌي ماڻهن کي اڳتي وڌي منظم ٿي ايم ڪيو ايم جي سازشن کي منهن ڏيڻو پوندو.

جس آهي چوڌري افتخار محمد کي جڏهن صدر مشرف هن کي گهرايو ۽ هن کي قيد ڪري چيف جسٽس واري عهدي تان استعيفي ڏيڻ جي گهر ڪئي. صدر مشرف کي پڪ هئي تہ چوڌري افتخار محمد داٻن دڙڪن ۾ اچي پنهنجي عهدي تان استعيفي ڏيئي هليو ويندو. پر جسٽس افتخار محمد استعيفي ڏيڻ بدران آمر جي فيصلي کي مڃڻ کان انڪار ڪيو. جيڪڏهن استعيفي ڏئي خاموشيءَ سان هليو وڃي ها تہ بہ ڪجهہ ڪو نہ ٿئي ها. پر فوجي حاڪمن کي گهڻو ڪجهہ ڀڃي وڃي ها. جيڪو چوڌري افتخار ٿيڻ نہ ڏنو هن جرئت جو مظاهرو ڪري ظالم سان مهاڏو اٽڪايو اهڙي عمل ڪري وڪيلن سميت سموري قوم چيف جسٽس سان صف آرا ٿي بيٺي جو ظالمن جون ننڊون حرام ٿي ويون، عالمي انساني حقن جي تنظيمن، حڪومتن، صدر مشرف جي ان عمل جي مذمت ڪئي ساڻ گهر ڪئي تہ جسٽس افتخار محمد کي عزت ۽ وقار سان پنهنجي عهدي تي بحال ڪيو وڃي. ان سلسلي ۾ پوري دنيا جي وڪيلن جي جماعت انٽرنيشنل بار ايسوسيئيشن وارن جو بيان آيو تہ جسٽس افتخار محمد کي بحال ڪيو وڃي. صدر مشرف جي فيصلي تي ڏک جو اظهار ڪيو ويو خاص ڪري وڪيلن تي تشدد وارن ڪارروائين جي مذمت ڪئي وئي آهي.

ڪجهہ وقت اڳ سنڌ جي وزير اعلي ارباب رحيم چيو تہ " عدليہ تي اسان نہ پر اپوزيشن وارا دٻاءُ وجهن ٿا ۽ اپوزيشن سپريم ڪورٽ تي دٻاءُ وجهي پنهنجي حق ۾

فيصلو ڪرڻ واري روش نہ بدلائي تہ دمادم مست قلندر ٿيندو.“ اهڙي قسم جا بيان صدر جي حمايتن پاران بار بار ڏنا ويا آهن. پر ”دمادم مست قلندر“ وارو محاورو دمادم مست قلندر ارباب رحيم صاحب استعمال ڪيو اهو 12 مئي تي ارباب رحيم ۽ ايم ڪيو ايم وارن ڪري ڏيکاريو مخالف ڌر ۽ چيف جسٽس جو گڏيل پروگرام بہ ان ”دما دم“ جي نظر ٿي ويو.معصوم ماڻهن جا لاش سنڌ حڪومت جي پلاننگ سان ڪريا, اهو دما دم مست قلندر ناهي تہ ٻيو ڇاهي, وري ارباب رحيم صاحب فرمايو تہ ” الله, آمريڪا, آرمي اسان سان گڏ آهي. جڏهن تہ اهي ٽيئي ڪنهن سان گڏ هجن تہ ان لاءِ ڪو بہ مسئلو باقي ناهي رهندو“ آرمي ۽ آمريڪا پلي توهان سان گڏ هجي پر الله تہ انهن بيگناهن ۽ معصومن سان گڏ آهي, جن جو اوهان الله جي ڌرتي تي ريتو رت وهايو . ان وٽ دير آهي پر انڌير ناهي, ڏسو الله توهان سان ڪهڙو ٿو حشر ڪري, ائين نہ سمجهو تہ سڀ ڪجهہ اوهان کي ڦٻي ويندو. چيف جسٽس جي انهن لفظن تي بہ ٿورو غور ڪريو تہ ”جن قومن جا بنياد آئين ۽ قانون بجاءِ آمراڻہ طرز حڪومت تي هوندا آهن تہ اهي قومون تباهہ ۽ برباد ٿي وينديون آهن“ تنهنڪري اوهان حاڪمن جابنياد پلي آئين ۽ قانون بجاءِ آمراڻا طرز حڪومت تي هجن پر خدارا قوم تي رحم ڪري ڪين آزاد ڇڏيو. جيئن قوم تباهي ۽ بربادي کان بچي وڃي. باقي توهان جا پاڳ توهان سان آهن. اوهان جهڙن حاڪمن جي حالت ڏسي پير صاحب پاڳاري اڳ ۾ ئي چئي ڏنو تہ ” ملڪ ۾ مارشل لا لڳندي 12 مئي تي خونريزي ٿي تہ ان جو ذميوار اهي ماڻهو هوندا. جو ريلي ڪيڏي رهيا آهن. جن اڳ ۾ ڪلاشنڪوفون خريد ڪري ورتيون آهن. ريليون حڪومت نہ پر اپوزيشن وارا ڪيندا آهن, حڪومت ۾ شامل جماعتون مارشل لا جي راهہ هموار ڪري رهيون آهن “پير پاڳاري جي لفظن جي روشني ۾ اهو ثابت ٿئي ٿو تہ جنرلن جي همراز ماڻهن ۽ جماعتن جيڪو 12 مئي تي ڪوس ڪرايو ان جو مقصد صرف ۽ صرف مارشل لا يا ايمرجنسي جي راهہ هموار ڪرڻ کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ ناهي.

تاريخ : 15_5_2007

# بينظير ڀٽو جي واپسي ۽ سلامتي جي ضمانتن جو سوال!

"ڊاٽر آف دي ايسٽ" ڪتاب جي نظرثاني ٿيل ايڊيشن جي ليکڪا بينظير ڀٽو لکي ٿي تہ " مون کي ياد آهي تہ ضياءُ الحق پنهنجي مرڻ کان اڳ پنهنجي ڪنهن خاص دوست کي چيو هو تہ بينظير کي زنده ڇڏڻ منهنجي وڏي غلطي هئي" اڳتي هلي انهي نظر ثاني ٿيل ايڊيشن ۾ لکي ٿي تہ " مون کي ياد آهي تہ 1988ع ڊسمبر ۾ حڪومت سنيالڻ کانپوءِ جڏهن مان پهريون ڀيرو لاهور آيم تہ ائير پورٽ واري رستي تي هڪ بم پيو هو. اڄ بہ مان جيڪڏهن پاڪستان واپس وڃڻ جي باري ۾ سوچيندي آهيان تہ منهنجي سامهون 2007ع ۾ پاڪستان اندر غير يقيني وارو مستقبل هوندو آهي. هاڻي بہ مونکي محسوس ٿي رهيو آهي تہ جڏهن مان پاڪستان ويندس تہ مون کي گرفتار ڪيو ويندو يا وري جون 1983ع ۾ منيلا اندر ميڊم اڪينو جو قتل ڪيو ويو. شايد مون کي بہ ائير پورٽ تي ئي شوٽ ڪيو وڃي. القائده وارن مونکي مارڻ جون ڪيتريون ئي ڪوششون ڪري چُڪا آهن ۽ آئنده بہ اهي ساڳيون حرڪتون ڪري سگهن ٿا ان جي باوجود صادق جذبي سان پنهنجي وطن ۾ پنهنجي ماڻهن ۾ اچڻ ٿي چاهيان. هاڻ منهنجو ارادو آهي تہ آئنده جي سياسي مهم ۾ پاڻ پارٽي جي قيادت ڪيان."

سلامتيءَ بابت خدشي جو بينظير ڀٽو تازو لندن ۾ ڊنل هڪ انٽرويو ۾ بہ اظهار ڪيو آهي تہ " هن کي خطرو آهي تہ هن کي گرفتار يا قتل ڪيو ويندو ان جو سبب اهو ٻڌايائين تہ (بينظير) جي جدوجهد تہ صرف فوجي آمريت جي خاتمي لاءِ آهي پر ان سان گڏ القائده ۽ طالبان لاءِ بہ پريشاني جو سبب آهي" ان کانسواءِ گذريل نومبر ۾ سرڪاري وفد ڊيل جي سلسلي ۾ بينظير ڀٽو سان دبئي ۾ ملاقات ڪئي هئي تہ ٻين شرطن سان گڏ بينظير ڀٽو اهو شرط بہ ان سرڪاري وفد جي سامهون رکيو تہ پاڪستان واپسي وقت سلامتي جي ضمانت ڏني وڃي.

سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ بينظير ڀٽو وطن واپسي تي پنهنجي قتل ٿيڻ جا خدشا ڇو ٿي ڏيکاري، فوج ۽ القائده يا طالبان تي اهڙي قسم جا شديد الزام هڻڻ جا

ڪجهہ تہ منظر ۽ پس منظر هوندا. ڇو هوءَ بار بار سلامتي جي ضمانت گهري ٿي؟ هن ملڪ ۾ سلامتي جي ضمانت صدر، وزيراعظم ۽ وزير داخلا تي خودڪش حملن بعد ڪنهن بہ فرد کي نہ ٿي ڏئي سگهجي. ان ڪري بينظير ڀٽو جي سلامتيءَ متعلق ڪير ضامن ٿيندو جڏهن، حاڪم ڌريون پاڻ محفوظ ناهن. آمريڪي ڊالرن تي پليل ۽ جهادي صنعت مان تيار ٿيل جنوني ملا هر طرف اسلام ۽ ڪفر جي جنگ لاءِ تيار بيٺل نظر اچن ٿا. اهم سرڪاري ادارن، فوج ۽ خفيہ ايجنسين ۾ اهي ملا نظر اچن ٿا، ملڪ ۾ بنياد پرستي وڌي رهي آهي. نفاذ شريعت وارا مولانا عبدالعزيز ۽ عبدالرشيد غازي اسلام آباد تي عملي طرح قابض ٿي چڪا آهن. جامعہ حفصہ ۽ لال مسجد وارو واقعو اسلام آباد ۾ ٿيڻ ڪنهن وڏي طوفان جو اشارو آهي. اهو واقعو ڪو معمولي نوعيت جو ڪونهي، ان کي هر روشن خيال ۽ لبرل ماڻهو تشويش واري نگاهہ سان ڏسي ٿو پر حڪمران طبقو ان واقعي کي سطحي نظر سان ڏسي ٿو. ڇاڪاڻ جو موجوده حڪمران طبقي ۾ ويٺل ماڻهن جون سموريون همدرديون انهن ملن سان آهن.

اهڙي ماحول ۾ ڊيل ذريعي بينظير کي اقتدار مليو تہ بہ اهو اقتدار گهڻو عرصو هلي نہ سگهندو ڇاڪاڻ جو بنياد پرست ملا ۽ طالبان فڪر جا پوئلڳ بينظير جو اقتدار ۾ رهڻ پسند ئي نہ ڪندا. ان قسم جي سوچ جو خدشو بينظير ڀٽو هيرالڊ رسالي کي بہ جنوري 2001ع صفحي 49 ۾ پنهنجن لفظن ۾ ڏيکاري چڪي آهي. مون وٽ بہ گواهہ آهن. جن انهيءَ اجلاس ۾ شرڪت ڪئي، جن ۾ ڪور ڪمانڊر، نواز شريف ۽ اسامہ بن لادن موجود هئا، اسامہ بن لادن کي هدايو ويو تہ هڪ خاتون وزيراعظم (بينظير) جي حيثيت ۾ اسلام جي خلاف قدم آهي، ان لاءِ اسان کي سرمايو مهيا ڪيو وڃي تہ جيئن بينظير ڀٽو جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو وڃي، ان وقت نواز شريف چئي ڏنو تہ مان پاڪستان ۾ اسلامي نظام نافذ ڪندس، اساما بن لادن ڏهہ ملين ڊالر ڏنا تہ جيئن بينظير حڪومت خلاف عدم اعتماد واري تحريڪ کي ڪامياب بڻائي سگهجي" تازو ميجر عامر هڪ ٽي وي چينل تي انٽرويو ڏيندي چيو تہ "آرمي ۽ اسٽيبلشمينٽ ان پارٽي سان گڏ ناهي، جنهن پارٽي سان عوام آهي" جيڪڏهن ميجر عامر جي لفظن تي غور ڪري بينظير ڏانهن نهاريندا سين تہ بينظير سان گڏ عوام بيٺل نظر اچي ٿو، اهڙي صورت ۾ آرمي ۽ اسٽيبلشمينٽ جو بينظير کي اقتدار ۾ آڻڻ جون ڪيتريون ئي معنائون نڪري سگهن ٿيون، هڪ طرف آمريڪا آهي جيڪا عالمي ۽ علائقائي تناظر ۾ بينظير جي ضرورت محسوس ڪندي ان کي اقتدار ۾ آڻي پنهنجا مفاد حاصل ڪري ٿو. ڇاڪاڻ جو بينظير کي بہ دفعا اقتدار ۾ آڻڻ آمريڪا جو ڪمال هو. يا وري ائين بہ ٿي سگهي ٿو تہ جنرل مشرف جي سرڪار جي پرڏيهي پاليسي جي ناڪامي جي صورت ۾ پاڪستان مسئلن ۽ مونجهارن جو شڪار ٿي هڪ سخت بحران جي ڌٻڻ ۾ ڦاسي پيو هجي. جنهن لاءِ طاقتور ڌرين اهو طئہ ڪيو هوندو تہ بحران مان نڪرڻ جو ڪو عزت ڀريو گس بينظير جي صورت ۾ وڃي. جنهن سان

عالمي رسوائي، آمريڪا ۽ يورپي يونين جي ملڪن جي تنقيد ۽ وفاداري تي شڪ، بدنامي، عوام جي بيزازي ۽ نفرت سميت ٻين مسئلن جو ازالو ڪجي. ميجر عامر هڪ ذهين ۽ چالاڪ قسم جو ماڻهو آهي. خفيہ اداري ۾ ميجر جي عهدي تان جبري رٽائر ڪيو ويو. بينظير ڀٽو جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ لاءِ آپريشن مڊنائٽ جئڪال جو ماسٽر مائينڊ هو. راقم جي ساڻس ملاقات ان وقت سرحد جي چيف منسٽر مهتاب عباسي جي رهائشگاهہ تي ٿي هئي، جتي هڪ ليڪڪ جي حيثيت ۾ مهمان طور ويو هئس. بهرحال طبيعت ۾ کلڻو ملڻو ۽ صاف ڳالهہ ڪرڻ وارو ماڻهو آهي. ميجر عامر جي لفظن ۾ جيڪڏهن آرمي ۽ اسٽيبلشمينٽ عوامي ٽيڪ تي راڄ ڪندڙ بينظير ڪي برداشت نہ ٿي ڪري تہ پوءِ هڪ سوال اهو بہ اڀري ٿو تہ پوءِ بينظير کي واپس ڇو گهرايو ويو ٿو؟ جتي بينظير جي سلامتي هڪ سواليہ نشان بڻيل آهي، جنهن سلامتي بابت بينظير صاحبہ خود خدشا ڏيکاريا آهن ،خاص ڪري ملا فيڪٽر ۽ فوج جا آفيسر هڪ عورت جي اقتدار تي اچڻ ۽ ان کي سلامي ڏيڻ هڪ گناهہ سمجهن ٿا. پلا ملا سرور جي سوچ ۽ انتها پسندي کي ڪير روڪيندو . جنهن کي پنجاب جي صوبائي وزير ظل هما کي بيگناهہ قتل ڪرڻ تي ڪو پڇتاءُ ڪونهي. جنهن پنهنجي هڪ بيان ۾ چيو تہ ”مسلم معاشري ۾ عورت جي حڪمراني جائز ناهي، مردن جي مقابلي ۾ عورت جو حڪمران بڻجڻ اسلامي فلسفہ فڪر جي خلاف آهي. عورت جڏهن گهر کان ٻاهر نڪري تہ مٿي کان پيرن تائين ڍڪيل هجي. ان حوالي سان صوبائي وزير ظل هما جو قتل اسلامي تعليمات جي عين مطابق آهي“مولوي سرور وٽ ظل هما جو قتل اسلامي تعليمات جي عين مطابق آهي تہ پوءِ عورت کي وزير يا وزيراعظم تہ پري رهيو هن سماج ۾ عورت جو وجود ئي هڪ عذاب آهي، مولوي سرور واري سوچ کي منهن ڏيڻ بينظير لاءِ وڏو امتحان هوندو هڪ ملا سرور نہ پر بينظير لاءِ فوج ۾ بہ ملا سرور وينل آهن.
اسان کي 1988ع جو مثال سامهون آهي، جڏهن بينظير ڀٽو وزيراعظم جي ڪرسي سنڀالڻ ڪانپوءِ فوج جا جرنل هڪ عورت هجڻ ناطي سليوٽ ڪرڻ کان ڪيٻائي رهيا هئا. اهڙي قسم جي سوچ بہ ملا سرور واري سوچ سان هڪجهڙائي رکي ٿي. ان حوالي سان خفيہ ايجنسين ديني عالمن کان فتوي' جاري ڪرائي تہ اسلام ۾ عورت وزيراعظم نہ ٿي، ٿي سگهي. بينظير ڀٽو لاءِ خفيہ ايجنسين روڙا اٽڪائڻ شروع ڪيا. خفيہ اداري جي ڏاهيل جماعت آءِ. جي. آءِ جي پليٽ فارم تان بينظير ۽ بيگم نصرت ڀٽو خلاف غير شائستہ پروپيگنڊا مهم شروع ڪئي وئي. ان سموري مهم جو انچارج ان وقت جي خفيہ اداري جو سربراهہ حميد گل هو حميد گل ۽ ڊپٽي ڊائريڪٽر امتياز احمد، آءِ. جي .آءِ وارن کي تاثر ڏنو تہ بينظير ڀٽو جو رستو نہ روڪيو ويو تہ اسلامي ڪاز کي نقصان پهچندو.
هن وقت پاڪستاني سماج ٻن واضع ڌرين ۾ ورهائجي چڪو آهي، جنهن جا زندگي گهارڻ جا پنهنجا پنهنجا اصول ۽ آدرش موجود آهن. هڪڙي ڌر بنياد پرست ۽ انتها پسند آهي ۽ ٻي ڌر لبرل ۽ روشن خيال آهي، روشن خيال ماڻهن جو

خيال آهي تہ حاڪمن جي ڏيهي توڙي پرڏيهي پاليسين سبب انتها پسندي عروج تي وڃي پهتي آهي ۽ روشن خيال ۽ لبرل ماڻهن جو دم گهٽجي رهيو آهي، هن وقت سرحد صوبو مڪمل انتها پسندن جي قبضي هيٺ آهي. ڪراچي لاهور ۽ اسلام آباد جهڙن بين الاقوامي شهرن ۾ طالبان فڪر جا حامي گهٽي تعداد ۾ نظر اچن ٿا. حالت اها آهي جو انتها پسندن پاران حجمن جا سيلون، عورتن جا اسڪول، نيٽ جا ڪيفي ۽ سينيمائون بند ڪرڻ موسيقي کي شيطاني عمل قرار ڏيڻ سميت عورتن تي پابندي آهي تہ هو گهرن کان ٻاهر شٽل برقعا پائي نڪرن. ماڻهن کي ڏاڙهي رکڻ تي مجبور ڪيو وڃي ٿو تي وي ڏسڻ ۽ فوٽو ڪڍرائڻ بہ غير اسلامي تصور ڪيو وڃي ٿو اهو عمل سرحد صوبي کان نڪري اسلام آباد تائين پهچي چڪو آهي. اهو ماحول ملندو بينظير ڀٽو کي ملندڙ اقتدار وقت، اهڙي ماحول ۾ ڪيس پنهنجي سلامتي جو بندوبست پاڻ کي ڪرڻو پوندو. ڊيموڪريٽڪ بينظير ڀٽو کي انتها پسندن کي منهن ڏيڻ لاءِ لبرل ۽ روشن خيال عوام جو سهارو وٺي هلڻو پوندو. ٻيو سوال اهو آهي تہ ڇا بينظير ڀٽو اقتدار حاصل ڪرڻ کان پوءِ اسٽيبلشمينٽ ۽ ايجنسين جي روين کي برداشت ڪندي، ڇاڪاڻ تہ طبيعتن بينظير ڀٽو جو مزاج ڪاوڙيلو آهي. هاڻ اڳي وانگر ڪاوڙ کي ضبط ڪري پنهنجي اصل مقصد ڏانهن ورڻو پوندو پر ايتري ٻي وسي بہ نہ هجي جو سندس ڀاءُ مرتضيٰ کي سندس ئي دور ۾ قتل ڪيو ويو ۽ ڪيس بہ سندس مٿان داخل ڪيو ويو ايتريقدر جو ڀاءُ جي آخري رسمن ۾ بہ شريڪ ٿي نہ سگهي، بينظير ڀٽو پاڻ قبول ڪيو هيو تہ مرتضيٰ ڀٽو جي قتل وارو سانحو بينظير حڪومت ۽ ڀٽو خاندان لاءِ ناقابل تلافي نقصان آهي. بينظير ڀٽو مرتضيٰ جي قتل کي پنهنجي حڪومت خلاف سازش قرار ڏنو جنهن ۾ هن ملٽري انٽيليجنس ۽ ان وقت جي صدر فاروق لغاري کي ملوث قرار ڏنو هو.

بينظير ڀٽو کي هاڻي فوج، آمريڪا ۽ انتها پسندن جي روين کي ڏسي ڪري وطن واپسيءَ جو فيصلو ڪرڻ گهرجي، سلامتيءَ جي ضمانت سان گڏ اقتدار تي ويهڻ کانپوءِ سڀ فيصلا پنهنجي روشن خيال دوستن ۽ پارٽيءَ جي وفادارن سان گڏجي ڪرڻ گهرجن ساڻ انتها پسندن کي روڪڻ لاءِ آمريڪا ۽ فوج جي مڪمل حمايت ۽ سهڪار جي ضمانت حاصل ڪئي وڃي، ڇاڪاڻ جو يورپي يونين وارن ملڪن ۽ آمريڪا وارن بينظير ڀٽو کي اقتدار ۾ آڻڻ لاءِ چونڊ، انتها پسندي کي روڪڻ لاءِ ڪئي آهي، جنهن ۾ ملڪ جا لبرل ۽ ساڄاهہ وند ماڻهو ساڻس گڏ آهن ۽ سلامتي لاءِ غريب مسڪين ۽ مظلوم ماڻهن جون دعائون بہ هُن سان گڏ آهن.

تاريخ : 8_5_2007

# عراق ۾ ابو عمر بغدادي جي قيادت ۾ فيصلاڪن جنگ جو آغاز

سال 2007ع جي شروعات کان عراق ۾ القائده جي مدد سان هڪ مضبوط قيادت اڀري سامهون آئي آهي. جنهن جي اڳواڻي ابو عمر بغدادي ڪري رهيو آهي، جڏهن ته جنگي قيادت القائده سان وابستا ابو المهاجر ڪري رهيو آهي. ابو المهاجر کي ابو معصب الزرقاوي جو جانشين سمجهيو وڃي ٿو. ابو المهاجر جي جنگي هنر کان سڀ ڪو واقف آهي. جنهن آمريڪي فوج تي سخت حملا ڪري وڏو نقصان رسايو. صرف اپريل مهيني ۾ 85 فوجي ماريا ويا ۽ 35 زخمي ٿيا آهن، ڪيترين ئي گاڏين تباهه ڪيون ويون آهن، تازو بغداد جي اترين علائقن ۾ آمريڪي فوجين جي گاڏي تي حملو ڪري نو ماڻهو ماريا ويا. جنوري مهيني ۾ آمريڪي هيليڪاپٽر تباهه ڪيو ويو. جنهن ۾ 12 آمريڪي فوجي اجل جو شڪار ٿيا. عراق جنگ تي اڌ ٽريلين ڊالر آمريڪا خرچ ڪري چڪو آهي. ايترو خرچ ڪرڻ جي باوجود عراق تي آمريڪا پنهنجي گرفت مضبوط نه ڪري سگهيو آهي، تازو آمريڪي انٽيليجنس اداري پنهنجي رپورٽ صدر بش ڏانهن اماڻي آهي، جنهن ۾ اهو واضح ڪيو ويو آهي ته آمريڪي فوجون عراق مان واپس گهرايون وڃن پر صدر بش ان رپورٽ کي پاسيرو رکي ڇڏيو آهي. تازو فيصلا ڪن جنگ لاءِ آمريڪي ڪانگريس 24 ملين ڊالرن جي منظوري ڏني آهي، جيڪا هڪ تمام وڏي بجيٽ آهي، اها بجيٽ ان شرط سان منظور ڪئي وئي آهي ته صدر بش مارچ 2008ع تائين عراق مان آمريڪي فورسز واپس گهرائڻ لاءِ پابند هوندو.

هاڻي عراق کي عوام جي مرضي ۽ منشا تي ڇڏيو ويندو پر صدر بش آمريڪي فوج جي واپسي واري ڪانگريس جي فيصلي کي ويٽو ڪرڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي. صدر بش جي ان جارحاڻي روش جي ڪري ريپبليڪن پارٽي آمريڪا اندر ڪمزور ٿي چڪي آهي ۽ هر طرح جي عوامي تنقيدکي منهن ڏئي رهي آهي. اندروني طور صدر بش کي عراق بابت پاليسيءَ تي اختلافن سبب سپورٽ ڪرڻ کان انڪار ڪري چڪي آهي. هن وقت ريپبلڪين پارٽي وارن جو چوڻ آهي ته عراق ۾ جمهوريت ۽ امن امان قائم ڪرڻ عراقين جو ڪم آهي، آمريڪا جو ڪم ناهي ريپبلڪين پارٽي جي اهڙي دٻاءَ کي صدر بش رد ڪري ڇڏيو آهي. ڊيموڪريٽ پارٽيءَ عراق پاليسيءَ خلاف صدر بش تي ڇتي تنقيد ڪري ٿي، آمريڪي عام ماڻهن جو چوڻ آهي ته جيڪا شيءَ حاصل ٿيڻ جوڳي نه رهي ۽ ڪنهن حاصل مفاد جي اميد نه هجي اتي خوامخواهه آمريڪي فوج کي مارائڻ ڪنهن به طرح ٺيڪ ناهي پر صدر بش آمريڪي عوام ۽ پارٽيءَ جي راءِ کان ڪن لاٽار ڪري صرف جنگ جي ڳالهه ڪري ٿو.

ٻئي طرف صدر بش جي جنگي جنون کي منهن ڏيڻ لاءِ القائده جي الحاق سان عراق جون ديني جماعتون ۽ قبيلا مڪمل طور آمريڪا سان جنگ لاءِ تيار ٿي پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويا آهن. عراق۾ القائده جي حمايت سان اسلامي مملڪت عراق جي خود ساخته حڪومت قائم ٿي چڪي آهي. جاري ٿيل هڪ بيان ۾ اسلامي مملڪت عراق جي ترجمان چيو آهي ته موجوده حالتن جي تقاضا هئي ته خودساخته حڪومت قائم ڪري ڪابينا جي تشڪيل عمل ۾ آندي وڃي. جيڪا ڏهن ميمبرن ۽ وزيرن تي مشتمل هوندي، اسلامي مملڪت عراق، عراقي وحدت لاءِ وڙهندڙ ويڙهاڪن جي تنظيم آهي جنهن ۾ القائده به شامل آهي. جنهن کي دفاع واري وزارت ڏني وئي آهي. اسلامي مملڪت عراق جي مضبوط پوزيشن ڏسي آمريڪي مشينري پريشان ٿي چڪي آهي. اسلامي مملڪت وارن جي مسلم دنيا جون سڀئي جهادي تنظيمون حمايت ۽ مدد ڪري رهيون آهن. ان جي نسبت سان آمريڪا دنيا ۾ اڪيلو ٿي چڪو آهي. آمريڪي سينيٽر هيري ريڊ آمريڪي پريس آڏو اعتراف ڪيو آهي ته "عراق ۾ آمريڪي فوجن ۾ اضافي ڪرڻ سان ڪجهه به ڪو نه ورندو ، مونکي يقين آهي ته اسان عراقي جنگ ۾ شڪست جو منهن ڏسي رهيا آهيون. هلندڙ هفتي دوران تشدد جي واقعن کي ڏسي اهو ثابت ٿيو آهي".

صدر بش ڊيموڪريٽ پارٽي جي عراق بابت پاليسي تي مداخلت جا الزام هڻندي چيو آهي ته "واشنگٽن ۾ ويهي سياستدان کي زيب نٿو ڏئي ته هو ڇهه هزار ڪلوميٽر پري ويهي ميدان جنگ ۾ برسر پيڪار ڪمانڊرن کي ڊڪٽيشن ڏين. عراق مان فوج جي واپسي جي اعلان سان دشمنن کي فائدو رسندو عراق مان

القائده سرگرم هئڻ سبب آمريڪي فوج جي واپسي سان عراق وڏيڪ خون ريزي جو شڪار ٿيندو. آمريڪي وزير رچرڊ پرل پنهنجي بيان ۾ حيران ڪري ڇڏيو آهي. هن جو چوڻ آهي تہ "اسان جي وهم گمان ۾ بہ ڪو نہ هو تہ عراق ۾ ان حد تائين خطرناڪ مزاحمت ٿيندي. جيڪڏهن هن وقت جو ڪجهہ عراق ۾ ٿي رهيو آهي ان جو علم جنگ کان پهريائين هجي ها تہ اسان عراق تي حملو تہ پري پر عراق بابت سوچيون بہ نہ ها."

ان حوالي سان آمريڪي وزير دفاع رمزفيلڊ جنهن کي عراق جنگ جو ماسٽر مائينڊ سمجهيو ويندو هو. ان صاحب پنهنجي عهدي تان استعيفي ڏيڻ کان بہ ڏينهن اڳ هڪ خفيہ رپورٽ وائيٽ هائوس ڏانهن اماڻي هئي. جنهن ۾ هُن لکيو هو تہ بش حڪومت جيڪا پاليسي عراق ۾ اپنائي آهي اها ناڪام پاليسي آهي. آمريڪي سياست مڪمل طور ناڪام ٿي چڪي آهي. عراق ۾ تمام آمريڪي منصوبا ناڪام ٿي چڪا آهن. ويتنام مان جنهن طرح آمريڪي فوج شڪست کائي نڪتي هئي اهڙي طرح عراق مان بہ شڪست کائي نڪرندي. هاڻي ان کانسواءِ ڪو چارهو ڪونهي تہ عراق مان فوج واپس گهرائي وڃي". جڏهن رمزفيلڊ جي اها رپورٽ صدر بش پڙهي تہ رمزفيلڊ کي گهرائي شڪست قبولڻ کان اڳ عهدي تان زوري استعيفيٰ ڏيڻ تي مجبور ڪيو.

عراقي عوام پاران اسلامي مملڪت عراق جي خودساختہ حڪومت جي زيردست آجيان ڪئي وئي آهي. ان خودساختہ حڪومت جو امير ابو عمر حسيني بغدادي آهي. اسلامي حڪومت جو قيام عراق جي ائن صوبن اندر عمل ۾ آندو ويو آهي. اسلامي مملڪت جي حڪومت مختلف مزاحمتي تنظيمن ۽ قبائلي سردارن جي اتحاد حلف الطيبين (نيڪ ماڻهن جي اتحاد) سان وجود ۾ آئي آهي. حلف الطيبين عراق جي ائن مقامي مزاحمتي تنظيمن جيش الفاتحين، تنظيم جند الصحابہ برگيڊ انصار السنہ عراقي قبيلن جي سردارن سان گڏجي اتحاد قائم ڪرڻ بعد اسلامي مملڪت عراق بنائڻ جو فيصلو ڪيو ساڻ عوام کي اپيل ڪئي وئي آهي تہ امير المومنين شيخ ابو عمر بغدادي جي قيادت کي تسليم ڪري عراقي مملڪت اسلامي کي مضبوط ڪيو وڃي.

اسلامي مملڪت جو خواب ابو معصب الزرقاوي جو هو جنهن کي هن اتحاد جو باني سمجهيو وڃي ٿو جنهن جا واسطا القائده سان هئا، هو آمريڪي فوج جي حملي ۾ مارجي چڪو آهي. عراق ۾ پهرين مزاحمتي تنظيم بنجڻ جو اعلان 24 اپريل 2006ع تي ٿيو هو. جڏهن معصب زرقاوي جماعت التوحيد تنظيم کي وجود ۾ آڻڻ جو اعلان ڪيو هو ان کان پوءِ عراق جي ڪيترين ئي ٻين مزاحمتي جهادي تنظيمن ۽ گروپن التوحيد ۾ شرڪت جو اعلان ڪيو. جن ۾ ابو حفص، المصري برگيڊ ، انصار اسلام مجاهدون، جماعت اسلامي فلوجہ، خطاب شهداءَ

برگيڊ. عراقي تحريڪ المجاهدين، سراپا الجهاد ۽ حرڪت السلف المجاهدي شامل آهن.

اسلامي مملڪت جي سربراهه ابو عمر بغدادي پنهنجي خطبي ۾ چيو آهي تہ” اي امت مسلمہ الله توهان جي نوجوانن کي توفيق بخشي تہ جيئن هو عراق ۾ اسلامي تصور واري رياست قائم ڪن، جتي شريعت نافذ ٿئي ۽ ان جي حڪم بجاوري ٿئي ” ابو عمر بغدادي جي قيادت ۾ 13 جهادي تنظيمون ۽ تقريبن 25 قبيلا شامل آهن. هن اتحاد جو مقصد عراق جي آزادي، سلامتي آهي، جيڪي هن وقت بہ آمريڪي استحصال خلاف جنگ ۾ برسرپيڪار آهن. تازو شروع ڪيل جنگ جا آثار عالمي ميڊيا تي نظر اچي رهيا آهن. جو روزانو 30 کان 50 ماڻهو عراق جي مختلف شهرن ۾ مختلف ڌماڪن ٿيڻ سبب مرن ٿا. جنهن ۾ عراقين سان گڏ آمريڪي فوجي بہ ماريا وڃن ٿا، جنهن آمريڪا جو متيون منجهائي وڌيون آهن. اسلامي مملڪت عراق دعويٰ ڪئي هئي جنهن موجب صرف ڊسمبر مهيني ۾ 665 آمريڪي فوجي ماريا ويا، عراقي جهادي پريس موجب جولاءِ 2006ع کان ڊسمبر 2006ع تائين ڇهن مهينن اندر 3164 آمريڪي فوجين جو قتل ٿيو 4010 عراقي پوليس، 3278 عراقي فوج جا سپاهي، 92 آمريڪي فوج جا وفادار 214 مدد ڪرڻ وارا ، 204 شمرگہ مليشيا. 7773 سرڪاري مليشيا ، 594 مختلف ملڪن جي ايجنسين جا ماڻهو مارجي چڪا آهن. اسلامي مملڪت دعويٰ ڪئي آهي تہ اهڙن انگ اکرن کي مغربي ميڊيا تي نہ ڏيکاريو وڃي ٿو. اسلامي مملڪت وارن مجاهدن جي اهڙين ڪاروواين کي سامهون رکي اهو اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ ايندڙ ڏينهن آمريڪا لاءِ ڪيڏا نہ ڏکيا هوندا. آمريڪي اقتصادي ماهرن پيشن گوئي ڪندي آمريڪا کي خبردار ڪيو آهي تہ 2010ع تائين جيڪڏهن آمريڪا پنهنجي فوجن کي واپس نہ گهرايو تہ ان وقت تائين 6,40,000فوجي ناڪاره يا رٽائر ٿي ويندا . جن تي وڏي رقم خرچ ڪرڻي پوندي، جيڪا ڳالهہ آمريڪا جي وس کان ٻاهر هوندي. هن وقت آمريڪا عراق جي تعمير لاءِ 30 ارب ڊالر خرچ ڪري چڪو آهي جيڪا دهشتگردي خلاف جاري جنگ جو مجموعي 73 سيڪڙو خرچ آهي.. ان جي باوجود بہ عراقي جنگ ۾ آمريڪا شڪست جي رستي تي بيٺل نظر اچي ٿو. هونئن بہ جنگ هٿيارن يا پئسن سان نٿي کٽي سگهجي، جنگ هميشہ دل ۽ دماغ جي طاقت ۽ ارادي جي پختگي سان لڙي ويندي آهي.

هڪ طرف صدر بش عراق ۾ القائده جي تعاون سان ٺهيل اتحاد طرفان شروع ڪيل جنگ مان پريشان آهي تہ ٻئي طرف وري آمريڪا جون سياسي، سماجي ۽ انساني حقن وارين تنظيمن سميت آمريڪي ڪانگريس طرفان سندس پنهنجي خلاف پاس ٿيل قراردادن ۽ ٺهرائن مان بہ پريشان آهي. صدر بش اهو بہ سمجهي ٿو

تہ عراقي جنگ جي ڪري آمريڪي معيشت جو ڏيوالو نڪرڻ وارو آهي، پر انهن سيني حقيقتن کان بش منهن موڙي جنگ ڏانهن بہ قدم اڳتي وڌائي رهيو آهي، صدر بش جو خيال آهي تہ جنگ جي ناڪاميءَ جي صورت ۾ عراق جو ورهاڱو ڪري ڪردن واري حصي تي قابض ٿجي پوءِ ان عمل کي فتح سڏي دنيا ۾ فاتح بنجڻ جو دهل وڄائجي. ڪردستان جي سلسلي ۾ اسرائيل ڪافي سرگرم آهي، ڪرد اڳواڻن جي واسطا صدام جي دور ۾ اسرائيل سان رهندا هئا ۽ هينئر اسرائيل طرفان اربيل ۾ فوجي اڏو ۽ ايئرپورٽ تعمير ڪيو ويو آهي ان سلسلي ۾ جلال طالباڻي ۽ مسعود بارزاني اسرائيلي قيادت سان رابطي ۾ آهن. ڪردن جي تنظيم البشمر جي نوجوانن کي اسرائيلي فوجي انسٽريڪٽر سکيا ڏئي رهيا آهن. اربيل ۾ آمريڪي اسرائيلي فوجي ڪرد جنگجوئن جي حفاظت ۾ پنهنجو ڪم جاري رکندا پيا اچن. پر هتي بہ اسلامي مملڪت وارن گذريل سال حملو ڪري اربيل ۾ ڇهن اسرائيلي خفيہ تنظيم موساد جي ايجنٽن کي ماري وڌو القاعده جي اڳواڻ ايمن الزواهري آمريڪي فوج جي اضافي بابت بيان ڏنو آهي تہ " آمريڪا صرف ويهہ هزار يا پنجهاهہ هزار ڇو هڪ لک فوج ڇو نہ ٿو عراق ڏانهن موڪلي؟ ڇا بش کي خبر ناهي تہ عراقي ڪتا آمريڪي فوجن جي لاشن کي کائڻ جي لاءِ ڪيترو نہ بيتاب آهن".

تاريخ : 2007_5_1

# صدر مشرف
# ۽ بينظير ڀٽو وچ ۾
# ڊيل جو رومانس

پ پ اڳواڻ نير بخاري هڪ بيان ۾ چيو آهي ته” پ پ ڪڏهن به حڪومت وٽ مذاڪرات لاءِ نه وئي آهي پر حڪومت جا نمائنده ڳالهين لاءِ پ پ جو دروازو کڙڪائيندا رهيا آهن“. نير بخاري جا لفظ وڏيڪ طاقتور ان لاءِ آهن ته اهڙن ئي خيالن جو اظهار تازو هڪ برطانوي اخبار به ڪيو آهي ته پاڪستاني سرڪار جي نمائندن لنڊن ۾ پ پ جي اڳواڻن سان ملاقاتون ڪري آئنده جو گڏيل سياسي لائحه عمل تيار ڪري ورتو آهي. ريلوي جي وفاقي وزير شيخ رشيد جو بيان آهي ته ”بينظير ڀٽو فائنل رائونڊ هوشياري سان کيڏي رهي آهي.“ فائنل رائونڊ جي ڳالهين ڪانپوءِ پ پ جي چيئر پرسن بينظير ڀٽو پارٽي اڳواڻن کي دبئي ۾ طلب ڪري ورتو آهي، ان جو هڪ سبب اهو آهي ته پارٽي اڳواڻن کي ڊيل جي فائنل رائونڊ بابت تفصيل ڏئي اعتماد ۾ وٺڻو آهي. ٻيو سبب اهو آهي ته دبئي ۾ آمريڪن ريپبلڪن پارٽي پاران رٿيل دعوت ۾ ريپبلڪن پارٽي جي ميمبرن ۽ نمائندن سان پاڪستان ۾ جمهوريت جي استحڪام ۽ مضبوطيءَ لاءِ پ پ جي ڪردار بابت مذاڪري ۾ خيالن جي ڏي وٺ ۾ شريڪ ٿيڻو آهي، جنهن لاءِ پ پ اڳواڻ دبئي روانا ٿي چڪا آهن. ”بينظير ڀٽو ۽ مشرف واري ڊيل“ کي هن وقت ٻئي ڌريون تسليم ڪن ٿيون وڏيڪ ڌرين وچ ۾ ڳالهيون هلي رهيون آهن. تازو مشرف سرڪار پاران بينظير ڀٽو ڪان عدالتي بحران. پ پ پاران احتجاج ۾ شرڪت نه ڪرڻ جي درخواست ڪئي وئي. پر بينظير ڀٽو عوامي دٻاءَ سبب پ پ ڪارڪنن مٿان دٻاءَ وجهي نه سگهي.

جيڪڏهن پ پ جي سياست تي نظر وجهنداسين ته ملڪي سطح تي ۽ خاص ڪري سنڌ جي سطح تي وزير اعلي' ارباب رحيم پ پ جي چيلهه ڇڄي ڪري وڌي آهي. حالت اها آهي جو لاڙڪاڻي جي سياست تي به عملي طرح ارباب رحيم ڇانيو پيو آهي. اهڙين حالتن کي بينظير ڀٽو پروڙي ورتو آهي ۽ فيصلو ڪيو اٿس ته هر حال ۽ هر قيمت تي اقتدار حاصل ڪجي. سرخ انقلاب ته

پ پ کو نہ آڻي سگھندي جنھن سان ملڪ ۽ عوام جي تقدير بدلجي وڃي، ڇاڪاڻ جو ھي ملڪ فوج جو آھي ۽ فوج ئي اقتدار تي رھندي. جيڪي بہ اقتدار ۾ پارٽيون اينديون اھي سڀ فوج جي رحم ڪرم تي ھلنديون. ھن ملڪ ۾ سياست ڪرڻي آھي تہ فوج جو سھڪار ضروري آھي ۽ بينظير ڀٽو فوج سان ڊيل ڪري اقتدار ۾ اچڻ جو فيصلو ڪري ورتو آھي.

ٻئي طرف جنرل مشرف پ پ سان ڊيل جو مقصد آمريڪا جو ڪچيل شفقت وارو ھٿ آھي، تنھنڪري مشرف، بينظير ڀٽو کي پنھنجي اقتدار کي طول ڏيڻ لاءِ ڍاڪڻ طور استعمال ڪرڻ سوچي رھيو آھي. ھن وقت مشرف پناھ خاطر پ پ ۾ لڪڻ جي ڪوشش ڪري رھيو آھي. ڇاڪاڻ جو آمريڪا صدر مشرف کي ڪاوڙ واريون اکيون ڏيکاري چڪو آھي. آمريڪا جو خيال ھو تہ صدر مشرف دھشتگردي واري جنگ ۾ نہ صرف آخري وقت تائين ساڻس گڏ ھوندو پر چين جي خطي ۾ وڌندڙ اثر خلاف ايشيا ۽ آمريڪي مفادن جي نگراني بہ ڪندو. ان حوالي سان آمريڪي پرڏيھي کاتي جو ترجمان صدر مشرف جي ڪارڪردگيءَ تي سخت تنقيد ڪري رھيو آھي. آمريڪا جي بدلجندڙ روين کي صدر مشرف سمجھي ورتو آھي. ھن صاحب آمريڪا جي مقابلي ۾ چين ۽ روس سان وڌيڪ ناتا جوڙڻ جو ارادو ڪري ڇڏيو آھي. ان حوالي سان آمريڪا وارا چون ٿا تہ پاڪستاني سرڪار امداد ۽ قرض اسان کان وٺي رھي آھي پر دوستي چين سان وڌائي رھي آھي. خاص ڪري پاڪستان پاران چين سان ٽيل اسٽريجيٽڪ معاملن تي آمريڪا سرڪار مشرف مان بيزار نظر اچي ٿي. مشرف سميت فوج جو ھڪ حلقو ان خيال جو آھي تہ چين پاڪستان جو وفادار دوست رھيو آھي. چين پاڪستان خلاف ھراڳرائي جو جواب بہ ڏئي سگھي ٿو. پاڪستان سرڪار جي موقف جي حمايت بہ ڪندو تنھن ڪري چين سان ناتا وڌيڪ گھرا ڪجن تہ اھو پاڪستان جي سلامتي لاءِ بھتر ٿيندو. اھڙو خيال ملٽري اسٽيبلشمينٽ ۽ ڪجھ رٽائر جنرلن جو بہ آھي پر اھا ڳالھ آمريڪا کي قبول ناھي.

ڳچ عرصو اڳ صدر بش کي صدر مشرف ورديءَ ۾ بھتر لڳندو ھو پر ھاڻي آمريڪي سرڪار جي ترجمان مشرف کي ياد ڏياري ٿو تہ "صدر مشرف آمريڪا سان فوجي وردي لاھڻ ۽ آزادانا ۽ منصفاڻيون چونڊون ڪرائڻ جو واعدو ڪيو آھي." انھن لفظن مان صاف ظاھر آھي تہ آمريڪا کي صدر مشرف مان جيڪو حاصل ڪرڻو ھو سو ڪري ورتو. ٿي سگھي ٿو تہ آمريڪا ڪنھن نئين جنرل جي ڇھري جي تلاش ۾ ھجي جيڪو مشرف جو متبادل ٿي سگھي. اھڙي آمريڪي رويي کي محسوس ڪندي جنرل مشرف بہ آمريڪا کي تارا ڏيکارڻ شروع ڪري ڇڏيا. جيڪي ڪوئي ۽ ٻلي واري راند جي حيثيت رکن ٿا. پر پوءِ بہ صدر مشرف ھمت ڪري آمريڪا کي پنھنجي حيثيت ڏيکارڻ چاھي ٿو. ڪجھ ڏينھن اڳ مشرف جو بيان آيو آھي تہ "دھشتگردي خلاف جنگ ۾ ڪنھن کي بہ پاڪستان

جي ڪردار جي باري ۾ شڪ ڪرڻ نہ گهرجي. جيڪڏهن ڪو سمجهي ٿو تہ مان يا آءِ ايس آءِ وارا ڪوڙ ڳالهايون ٿا تہ پوءِ اسان کي دهشتگردي خلاف اتحاد کان عليحده ٿيڻ گهرجي. دهشتگردي خلاف ناڪامي جي پهرين علامت هڪ ٻئي تي الزام تراشي ڪرڻ آهي." صدر مشرف جي بيان آمريڪي ذهنن کي ڏوڏي ضرور ڇڏيو آهي. پر هنن وٽ هر شيءِ جو حل موجود آهي. ضرور مشرف جي ان بيان جي جواب ۾ ڪجهہ نہ ڪجهہ رد عمل ڏيکاريندا. پر ٿورو دير سان ڇاڪاڻ جو آمريڪا وارا هميشہ رکي رکي ڏڪ هڻندا آهن. ٻئي طرف وري افغاني صدر حامد ڪرزئي جي ملان عمر بابت بيان کي بہ مشرف رد ڪندي چيو آهي تہ "ملا عمر پاڪستان ۾ موجود ناهي."

مارچ مهيني ۾ آمريڪي انتظاميا جي مختلف اعليٰ عهديدارن پاڪستان جو دورو ڪيو. جنهن جو مقصد هو تہ پاڪستاني سرحدن اندر موجود طالبان جنگجوئن تي حملا ڪري کين اتان ماري ڀڄائڻو هو. پر پاڪستان ان قسم جي آمريڪي مطالبي کي رد ڪندي پاڻ انهن علائقن ۾ آپريشن شروع ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. صدر مشرف آمريڪي سرڪار کي چيو تہ آمريڪي آپريشن سان عوام مشتعل ٿي ويندو ۽ اٿي ڪڙو ٿيندو جيڪو آمريڪا ۽ صدر مشرف لاءِ نفرتون وڌائيندو. آمريڪا صدر مشرف تي اهو بہ الزام مڙهيندو آيو آهي تہ هو ڊبل گيم کيڏي رهيو آهي. "هڪ طرف آمريڪا ۽ اتحادين کي طالبان ۽ القائده کان ڊيڄاريندو رهيو آهي تہ ٻئي طرف خفيہ طور طالبان کي مضبوط ڪري رهيو آهي تہ جيئن آمريڪا ۽ اتحادي فوج افغانستان اندر جنگ واري حالت کان ٻاهر نڪري نہ سگهي. صدر مشرف آمريڪي دٻاءَ ۽ ملڪ اندر عدالتي بحران ۽ هٽرادو اپاريل جامع، حفصہ ۽ لال مسجد واري مسئلي سبب سياسي پارٽين، وڪيلن ۽ ديني جماعتن جي زوردار شروع ڪيل تحريڪن سبب حالتن جي ڏٻڻ ۾ ڦاسي پيو آهي. تنهنڪري هو ق ليگ ۾ ڪي داڻا نہ ڏسي پنهنجي جان جي امان خاطر پ پ ڏانهن دوستيءَ جو هٿ وڌائي رهيو آهي. جنهن کي اسان ڊيل چئون ٿا. ان ڊِيل تحت بينظير ڀٽو ۽ آصف زرداري خلاف نيب تحقيقاتي سيل بند ڪيو ويو آهي. نيب سيل جي انچارج حسن وسيم افضل کي هٽايو ويو آهي. حسن وسيم بينظير ۽ آصف خلاف 90 ڪيس تيار ڪري ورتا هئا. ائين سمجهو تہ نيب جي صورت ۾ پ پ جي اڳواڻن خلاف هڪ ادارو ٺاهيو ويو انهيءَ نيب جي ڪيسن ڪري پ پ جا وفادار اڳواڻ پ پ پيٽريات ٺاهي ۽ حڪومت ۾ شامل ٿيا. جنهن سان هڪ طرف سنڌن نيب جي ڪيس ختم ڪيا ويا ۽ ٻيو سرڪاري عهدن ۽ مراعاتن جا مزا بہ ماڻيائون. نيب پاران 21 ڪيس صرف عبدالله شاه مٿان داخل ٿيا پر نيب وارا هڪ بہ ثابت نہ ڪري سگهيا. آخر عبدالله شاه، الله کي وڃي پيارو ٿيو. ساڻ نيب ڪيس بہ دفن ٿي ويا. آصف ۽ بينظير ڀٽو جي وڪيل نياز اي نائڪ ان باري ۾ چيو تہ "پ پ اڳواڻن خلاف سڀ ڪيس ڪوڙا هئا، باقي رهيل ڪيسن جو

حشر بہ اھڙو ئي ٿيندو. ڪنھن بہ ڪيس ۾ ملڪي يا غير ملڪي عدالت پاران ڪا سزا ناھي ملي. بينظير، مشرف ڊيل گذريل سال جي آخري مھيني ۾ مڪمل اعتماد سان پروان چڙھڻ لڳي. گذريل نومبر ۾ صدر مشرف جي ھڪ ويجھي ساٿيءَ طارق عزيز دبئيءَ ۾ بينظير ڀٽو سان ھڪ ڳجھي ملاقات ڪئي. جنھن ۾ ملڪ جو ھڪ اعليٰ عملدار بہ شامل ھو. ان ملاقات ۾ غير جانبدار نگران حڪومت پاران 2007ع ۾ شفاف چونڊون ۽ پاڪستاني عدالتن ۾ قائم بينظير ۽ آصف خلاف ڪيس ختم ڪرڻ سميت ڪيترن ئي ٻين معاملن بابت خيالن جي ڏي وٺ ڪئي وئي. ساڻ ان ڳالھہ تي بہ زور ڏنو ويو تہ بينظير ڀٽو جي جان جي حفاظت ۽ وطن واپسي ڪي يقيني بڻايو وڃي.

صدر مشرف بينظير ڀٽو ڪانسوا ۽ پ پ پ کي اقتدار حوالي ڪرڻ ۽ بينظير جي بحفاظت وطن واپسي جو وعدو ڪري چڪو آھي. ان حوالي سان بينظير ڀٽو وطن ورڻ جو پروگرام جوڙي پارٽي اڳواڻن کي مطلع ڪري ڇڏيو آھي. ان سموري ڊيل ۾ آمريڪا جو ثالث وارو ڪردار رھيو آھي، آمريڪا جو چوڻ آھي تہ "بينظير ڀٽو کي ملڪي سياست ۾ واپس اچڻ جو موقعو فراھم ڪيو ويندو" انھيءَ يقين ڏھاني سان بينظير وڏيڪ پر اعتماد نظر اچي رھي آھي، جيڪا جھلڪ تازو سندس بيان مان بہ ظاھر ٿئي ٿي. تازو سرڪار ۽ پ پ پ اڳواڻن وچ ۾ پاور شيئرنگ بابت مشورا ڪيا ويا آھن. ان موجب جنرل مشرف باوردي ملڪ جوصدر رھندو. جڏھن تہ آفتاب شعبان ميراڻي وزير اعظم بڻبو. مخدوم امين فھيم جي پٽ کي سنڌ جو وڏو وزير بنايو ويندو. پنجاب چوڌري برادرن جي حصي ۾ ايندو. جڏھن تہ بلوچستان ۾ پ پ پ ۽ جي يو آءِ (فضل الرحمان) جي گڏيل حڪومت جڙندي ۽ سرحد ۾ لبرل ۽ روشن خيال ماڻھن جي گڏيل حڪومت جڙندي، جنھن ۾ پ پ جو بہ حصو ھوندو.

اھي سڀ معاملا ڊيل جي ذريعي حل ڪيا ويا آھن. ڪجھہ ڏيو ۽ ڪجھہ وٺو واري فارمولي تحت اقتدار جي تصوير جڙي آھي. ڪجھہ ڏيڻ وٺڻ جي ڳالھہ ڪندا سين تہ پ پ پ پاران نسوان بل ۾ حڪومت جي حمايت بہ ڊيل جي جھلڪ ھئي، آصف علي زرداري، يوسف رضا گيلاني اسلام الدين شيخ ۽ ٻين اڳواڻن جي آزادي بہ ان ڊيل جو ڪرشمو آھي. پي آءِ اي ڪيس ۾ بينظير ڀٽو جو با عزت بري ٿيڻ بہ ڊيل آھي. بگٽي جي قتل خلاف بينظير ڀٽو ۽ پ پ وارن جي خاموشي ۽ دير سان مذمتي بيان جاري ڪرڻ بہ ڊيل آھي، ھن وقت سياسي ھوائن جو رخ تبديل ٿيندو نظر اچي رھيو آھي، حڪومت ۾ شامل اھم شخصيتون وزير ۽ سرڪار جا اتحادي خود پ پ ۽ سرڪار وچ ۾ ڊيل مان خوش آھن. خوش ناھن تہ صرف ۽ صرف چوڌري برادران خوش ناھن ڇاڪاڻ جو اقتدار جي ڏور ھاڻ ھنن جي ھٿن مان نڪرندي پئي وڃي، فوج بہ ھاڻ جنرل مشرف جي موجوده رويي مان مطمئن ڪونھي، ھن وقت عوام جنرل مشرف جي غلط پاليسين سبب فوج

جي سامهون اچي بيٺو آهي، خاص ڪري چيف جسٽس واري بحران کان پوءِ ڇهن فوجي جنرلن صدر مشرف ڏانهن خط لکي چيف جسٽس کي معطل ڪرڻ واري عمل تي تشويش جو اظهار ڪيو آهي. فوجي جنرل به ايندڙ حڪومت پ پ کي سونپڻ تي اتفاق ڪري چڪا آهن.هنن جو خيال آهي ته فوج جي ڪافي بدنامي ٿي چڪي آهي، عوام جو فوج سان ٽڪراءُ يا سامهون اچڻ سٺو سنوڻ ڪونهي. تنهنڪري فوج پاران ڪنهن طاقتور عوامي سگهه رکندڙ پارٽي کي اقتدار حوالي ڪري پوءِ ان جي ڇانوَ ۾ پنهنجا سڀ ڪم ڪري سگهجن ٿا، جيڪي هن وقت ظاهري طور فوج لاءِ بدنامي جو سبب بڻبا آهن.

تاريخ : 24_4_2007

# جپان:
# وزارت دفاع جي قيام لاءِ منظوريءَ سبب

جنوريءَ جي پهرين هفتي ۾ جپان ٻي جنگ عظيم کانپوءِ پهريون ڀيرو دفاع واري وزارت قائم ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. جپان چين ۽ اتر ڪوريا جي مقابلي ۾ خطي ۾ پاڻ کي دفاعي طور غيرمستحڪم ۽ ڪمزور سمجهڻ لڳو آهي. تنهنڪري جپان جي حڪومت پاران دفاع واري وزارت قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو آهي. ان کان اڳ دفاعي معاملن کي طئي ڪرڻ يا هلائڻ لاءِ دفاعي ايجنسي قائم هئي. جيڪا ملڪي دفاعي نظام کي به بهتر نموني سگهارو ڪندي آئي ٿي. سو هينئر ان دفاعي ايجنسي کي وزارت دفاع ۾ تبديل ڪيو ويو آهي. جاپان 1947ع جي آئين موجب دفاعي ايجنسي قائم ڪري ان مان پئي ڪم ورتو. گذريل ڊسمبر ۾ وزيراعظم شنزو وايي جپاني پارليامينٽ آڏو وزارت دفاع قائم ڪرڻ جي سلسلي ۾ هڪ بل پيش ڪيو جنهن کي حڪمران اتحاد ۽ مخالف ڌر گڏجي متفقه راءِ سان منظور ڪري ورتو. جاپاني فوج کي " سيلف ڊفينس فورس" جو درجو ڏنل آهي. جاپان جي دفاعي بجيٽ 41 .6 سالانہ آهي. جيڪا دفاعي بجيٽ جي حوالي سان هڪ تمام وڏي رقم آهي. ماضيءَ ۾ جاپان پاران وزارت دفاع قائم ڪرڻ جون ڪوششون ورتيون ويون هيون. پر سياسي ۽ بين الاقوامي سببن ۽ رڪاوٽن جي ڪري اهي ڪوششون ناڪام ويون. جاپان پهريون ڀيرو عراق ۾ "تعمير نو پروگرام" تحت پنهنجون فوجون موڪليون. پر جاپان جي فوج کي هٿيار استعمال ڪرڻ جي اجازت ڪونہ هئي. جڏهن تہ جپاني فوجن جي حفاظت جي ذميواري آسٽريليا _ ڊچ ۽ برطانوي فورسز مٿان هئي. اهڙي حالتن کي بہ جاپان اک ۾ رکيون پئي آيو.

پارليامينٽ مان دفاعي وزارت بابت بل جي منظوريءَ کانپوءِ جپاني فوج جي STATUS ۾ تبديلي ايندي قانون موجب دفاعي بجيٽ پيش ڪرڻ جو

مڪمل اختيار هوندو. فوج کي جڏهن اقوام متحده جي مدد لاءِ نيو ويندو تہ فوج کي ”مشن“ جو درجو ملندو. اهڙي طرح جپاني فوج کي هٿيار استعمال ڪرڻ جي مڪمل اجازت هوندي. دفاعي سلسلي ۾ نئين قانون جي لاڳو ٿيڻ سان جاپان هن خطي ۾ هڪ وڏي قوت ٿي اڀرندو. ايشيا کنڊ جا پنج ملڪ ايٽمي طاقت بڻجي چڪا آهن. جاپان ان سلسلي ۾ وک وڌائي تہ اهو ايشيا جو ڇهون ملڪ هوندو ساڻ طاقت جو توازن ايشيا کنڊ واري خطي ڏانهن منتقل ٿيندو. 1945ع ۾ اتحادي فوجن خاص ڪري آمريڪا جي فوجن جاپان تي قبضو ڪري ورتو. ٻي مهاڀاري لڙائيءَ جي پڄاڻي تي طئي ٿيندڙ معاهدي موجب جاپان مٿان پنهنجي فوج رکڻ تي پابندي مڙهي وئي. هيروشيما ۽ ناگاساڪي تي ائٽم بم ڪيرائڻ کانپوءِ آمريڪا جي انهيءَ وقت جي جنرل ڊگلس ميڪ آرٿر جپاني فوج جا ملڪ ۾ ٻچيل فوجي نڪاٽا بہ تباه ڪرائي ڇڏيا. اتحادين جنگي ڏوهن جي جرم ۾ جاپاني اڳواڻن مٿان مقدما هلائي کين سزائون ڏنيون. رياستي ملڪيت تي هلندڙ وڏين وڏين جاپاني ڪمپنين جو ڏيوالو ڪڍي ڇڏيو جنهن سان ملڪ جي اقتصاديات واپار ۽ زراعت وارا شعبا بہ تباهہ ٿي ويا. ماڻهو تباهي کانپوءِ بکيا ۽ بي گهر ٿي ويا. انهن ماڻهن کي جاپان جي نئين سر اڏاوت جي اميد باقي نہ رهي. اهڙيءَ طرح جاپان تاريخي لحاظ کان وڏي بدترين دور مان گذريو.

آمريڪا ۽ اولهہ جي ملڪن ٿوري عرصي کانپوءِ جاپان جي خراب حالت کي محسوس ڪندي نئين سر اڏاوت ۽ عوام جي معاشي بدحالي کي ختم ڪرڻ لاءِ اپاءَ ورتا. جپاني محنت ڪش عوام پنهنجي ملڪي تعمير لاءِ زبردست محنت ڪئي. انهن جي ڪاوشن ۽ محنتن آخر رنگ لاتو. 1950ع کان 1960ع واري ڏهاڪي ۾ سموري جاپان هڪ نئين شڪل اختيار ڪري ورتي. نئون جمهوري نظام پختو ۽ پڪو ٿيو بادشاهت جو مڪمل خاتمو ٿيو ملڪ جا سيئي آئيني ۽ قانوني اختيار پارليامينٽ جي حوالي ڪيا ويا. اڳتي هلي ملڪ اقتصاديات، واپار ۽ زراعت جي شعبي ۾ خود ڪفيل ٿي ويو. 1980ع واري ڏهاڪي جي پڇاڙڪن ڏينهن ۾ جاپان جي آدمشماري ٻارنهن ڪروڙن تي وڃي پهتي. جاپان صنعتي پيداوار جي حوالي سان دنيا جو ٻيو نمبر ملڪ جو اعزاز ماڻي ورتو. سامونڊي جهاز سازي ۽ ڪمپيوٽر جي پيداوار ۾ مٿين درجي تي وڃي نالو ڪمايو. پر دفاعي حوالي سان ٻين ملڪن جي پيٺ ۾ پوئتي رهڻ وارن ملڪن ۾ رهجي ويو. جتي دنيا جا سيئي امير توڙي غريب ملڪ دفاعي لحاظ کان مٿيرا ٿيندا ويا، اتي جاپان جي پوزيشن ڪافي ڪمزور پئي نظر آئي. خاص ڪري اتر ڪوريا جي ايٽمي ڌماڪي واري تجربي کانپوءِ جاپان پاڻ کي ڪمزور ملڪ سمجهڻ لڳو تنهن ڪري جاپان پاران هن خطي ۾ پنهنجي دفاعي پوزيشن مضبوط ڪرڻ لاءِ آئيني تبديلي ڪئي دفاع واري وزارت قائم ڪري ورتي. ان قانون جي مدد سان هن خطي ۾ دفاعي

پوزيشن جي لحاظ کان مضبوط ۽ طاقتور ٿيڻ جي زبردست ڪوشش ڪندو. اتر ڪوريا جي ايٽمي ڌماڪي کان پوءِ هن خطي ۾ ايٽمي طاقت رکندڙ اتر ڪوريا کان جاپان خائف رهڻ لڳو. تنهنڪري جاپان، آمريڪا جي لاجسٽڪ سپورٽ لاءِ موڪليل پنهنجا بحري جهاز واپس گهرائي ورتا. جاپان جي دفاعي ايجنسي جي سربراهه فوميوڪيوما پارلياماني ڪميٽي آڏو خطاب ڪندي چيو تہ اتر ڪوريا جي ايٽمي ڌماڪي کانپوءِ صورتحال شديد ڳڻتي جوڳي ٿي چڪي آهي. تنهنڪري ملڪ جي حفاظت ڪرڻ اسانجي پهرين ترجيح هوندي اسان پنهنجي دفاع کان ڪنهن بہ طرح غافل نہ رهنداسين.

جون 2006ع ۾ اتر ڪوريا طرفان بلاسٽڪ ميزائل جا تجربا ڪيا ويا. جنهن تي جاپان ڳڻتيءَ جو اظهار ڪندي پرڏيهي وزير تارواوسو بيان ڏنو تہ اتر ڪوريا طرفان بلاسٽڪ لانگ رينج ميزائل جو تجربو ڪرڻ سان اهي ميزائل جاپان جي سامونڊي حدن ۾ ڪرڻ جا اطلاع مليا آهن. اهڙيءَ صورتحال ڪي حملو سمجهي اسان بہ فوجي ڪاروائي ڪرڻ کان نہ ڪيٻائينداسين. جنهن سان هن خطي جو امن بگڙجي ويندو. پر اتر ڪوريا جاپان جي خدشن ۽ ڌمڪين کي نہ ورتو، ساڻ ميزائل تجربا ڪرڻ کانپوءِ هڪ زوردار ايٽمي ڌماڪو Seriously ڪري جاپان سميت پوري دنيا کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. ان ايٽمي ڌماڪي جو اثر پاڙيسري هئڻ جي ناتي جاپان تي وڌيڪ پيو ۽ هو خوف ۾ مبتلا ٿي ويو. جاپان پنهنجي سلامتيءَ لاءِ خطرو محسوس ڪندي سلامتي ڪائونسل پاران اتر ڪوريا مٿان اقتصادي پابنديون هڻڻ لاءِ زور ڀريو جنهن جي حمايت آمريڪا ۽ ٻين يورپي ملڪن بہ ڪئي پوءِ اتر ڪوريا مٿان سلامتي ڪائونسل اڪثريت راءِ سان فيصلو ڏيندي پابندي مڙهي ڇڏي. آمريڪا پاران اتر ڪوريا مٿان 1950ع کان اقتصادي پابندي مڙهي وئي آهي. اها پابندي 1950ع ۾ اتر ڪوريا خلاف آمريڪي جنگ جي ڀڄاڻي تي صدر آئزن هاور مڙهي هئي. ساڻ آئزن هاور پاران وڌيڪ خطرناڪ حملي جي ڌمڪين جي نتيجي ۾ اتر ڪوريا ايٽمي بم ٺاهڻ جون ڪوششون انهيءَ وقت کان ورتيون هيون.

1966ع ۾ جاپان هڪ معاهدي تحت اتر ڪوريا جو تيل روڪي ڇڏيو. پر ڪوريا بغير ڪنهن پرواهہ جي ايٽمي پروگرام تي ڪم جاري رکندو آيو. ۽ دفاع کي مضبوط ڪندو پئي آيو. هن وقت اتر ڪوريا جي آرمي هر قسم جي اسلحي ۽ تربيت سان ليس آهي ۽ جاپان لاءِ هڪ وڏو خطرو آهي. ان خطري کي محسوس ڪندي جاپان جي دفاعي ايجنسي جي سربراهہ اعلان ڪيو آهي تہ جاپان آمريڪا سان گڏجي هڪ دفاعي سسٽم جلد از جلد قائم ڪرڻ وارو آهي. ٻي طرف جاپان کي اتر ڪوريا ڌمڪي ڏني آهي تہ جيڪڏهن جاپان اتر ڪوريا مٿان عائد اقتصادي پابنديون ختم نہ ڪيون تہ طاقت جو استعمال ڪيو ويندو. اتر

ڪوريا جي اهڙين ڌمڪين ڪانپوءِ جاپان وڌيڪ محتاط ٿي ويو. جڏهن تہ اهڙي بيان کي ٻين ملڪن پاران تشويش جي نگاهہ سان ڏٺو ويو آهي. جاپان پاران اتر ڪوريا تي تيل جي پابندي سميت بحري جهازن ۽ ٻيڙين جي بندرگاهن ڏانهن اچ وڃ تي پابندي هٽي چڏي آهي. تنهنڪري اتر ڪوريا ۽ جاپان وچ ۾ جنگ جو خطرو موجود رهي ٿو. آڪٽوبر جي شروع ۾ جاپان اهڙين حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ خصوصي ٽاسڪ فورس قائم ڪري ورتي هئي. انهن ڏينهن ۾ جاپان ۽ چين جي اڳواڻن ۾ هڪ سربراهي ملاقات ٿي، جنهن ۾ اتر ڪوريا جي فوجي حرڪتن کي مدنظر رکندي باضابطا اعلان ڪيو ويو تہ اتر ڪوريا کي هاڻي وڌيڪ برداشت نٿو ڪري سگهجي. اتر ڪوريا کي صلاح ڏني وئي تہ هو پنهنجي اڳرائي واري رويي ۾ تبديلي آڻي.

ٻئي طرف جاپان ان رپورٽ مان بہ اندازو لڳايو آهي تہ دنيا جا ڪمزور کان ڪمزور ملڪ وڌ کان وڌ طاقتور ٿيڻ لاءِ اسلحو خريد ڪري رهيا آهن. سال 6_2005ع جي اندازي موجب آمريڪا 144. 97 ملين ڊالرز جا هٿيار روس، 41600 ملين ڊالر، فرانس 000، 30 ملين ڊالر، جرمني 000، 17 ملين ڊالرز،برطانيہ 14900 ملين ڊالرز چين 91,00 ملين ڊالرز، اٽلي 5600 ملين ڊالرز جو اسلحو وڪرو ڪيو آهي ساڻ ٻين يورپي ملڪن ملائي سلائي 51100 ملين ڊالرز جو اسلحو وڪرو ڪيو آهي. جنهن سان ڪمزور کان ڪمزور ترين ملڪ بہ دفاعي طور سگهاري ٿيڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهن. تہ پوءِ جاپان هيڏي ساري ملڪيت ۽ دولت هوندي دفاعي لحاظ کان پوئتي ڇو؟ ان سوال جپاني حاڪمن ۽ عوام کي سوچڻ تي مجبور ڪيو ۽ فيصلو ڪيو تہ جاپان کي بہ دفاعي طور مضبوط ٿي دنيا سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائڻ گهرجي. ان سلسلي ۾ جاپان پارليامينٽ مان بل منظور ڪرائي وزارت دفاع قائم ڪري دفاعي لحاظ کان اسلحي ۽ ايٽمي طاقت جي حاصلات واري ڊوڙ ۾ شامل ٿي چڪو آهي. ايندڙ ڪجهہ سالن اندر ايٽمي صلاحيت حاصل ڪري سگهي ٿو. ڇاڪاڻ جو جاپان ٽيڪنيڪل صلاحيت ۽ قابليت رکي ٿو. ساڻ دولتمند ملڪ جو اعزاز بہ کيس حاصل آهي. سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ جيڪڏهن جاپان جوهري هٿيارن جي ناهڻ جي ڊوڙ ۾ شامل ٿي ويو تہ سندس وڏي ۾ وڏو پارٽنر آمريڪا جاپان کان ناراض ٿي ويندو ۽ جاپان لاءِ پڻ مشڪلاتون پيدا ڪندو. جيئن تہ جاپان مالي طور سگهارو ملڪ آهي. تنهنڪري آمريڪا جي گهٽي ڪاڻ نہ ڪيندو. ٻي حوالي سان ايٽمي عدم ڦهلاءَ جي حمايت ۾ جاپان جو موقف سخت ۽ چٽو رهيو آهي. 1998ع ۾ ايٽمي معاملي تي جاپان پاران پاڪستان ۽ ڀارت جي ٻنهي ملڪن تي سي ٽي ٻي ٽي تي صحيحون ڪرڻ لاءِ زور ڀريو هو. جڏهن هاڻ پاڻ جاپان ايٽمي سگهہ حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو تہ جاپان دنيا آڏو واڪو تي بيهندو ۽ اعتماد وڃائي ويهندو. ڇاڪاڻ جو

جاپان هيروشيما ۽ ناگاساڪي جي تباهيءَ کانپوءِ امن پسند پاليسي تي قائم رهڻ جا تحريري معاهدا ڪري چڪو آهي.

هن وقت صورتحال اها آهي جو اتر ڪوريا جيڪي ميزائل نصب ڪيا آهن, تن جو رخ جاپان جي حساس علائقن ڏانهن ڪيو ويو آهي, هن وقت دفاعي پوزيشن ڪافي مستحڪم آهي. تنهنڪري جاپان انهن ڳالهين کي پوئتي رکي جو هري طاقت جا ڳجهه ڳوهه ۾ منصوبا جوڙي پايہ تڪميل تائين پهچائڻ جي جدوجهد ڪري رهيو آهي, جاپان جي نيوڪليائي پاور جنريشن دنيا ۾ ٽين تي. جاپان ۾ ضرورت کان وڌيڪ نيوڪليائي پاور موجود آهي. مقامي طور 52 ڪمرشل جوهري ري ايڪٽر 742, 45 ميگا واٽ بجلي پيدا ڪن ٿا. سال 2010ع تائين جوهري توانائيءَ سان چاليهه سيڪڙو بجليءَ جي پيداوار حاصل ٿي ويندي سال 2005ع جي هڪ تخميني موجب ايٽمي هٿيارن جي استعمال لاءِ پلوٽو نيم جو سڀ کان وڌيڪ ذخيرو 45000 هزار ڪلو گرام جاپان طرفان مهيا ڪيو ويو. جنهن سان جديد ميزائل ٽيڪنالوجي ٺاهڻ جو ڪم تمام سولو ٿي پيو آهي. روڪاشو موراري پروسيسنگ پلانٽ متعلق اهو بحث هلندڙ آهي جنهن ۾ دفاعي ماهرن جاپان کي علائقائي ۽ سياسي حالتن سبب صلاح ڏني آهي تہ جاپان کي خام مال ذريعي نيوڪليائي هٿيارن جي تياري جو فيصلو ڪرڻ گهرجي. چاڪاڻ جو معاشي ۽ اقتصادي طور طاقتور جاپان لاءِ ضروري آهي تہ دفاعي لحاظ کان بہ خطي ۾ طاقتور ۽ مضبوط هجي. ڪجهه اطلاع اهي مِليا آهن تہ جاپان نيوڪليائي هٿيار ٺاهڻ جي ڪوشش ڪافي وقت کان شروع ڪري ڏني آهي. جيڪا ڪوشش عالمي منظر تي آهستي آهستي پنهنجي وقت تي ظاهر ٿيندي. جاپان جو ايچ اي راڪٽ ـ 2 زميني گردش تي پنج ٽن لوڊڪٽي سگهي ٿو. ساڻ بلاسٽڪ ميزائل ٺاهڻ جي جديد ٽيڪنيڪي مهارت موجود آهي. جڏهن اهي سڀ شيون موجود آهن تہ جاپان ان سلسلي ۾ بغير ڪنهن پرواهہ ڪرڻ جي دير نہ ڪندو. تڪڙا اُپاءَ وٺي دنيا کي حيرت ۾ وجهي ڇڏڻ وارا ڪارناما سرانجام ڏيندو. ايشيا کنڊ ۾ اقتصادي معاشي ۽ دفاعي طور ايشيا جو تمام وڏو ملڪ بڻجي ويندو. ڪن دانشورن ۽ سياسي ڏاهن جو چوڻ آهي تہ هيءَ صدي ايشيا جي صدي آهي. هن صديءَ ۾ ايشيا کنڊ طاقتور ٿي ايرندو. هن ئي صدي ۾ ايشيائي ۽ يورپي تهذيبن جا زبردست ٽڪراءَ ٿيندا ۽ يورپ کان بہ وڌيڪ ايشيا جا ملڪ ايٽمي قوت بڻجڻ جو اعزاز حاصل ڪندا ـ اهڙيءَ طرح تهذيبي ۽ علائقائي ٽڪرائن جي نتيجي ۾ دنيا جي نقشي تي ڪيئي تبديليون رونما ٿينديون.

**تاريخ : 23ـ1ـ2007**

# لال مسجد
# واري واقعي جون
# اصل حقيقتون

6- اپريل تي لال مسجد جي خطيب مولانا عبدالعزيز مدرسه فريديه وجامعه حفصه جي حدن اندر نفاذ شريعت جو اعلان ڪري سڄي ملڪ ۾ عوام کي حيران ۽ سرڪار کي پريشان ڪري ڇڏيو آهي. ان عمل کي اسٽيٽ اندر هڪ ٻي اسٽيٽ قائم ڪرڻ چيو وڃي ٿو. نفاذ شريعت واري اعلان تي پرنٽ توڙي اليڪٽرانڪ ميڊيا وڏا تبصرا ڪيا آهن. جنهن سان خود حڪمرانن لاءِ ڪيترائي مسئلا پيدا ٿي پيا آهن. آمريڪي سرڪار سميت ملڪ جي ترقي پسند ۽ لبرل ماڻهن اندر سوين سوالن ۽ خدشن جنم ورتو آهي.

ٿورو مولانا عبدالعزيز جي ڏنل خطبي کي ملڪي سياست، سماجي ۽ انصاف واري نظر سان ڏسڻ گهرجي ڪٿي مولوي عبدالعزيز ڪا ڪارائتي ڳالهه ڪري ٿو ته ان کي قبولڻ گهرجي. اسان کي مولانا عزيز تي بنياد پرست ملا جو الزام هڻڻ بجاءِ سندس سني ۽ صحتمند ڳالهين تي غور ڪرڻ گهرجي. ان کي ڌڪارڻ ڪنهن به طرح سني ڳالهه ناهي. مولانا عزيز جي ڏنل خطبي جي ڪجهه ٽڪرن کي حوالي طور پيش ڪري پوءِ اڳتي حالتن جو اڀياس ڪنداسون:-

" انهن ماڻهن الله جي اسٽيٽ کي سٺ سالن کان پنهنجي اسٽيٽ بڻائي ڇڏيو آهي. پوري قوم جو جيئڻ حرام ڪري ڇڏيو آهي. غريب عوام، تاجر صنعتڪار سڀ رڙيون ڪن ٿا. بجليءَ جو بل ادا ڪرڻ وارا ماڻهو رڙيون ڪري رهيا آهن. جن ماڻهن جي ڀينرن ۽ ڌيئن جون عزتون لٽيون ويون، اهي رڙيون ڪن پيا. جن جا ٻار اغوا ٿي رهيا آهن. اهي رڙيون ڪن ٿا. جن جا مائٽ قتل ٿي چڪا آهن. اهي رڙيون ڪري رهيا آهن. ڪشمير، بلوچستان، وانا، وزيرستان وارا رڙيون ڪري رهيا آهن. انهن سڀني مسئلن جو حل اهو آهي ته الله جي اسٽيٽ ۾ اسلامي نظام کي بحال ڪجي. ڇاڪاڻ جو سڀني پريشانين جو حل حڪومت الاهي آهي، تنهن ڪري اسان اعلان ٿا ڪريون ته اڄ کان جيستائين هي علائقو اسان جي اثر هيٺ آهي. اسان اتي نفاذ شريعت کي عمل ۾ آڻينداسين. هي ملڪ اسلام جي نالي تي وجود ۾

آيو جنهن لاءِ لکين ماڻهن قرباني ڏئي شهادت جو جام نوش ڪيو جيئن ان لاءِ تہ اسلام اچي ۽ شريعت نافذ ٿئي پر اسان غفلت ڪئي اصل ۾ اسلامي نظام جو نفاذ انهن شهيدن جو قرض آهي."

مولانا عبدالعزيز خطبي ۾ وڌيڪ فرمايو تہ حڪومت اسان جي مطالبن تي سنجيدگيءَ سان غور ڪري ۽ ان تي عمل ڪري تحريڪ طلبا و طالبات جي خلاف غلط ۽ بي بنياد پروپيگنڊا تي مبني ميڊيا مهم فورن بند ڪئي وڃي. رستن تان غير اخلاقي سائن بورڊ هٽايا وڃن. منشيات جي سمورن اڏن سميت شراب جي خريد و فروخت تي پابندي هنئي وڃي. اسان قيام امن چاهيون ٿا, تنهن ڪري پوليس کي گهرجي تہ هو اسان سان تعاون ڪري. اسان جي طرفان مڪمل امن ۽ سلامتي جو پيغام آهي پر جيڪڏهن سرڪار آخري آپشن طور طاقت جي زور تي آپريشن ڪيو تہ اسان جو آپشن فدائي حملو ٿي سگهي ٿو. مولانا عزيز جي انهي خطبي تي مختلف مذهبي, سماجي, سياسي ۽ سرڪاري حلقن طرفان ردعمل آيو آهي. مولانا عزيز ان خطبي جي شروعات ۾ چيو تہ "جن ماڻهن الله جي حڪومت واري رٽ کي چئلينج ڪري ڇڏيو آهي. اسان ان حڪومت جي رٽ کي چئلينج ڪريون ٿا." ان حوالي سان صدر مشرف جو بيان آيو تہ "هي ڪو طريقو ناهي جيڪڏهن ڏنبو ئي ڪٽڻو آهي تہ پوءِ اهو ڪم مان بهتر طور ڪري سگهان ٿو چاڪاڻ جو منهنجي تربيت اهڙي قسم جي ٿيل آهي."

ان سموري روئيداد تي مختلف تبصرا ٿيا آهن. ڪن ماڻهن پنهنجي سوچ آڏار اهو چئي ڏنو تہ صدر مشرف هڪ نئون پتو کيڏيو آهي. جنهن ۾ وائيٽ هائوس کي اهو پيغام ڏنو پيو وڃي تہ اسلام آباد پاڪستان جو دارالخلافہ آهي, ان شهر اندر انتهاپسند ايتري توت رکن ٿا. جو طاقت ذريعي حڪومتي رٽ کي چئلينج ڪن ٿا. اسلام آباد ۾ بنياد پرستن طرفان طاقت جو مظاهرو ڪرڻ حڪومت تي قبضو ڪرڻ جي برابر آهي. جي اهو آمريڪا کي باور ڪرايو ويو آهي تہ آمريڪا کان وڌيڪ بهتر ڪير ٿو ڄاڻي تہ مذهبي انتها پسندن جي هٿن ۾ پاڪستان جو اقتدار اچڻ جي دڙڪي جو مطلب ڇاهي! ايتمي اثاثن جو روز اول کان آمريڪا مخالف رهيو آهي, ان سبب ڪري پاڪستان آمريڪا جي گڊبڪس ۾ اچي نہ سگهيو آهي. دنيا ڄاڻي ٿي تہ پاڪستان دهشتگردي خلاف عالمي جنگ ۾ آمريڪا جو ڀرپور ساٿاري ۽ فرنٽ لائين اتحادي رهيو آهي پر آمريڪا وٽ صدر مشرف جي ڪا مڃتا ڪانهي. جنهن کي صدر مشرف بہ محسوس ڪري رهيو آهي. هو سمجهي ٿو تہ آمريڪا کيس اڪيلو ڪري رهيو آهي, تنهن ڪري صدر مشرف بہ آمريڪا کي ڊيڄارڻ لاءِ ڊراما ڪري رهيو آهي. تنهن ڪري لال مسجد وارو ڪارڊ صدر مشرف هوشياري سان کيڏي رهيو آهي. ان ڪارڊ ۾ اهو تاثر ڏنو ويو آهي تہ ايٽم بم انتها پسندن جي هٿ چڙهي ويو تہ ان جو حدف آمريڪا هوندو پر ان ڪارڊ واري راز کي آمريڪي ايجنسين جيڪي اسلام آباد سميت پوري ملڪ ۾ ڇانئجي پنهنجو ڪم ڪري رهيون آهن. تن پروڙي ورتو آهي.

مولانا عبدالعزيز جي اعلان کان پوءِ اسلام آباد ۾ مقيم غير ملڪي ماڻهو ۽

ڊپلوميٽس ۾ خوف ۽ هراس ڦهلجي ويو آهي. پوري دنيا لال مسجد ۽ حفصہ مدرسي ۾ برقعہ پوش ڏنڊا بردار طالبات کي پرنٽ ۽ اليڪٽرانڪ ميڊيا ذريعي ڏسي حيرانگي جو اظهار ڪيو. هو چون پيا تہ ڪٿي آهي لبرل ۽ روشن خيال مشرف. ڪٿي آهي ان جي اٿارٽي، انهن ۾ ڪي اهڙا ماڻهو بہ آهن. جو ان کي ٽوپي ڊرامو چون ٿا. انهن جو خيال آهي تہ اهو سڀ ڪجهہ ملي ڀڳت آهي، اهو سڀ سرڪاري سرپرستي هيٺ ٿي رهيو آهي. صدر مشرف جو خيال آهي تہ ملڪ کي انتهاپسندن جي قبضي کان بچائڻ لاءِ صرف وردي وارو صدر مشرف ئي آهي. جنهن سان پاڪستان جو مستقبل روشن آهي. باقي اونده آهي. اهو تاثر ڏئي آمريڪا آڏو ڪمزور مشرف طاقتور ٿيڻ چاهي ٿو. ٻيو خيال اهو آهي تہ جامعہ حفصہ ۽ لال مسجد وارو مسئلو اياري پاڪستان ۾ حڪومت مخالف مدرسن خلاف ڪريڪ ڊائون ڪرڻ جو پروگرام رٿيو ويو آهي ٽيون خيال اهو آهي تہ دنيا جي توجهہ چيف جسٽس آف پاڪستان واري مسئلي تان هٽائڻ آهي. هن وقت اهو عدالتي ٽمجهڻ صدر مشرف جي ڳچيءَ ۾ پيل آهي، سو صدر مشرف هڪ تير سان ڪيئي شڪار ڪرڻ چاهي ٿو.

آمريڪا وارن جو خيال آهي تہ صدر مشرف ڊبل گيم کيڏي رهيو آهي. جنهن جو آمريڪا وارا کليل اظهار ڪن ٿا. جيڪڏهن واقعي صدر مشرف آمريڪا ۽ پنهنجي عوام سان ڊبل گيم ڪري ٿو تہ هن کي اهو مثال بہ سامهون رکڻ گهرجي تہ "سياڻو ڪانگ بہ ٽنگو ڦاسي."

ڪن ماڻهن جو چوڻ هو تہ اسلام آباد ۾ ڪيترن ئي مسجدن کي شهيد ڪيو ويو آهي، سي ڊي اي جي ڪاروائي جي خوف کان تہ متان لال مسجد ۽ جامعہ حفصہ کي بہ نہ شهيد ڪيو وڃي، تنهن ڪري مولانا عزيز اهو دهمان ڪري نفاذ شريعت جو اعلان ڪري حڪومت کي ڊيڄارڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ مسجدن کي ڊاهڻ بند ڪيو وڃي. ٻي صورت ۾ سخت رد عمل ڪري حالتون وڌيڪ خراب ڪري سگهجن ٿيون. نفاذ شريعت جي اعلان کان پوءِ حڪمران واقعي ڏچي ۾ پئجي ويا آهن. تنهن ڪري امير توڙي وزير، عالم توڙي خطيب معاملي کي سلجهائڻ لاءِ وچ ۾ پئجي چڪا آهن. ان کان سواءِ او آءِ سي (آرگنائيزيشن آف اسلامڪ ڪنٽريز) جي نمائندن مولانا عزيز سان مذاڪرات ڪيا. پر ٻڌڻ ۾ آيو آهي تہ مولانا عزيز پنهنجي خطبي واري ڳالهہ تي اڙيل آهي، سرڪار وٽ ڳالهين کان پوءِ سخت آپريشن وارو آپشن موجود آهي ۽ مولانا عزيز وٽ بہ آخري آپشن فدائي حملا آهن. جنهن ۾ وڏي رتوڇاڻ ٿيڻ جو خدشو آهي. اهڙي صورتحال پاڪستان جي سلامتي لاءِ خطري جو پيغام آهي.

غير قانوني ۽ بنا اجازت مسجدن جي تعمير جو آغاز جنرل ضياءَ جي دور ۾ شروع ٿيو . اهو سلسلو محترمہ بينظير ڀٽو ۽ ميان نواز شريف جي دور ۾ بہ هلندو رهيو ۽ مسجدون نهنديون رهيون. جڏهن ڪو نئون سيڪٽر ڊيولپ ٿيو تہ اتي مسجدون بہ نهڻ شروع ٿي وييون. اهڙي طرح راتو رات ڪيتريون ئي مسجدون ۽ مدرسا سرڪار جي بغير اجازت سان تعمير ٿيا. گذريل ٻن سالن کان سي ڊي اي

وارن ڇهن اهڙن مسجدن کي شهيد ڪيو. جو ڪنهن سرڪاري منظوري بغير تعمير ٿيون هيون. ان غير قانوني ۽ اڳواٽ اجازت تعمير ٿيل مسجدن جي فهرست ۾ جامعہ اشرف العلوم بہ شامل آهي. جو جنرل ضياءَ جي دور ۾ بنا اجازت سرڪاري پلاٽ تي تعمير ٿي، هن مسجد ۾ جنرل ضياءَ خود نماز ادا ڪرڻ لاءِ ايندو هو. ان کان سواءِ مسجد حمزه کي شهيد ڪيو ويو . ان کان پوءِ اسلام آباد ۾ قائم سرڪاري پلاٽن تي غير قانوني تعمير ٿيل مسجدن کي شهيد ڪرڻ جي خوف کان مولانا عبدالعزيز ۽ غازي عبدالرشيد رڙيون ڪيون. نتيجي ۾ لال مسجد جي طالبان، چلڊرين لائبريري تي قبضو ڪري ورتو ساڻ جي– 6 واري علائقي ۾ آنٽي شميم جي گهر تي چڙهائي ڪري ان کي ٽن عورتن سميت گرفتار ڪري ميڊيا آڏو آٽي گناهہ جو اعتراف ڪرايو ۽ توبهہ تائب ڪرايو. آنٽي شميم نالي عورت گذريل 15 سالن کان علائقي ۾ بدنام هئي 1992ع کان هن وقت تائين پولس مٿس ڪيترا ڇاپا هڻي نوجوان ڇوڪريون گرفتار ڪيون پر آنٽي شميم ڏئي وٺي ڪري جان ڇڏائيندي هئي. حقيقت اها آهي تہ آنٽي شميم جا اسلام آباد جي طاقتور ماڻهن سان رابطا هجڻ ڪري پاڙي وارا بہ خاموش رهندا پئي آيا، پر هن پيري مولوي عزيز جي هٿ چڙهي وئي، ان عمل جي پاڙي وارن بہ ساراهہ ڪئي، هاڻي تہ مولانا عزيز هن علائقي ۾ ڪيترن غريب ۽ بي سهارا ماڻهن جا فيصلا شريعت موجب ڪري رهيو آهي. تازو اهي بہ اطلاع آهن مليا تہ ڪابينا جي گڏجاڻي ۾ لال مسجد واقعي تي وفاقي وزير بہ ورهايل نظر آيا. وزير خارجہ خورشيد محمود قصوري ۽ وفاقي وزير تعليم جاويد اشرف قاضي ۽ ان جي هم خيال وزيرن جو اهو موقف هو تہ لال مسجد ۽ جامعہ حفصہ جي انتظاميا خلاف سخت آپريشن ڪيو وڃي. ڇاڪاڻ جو اهڙي قسم جا واقعا ٻاهرين دنيا ۾ پاڪستان جو اميج خراب ڪري ناقابل تلافي نقصان پهچائي رهيا آهن. هنن جو چوڻ هو تہ سي ڊي اي جي زمين تي غير قانوني قبضو ختم ڪرائڻ لاءِ قبضا گروپ خلاف ڪاروائي ڪئي وڃي، ان گروپ جي مخالف وفاقي وزير داخلا آفتاب شيرپائو ۽ مذهبي معاملن واري وفاقي وزير اعجاز الحق جنهن هڪ ٽي وي چينل تي اچي چيو تہ " مون کي تہ اها بہ خبر ناهي تہ مدرسہ جامعہ حفصہ رجسٽرڊ مدرسن ۾ آهي يا نہ" انهن جو چوڻ آهي تہ ايڪشن بجاءِ مذاڪرات ڪري مولانا عزيز کي قائل ڪيو وڃي، سو مذاڪرات لاءِ پڳ ٻڌرائي چوڌري شجاعت کي موڪليو ويو آهي، پر مولانا عزيز پنهنجي نفاذ شريعت واري اعلان تان هٿ کڻڻ لاءِ تيار نہ هو مولانا عزيز جو ڏنل الٽيميٽم 6_ مئي تي پورو ٿيندو. ٻئي طرف صدر مشرف سيالڪوٽ ۾ عوامي اجتماع کي خطاب ڪندي چيو تہ مدرسي جون شاگرديائيون اسان جون ڌيئر آهن. گولي جي زبان واري ڳالهہ ڪرڻ نٿو چاهيان. علماءَ ڪرام جامعہ حفصہ ۽ لال مسجد جو مسئلو اڳتي اچي حل ڪرائين. اهي ماڻهو سئين رستي تي نہ آيا تہ حڪومت انهن خلاف قدم کڻندي. سرڪاري رٽ کي چئلينج ڪرڻ وارن عالمن کي سرڪار ڪيئن ٿي منهن ڏي، اها سرڪار لاءِ بہ هڪ امتحان جي گهڙي آهي.

# آپريشن وزيرستان جو ڊراپ سين ڪيئن ٿيندو؟

وزيرستان ۾ غير ملڪي جنگجوئن خلاف فيصلا ڪن جنگ شروع ٿي چڪي آهي، جنهن ۾ ڪيترائي پرڏيهي جنگجو مارجڻ جا اطلاع مليا آهن. هن گهمسان جي جنگ جو مرڪز شين ورسڪ آهي. مقامي قبائل ڪيترن ئي سالن کان آباد پرڏيهي جنگجوئن مان در اصل بيزار ٿيا، انهن کي پنهنجن علائقن مان ٻاهر تڙڻ جو فيصلو ڪري ورتو آهي. ان سلسلي ۾ قبائلي لشڪر جي ڪمانڊرن ملا نذير احمد ۽ شيرجان اعلان ڪيو آهي تہ علائقي مان آخري پرڏيهي جنگجو کي ڌڪي ٻاهر ڪيڍڻ تائين جنگ جاري رکنداسين. ٻئي طرف پرڏيهي جنگجوئن جي ڪمانڊر طاهر يلدوشيف اعلان ڪيو آهي تہ تازي شروع ڪيل ويڙهہ ۾ اسان جا ڪيترائي ماڻهو مارجي چڪا آهن. اسان بدلو وٺنداسون ۽ هي علائقو ڪو نہ ڇڏينداسين" اهڙي اعلان ڪانپوءِ پرڏيهي جنگجوئن قبائلي لشڪر جي اڳواڻ شيرجان جي قبيلي وارن تي حملو ڪيو آهي، جنهن ۾ شيرجان جي ڀاءُ سميت ڪيترائي ماڻهو مارجي چڪا آهن. ساڻ شير جان جي گهر کي باهہ ڏئي ساڙيو ويو آهي. پرڏيهي جنگجوئن جي اهڙي عمل سان علائقي جي مقامي قبائل ۾ سخت تاءُ پکڙيل آهي ۽ هڪ وڏي خونريز جنگ جو خطرو وڌي ويو آهي. وانا ۽ ان جي ڀرپاسي وارن علائقن ۾ مقامي قبائلن پاران پمفليٽ ورهايا ويا آهن. جنهن ۾ لکيو ويو آهي تہ جيڪي بہ مقامي قبائل پرڏيهي جنگجوئن جو ساٿ ڏيندا يا مدد ڪندا تہ انهن کي واجب القتل قرار ڏئي قتل ڪيو ويندو.

مقامي قبائل طرفان هڪ نئون هٿياربند لشڪر تيار ڪري ويڙهہ لاءِ مختلف علائقن ڏانهن روانو ڪيو يو آهي، اهڙي لشڪر کي سرڪار جو سهڪار حاصل آهي. وزيرستان ڏانهن پرڏيهي جنگجوئن خلاف مقامي لشڪرجي مدد لاءِ اٺ هزار فوجي علائقي ۾ روانا ڪيا ويا آهن 2 برگيڊ انفنٽري فورس پنهنجي پوزيشن سنڀالي ورتي آهي. ڊي جي، آءِ ايس پي آر جنرل وحيد ارشد جو چوڻ آهي

تہ " پاڪ فوج ويڙهہ جو حصو نہ بڻبي" هن وقت شين ورسڪ ڪانسواءِ اعظم ورسڪ ۽ ڪلوشہ ۾ پڻ خطرناڪ ويڙهہ جاري آهي. پرڏيهي جنگجوئن خلاف شروع ڪيل آپريشن جودائرو مير علي تائين وڌايو ويندو مير علي بازار ۾ فوج جي سهڪار سان ٽيل لشڪر ڪشي جو مطلب پرڏيهي طالبان اڳواڻن کي ڳولي گرفتار ڪرڻ يا مارڻ ئي ٿي سگهي ٿو. وزيرستان ۾ پرڏيهي جنگجوئن خلاف آپريشن سبب مکيہ پرڏيهي اڳواڻ مير علي پيجي آيا آهن. جتان وزيرستان ۾ شروع ٿيل ويڙهہ کي مانيٽر ڪري رهيا آهن. پاڪستاني فورسز ازبڪ اڳواڻ طاهر يلدوشيف کي زنده يا مرده گرفتار ڪرڻ چاهين ٿا. طاهر يلدوشيف خودڪش بمبارن جو ماسٽر مائينڊ ۽ زبردست قسم جو گوريلو آهي. تاشقند جي عدالت پاران ڪيس موت جي سزاڏنل آهي. اسلامڪ موومينٽ جو اڳواڻ آهي. افغانستان ۾ نيٽوفورسز سان ويڙهہ ڪندي ڪيترائي ڀيرا زخمي حالت ۾ فرار ٿي پاڪستاني قبائلي علائقن ۾ لڪندو ۽ وڙهندو پئي آيو طاهر يلدوشيف تازي شروع ٿيل ويڙهہ ۾ وزيرستان مان نڪري مير علي هليو ويو آهي. پاڪستاني سرڪار کي اميد آهي تہ هو جلد گرفتار ٿيندو جڏهن تہ مقامي طالبان جو چوڻ آهي تہ مير علي ۾ طاهر کي گرفتار ڪرڻ اجا بہ وڌيڪ مشڪل آهي. هن سان منظم ويڙهاڪن جي فوج ساڻ آهي. طاهر ۽ سندس ساٿي گرفتاري واري عمل کان مرڻ کي وڌيڪ ترجيحہ ڏيندا. طاهر يلدوشيف اسامہ بن لادن ۽ ايمن ظواهري جو ويجهو ساٿي ٻڌايو وڃي ٿو. هن جا واسطا طالبان ۽ القاعدو اڳواڻن ڪانسواءِ دنيا جي جهادي تنظيمن سان آهن. طاهر چيچن جي آزادي لاءِ جنگ ۾ حصو وٺي چڪو آهي. هو جڏهن هتي پهتو تہ چيچن گوريلن جووڏو انگ ساڻس گڏ هو.

وزيرستان ۾ جاري ويڙهاند ڪري سمورو علائقو ويڙهہ جي لپيٽ ۾ اچي ويو آهي. وزيرستان مان شروع ٿيل جنگ ٽانڪ کان ٿيندي پارا چنار تائين ڦهلجي چڪي آهي. جيڪا اڳتي هلي ميرعلي بازار کان ٿيندي صوبي سرحد جي ٻين علائقن تائين ڦهلبي ۽ ان جنگ جا اثر پاڪستان جي ٻين صوبن تائين اوس ٿيندا ۽ ٿي سگهي ٿو سرڪار کي ڊيڄارڻ لاءِ خودڪش حملن جو سلسلو وري شروع ٿئي. پاڪستان پرڏيهي جنگجوئن کي تڙي ڪيڻ جو جوکو تہ کڻي چڪو آهي ڪجهہ حاصل ڪرڻ لاءِ نقصان بہ ٿيندو آهي پرڏيهي جنگجوئن جو هڪ ڀيرو صفايو ٿيندو تہ وري ڪنهن پرڏيهي کي مقامي طالبان بہ پناهہ نہ ڏيندا. پاڪستان جي سالميت لاءِ ضروري آهي تہ اهڙن جنگجوئن کي ڌڪي ٻاهر ڪيجي ٻي صورت ۾ ملڪ اندر طالبان تحريڪ جي وڌندڙ اثر کي ڪو بہ روڪي نٿو سگهي. طالبان نيٽ ورڪ ڪو وقت اڳ ۾ صرف پاڪ _ افغان بارڊر وارن علائقن تائين نظر ايندو هو هينئر تہ پاڪستان جي هر علائقي ۾ طالبان نيٽ ورڪ تيزي سان وڌي رهيو آهي. خود اسلام آباد اندر طالبان آرگنائيزيشن مضبوط ٿيندي پئي وڃي.

جيڪا هڪ تشويش جي ڳالهه آهي. پاڪستان جو لبرل ۽ روشن خيال طبقو ملڪ اندر طالبان جي اپرندڙ تحريڪ کي تشويش جي نگاهه سان ڏسي رهيو آهي!

وزيرستان ۾ پاڪستاني سرڪاري ۽ مقامي عالمن جي وچ ۾ امن معاهدي بعد مختلف چوڪين مان سيڪيورٽي فورسز کي واپس گهريو ويو آهي ان جي جاءِ تي امن امان واري صورتحال کي ڪنٽرول ڪرڻ لاءِ اسڪائوٽس مقرر ڪيا ويا آهن. اهڙي طرح امن معاهدي جا اصل مقصد حاصل نہ هئڻ سبب سرڪار هڪ زبردست آپريشن مقامي قبائلن جي سهڪار سان شروع ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي، جيڪو آپريشن هينئر هلي رهيو آهي. جنگ واري صورتحال سبب وزيرستان جو حالتون خراب ٿي چڪيون آهن. ٽرانسپورٽ جي اچ وڃ بند آهي، کائڻ پيئڻ جي شين جي قلت پيدا ٿي پئي آهي، عام قبائلي پنهنجن پنهنجن گهرن ۾ قيد ٿي چڪا آهن. هن آپريشن جي خاص ڳالهه اها آهي تہ ڪا لوڪل مزاحمت ڪونہ ٿي آهي. ان مان لڳي ٿو عام ماڻهو شروع ڪيل آپريشن مان خوش آهن. هنن سمجهي ورتو آهي تہ پرڏيهي جنگجوئن ڪري اسان مصيبت ۾ ڇو پئون؟! اهو ڪم پاڪستاني ايجنسين جو آهي، جو هنن لوڪل ۽ پرڏيهي طالبان وچ ۾ وبچا پيدا ڪيا.

هن وقت هڪ نئون فيڪٽر "پنجابي طالبان" جي نالي سان انهن قبائلي علائقن ۾ ظهور پذير ٿيو آهي، سوال ٿو پيدا ٿئي تہ اهي پنجابي طالبان اتي پهتا ڪيئن؟ ۽ ڪهڙي مقصد خاطر رهائش اختيار ڪئي اٿائون؟ ان سلسلي ۾ اهي بہ اطلاع آهن تہ پنجابي طالبان کي باقاعده منصوبي تحت قبائلي علائقن ۾ آباد ڪيو ويو آهي. اهو پنجابي طالبان تازو شروع ڪيل ويڙهہ ۾ مقامي قبائلن جي طرفداري ڪندي انهن سان هر قسم جو سهڪار ڪن ٿا. پنجابي طالبان ويڙهہ جي فن جي مهارت رکن ٿا. ازبڪ ۽ چيچن جو ذڪر تہ هن علائقي ۾ هلندو رهي ٿو هن پيري ٻهريون پيرو پنجابي طالبان جو ذڪر ٿيو آهي، پنجابي طالبان بہ مهينا اڳ هن علائقي اندر پهتا. جيڪي ننڍين ننڍين گروپن جي شڪل ۾ پنجاب مان اچي هتي آباد ٿيا ٿوري عرصي ۾ پنجابي طالبان جو تعداد هزارن جي تعداد ۾ ٿي ويو آهي، هن وقت اهي پنجابي طالبان ڪنهن بہ ويڙهہ ۾ ڪڏي پوڻ کان پاسو ڪري رهيا آهن ۽ مقامي قبائلن جي پرڏيهي جنگجوئن خلاف ويڙهہ ۾ ڪافي مدد ڪري رهيا آهن.

آمريڪي نائب صدر ڊڪ چيني اصل ۾ ان آپريشن جو منصوبو کڻي پاڪستان آيو هو هن پاڪستان سرڪار تي دٻاءُ وڌو تہ وزيرستان طالبان جي آماجگاهہ آهي، جتان طالبان ري گروپ ٿي افغانستان ۾ اچي نيٽو فورسز خلاف جنگ ڪن ٿا، تنهنڪري وزيرستان ۾ آپريشن اٽڪر ٿي پيو آهي، ٻي صورت ۾

اسان وزيرستان تي حملو ڪري پرڏيهي طالبان کي نقصان رسائينداسين. ان ڏ ب کانپوءِ پاڪستان سرڪار وزيرستان ۾ پلاننگ ڪري پرڏيهي جنگجوئن خلاف آپريشن شروع ڪيو آهي. آمريڪا جو اهو به خيال هو ته معاهده وزيرستان کانپوءِ مقامي طالبان منظم ٿي رهيا آهن. ۽ افغان جنگ ۾ طالبان جي مدد جو هڪ وسيلو بڻجي رهيا آهن. نيٽو فوج جي سربراهه جو موقف به اهو آهي ته افغان جنگ ۾ ويڙهاڪ طالبان کي پاڪستان طرفان هر قسم جي مدد ملي ٿي. تنهنڪري افغان سرحد ويجهو قبائلي علائقا طالبان لاءِ بهتر ۽ محفوظ پناهگاهون آهن. جتي هو آزادي سان رهي چرپر ڪري سگهن ٿا. وزيرستان ۾ شروع ڪيل آپريشن جي حمايت آمريڪا پڻ ڪري رهيو آهي. ساڻ پاڪستان مٿان دٻاءَ وجهي رهيو آهي ته وزيرستان جو علائقو هر لحاظ کان پرڏيهي جنگجوئن کان خالي ڪرايو وڃي. شروع ٿيل آپريشن بابت آمريڪي وزير خارجا ڪنڊوليزا رائيس بيان ۾ چيو آهي ته "پرڏيهي طالبان جو خاتمو ضروري آهي"صدر مشرف نيٽو فورسز ۽ آمريڪي فورسز جي ممڪنه وزيرستان تي حملي سبب آپريشن جو فيصلو ڪري ورتو جيڪڏهن هو ائين نه ڪري ها ته نيٽو فورسز پاڪستاني علائقن ۾ بمباري ڪري ها. اهڙي عمل سان پاڪستان جي عالمي ساک متاثر ٿي ها. هاڻ اهو به ٻڌڻ ۾ اچي پيو ته موجوده حڪومت جا ڏينهن پورا ٿي چڪا آهن ۽ آمريڪا پاڪستان ۾ نئون سيٽ اپ آڻڻ لاءِ تياري ڪري چڪو آهي. آمريڪا جي بدلجندڙ نظرن کي صدر مشرف به محسوس ڪري رهيو آهي تنهنڪري هاڻ ملڪ اندر روشن خيال ۽ لبرل ماڻهن ڏانهن دوستيءَ جو هٿ وڌائڻ شروع ڪيو. حالتن جي چار ۾ ڦاٿل صدر مشرف لاءِ واحد رستو اهو آهي ته هو روشن خيال ماڻهن ڏانهن واپس وڃين هٿ ملائي ڇاڪاڻ جو اهو خيال آمريڪا وارن جو به آهي.

# ڏکڻ وزيرستان ۾ ويڙهاند ۾، پاڪستاني ايجنسين جو ڪردار

تازو شروع ٿيل ويڙهه کي اتر وزيرستان جي عالم سڳورن ۽ ڏکڻ وزيرستان جي قبيلائي عمائدين ۽ سينٽر صالح محمد شاهه جي نگرانيءَ ۾ امن جرڳي جي فيصلي تحت عارضي جنگبندي جو اعلان ڪيو ويو آهي. ان ويڙهاند جي سلسلي ۾ قائم ڪميٽيءَ جي فيصلي ۾ ڪا خاص ضمانت ڪو نه ڏني وئي آهي. تنهن ڪري اها ويڙهه ڪڏهن به شروع ٿي سگهي ٿي، تازي ويڙهه مقامي طالبان ۽ غير ملڪي ازبڪ ۽ چيچن جنگجوئن جي وچ ۾ شروع ٿي هئي. هن ويڙهه جو مکيه سبب طالبان جي ڪمانڊر ملا نذير جو هٿياربندن هٿان قتل ٿي وڃڻ هو. ان قتل جو الزام پرڏيهي جنگجوئن مٿان مڙهيو ويو. نتيجي ۾ مقامي طالبان پرڏيهي جنگجوئن جي مدرسي تي هڪ زبردست هٿيار بند حملو ڪيو. نتيجي ۾ ڪيترائي پرڏيهي جنگجو مارجي ويا. ان حملي ۾ ازبڪ رهنما، اسلامي موومينٽ آف ازبڪستان جو اڳواڻ طاهر يلدشيف زنده بچي ويو ۽ ساڻ زنده سلامت فرار ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. طاهر يلد شيف ، القاعد اڳواڻ اسامه بن لادن جو جو قريبي ساٿي آهي ۽ تاشقند ۾ خودڪش حملن جي الزام هيٺ ڪيس موت جي سزا مليل هئي. تاشقند مان ڀڄي افغانستان آيو جتي القاعد لاءِ ڪم ڪيائين ۽ نيٽو فوج سان جنگ جوٽيائين. هن وقت خودڪش بم ڌماڪن جي منصوبه بنديءَ سبب سندس وڏو نانءُ آهي ۽ القاعده ۾ هڪ اعليٰ پائي جي ويڙهاڪ جي حيثيت رکي ٿو. اڄڪلهه ڏکڻ وزيرستان ۾ پنهنجي ويڙهاڪ فوج سميت ترسيل آهي، تازي شروع ٿيل جنگ جو محور اعظم ورسڪ، شين ورسڪ ڪلوشا ۽ ڙاغونڊي جا علائقا هئا. هن جنگ ۾ 185 ماڻهو قتل ٿي چڪا آهن. جنهن ۾ اڪثريت پرڏيهي

جنگجوئن جي آهي. مصالحتي ڪميٽيءَ وارن هن وقت تائين ازبڪ جنگجوئن جي چئن ڄڻن جيلن مان ارڙهن ماڻهو آزاد ڪرايا آهن. جڏهن ته 83 غير ملڪي جنگجو ويڙهه جي ڏوهه ۾ گرفتار ڪيا ويا آهن، هاڻي ڏسڻو آهي ته اها عارضي جنگ بندي ڪيترا ڏينهن هلي سگهي ٿي. تازي جنگ واري لهر هلندڙ مهيني جي شروعات ۾ مختلف مقامي قبيلن ۽ ازبڪن جنگجوئن جي وچ ۾ شروع ٿي هئي، جنهن ۾ 18 ازبڪ مارجي ويا هئا ۽ ڪيترائي زخمي ٿيا. ان کانپوءِ هڪ ٺاهه ٿيو پر اهو عمل ۾ نه اچي سگهيو نتيجي ۾ ويڙهاند واري باهه هڪ ڀيرو ٻيهر ڀڙڪي اٿي . مارچ جي ٽئين هفتي ۾ شروع ٿيل مقامي قبائلين ۽ ازبڪ جنگجوئن وچ ۾ زبردست ويڙهه چئن ڏينهن تائين جاري رهي، نتيجي ۾ ٻنهي ڌرين کي وڏو جاني نقصان پهتو. تازي عارضي ٺاهه موجب پرڏيهي جنگجوئن کان 188 ڪلاشنڪوف ، 174 آر بي جي راڪيٽ، 26000 ڪارتوس ۽ 1800 گرينڊ قبضي ۾ ورتا ويا آهن. هن ويڙهه ۾ پوليٽيڪل انتظاميا جون، ست چيڪ پوسٽون ۽ ٽي درجن گاڏيون تباهه ٿي چڪيون آهن.

هن عارضي ٺاهه جي باوجود مقامي قبيلائي لشڪر ڌمڪي ڏني آهي ته پرڏيهي ويڙهاڪن جي واپسي ۽ انهن کي بي هٿيار ڪرڻ تائين جنگ جاري رهندي. ان سلسلي ۾ قبائلي مصالحتي ڪميٽيءَ وارن به غير ملڪي جنگجوئن کي چتاءُ ڏنو آهي ته يا ته هو علائقو ڇڏي وڃن يا پر امن رهن. ان قسم جو مطالبو ازبڪ جنگجوئن في الحال مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو آهي. ازبڪ جنگجوئن جو چوڻ آهي ته هن جنگ ۾ اسان جو جاني نقصان ڪافي ٿيو آهي، تنهن ڪري هي علائقو ڪنهن قيمت تي نه ڇڏينداسين. ان حوالي سان مقامي قبيلن جو چوڻ آهي ته جيڪڏهن پرڏيهي جنگجو ڏکڻ وزيرستان وارو علائقو خالي ڪري ٻاهر نڪرڻ چاهين ته سندن حفاظت ۽ سلامتيءَ جي ضمانت ڏيڻ لاءِ تيار آهيون. ان قسم جي آڇ وفاقي سرڪار پاران به انهن جنگجوئن کي ڏنل آهي، پر انهن جنگجوئن، مقامي قبيلن ۽ وفاقي سرڪار جو اهڙو مطالبو رد ڪري ڇڏيو آهي. ان سڄي صورتحال ۾ پرڏيهين جي چرپر تي آمريڪا نظر ۾ رکندو پئي آيو ان حوالي سان آمريڪا بار بار پاڪستان مٿان به الزام مڙهي رهيو آهي ته طالبان جي ري گروپنگ انهن قبائلي علائقن ۾ ٿي رهي آهي. جتي افغان جنگجوئن کي وڏي فوجي رسد ملي ٿي. پاڪستان انهن ويڙهاڪن جي حوصله افزائي ڪري رهيو آهي. آمريڪي نائب صدر ڊڪ چيني جي پاڪستان ۽ افغانستان جي دوري کانپوءِ آمريڪي مطالبن ۾ شدت آئي آهي ۽ پاڪستان کي سوڙهي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي، آمريڪي نائب صدر ڊڪ چيني صدر مشرف سان ملاقات ۾ پاڪستان اندر موجود ويڙهاڪن بابت خدشا ڏيکاريا هئا. آمريڪي انٽيليجنس جي سربراهه مائيڪل ميڪ نيل به چيو آهي ته انهن علائقن ۾ القاعدا

اڳواڻ اسامہ بن لادن ۽ ايمن الذواهري روپوش آهن. انهن اڳواڻن کي گرفتار ڪرڻ يا مٿن حملو ڪرڻ جي منصوبہ بندي تي سگهي ٿي. ميڪ نيل جي انهيءَ بيان تي پاڪستان پاران سخت احتجاج ڪيو ويو. آمريڪي سفير ريان سي ڪروڪر کي پرڏيهي آفيس ۾ طلب ڪري احتجاج ڪيو ويو. ان کان اڳ جنوريءَ جي ٽئين هفتي ۾ آمريڪي سفير ريان سي ڪروڪر ۽ برطانوي هاءِ ڪمشنر رابرٽ برنڪلي کي پرڏيهي آفيس ۾ طلب ڪري اتر وزيرستان ۾ نيٽو جهازن پاران ڪيل بمباري تي سخت احتجاج ڪيو ويو. اُها بمباري اتر وزيرستان جي علائقي شوال مٿان ڪئي وئي جنهن ۾ پاڪستاني فوج جا جوان شهيد ۽ ڪيترائي زخمي ٿي پيا. نيٽو پاران دراندازيءَ جو هي پهريون واقعو هن وقت تائين اها پهرين سرحدي پيچڪڙي هئي، جنهن تي پاڪستان آمريڪا اڳيان سخت احتجاج ڪيو. پاڪستان پاران آمريڪا ۽ برطانيا آڏو سخت لفظن ۾ واضح ڪيو ويو تہ پاڪستان مستقبل ۾ اهڙا واقعا برداشت نہ ڪندو.

قبيلائي علائقن ۾ غير ملڪي جنگجوئن ۽ سيڪيورٽي فورسز وچ ۾ ڪو وقت اهڙو هو جو سيڪيورٽي فورسز وارا وڙهي وڙهي ٿڪجي پيا ۽ مقابلي جي سگهہ بہ هاري ويٺا. پاڪستاني سيڪيورٽي فورسز جو وڏو نقصان ٿيو. اهڙي جنگ کي ڪنٽرول ڪرڻ نهايت ڏکيو ڪم هو. پرڏيهي جنگجو انتهائي خطرناڪ ويڙهہ جو هنر ڄاڻن ٿا. جنهن سان سيڪيورٽي فورسز کي وڏو نقصان پهتو جنهن لاءِ پاڪستان مٿان آمريڪا جو مسلسل دٻاءُ رهندو پئي آيو تہ طالبان ان علائقي ۾ ري گروپنگ ڪري رهيا آهن. آمريڪا پاران پاڪستان کي بہ آپشن ڏنا ويا تہ پاڪستان سرڪار القاعده ۽ طالبان کي انهن علائقن مان ختم ڪري ڇڏي يا اسين پاڻ انهن تي حملا ڪري انهن کي انهن قبائلي علائقن مان ختم ڪري ڇڏيون. ان سلسلي ۾ نيٽو فورس پاران اتر وزيرستان تي حملو ڪيو ويو. جنهن جي نتيجي ۾ ڪافي نقصان ٿيو. ان حوالي سان پاڪستاني سرڪار آمريڪي سفير کي پرڏيهي آفيس ۾ گهرائي نيٽو طرفان ٿيل هوائي حملي بابت شديد احتجاج ڪيو. گڏوگڏ اهو چيو تہ جيڪڏهن بيهر اهڙو حملو ٿيو تہ جوابي ڪاروائي ٿي سگهي ٿي.

پاڪستاني سرڪار آمريڪي طاقت ۽ دٻاءُ کي پيش نظر رکندي، جنگجوئن سان ويڙهاند بدران مذاڪرات وارو رستو اختيار ڪيو جنهن تحت هڪ امن معاهدو عمل ۾ آيو ۽ ڏکڻ وزيرستان جنگجوئن کان خالي ٿي ويو ۽ پر امن فضا ۾ قبائلي ساهہ کڻڻ لڳا اهڙي ناهہ ڪانپوءِ اهي جنگجو ڏکڻ وزيرستان مان هليا ويا پر انهن جنگجوئن پنهنجيون ويڙهاند جي سلسلي ۾ سرگرميون جاري رکيون، قبائلين جي اهڙي روش کي ڏسندي آمريڪا وري رڙيون ڪرڻ شروع ڪيون تہ ساڳيا قبائلي جيڪي ڏکڻ وزيرستان مان نڪري اتر وزيرستان ۾ پهتا آهن. سي

آمريڪا ۽ افغان حڪومت خلاف ري گروپنگ ڪري رهيا آهن. جڏهن ته اتر وزيرستان ۾ جنگجوئن جو اثر وڌڻ لڳو ته آمريڪا خدشن جو اظهار ڪيو آمريڪي شڪايتن کي منهن ڏيڻ لاءِ پاڪستان بجاءِ فورسز کي اتر وزيرستان ۾ جنگ لاءِ تيار ڪري هنن انتهائي هوشمنديءَ سان هڪ ڀيرو وري مذاڪرات جو رستو ڪڍي ان تي عمل ڪيو. ان سلسلي ۾ جي يو آءِ (ف) جون خدمتون حاصل ڪيون ويون. جي يو آءِ جي وچ ۾ پوڻ ڪري هڪ ته قبائلي طالبان وارا امن ٺاهه لاءِ تيار ٿي ويا. ٻئي طرف سرحد حڪومت به ان ڪاوش ۾ وفاقي سرڪار سان سهمت ٿيندي ڀرپور مدد ڪئي، اهڙيءَ طرح وزيرستان ۾ امن معاهدو ٿيو جنهن کي آمريڪا ۽ برطانيا جي حڪومت ساراهيو ۽ پاڪستاني سرڪار جي امن بابت ڪيل ڪاوشن جي واکاڻ ڪئي. هن امن معاهدي جي خاص ڳالهه اها آهي ته ان جي ضمانت مقامي قبائلي عمائدين ڏني، اتر وزيرستان ۾ امن معاهدي کانپوءِ باجوڙ ايجنسيءَ ۾ به مقامي طالبان ۽ وفاقي سرڪار وچ ۾ امن معاهدو ٿيڻ وارو هو پر جنهن ڏينهن باجوڙ ايجنسي ۾ امن معاهدي وارين ڌرين وچ ۾ لکت تي صحيحيون ٿيڻ واريون هيون، عين انهيءَ ڏينهن مدرسي تي بمباري ڪئي وئي ۽ اهو امن معاهدو ڪاغذن ۾ رهجي ويو. اها بمباري مقامي طالبان جي چوڻ موجب ته نيٽو فورسز پاران ڪئي وئي هئي. جڏهن ته پاڪستان سرڪار جو چوڻ آهي ته اهو حملو اسان ڪيو آهي. ڇاڪاڻ جو اتي اسان کي طالبان جي چرپر نظر آئي، ان کي ختم ڪرڻ لاءِ بمباري ڪئي وئي، ان عمل کانپوءِ اتر وزيرستان ۾ جنگجوئن جي ڪيمپ تي به پاڪ فوج پاران بمباري ڪئي وئي، اهڙي عمل کانپوءِ هن علائقي ۾ صورت حال هڪدم بدلجي وئي. مقامي قبيلا هڪ دفعو وري سرڪار تي ناراض ٿي پيا. ان سلسلي ۾ هڪ ٻي قبيلائي ويڙهاڪ بيت الله محسود سرڪار کان بدلي وٺڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو. اتر وزيرستان ۾ سيڪيورٽي فورسز مٿان بيت الله محسود وارن خودڪش حملو ڪيو. جنهن ۾ سڪيورٽي فورسز جو وڏو نقصان ٿيو ۽ ان کانپوءِ مشهور درگئي خودڪش حملو پيش آيو. جنهن ۾ پاڪ فوج جا ڪيترائي جوان شهيد ۽ زخمي ٿي پيا. ان عمل کانپوءِ ٺاهه ۾ ضامن پوندڙ ڌرين بيت الله محسود تي دٻاءُ وڌو ته هو اتر وزيرستان خالي ڪري وڃي. اهڙي طرح هي سيئي جهادي قوتون ۽ ويڙهاڪ جٿا هڪ دفعو ٻيهر ڏکڻ وزيرستان ۾ وڃي گڏ ٿيا. ساڻ پنهنجي عسڪري چرپر پڻ ڪندا رهيا. ڏکڻ وزيرستان ۾ جڏهن اهي جنگجو آيا ته علائقي ۾ انهن پنهنجو نيٽ ورڪ جوڙي رکيو وري ٻئي طرف آمريڪا کي هڪ ڀيرو ٻيهر شڪايت ٿي ته مقامي طالبان ري گروپ ٿي رهيا آهن.

هن ڀيري پاڪستان سرڪار هڪ نئين پاليسيءَ تي عمل ڪيو. هنن ڇا ڪيو ته پاڪستاني ايجنسين ذريعي مقامي طالبان کي ننڍن ننڍن مسئلن ۾ الجهائي ڏيهي ۽ پرڏيهي قبيلن ۾ تضاد اڀاريا ويڙهائڻ شروع ڪيو. نتيجو اهو

نڪتو تہ هڪ زوردار جنگ مقامي قبائلين ۽ پرڏيهين جنگجوئن وچ ۾ شروع ٿي وئي. هن وقت حالت اها آهي تہ مقامي ۽ پرڏيهي جنگجوئن جي دلين ۾ هڪٻئي خلاف نفرتون چوٽ چڙهي ويون آهن. ايندڙ ڏينهن ۾ اهي ڏيهي ۽ پرڏيهي ويڙهاڪ هڪٻئي لاءِ خطرناڪ ثابت ٿيندا. ڇاڪاڻ تہ پرڏيهي ازبڪ هن وقت ثقافتي طور تي پناڻن ۾ ضم ٿي چڪا آهن. پناڻن جي ٻولي روانيءَ سان ڳالهائن ٿا ۽ انهن جي سامهون ايندا تہ انهن کي سڃاڻڻ مشڪل ٿيو پوي تہ هي مقامي پناڻ آهي يا پرڏيهي ازبڪ. وڏي ڳالهہ تہ اهي پرڏيهي اتان جي ماڻهن ۾ رلي ملي ويا آهن. تازي شروع ٿيل ويڙهاند جيڪا شروع ٿيڻ واري آهي، اها پاڪستان سرڪار جي ڪامياب پاليسيءَ جو نتيجو آهي. ڏکڻ وزيرستان ۾ سرڪار جي حمايت يافتہ امن ڪاميٽيءَ جي سربراهہ ملڪ سعيد الله جي اعظم ورسڪ ۾ ڪجهہ ازبڪ جنگجوئن سان جهڙپ ٿي. ازبڪن ملڪ سعيد الله مٿان فائرنگ ڪئي هئي. ان حوالي سان ملڪ سعيد الله سان واسطو رکندڙ دلي خيل قبيلي جي قبائلين، پرڏيهي ازبڪن تي حملو ڪيو. اهڙي طرح هي سلسلو بہ انهيءَ ويڙهہ جي هڪ ڪڙي آهي. تازو ويڙهہ جي باري ۾ ڪجهہ ماڻهن جو چوڻ آهي تہ مقامي قبائلن ۽ پرڏيهي ويڙهاڪن کي ويڙهائڻ جو ڪم آمريڪي سي.آءِ.اي وارن ڪرايو آهي. جيڪو ٻنهي جهادي قوتن کي ويڙهائي پنهنجا مفاد حاصل ڪرڻ چاهي ٿو. اهو تاثر بہ آهي، تہ آمريڪا جا سيڪريٽ ايجنٽ انهن علائقن ۾ پاڪستاني ايجنسين جي تعاون سان پنهنجي مشن جي ڪاميابيءَ لاءِ مصروف آهن. هڪ طرف آمريڪي سيڪريٽ سروسز جا ماڻهو طالبان اڳواڻ اسامہ بن لادن،ايمن الذواهري ۽ ملا عمر کي ڳولي رهيا آهن. ٻئي طرف نيٽو فورس بہ ان سلسلي ۾ متحرڪ آهي، هو جڏهن چاهين، پاڪستاني حدن ۾ اچي ڪري پاڪستاني سرڪار کي بغير اطلاع ۽ اجازت جي اتر ۽ ڏکڻ وزيرستان ۾ پنهنجيون ڪاروايون ڪري سگهن ٿا.ان جو واحد سبب اهو آهي تہ آمريڪا مسلسل پاڪستان کي دٻاءَ هيٺ رکي طالبان خلاف وڌيڪ متحرڪ ڏسڻ چاهي ٿو.

تاريخ : 27_3_2007

# صُوبائي خودمختياري
# ۽ سنڌي عوام
# جا خدشا

صُوبائي حڪومت پاران آل پارٽيز ڪانفرنس (اي پي سي ) سڏائي وئي. جنهن ۾ سنڌ جي سڀني سياسي پارٽين سميت اهم شخصيتن ۽ دانشورن کي دعوت ڏني وئي هئي. اي پي سي جي اهم ايجنڊا ۾ سنڌ صوبي کي خودمختياري ڏيڻ بابت رايا ۽ تجويزون وٺڻ هو. ان سلسلي ۾ صوبائي سرڪار کي وفاق پاران مڪمل سهڪار حاصل هو. ڇاڪاڻ جو وفاقي سرڪار صوبن کي خودمختياري ڏيڻ جو ارادو ڪري ورتو آهي. ان سلسلي ۾ راين ۽ تجويزن جو سلسلو جاري آهي. جنهن جي روشنيءَ ۾ صوبائي خودمختياري ڏني ويندي. راين ۽ تجويزن جي سلسلي ۾ سڏايل ڪانفرنس ۾ سنڌ جي سياسي پارٽين جي اڳواڻن شرڪت کان انڪار ڪندي چيو ته اڳ ۾ وفاق سنڌ ڇا کي ڏنو آهي جو هينئر حق ڏيندو! تنهن ڪري ان ڪانفرنس ۾ وڃڻ وقت جو زيان آهي حڪومتي حلقا به محسوس ڪن ٿا ته اها ڪانفرنس ناڪام ثابت ٿي آهي جنهن جو وڏو ثبوت اهو آهي ته وفاق ۽ فوج جو نمائندو پير صاحب پاڳارو به چوي ٿو ته صوبائي خودمختياري بابت سرڪاري اي پي سي جي ڪا به ضرورت ڪانهي ان جا ڪي به فائدا حاصل نه ٿيندا. پير صاحب وڏيڪ بيان ۾ چيو ته مان قومپرست ضرور آهيان پر عليحدگي پسند ناهيان. مان چاهيان ٿو ته پنجاب کي پنهنجي بالادستي ختم ڪرڻ لاءِ هاڻي سوچڻو پوندو ۽ 1956ع کان اڳ واري صوبن جي حيثيت بحال ڪرڻ جي ضرورت آهي، پير صاحب پاڳاري جي ان بيان سان سموري قوم جي ترجماني ٿي آهي.

اي پي سي ۾ شريڪ ٿيندڙ اڳوڻي سنڌ اسيمبلي جي اسپيڪر حسين هارون، اي پي سي کان مطالبو ڪيو ته سينيٽ کي وفاق جو امين ادارو بنائي صوبن کي خودمختياري ڏني وڃي، 1973ع جي آئين ۾ صوبن جي خودمختياري بابت ترميم ڪري وڌيڪ حق ڏنا وڃن 1940ع واري قرارداد پاڪستان تي عمل ڪيو

وجي. هن وقت سنڌ سان وڏيون زيادتيون ٿي رهيون آهن. اهي بند ڪيون وڃن ملڪ آئيني بحران جي ور چڙهيل آهي. جمهوري ۽ روشن خيالي جي بنياد تي اصول جوڙي ناراض عوام جي قسمت تبديل ڪئي وڃي. ملڪ ۾ صدارتي نظام نه پر پارلياماني نظام هئڻ گهرجي. ٽئڪس لاڳو ڪرڻ ۽ وصول ڪرڻ جا اختيار صوبن حوالي ڪيا وڃن. صوبن کي ٽوڙڻ واري ڳالهه جي حمايت نه ڪنداسين "صوبن سان انصاف ٿيڻ گهرجي".

هن صاحب جيڪي ڳالهيون ڪيون وفاق انهن ڳالهين تي ڌيان ڏئي ڪجهه اڳيرو ٿئي ته گهڻو ڪجهه حاصل ٿي سگهي ٿو ۽ وفاق خلاف صوبن جون ڪوڙ ساريون رنجشون ختم ٿي سگهن ٿيون.

اي پي سي ۾ شريڪ ٿيندڙن مان سيد زين شاهه به آهي جنهن جي شناخت جي ايم سيد جو پوٽو هئڻ سان گڏ هڪ اعليٰ پائي جي سوچ رکندڙ نوجوان سنڌ دوست آهي. زين شاهه 14 نڪتا اي پي سي آڏو رکيا. هن صاحب چيو ته سنڌ اسيمبلي مان پاس ڪيل ٺهرائن ذريعي حق نه ملي سگهيا آهن ته ان مان ڪا اميد به نه ٿي رکي سگهجي. سٺ سالن ۾ ٿيل سنڌ سان زيادتي ظلم ڏاڍ کي هن ڪانفرنس ۾ واڪو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. زين شاهه جي ڳالهه به درست آهي ته پهرين ته سنڌ اسيمبلي ۾ سٺ سالن ۾ جيڪي ٺهراءَ پاس ٿيا آهن انهن کي آئيني حيثيت ڏني وڃي ۽ عوامي مسئلن جو ازالو ڪيو وڃي. سنڌ اسيمبلي ۾ سنڌ سان ٿيل زيادتين ۽ ظلمن خلاف ڪيئي قراردادون اڪثريتي راءِ سان پاس ڪيل آهن. ان تي اڄ تائين ڪو به عمل نه ٿي سگهيو آهي ته پوءِ صوبائي خودمختياري سنڌ جي عوام کي ڪهڙي ريت ملندي سٺ سالن جي عرصي دوران جيڪي قراردادون اڪثريت راءِ سان پاس ٿيون آهن انهن مان صرف هڪ ڪالاباغ ڊيم واري منصوبي کي ختم ڪرڻ واري قرارداد تي عمل ڪن ته به اسان سمجهندا سون ته وفاق سنڌ جي مسئلن جو ادراڪ رکي ٿو. ان مان اميد ڪي آسرا ڪري سگهجن ٿا. ڪالاباغ ڊيم سنڌ جي عوام پاران وفاق وٽ گڏيل فرياد آهي. پر وفاق ان فرياد کي ٽڏو هٽي ڪالاباغ ڊيم کي ٺاهڻ تي بضد آهي. ان حوالي سان حسين هارون جو چوڻ آهي ته پهريائين سنڌ جي عوام سان ٿيل زيادتين جو ازالو ڪري ۽ انهن خلاف زيادتيون بند ڪيون وڃن. ناراض سنڌي عوام جي قسمت تبديل ڪئي وڃي اسان صوبن کي ٽوڙڻ واري ڳالهه جي حمايت نه ڪنداسين.

حسين هارون صوبن کي ٽوڙڻ جي سازش جي ننڊا ڪئي آهي حسين هارون جي ان بيان ۾ ڪيئي خدشا ۽ سوال ڪر کڻي بيٺا آهن. آخر حسين هارون اهو بيان ڪهڙي پسمنظر ۾ ڏنو آهي هو ڪهڙو ٿو پيغام ڏيڻ چاهي. سنڌي عوام ان بيان کي فڪرمندي ۽ تشويش واري نگاهه سان ڏسي ٿو. باقي جيڪڏهن سنڌ جي عوام سان زيادتين جي ڳالهه ڪنداسين ته سنڌي عوام خلاف سٺ سالن ۾ ايڏيون ته زيادتيون ۽ سازشون ٿيون آهن جو بنگالين سان به اهڙيون جنيون ڪو نه ٿيون هيون. سٺ سالن ۾ ظلم ۽ جبر جي طويل فهرست جڙي آهي جنهن ۾ شيرين

سومرو کان شازيہ خالد سميت نوڙهي ڪراسنگ واري سانحي تائين 4 مارچ تي شاگردن جو وهيل خون کان ايم آر ڊي جي شهيدن تائين ، ذوالفقار علي ڀٽو ، مرتضيٰ ڀٽو . اياز سمون، ناصر بلوچ، فاضل راهو رزاق سومرو احسان سومرو، نذير عباسي، يوسف جکراڻي کان سنڌ جي تحريڪن ۾ مارجي ويل ڳڀرو نوجوانن تائين. سنڌ جا سوين ڪونڌر ڪٽا ويا آهن ۽ اڄ بہ ڪسجن پيا. سنڌ جي سرڪاري ۽ غير سرڪاري ادارن مان سنڌي نوجوانن کي تڙي ڪڍڻ ۽ بيروزگار ڪرڻ سنڌ جي زمين ۽ وسيلن کي زوري ڦبائڻ شامل آهي ڀهريائين تہ انهن مسئلن جو تدارڪ ڪيو وڃي پوءِ خودمختياري جي ڳالهہ اڳيان رکي ويندي تہ ان تي سوچي سگهجي ٿو۔ باقي ان مسئلي تي هن وقت ڳالهائڻ وقت جو زيان آهي.

ڪيڏي افسوسناڪ خبر آهي جو اسٽيٽ خلاف عدالتن ۾ عام ماڻهو درخواست ٿو ڏي تہ اسان جا گم ٿيل سياسي نوجوان ظاهر ڪريو. وفاقي سرڪار اڳ ۾ اهو ننڍڙو مسئلو تہ حل ڪري ۽ پنهنجي شهرين کي تحفظ فراهم ڪري ڇاڪاڻ جو عالمي منشور ۽ 1973ع جي آئين تحت پاڪستان سرڪار جو حق ٿو بڻجي تہ پنهنجي شهرين کي مڪمل تحفظ فراهم ڪري، هاڻي جڏهن سرڪار پنهنجي ماڻهن کي تحفظ فراهم نٿي ڪري سگهي تہ صوبائي خودمختياري ڪٿان ڏيندي، خدارا ڀهريون تہ اوهان گم ٿيل سياسي ڪارڪنن کي ظاهر ڪريو ۽ پوءِ ڪا انصاف ڀري ڳالهہ ڪريو تہ جيئن عوام جو حڪمرانن ۾ ويساهہ پختو ٿئي.

ڀلا بنگال وارن ڇا گهريو هو؟ اهي ساڳيا انساني حق، جنهن تي مچرجي حُڪمرانن حق ڏيڻ بجاءِ قتلام شروع ڪري ڏنو. آخر ملڪ بہ ٽڪر ٿيو. انهن بنگالين بہ صوبائي خودمختياري ۽ بنگالي ٻولي کي قومي ٻوليءَ جو درجو ڏيڻ جي گهر ڪئي هئي. جيڪڏهن انهن ماڻهن کي حق ڏيون ها تہ ملڪ وڏيڪ سگهارو ٿئي ها. بنگالين وٽ پنهنجي فوج هئڻ سبب هنن وڙهي جند ڇڏائي پر سنڌ جا ماڻهو ٻي هٿيار ۽ عدم تشدد جا پيروڪار آهن. گهٽ ۾ گهٽ انهن سان تہ انصاف ڪريو. انهن کي تہ حق ڏيو. پنهنجو ننڍن صوبن جي عوام ۾ وڃايل وقار تہ بحال ڪرايو. خاص ڪري پير پاڳاري جو بيان بہ ان سلسلي ۾ وڏي اهميت وارو آهي تہ "پنجاب کي بہ پنهنجي بالادستي ختم ڪرڻ لاءِ سوچڻو پوندو". جڏهن پير صاحب اهڙي قسم جي ڳالهہ ڪري ٿو تہ پنجاب کي بہ پنهنجي رويي تي نظرثاني ڪرڻ گهرجي. ننڍن صوبن کي پنجاب مان شڪايتون آهن تہ هو پاڻ کي حاڪم ۽ ٻين قومن کي محڪوم سمجهي ٿو جئين فوج هن ملڪ تي حڪمراني ڪرڻ واري حق کي جائز سمجهي ٿي. تيئن پنجاب بہ طاقت ذريعي ٽن ننڍن صوبن جي حقن کي پائمال ڪرڻ جائز سمجهي ٿو. پنجاب جي عوام، فوج ۽ ڪاموري جي ننڍن صوبن تي قبضي واري سوچ هڪڙي آهي ڇاڪاڻ جو پنجاب جون اهي ٽيئي قوتون ڪنهن نہ ڪنهن روپ ۾ هڪ ٻئي سان ڳنڍيل آهن. پنجاب جون سيئي ڌريون ننڍن صوبن جي استحصال ۾ شريڪ آهن. پنجاب جمهوريت سان بہ مثبت رويو اپنائي نہ سگهيو آهي تاريخ گواهہ آهي تہ پنجاب مان اپرندڙ هر تحريڪ فوج

ڪي اقتدار تي قابض ٿيڻ جو موقعو ڏنو آهي. پنجاب جڏهن لولي لنگڙي جمهوريت لاءِ راضي ناهي تہ پوءِ صوبن کي خودمختياري ڏيڻ لاءِ ڪيئن راضي ٿيندو . اهو هڪ وڏو سوال آهي.

جيڪڏهن هينئر وفاق واقعي سچائي ۽ سنجيدگي سان صوبن کي خودمختياري ڏيڻ لاءِ سوچي ٿو تہ پوءِ وفاق کي وڏيڪ بکيڙو کڙو ڪرڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي نہ اي پي سي جي، نہ وري ڪنهن سيمينار جي، وفاقي سرڪار آڏو 1940ع واري قرارداد پاڪستان، 1973ع وارو آئين ۽ ايم آر ڊي تحريڪ دوران سنڌ جي سيني پارٽين پاران پاس ڪيل قرارداد رڪارڊ تي موجود آهي ان تي عمل ڪري جن ۾ صوبائي خودمختياري وارو سوال. هڪ جواب جي صورت ۾ موجود آهي. اوهان ٿو روان تي عمل ڪريو صوبائي خودمختياري تہ وڏي ڳالهہ آهي اوهان حقيقي جمهوريت تہ بحال ڪريو. سدائين فوج ڏنڊو کڻي اچي قبضو اقتدارتي قبضو ڪري ٿي. عوام کي ماري ڪٽي پوءِ وري عوام جي خوشحالي ۽ سک جا ڊراما رچائي ٿي. هن وقت بہ صوبائي خودمختياري جو بکيڙو هڪ ڊرامي کان وڌيڪ ڪجهہ ناهي.

فوج کي اقتدار جي انڌ ۾ ڪجهہ نظر نٿو اچي فوجي حڪمرانن جون غلط پاليسيون، اقتداري هوس ۽ هوڏ ڪري ڪڏهن ڪڏهن رياست لاءِ خودڪشي جو ڪارڻ بڻيون آهن. جيئن 1971ع ۾ بنگال جي ويڙهہ وقت خودڪشي ڪئي وئي هئي اڄ جي حالتن ۾ جيڪڏهن سنڌ کي مايوس ڪيو ويو ۽ عوام جي مسئلن جو تدارڪ نہ ڪيو ويو تہ ان جو نتيجو ڀيانڪ نڪرندو. سنڌي عوام جي صبر جي جهولي ڪيڏي نہ ويڪري آهي هو صبر سان هر ڏاڍ کي سهن ٿا نہ تہ جيڪي چيڙ ڇاڙ هن وقت تائين ڪئي وئي اهي خبر ناهي اڳتي ان جو نتيجو ڇا نڪرندو؟.

بدقسمتي سان پاڪستان جي حڪمرانن ڪنهن بہ چڱي قدر يا روايت کي پلجڻ ناهي ڏنو جنهن جو نتيجو اهو نڪتو آهي تہ خوشامند، چاپلوسي ۽ موقع پرستي عام ماڻهن جي روايت بڻجي چڪي اهي. ڪيترن ماڻهن زماني سازي جي سياست کي اپنائي ورتو آهي. انڪري ماڻهن پنهنجي رويي ۾ اصلاح ڪرڻ جو فڪر ئي ڪرڻ ڇڏي ڏنو آهي. ماڻهن اهو بہ سوچڻ ڇڏي ڏنو آهي تہ هنن جي ڪنهن عمل سان عوام کي صدين تائين پوئتي پوندو اُهي ماڻهو تڏهن سوچيندا آهن جڏهن ڌرتي پيرن هيٺان نڪري ويندي آهي.

تاريخ : 13_3_2007

# زاهدان
# ڌماڪي ڪانپوءِ
# پاڪ_ايران تعلقات

ايراني سرڪار پاران پاڪ سرحد سان گڏيل ست سؤ ڪلو ميٽر ڊگهي بارڊر تي ڪنڪريٽ جي ديوار تعمير ڪرڻ جو فيصلو ڪري انهيءَ ديوار جو تعميراتي ڪم شروع ڪري ڏنو آهي. ايران پاڪ سرحد لڳ پنهنجي فورسز ۾ اضافو ڪري گشت شروع ڪري ڏنو آهي، جڏهن ته زيرو پوائنٽ به بند ڪئي وئي آهي. زيرو پوائنٽ تان پاڪستاني زائرين جي داخلا سخت چيڪنگ واري مرحلي ڪانپوءِ ڪئي وڃي ٿي. ٽي هفتا گذرڻ جي باوجود به زيرو پوائنٽ کي ايراني سرڪار نه کوليو آهي. 14 فيبروري تي ٿيندڙ ڪار بم ڌماڪي کان پوءِ ايران بارڊر تي سخت پابنديون هٽي چڙهيون آهن. ان قسم جا بم ڌماڪا پاڪستان _ افغانستان ۽ عراق ۾ ٿيندا رهن ٿا. پر ايران ۾ اهڙي قسم جو ڌماڪو ڪيترائي سوال پيدا ڪري رهيو آهي. ان سلسلي ۾ چيو وڃي ٿو ته آمريڪا ايراني علائقي سيستان ۾ سُني فرقي سان سلهاڙيل آبادي کي مدد ڪري شيعا سُني تضاد کي اڀارڻ چاهي ٿو. سُني ماڻهن پاران اهڙا حملا ڪرائي ايراني سرڪار کي ڪاوڙائي وڏي غلطي ڪرائڻ چاهي ٿو. پر ايران هن وقت هر قدم ڦوڪي ڦوڪي کڻي رهيو آهي. تنهن ڪري ايران بيوقوفي ڪري ڪا وڏي غلطي نه ڪندو جنهن سان هو ڏچي ۾ پئجي وڃي يا آمريڪا کي اهڙو جواز فراهم ڪري ڏي جو سيستان جي ماڻهن جي مدد سان تماشو ڪڙو ڪري دنيا کان همدردي حاصل ڪري، ايران تي ملي جو جواز حاصل ڪري وٺي. ڇاڪاڻ جو سيستان جي علائقي ۾ ڪرد بلوچ آباد آهن جيڪي ايران کان آزاديءَ جو مطالبو ڪندا رهيا آهن. تازو آمريڪي منصوبي تحت ايران تي حملو ڪرڻ کان پهريان مسلمانن کي شيعا _ سُني بنيادن تي پاڻ ۾ ويڙهائڻ آهي. جڏهن شيعا _ سني هر جاءِ تي هڪ ٻئي سان ڇڪتاڻ ۾ هوندا ته اهڙي صورت ۾ آمريڪا ايران تي آسانيءَ سان حملو ڪندو.ايران ۾ سندس مخالف سُني بلاڪ سامهون آڻي اُن کي استعمال ڪرڻ آمريڪا لاءِ تمام سولو هوندو هاڻي اِها سوچ آهي آمريڪا جي ايران بابت. جنهن کي ايران سمجهي چڪو

آهي. تنهنڪري ايران پهرين مرحلي ۾ پاڪستان واري سرحد تي زيرو پوائنٽ بند ڪري ڇڏي آهي.

ڪار بم ڌماڪو ايران جي شهر زاهدان ۾ ٿيو. جنهن ۾ 18 ماڻهو شهيد ۽ ويهارو کن زخمي ٿي پيا. ڌماڪو صبح جو 6 :30 منٽن تي ٿيو . ان سلسلي ۾ ڪجهه گرفتاريون بہ عمل ۾ آيون آهن. ڪار ڌماڪو ان وقت ٿيو جڏهن پاسداران انقلاب جي بس جو ان ڪار پرسان گذر ٿيو نيڪ ان وقت ڪار ڌماڪي سان ڦاٽي پئي . ڌماڪي کان اڳ ان ڪار مان چار دهشتگرد لهي موٽر سائيڪلن تي چڙهي فرار ٿي ويا. زاهدان شهر، پاڪستاني سرحد ٽپڻ کان پوءِ اڳيون ايراني شهر آهي هي ڌماڪو جندالله تنظيم وارن ڪرايو آهي. جنهن جي ذميواري جند الله وارن قبولي ورتي آهي ماضيءَ ۾ اهو گروپ ان علائقي ۾ قتل ۽ اغوا جي واقعن ۾ اڳيرو رهيو آهي. ٻئي پاسي وري ايراني انقلابي عدالت تڪڙو فيصلو ڏئي بم ڌماڪي ۾ گرفتار ڏوهي کي سري عام ڦاسي چاڙهڻ جو حڪم ڏنو. 19 فيبروريءَ تي ان جوابدار کي زاهدان ۾ سري عام ڦاهي تي چاڙهيو ويو. ان سلسلي ۾ ايراني روحاني پيشوا آيت علي خامنہ اي جي ترجمان عباس علي سليماني عوام کي اپيل ڪئي آهي تہ هو صبر ۽ تحمل کان ڪم وٺن. سُني فرقي سان سلهاڙيل بہ اسان جا ڀائر آهن. انهن جا هٿ اهڙي جرم کان پاڪ آهن. اسان کي انهن جي شڪايتن جو بہ احساس آهي. جند الله تنظيم جو هن وقت اڳواڻ عبد المالڪ يحيٰ ريگي آهي. جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ سندس جو واسطو پاڪستان سرڪار پاران دهشتگرد قرار ڏنل ڪالعدم تنظيم سان آهي.

زاهدان بم ڌماڪي ڪانپوءِ ايراني پارليامينٽ جي ميمبر حسين علي شاهہ ايراني پارليامينٽ کي خطاب ڪندي پاڪستان مٿان الزام مڙهيو تہ ڏکڻ _ اولهہ پاڪستاني سرحدن وٽ ايراني حڪومت جا مخالف ۽ منشيات جا اسمگلر لڪل آهن. پاڪستاني حڪومت ان سلسلي ۾ ڪو قدم کڻڻ بدران کين پناهہ ڏئي رهي آهي. جنهن ڪري ايران ۾ جيڪا بہ گڙ ٻڙ ٿئي ٿي. ان جي رٿا بندي پاڪستان ۾ ٿي رهي آهي. ايراني پارليامينٽ جي رڪن پاران اهڙو بيان پاڪستان لاءِ ضرور افسوس جو باعث بڻيو هوندو. ان سلسلي ۾ ڪجهہ ماڻهن جو خيال آهي تہ پاڪستان ۽ ايران وچ ۾ غلطي فهميون پيدا ڪرڻ بہ آمريڪي منصوبي جو هڪ حصو آهي. آمريڪا جي سياسي پلاننگ ڪندڙ اهڙو منصوبو آمريڪي سرڪار کي پيش ڪيو آهي تہ پاڪستان ۽ ايران جي شيعا _ سني فرقن ۾ بيچيني ۽ مونجهارا پيدا ڪري ٻنهي ملڪن کي هڪٻئي جي خلاف کڙو ڪرڻو آهي. پاڪستان ۾ محرم واري مُقدسُ مهيني ۾ بم ڌماڪي ۽ زاهدان ۾ سُني فرقي جي ماڻهن پاران بم ڌماڪي ۾ پاسداران انقلاب جي 18 ماڻهن جي قتل پنيان اهڙي سوچ کي نظر انداز نٿو ڪري سگهجي.

ايران جي هڪ عالم حجت السلام احمد خاطمي بہ پاڪستان سرڪار مٿان الزام مڙهيندي چيو آهي تہ"پاڪستان جا مدرسا دهشتگردن جون پناهہ گاهون

آهن. پاڪستان اسان جو پاڙيسري ملڪ آهي پر اهو آهستي آهستي پاڙيسري وارن حقن کي وساريندو ٿو وڃي. زاهدان ڪار بم ڌماڪو پاڪستاني مدرسن جي پڙهيل جنگجوئن ڪيو آهي“. ڪار بم ڌماڪي کان پوءِ ايراني سرحدن لڳ چئن پوليس عملدارن کي قتل ڪيو ويو. ايران چئن عملدارن جو قتل بہ پاڪستان جي کاتي ۾ وجهي ڇڏيو آهي. ايراني سرڪار جو ان سلسلي ۾ سخت احتجاج سامهون آيو . ايران ايترو بہ چئي ڏنو تہ پاڪستان کي آمريڪا کان محتاط رهڻ کپي، ڇاڪاڻ تہ آمريڪا کيس وڏو نقصان پهچائي سگهي ٿو. جڏهن تہ پاڪستان ايران کي غير مستحڪم ڪري رهيو آهي. اهڙي قسم جي بيان ۾ ايران پنهنجي دوست ۽ پاڙيسري ملڪ کي وڏي معيار ڏني آهي. جنهن لاءِ پاڪستان کي ازالو ڪرڻ گهرجي. اهو پاڪستاني سرڪار جو اخلاقي فرض بڻجي ٿو. سيني واقعن ۽ حالتن کي مدنظر رکندي ايران پاران بارڊر تي پڪي ڪنڪريٽ ديوار تعمير ڪرڻ جو ڪم شروع ڪري ڇڏيو آهي. ايراني حڪومت پاران پاڪ _ ايران سرحد ست سؤ ڪلوميٽرن تي مشتمل آهي . ان تي ٽي فٽ ويڪري ۽ ڏهہ فٽ ڊگهي ( اُيي ) ديوار تعمير ٿيندي. ديوار جي تعمير ۾ مظبوط لوهہ ۽ سرين جو استعمال ڪيو ويندو. 1992ع ۾ ايران ۽ پاڪستان جي حڪومتن وچ ۾ ٻنهي طرفن کان سرحدي شهرين لاءِ راهداري ۽ ڪاڻ پيئڻ جي شين کي آڻڻ ۽ نيئڻ جي اجازت ڏني وئي هئي. تازن واقعن کانپوءِ ايران زيرو پوائنٽ بند ڪري ڇڏي آهي. لوڪل ماڻهن جي اچ وڃ سميت کائڻ پيئڻ وارين شين جي آڻڻ ۽ نيئڻ تي پابندي هڻي ڇڏي آهي. تنهنڪري مقامي آباديءَ جاماڻهو سخت پريشان آهن ۽ فاقا ڪشيءَ جي بحران ۾ ڦاسي چڪا آهن. مقامي ماڻهن جي گذر سفر جو ذريعو ايران کان پاڪستان ڏانهن شيون آڻڻ ۽ نيئڻ آهي. خاص ڪري تفتان کان ايران موڪلڻ جي انتظار ۾ فروٽ، پٽاٽا، ۽ چانور پئجي پئجي خراب ٿي چڪا آهن. جنهن سان پاڪستاني واپارين کي وڏو نقصان رسيو آهي. ٻيو نقصان پاڪستان کي اهو ڪٽيو پيو تہ انهيءَ رستي سان پاڪستان جا اڪثر نوجوان ترڪي ۽ ٻين يورپي ملڪن ڏانهن روزگار جي سلسلي ۾ ويندا آهن. زيرو پوائنٽ بند هجڻ ڪري سخت چوڪسي ۽ نگراني هئڻ ڪري پاڪستاني نوجوان ٻين ملڪن ڏانهن وڃي ناڻو ڪمائڻ کان بہ محروم ٿي ويا آهن. ٻئي طرف تيل آهي، جيڪو ايران مان انهيءَ رستي کان اچي ٿو تفتان ۾ ڏهن کان پندرنهن رپين تائين، ڪوئيٽا ۾ پنجويهن کان ٽيهن رپين جي اگهہ تي في ليٽر وڪامي ٿو. ان تي بہ اثر پيو آهي. ايران کان پهچندڙ تيل مهانگو ٿي ويو آهي. تيل واري واپار سان ڪيترائي ماڻهو سلهاڙيل آهن. اڪبر سومرو ۽ مان جڏهن تفتان روڊ سان سفر ڪري رهيا هئاسين تہ مون کي روڊ کان ٻنهي پاسن کان وڏا تيل جا ڊرم ڏسڻ ۾ آيا جن ۾ ايراني تيل هو. اتي چار يا پنج ماڻهو موجود هئا. جيڪي سستو تيل وڪرو ڪري رهيا هئا. بلوچستان صوبي جي موسم ۽ پهاڙي رستن جي حوالي سان سي اين جي، گاڏين کي مضبوط طاقت ڪونہ ٿي بخشي. ايراني تيل

پاڪستاني تيل ڪان وڌيڪ طاقتور آهي. جيڪو گاڏين کي بلند پهاڙن تائين چڪڻ ۾ طاقت فراهم ڪري ٿو.

هڪ طرف زاهدان بم ڌماڪي ڪانپوءِ ايران ڪاوڙ ۾ اچي ڪنڪريٽ ديوار تعمير ڪرڻ جو فيصلو ڪيو آهي. ته ٻئي حوالي سان اِهو به ڏنو وڃي ته صدر مشرف جو ايران وارو دؤرو جيڪو فيبروري جي پنجين تاريخ تي ڪيو ويو جيڪو قومي علائقائي سلامتي لاءِ اهم چيو وڃي ٿو. اتي ڪيئي ڳالهيون ۽ معاهدا ٿيا انهن معاهدن، واعدن ۽ قسمن جو هاڻي ڇا ٿيندو؟ ڪٿي ائين ته ناهي جو اهو بم ڌماڪا صدر مشرف ۽ احمدي نزاد کي ويجهو رهڻ بجاءِ اختلاف پيدا ڪري ڪين پري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هجي. في الحال اسان کي هر ڳالهه تي غور ڪرڻ گهرجي، سيني پاسن کي جاچڻو پوندو. ان دوري بابت سيڪريٽري خارجه رياض کوکر جو بيان هو ته پاڪستاني صدر ڇهن سالن ڪانپوءِ ايران دوري تي تهران پهتو آهي . پاڙيسري ملڪ ايران سان پراڻا تعلقات هئڻ جي ناتي پاڪستان کي ايراني سلامتي بابت تشويش آهي ڇاڪاڻ جو ايران مشرق وسطيٰ ۾ اهم رول ادا ڪري ٿو. صدر مشرف جڏهن ايران آيو ته ايراني سرڪار ان جو شاندار استقبال ڪيو. صدر مشرف هم خيال مسلم گروپ بنائڻ جي ڪوشش سبب ايران سميت نَو اسلامي ملڪن جو دورو ڪيو صدر مشرف بهتر ڄاڻي ٿو ته جيڪڏهن ايران تي آمريڪا حملو ڪيو ته پوءِ وارو پاڪستان جو هوندو. تنهن ڪري مسلم ملڪ گڏجي ڪو اهڙو لائحه عمل تيار ڪن جنهن سان مسلمان ملڪ آمريڪي عتاب کان بچي سگهن. ڇاڪاڻ جو آمريڪا پاڪستان مٿان طالبان جي مدد جا الزام هڻي پاڪستاني علائقن تي بمباري ڪرڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو آهي. ٻي طرف ايران تي به آمريڪي حملي جي تلوار لٽڪيل آهي.

پاڪستان کي خارجه پاليسي تي نظر ثاني ڪرڻ گهرجي انهيءَ ڪري پاڙيسري ملڪن پارت، افغانستان ۽ هاڻ ايران سان ناتا خراب ٿي رهيا آهن. پاڪستان جي غلط پاليسين ڪري ۽ پاڪستان پاران آمريڪي ڪئمپ ۾ وڌيڪ جي حضوري ڪرڻ سبب پاڪ _ ايران تعلقات متاثر ٿي رهيا آهن. زاهدان ۾ پاسداران انقلاب تي حملي کان پوءِ پاڪ _ ايران جي دوستي جي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو ايڏي تلخي پيدا ٿي آهي. جو ايران ۾ پاڪستاني سفير کي دفترِ خارجه ۾ گهرائي احتجاج ڪيو ويو. مستقبل ۾ به وڇوٽيون پيدا ٿي سگهن ٿيون. جن کان پاڪستان کي خبردار رهڻ گهرجي. ايران کي اهڙو تاثر ڏنو وڃي ته جيئن وري ايراني عالم، دانشور خاتم احمد خاتمي صاحب ائين نه چوي ته پاڪستان جا مدرسا دهشتگردن جون پناهه گاهون ۽ پاڪستان پاڙيسري واري حقن کي وساريندو ٿو وڃي.

تاريخ : 2007_3_6

# ڪوئيٽا جا ڏينهن ۽ شاعر جو درد

وفاقي حڪومت جو مڪمل طور سان بلوچستان جي ترقي ڏانهن ڌيان آهي. خاص ڪري سڙڪن وارا تعميراتي منصوبا ڏسي اها شئي محسوس ڪري سگهجي ٿي.هينئر بلوچ عوام جي ڀلائي خاطر ڪجهه ٿي رهيو آهي. سڙڪن زريعي آمد رفت ماڻهن وچ ۾ فاصلا گهٽائي ويجهو آڻي ٿي باقي جيئن سنڌ جي وڏيرن ۽ سردارن سنڌ ۾ ڀينگ ڪري ڇڏي آهي تئين ئي بلوچ سردارن بلوچستان ۾ ڀينگ ڪري ڇڏي آهي. بلوچن جي ديس گهمڻ لاءِ قمر جهڙي دلربا ماڻهو دعوت ڏني ته مون ها ڪرڻ ۾ دير نه ڪئي تڙ تڪڙ ۾ تياري ڪري گاڏيءَ ۾ چڙهي پيس. هڪ ته سٺي سواري ٻيو دلربا قمرساڻ هجي ته پوءِ زندگي جا سيئي سک ملي ٿا پون. هفتو کن ڪوئيٽا ۾ رهڻ باوجود بور نه ٿياسين. پلا ڇا نه مليو! گهمڻ ڦرڻ، کائڻ پيئڻ، وري مهمان نوازي ۾ صادق مينگل ۽ اڪبر سومرو جهڙا دلربا دوست هجن ۽ رضوان جمالي جهڙا پيار ڪندڙ ۽ ساهه گهوريندڙ دوست هجن ته پوءِ ڇا جي کوٽ ٿي رهجي وڃي. رضوان جهڙو ننڍپڻ جو دوست مليو ته هن پراڻين يادن جي پنڊ کولي اڳيان رکي ماضيءَ جي جهروڪن ۾ پاڻ کي ٻارڙو محسوس ڪيم. پر پوءِ به اجان تشنگي رهجي وئي. منهنجا سيئي دوست عاشق مزاج آهن. صادق ۽ اڪبر ان معاملي ۾ وري ڪجهه اڳيرا آهن. اڪبر ۽ صادق جي روايت ۾ سٺي محبوبا سٺي موبائل ۽ سٺي ڪار رکڻ شامل آهن. يقين ڪريو ته جن ماڻهن ۾ اهي خوبيون هجن ته اهڙا ماڻهو طبيعتن جا شاندار هوندا آهن. سو اهڙن سونهن ڀرين ساٿين جي موجودگيءَ ۾ ڪوئيٽا ۾ مزو پئي آيو.

چنچر ڏينهن ننڊ مان ڪجهه دير سان اٿياسين. اڪبر سومري چيو ته تيار ٿي وٺ ته ناشتو ڪرڻ هلون. فليٽ کان هيٺ لهي چيم ڪيڏانهن هلون. چيائين ويهه گاڏيءَ ۾ افضل فوڊ پوائنٽ جناح روڊ تي ٿا هلون. اسين ڪورٽ جي ٻاهران روڊ تي گاڏي بيهاري، گاڏي مان لهي گاڏي ڊرائيور حوالي ڪئي سين. ڊرائيور وٽن جون چڪيون ڪٽي نوشڪي هليو ويو. جيڪا اڪبر جي روڊ سائيڊ آهي. اسين ڪورٽ کان نڪري جناح روڊ ڏانهن اڳتي هلياسين. زندگي پرپور انداز ۾ روان دوان هئي. سرد هوائون جسم کي ٿڌاڻ جو احساس ڏياري رهيون هيون. اسان جيئن

منان چوڪ تي پهتاسين تہ هڪ زوردار ڌماڪو ٿيو. اسين ڪنڌ ورائي پوئتي ڪورٽ طرف نهاريوسين تہ اها عمارت دونهين ۾ واسجي چڪي هئي. ماڻهن ۾ رڙيون ۽ ڀاڄ سموري ماحول کي خوفزده ڪري ڇڏيو. ٿوري دير ۾ ايمبوليسنس ۽ پوليس جون گاڏيون پهچڻ شروع ٿي ويون. مون پوءِ مان اڪبر کي چيو يار ناشتي کي ڇڏ هل تہ گهر هلون. حالتون وڌيڪ خراب ٿي سگهن ٿيون. اڪبر چيو تہ يار هي پوائنٽو ماحول ڪلاڪ ٻن ۾ ٺيڪ ٿي ويندو. ماڻهو بي حس ٿي چڪا آهن. هتان جي ماڻهن کي بمن جي پرواهہ ئي ڪانهي ۽ نہ وري ڪنهن جي مرڻ سان ڪا همدردي اٿن هر ماڻهو پنهنجن مسئلن ۾ ڦاٿو پيو آهي. ڪير مري، ڪير جيئي. ڪنهن جو ڇڙ تہ واسطو ئي ڪونهي. اڪبر کي چيم تہ ڇڏ يار ڳالهين کي پلا جتي پاڻ بيٺا آهيون اتي بہ تہ بم ڌماڪو ٿي سگهي ٿو. پلا ڪهڙو ڀروسو آهي ڪجهہ بہ ٿي سگهي ٿو.

اڪبر منهنجي ڳالهہ سمجهي ويو. اتان رڪشا ڪرائي واپس ارباب ٽائون آياسين. گهر پهچڻ کان اڳ رستي ۾ ناشتو ڪيوسين. گهر پهچندي مون ٽي وي کولي جتي هر نيوز چينل مان بريڪنگ نيوز ۽ الرٽ نيوز ذريعي ڪورٽ بم ڌماڪي کي فوڪس ڪيو پئي ويو. هن ڌماڪي ۾ سينيئر سول جج عبدالواحد دراني. نو وڪيلن سميت 16 ماڻهو مارجي ويا ۽ تقريبن چاليهہ ماڻهو زخمي ٿيا. ڪوئيٽا ۾ ان قسم جو بم ڌماڪو پهريون ڀيرو ڪورٽ اندر ٿيو هو. ڪجهہ ماڻهن جو اهو بہ خيال هو تہ پاڪستان حڪومت پاران افغانين کي واپس افغانستان موڪلڻ جي خلاف مزاحمت جو عمل آهي اهڙن حالتن کي سامهون رکندي حڪومتي حلقن جو چوڻ آهي تہ خود ڪش حملن کي روڪڻ مشڪل آهي.

آچر ڏينهن صبح سوير اڪبر مون کي نوشڪي روڊ سائيٽ تي وٺي ويو. نوشڪي کان اڳيان تفتان پوءِ ايران جو بارڊر آهي. ڪوئيٽا کان ٻاهر لڪ پاس وارو علائقو پار ڪري اتي پهتاسين جتان هڪ رستو ڪراچي ٻيو رستو تفتان طرف وڃي ٿو. تفتان وارو رستو اڪبر سومرو جي نگراني ۾ ٺهي ٿو. هي سڙڪ اهم سڙڪ آهي جيڪا ايران ۽ پاڪستان کي ڳنڍي ٿي. هن شاهراهہ تان ايران کان لڪ چپ ۾ ٻاهريون مال هتي اچي ٿو ان ۾ خاص ڪري تيل شامل آهي. هن رستي سان آبادي گهٽ آهي. هڪ اڌ شهر آهي اتي انساني زندگيءَ کي سهولتون پهچائڻ واريون شيون ميسر ناهن. ماڻهو الله جي آسري پيا گذارين. باقي سردارن جا ٺٺ آهن. سردار مهانگي گاڏين ۾ سفر ڪن ٿا. عام ماڻهوءَ جي پيرن ۾ سنو جوتو بہ ميسر ڪونهي. هتي ايراني ڊيزل ڪوئيٽا کان بہ سستي اگهہ تي ملي ٿي. روڊن جي ڀنهي پاسن کان ڊرم رکيو ماڻهو تيل پيا تيل وڪڻن. پاڪستاني پيٽرول تہ ڪوئي وٺي ئي نہ پيو. شام جو واپس گهر پهتاسين. شام جو رضوان سان ٽائيم رکيل هو. وري اتان صادق ڏانهن وڃڻو هو. سو ان ڏينهن صادق ڏانهن وڃي نہ سگهيس.

پر رضوان سان سني ڪچهري ٿي. اڪبر مان ۽ رضوان ڪوئيٽا کي خوب گهميوسين ڪنٽونمينٽ ايريا ۾ شاپنگ سينٽر وياسين ۽ خريداري ڪئي سين.

شاپنگ سينٽر تي ماڻهن جي وڏي رش هئي.
سومر ڏينهن ٽي وي تي هڪ ٻي خبر ٻڌي تي پاڻي پٽ کان ڏهه ڪلوميٽر پري ويراني ۾ سمجهوتا ايڪسپريس ۾ ڌماڪي بعد باهه لڳي وئي. نتيجي ۾ 64 ماڻهو مري ويا ۽ ڪيترائي زخمي ٿيا. مرڻ وارن ۾ اڪثريت عورتن ۽ ٻارڙن جي هئي. ان بم ڌماڪي جو الزام ڀارت سرڪار لشڪر طيبه ۽ جيش محمد مٿان عائد ڪيو . جيڪي ڪشمير ۾ جهادي گروپن سان برسر پيڪار آهن. ان سانحي کانپوءِ خيال ڪيو ويجي ٿو ته شايد ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ ڪشيدگي وڌي ويجي ۽ وزير خارجه خورشيد محمود قصوري جو دورو ملتوي ٿي ويجي. پر هن ڀيري ان جي ابتڙ ٻنهي ملڪن جي سربراهن سنجيدگيءَ کان ڪم ورتو ۽ حالتن کي پرکيو. نتيجي ۾ قصوري جو دورو ٿي ويو ۽ ملڪي حالتن کي ڪنٽرول به ڪيو ويو قصوري صاحب ڀارتي اپوزيشن اڳواڻن اٽل بهاري واجپائي ۽ ايل ڪي آڏواڻي سان به مليو. ٻنهي ملڪن ڀاران حادثي جو اتفاق راءِ سان گڏيل تحقيقات ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو ۽ هڪٻئي سان هر مسئلي تي تعاون ۽ سهڪار ڪرڻ ۾ اڳڀرائي ڪئي وئي. اهڙي عمل سان انهن عناصرن جي سوچ کي شڪست ملي جيڪي غير ضروري مسئلا اُڀاري پاڪ ڀارت تعلقات خراب ڪرڻ جي خواهش رکن ٿا. جيڪڏهن پاڪ ڀارت مستقبل ۾ اهڙو مثبت رويو اپنايو ته ڪي به ڏکيا ڏينهن پاڪ ڀارت جي عوام لاءِ نه ايندا. ڇاڪاڻ جو سرڪاري فيصلا ۽ رويا سڀ عوام سان سلهاڙيل هوندا آهن. تنهنڪري حڪومت تي فرض آهي عوام جي سک ۽ ڀلائي خاطر سنجيده رويا رکي. جنگ ۽ هوڏ واري پاليسي ٻنهي ملڪن جي عوام لاءِ هاڃيڪار آهي.
اڱاري ڏينهن صادق سان گڏ ڪوئيٽا شهر گهمڻ لاءِ نڪتاسون. مولانا فضل الرحمان، حافظ حسين احمد جي گهرن وٽان گذرياسون ته صادق ٻڌايو ته مولوي صاحبان جا گهر ۽ مدرسا گڏ آهن. بلوچستان ۾ غربت هئڻ ڪري ماڻهو پنهنجا ٻارڙا مدرسن ڏانهن موڪلين ٿا جتي کين اسلامي تعليم سان سينگاريو ويجي ٿو. ساڻ ٽن ويلن جي ماني ۽ رهائش مفت ملي ٿي پوءِ اُهي ٻار جوان ٿي اهو سڀ ڪجهه ڪن ٿا جيڪي مدرسن طرفان حڪم ڏنو ويجي ٿو. بلوچستان ۾ ڏسڻ وٽان صرف حنه_ هوڙڪ جهيل يا زيارتِ وغيره ناهي. هي مدرسا به ڏسڻ وٽان آهن جتي مالا مال زندگيءَ کان محروم ٻارڙا اٿين ٿا لڳن ڄڻ قيد ۾ گذاري رهيا هجن. انهن ٻارڙن جي اکين ۾ لڪل خواهشون چٽيون نظر اچين ٿيون. ٻهچي ٻهچي مون هڪ ننڍڙي ٻارڙي سان ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي، جيڪو مدرسي جيَّ در تي بيٺل هو. ڇيو مانس ڇا حال اٿئي. هن ڪو به جواب نه ڏنو ڇاڪاڻ جو هو سواءِ پشتو جي اردو نه پيو ڄاڻي. هو مسلسل مون ڏانهن نهاري رهيو هو. هن جي ماٺ به پراسرار هئي. هن ننڍڙي ٻارڙي به ٽي اکر پشتو ۾ ڳالهايا جيڪي مان سمجهي نه سگهيم .اربع ڏينهن اها خبر آئي ته پنجاب جي صوبائي وزير ظل هما کي گجرانوالا ۾ قتل ڪيو ويو هڪ جنوني قاتل غلام سرور ڇهن فوٽن کان پري

فائرنگ ڪري قتل ڪري ڇڏيو. جنوني کي ڪو پڇتاءُ ڪونهي هو چوي ٿو ته عورت کي وزارت يا حڪمراني ڪرڻ جو ڪو به حق ناهي. ائين اسان جي ملڪ ۾ ڪيترائي جنوني ملندا. جيڪي عورتن کي هڪ غلام واري حيثيت ڏيڻ کان مٿي نٿا سوچن. ڪارو ڪاري سميت ملڪيت جي وارثت تان عورتن جو خون ڪري ڪيترائي جنوني سرخرو ٿين ٿا. 1988ع ۾ بينظير ڀٽو جي حڪمراني تي ڪند ذهن رکندڙ ماڻهن کي اعتراض هئا ته اسان وزير اعظم بينظير کي سلام ڪيئن ڪريون ڇاڪاڻ جو هوءَ هڪ عوْرت آهي. بهرحال آمريڪا جي پلائيءَ سان بينظير ڀٽو اقتدار ماڻيو پر ٿوري عرصي ۾ اقتدار کان محروم ٿي وئي.

هينئر حقوق نسوان وارو بل هڪ قانوني شڪل اختيار ڪري چڪو آهي. عورتن کي سيئي انساني حقن ڏنا ويا آهن. پر اهو قانون عورت کي ڪو به تحفظ فراهم نٿو ڪري سگهي. اهڙي طرح هن ملڪ جا جنوني اهڙي قانون کان بالاتر آهن. جن ڪي عورت جي حڪمراني ۾ جائز حق ڏيڻ عذاب ٿا لڳن. هو اڄ به طاقتور آهن جيڪي پنهنجا فيصلا مڙهي عورت کي ذلت ۽ رسوائي جي ڏٻڻ ۾ ٿا ڏڪن. هاڻي ظل هما جي قاتل غلام سرور جو ڇا ٿيندو هو پنج اٺ سال قيد ڪاٽي ٻاهر ايندو ۽ فاتحانه انداز ۾ سرخرو ٿي نڪرندو. جي ٿاهي نه ڇاڙهيائونس ته وري اهڙا جنوني ڪردار نئين روپ ۾ جنم وٺندا ۽ ظل هما جهڙا جاکوڙي ڪردار مرندا رهندا. مون ان وقت ٻاهر نڪري برف پوش پهاڙن جي چوٽين ڏانهن نهاريو. اها رات سموري برسات پئي هئي. مون سمجهيو ته آسمان عورت جي ناحق خون تي ڳوڙها ڳاڙي رهيو آهي. اسان جا ڳوڙها خشڪ آهن. پهاڙن ۾ سانت هئي بلند پهاڙ سواليه نشان بڻيل هئا. چوڌس چپ چپات ڪري منهنجو ساهه منجهي رهيو هو مون سعيد کي موٽرسائيڪل ڪيڍڻ لاءِ چيو. جنهن سمورن شاهراهن تي گهمايو. ٿڌڙي هير ۽ وسندڙ مينهن جي ڪٽين منهنجي جسم کي جڏهن ڇهيو پئي ته ڪي پل فرحت محسوس ڪئي. وري واپس گهر آياسين. پر مون کي سڪون نه آيو وري مونجهه ٿي پلا سڪون ڪيئن ملي. جتي هڪ هفتي اندر هڪ معصوم عورت جو قتل ڪوئيٽا ڪورٽ ۾ بم ڌماڪو ۽ سمجهو ٿا ايڪسپريس سانحي ۾ معصوم ٻارڙن ۽ عورتن جو خون وهيو هجي ڪنهن محب وطن ۽ حساس شاعر کي سڪون ڪٿي ملندو پوءِ چو نه حنه هوڙڪ يا زيارت جي برفباري وارا نظارا هجن. انهيءَ وقت سکر واپسي جو پروگرام جوڙيو. بولان جي پهاڙن کي حالتن جو درد پريو نظم ٻڌايو ڪار ڪافي تيزي سان اڳتي وڌندي رهي. مان سڪون جي تلاش لاءِ بلوچستان جا خوبصورت منظر ڏسڻ ويم. پر مون ڪورٽ بم ڌماڪي وارا منظر ۽ معصوم ماڻهن جو ويڙيل سسيون ڏسي دردن جي سوغات دل ۾ سمائي واپس سکر اچي پهتس.

**تاريخ :** 28_2_2007

# آمريڪي سياست تي گوربا چوف جي طائرانا نظر

تازو ” دي گارڊين“ ۾ سوويت يونين جي آخري سربراه ميخائل گوربا چوف جو عالمي تناظر ۾ لکيل مضمون ”نئين سرد جنگ کان پاسو ڪيئن ڪجي“ ڇپيو آهي. جنهن ڪي پڙهي آمريڪا جي جنگي سوچ ۽ ان جا ٻين ملڪن تي پوندڙ اثرن بابت سني ڄاڻ ملي ٿي. 1980ع ۾ گوربا چوف روس اندر پرسترائيڪا جي نالي سان سڏارا آندا جنهن سان اوڀر يورپ ۾ سوويت ڪميونسٽ پاور ۾ گهٽتائي ٿي ۽ مارڪيٽ اڪانامي ۾ ويسٽ ۽ آمريڪي اتحاد سان سوويت يونين مقابلو ڪائي نه سگهيو. ان ڪان پوءِ رڳو هڪڙي وٽ هئي جنهن سان سوويت يونين کي متحد رکي سگهجي پيو. يعني پارٽي آمريت کي ختم ڪري ڪميونزم کي بين الاقوامي اشتراڪي ڏارا سان ڳنڍڻ _ گوربا چوف شايد انهيءَ مقصد کي سوويت يونين جي اندر ئي حاصل ڪرڻ پئي گهريو. پر حالتون ان جي ابتڙ ويون. وقت گهٽو اڳتي نڪري ڇڪو نتيجي ۾ سوويت يونين ٽٽڻ لڳو. جلد ئي پندرنهن ملڪ آزاد ٿي ورهائجي ويا. آخر گوربا چوف پنهنجي عهدي تان استعيفيٰ ڏئي ڇڏي

گوربا چوف سوويت يونين جي ٽٽڻ کانپوءِ ملڪي سياست کان ڪناره ڪش ٿي مختلف عوامي دفاعي منصوبن تي ڪم ڪري رهيو آهي. عورتن ۽ نوجوان جي فلاح لاءِ هڪ سوشل ورڪر طور ڪم ڪري پيو، هن جو چوڻ آهي ته هن وقت دنيا ۾ عورتن اڳيان ڪيترائي مسئلا درپيش آهن. عورتون ۽ ٻار ڪيترن ئي مسئلن جي ٻاهه ۾ سڙي رهيا آهن. تن لاءِ ڪم ڪندي دلي سڪون ملي رهيو آهي. سندس ڏاهپ کان اسين سڀ واقف آهيون. گوربا چوف پنهنجي مضمون ۾ لکيو آهي: ” آمريڪا جي موجوده قيادت جيڪڏهن دنيا کي فتح ڪرڻ وارا جنگي ادارا قائم رکيا ته اها هڪ ڄاڻي واڻي غلطي هئڻ سان گڏ ڪنهن وڏي تباهي جو سبب بڻبو“هي جملو پنهنجي پر ۾ هڪ وڏي اهميت رکي ٿو. جنهن کي

دنيا جا سياسي ڏاها آمريڪا لاءِ گوريا چوف جي نيڪ نيتي واري صلاح ڏيڻ جي برابر سمجهن ٿا. پر آمريڪا جو صدر بش دنيا کي فتح ڪرڻ جو خواب سايبان ٿيڻ تائين دنيا مٿان جنگ جي تلوار لٽڪائيندو رهندو.

آمريڪا جو ايران خلاف سلامتي ڪائونسل ۾ قرارداد پاس ڪرائڻ لاءِ زور ڏيڻ ۽ ساڻ جنگ جون ڌمڪيون ڏيڻ عراق ۾ صدام کي ڦاهي چاڙهڻ وارو عمل آمريڪا جي خطرناڪ ارادن جي نشاني آهي. عراق ۽ افغانستان ۾ امن قائم ڪرڻ جي نالي هزارين فوجي موڪلي انهن ملڪن تي قبضا ڪري اتان جي عوام کي چٽي چيپاٽي پنهنجي حڪمراني قائم ڪرڻ، شام، لبنان، سعودي عرب ۽ پاڪستان جي حڪومتن تي مسلسل دٻاءُ وجهي هيسائي پنهنجا سياسي مفاد حاصل ڪرڻ صوماليا سوڊان ۽ نائيجيريا جي حڪومتن کي ختم ڪرڻ جو مسلسل ڪوششون ونڻ ۽ اتي پنهنجون ڪٺ پتلي حڪومتون قائم ڪرڻ لاءِ انهن ملڪن مٿان بمباري ڪري ساڻ اقتصادي پابنديون هڻي ڪمزور ڪرڻ، لبنان ۾ حزب الله، فلسطين ۾ حماس جي عوامي تنظيمن سان مسلسل جنگ واري حالت ۾ رهڻ، ڪيوبا ۽ وينزويلا جي حڪومتن کي سي آءِ اي ذريعي ختم ڪرڻ لاءِ اپاءُ ونڻ . اتر ڪوريا خلاف اقتصادي پابنديون مڙهڻ جا دڙڪا ڏيڻ. پاڪستان مٿان 9/11 ڪان پوءِ آمريڪا سان دهشتگردي خلاف جنگ ۾ سهڪاري هجڻ جي باوجود دٻاءُ وجهڻ وارا آمريڪي ارادا يقينن آمريڪا لاءِ ڪي گهري ڪڏ ۾ وجهي ڪيرائيندا. يا گوريا چوف جي لفظن موجب تہ " آمريڪا وڏي تباهي جو سبب بڻبو"

صدر بش پنهنجي جنگجو ايجنڊا کان پوئتي هٽڻ لاءِ ڪنهن بہ طرح تيار ناهي ائين ٿو لڳي تہ هو پنهنجي صدارت واري مدت پوري ٿيڻ کان اڳ ۾ پوري دنيا ۾ قتل و غارت جي بازار گرم ڪرڻ ٿو چاهي. سندس ارادن مان صاف ظاهر آهي تہ هو دنيا ۾ امن امان وارا مسئلا پيدا ڪري پنهنجا مقصد حاصل ڪرڻ چاهي ٿو. گوريا چوف اڳتي هلي لکي ٿو تہ " آمريڪا کان ٻاهر ڪٿي بہ ڏسنديئو تہ آمريڪا خلاف اوهان کي منفي تاثر ملندو. ان تاثر جو وڏو سبب اهو آهي تہ آمريڪا اڃا تائين پنهنجي پراڻي موقف ۽ نقطہ نظر تي قائم ۽ بضد آهي. ائين ٿو محسوس ٿئي جڻ بش حڪومت پوري دنيا کي اهو ڏيکارڻ ٿي چاهي تہ حالتن تي اڃان بہ سندن گرفت مضبوط آهي. صدر بش جا تازا بيان ۽ ان جي اڳرائي وارا منصوبا زير بحث آهن. ان مان خبر پوي ٿي تہ بش پنهنجي موقف تي سختي سان قائم دائم آهي. "

تازو بش حڪومت عراق ۾ نئين پاليسي سينيٽ جي خارجا ڪميٽي آڏو پيش ڪئي آهي جنهن پاليسي کي آمريڪي سينيٽ مسترد ڪري ڇڏيو. ان پاليسي کي اڳرائي واري پاليسي سڏيندي آمريڪي سينيٽر جوزف بائيڊن جو چوڻ آهي تہ اهڙي پاليسي کي رد ڪرڻ جو سبب صدر بش کي هڪ تمام وڏي

غلطي کان بچائڻ آهي. ٻي پاسي بش حڪومت جي ترجمان اهڙي رد عمل جي جواب ۾ چيو تہ قرارداد تي عمل در آمد ڪرڻ صدر بش لاءِ ضروري ناهي. هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ جيڪڏهن صدر بش پنهنجي ملڪ جي اعليٰ آئيني ادارن جي قراردادن جو احترام نہ ڪري ۽ پنهنجي من ماني ڪندو تہ پوءِ جنگي جنون ۾ قاتل صدر بش کي ڪير روڪيندو! دنيا لاءِ خطرا وڌي ويندا ڇاڪاڻ تہ هاڻي ڪيترائي ملڪ هٿياربند ۽ ايٽمي قوت جا مالڪ بڻجي چڪا آهن ۽ اهي هاڻي آمريڪا جي پرواهہ نہ ڪندا. ان حوالي سان گوربا چوف لکي ٿو تہ " موجوده بش حڪومت جا عزائم واضح ۽ نظر اچن ٿا تہ هو نئين ايندڙ صدر لاءِ عالمي تناظر ۾ هڪ اهڙو ورثو ڇڏي وڃي جو نئون صدر اهڙين پاليسين کي قائم رکڻ تي مجبور ٿي پوي ۽ تنهنڪري صدر بش جي موقف ۽ نقطہ نظر ۾ ڪنهن بہ قسم جي تبديلي ناممڪن آهي.

ان حوالي سان آمريڪا اندر ڊيموڪريٽڪ ميمبرن ۽ عوام سميت خود ريپبلڪ پارٽي جا ميمبر بہ صدر بش کي مايوسي جي نگاهہ سان ڏسي رهيا آهن. هو دنيا اندر جنگي ڏوهن جو مرتڪب تي شخصي آمريت ٿو پيو رهيو آهي. آمريڪا اندر صدر بش سان عوام جي نفرت جو مثال تہ گذريل وچ مدي وارين چونڊن ۾ رياست ڊڪوٽا ۾ هڪ عورت ڪامياب قرار ڏني وئي جيڪا چونڊن کان اڳ فوت ٿي چڪي هئي. جنهن ڊيموڪريٽڪ جي ٽڪيٽ حاصل ڪئي هئي. ماڻهن کي ان جي وفات جو علم بہ هو . پر انهن بش جي اميدوار کي چونڊون ۾ ڪيرائي مئل اميدوار کي فتح سان همڪنار ڪيو. 9/11 واري واقعي کانپوءِ صدربش جنهن انتقامي جذبي سان ليس ٿي مسلمانن خلاف ڪروسيڊ جنگ جو آغاز ڪيو هو ان عمل سان هٽلر جهڙي جنگي جنون رکندڙ کي بہ پوئتي ڇڏي ويو آهي. بش جي دور ۾ ٿيل ظلمن ۽ ڏوهن بابت عالمي عدالت پاران ضرور تحقيقات ٿيڻ گهرجي ان سلسلي ۾ گوربا چوف لکي ٿو " اسلامي ملڪن لاءِ پاڻ کي نئين حقيقتن مطابق سمائڻ ۾ مشڪل پيش اچي رهي آهي. جديد تقاضائن سان گڏ مطابقت جو عمل جاري رهندو. هي عظيم تهذيب يقينن دنيا کان پاڻ کي مجرائيندي. تنهن ڪري ان سان عزت ۽ احترام وارو رويو اپنايو وڃي." اهو اڳتي هلي لکي ٿو. آمريڪا کي عراق جي ڏبڻ مان ٻاهر نڪري اچڻ کپي هن خطي ۾ هڪ نئين پاليسي تي عمل پيرا ٿيڻ جي ضرورت آهي. ان لاءِ پهريون قدم جيڪو کڻڻو آهي سو امن وارين ڳالهين جو سلسلو ٻيهر شروع ڪيو وڃي جتان ختم ٿيو هو. ان حقيقت کي سنجيدگيءَ سان ڏسڻ گهرجي. انهن ڳالهين ۾ پاڙيسري ملڪن خاص ڪري ايران ۽ شام جي شموليت ضروري آهي. جيڪڏهن آمريڪي قيادت دنيا ۾ موجوده حقيقي حالتن کي ڏسڻ جي بصيرت ۽ حوصلو رکي ٿي تہ هو طاقت جي زور تي پنهنجا شرط مڃائڻ بدران تعاون ۽ ڳالهين ٻولهين جو رستو اختيار

ڪرڻ کي ترجيح ڏي“

آمريڪا جي جيڪڏهن روس جي تعلقاتن تي نظر ڊوڙائبي تہ اهي بہ ڪشيده نظر اچن ٿا. وقتي طور ڪنهن مجبوريءَ تحت ان ۾ تحمل ضرور نظر اچي ٿو پر دليون ٽٽڙيون ناهن ٿيون. ان جو مثال جارجيا ۽ روس جا خراب تعلقات آهن. آمريڪا روس جو گهيرو تنگ ڪرڻ شروع ڪري ڏنو آهي. جارجيا ۾ آمريڪا فوجي اڏو ۽ يوڪران ۾ نيٽو جو فوجي اڏو ۽ ساڻ ٻين سابق سوويت رياستن ۾ نيٽو فوج جي تعيناتي سبب روس کي چيڙائڻ جو سامان مهيا ڪيو آهي. آمريڪا پيوٽن طرفان روس جي تيل واري صنعت کي قومي تحويل ۾ وٺڻ ۽ تيل جي واپار ۾ ڊالر جي هڪ هٽي ختم ڪرڻ سبب ناراض آهي. روس جي اهڙي اعلان سان تيل جي صنعت تي ڊالر جي هڪ هٽي ختم ٿي آهي. روس جي ان قدم سان آمريڪا جي معيشيت متاثر ٿي آهي ۽ ڪيترائي سرمائيدار جيڪي بئنڪن ۾ ڊالر ڪٺي ڪرڻ تي مجبور هئا اهي هاڻ روبل جمع ڪرڻ تي مجبور ٿي پيا آهن. ولاد يمير پيوٽن هڪ زبردست روسي قومپرست اڳواڻ آهي. جنهن پنهنجي ملڪ جي آزادي ۽ خودمختياري ۽ تحفظ جو وچن ڪيو آهي. اهو ئي رستو صدر بش جي ارادن سان ٽڪرائجي ٿو. تنهن ڪري گذريل سال ايڊورڊ شيوارڊ ناڊزي جو تختو اونڌو ڪري ساڪش ميخائل ولي کي جارجيا جي اقتدار تي ويهاريو ويو. هن صاحب اقتدار ۾ اچي روس جي چئن فوجي آفيسرن کي جاسوسيءَ جي الزام هيٺ گرفتار ڪري ورتو. روسي صدر پيوٽن فوجي آفيسرن جي گرفتاري تي اقوام متحده سان احتجاج ڪري سندس جلد آزاديءَ جو مطالبو ڪيو. صدر بش سان وائيٽ هائوس ۾ فون تي ڳالهائيندي سخت لهجو استعمال ڪندي چيائين تہ جيڪڏهن بش انتظاميا روس ۽ جارجيا جي معاملن ۾ ٽنگ اڙائيندو تہ ان کي جارجيا پاران تباهہ ڪن پاليسين جي حمايت سمجهيو ويندو. ان حالت ۾ خطي ۾ امن خراب ٿي سگهي ٿو. پيوٽن جو صدر بش کي سختي سان فون ڪرڻ مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ جارجيا جي پوئتان لڪل شرارتي هٿ ڪنهن جا آهن اهڙيءَ طرح روسي فوجي آفيسر روسي سخت دٻاءَ تحت آزاد ٿيا. روس جي سلامتي وارين حالتن کي مدنظر رکندي ۽ آمريڪي اڳرائي واري پاليسي کي اڳيان رکندي روس وسطي ايشيا جي اهم رياستن ۽ چين جي الحاقيل سيڪيورٽي الائينس ۾ شموليت اختيار ڪئي آهي. جڏهن تہ آمريڪا هن خطي ۾ پنهنجو اثر رسوخ قائم رکڻ جو خواهشمند آهي.

ٻي طرف هن خطي ۾ شنگهائي تعاون تنظيم، آمريڪي مفادن جي راهہ ۾ وڏي رڪاوٽ آهي. آمريڪا هن خطي تي پنهنجو ڪنٽرول قائم رکڻ لاءِ دهشتگردي خلاف جنگ وارو نعرو بہ استعمال ڪري رهيو آهي. جڏهن تہ ايشيا جون طاقتون ان عمل خلاف آهستي آهستي گڏ ٿي رهيون آهن. گذريل آگسٽ ۾ روس ٻن اڳوڻين سوويت رياستن سان گڏجي جنگي مشقون ڪيون. جنهن لاءِ چيو

وچي ٿو تہ اهي مشڪون آمريڪا، اسرائيل پاران ممڪنہ ايران تي حملي ۽ وڏنڊڙ جنگي خطري کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪيون ويون آهن. گذريل سال روس ۽ چين پنهنجا پراڻا اختلاف وساري آمريڪي جنگي عزم خلاف گڏيل مشقون ڪيون. ڀارت ۽ روس هن سال سيپٽمبر مهيني ۾ گڏيل فوجي جنگي مشقون ڪرڻ جو باضابطا اعلان ڪيو آهي، جيڪي ڏکڻ ايشيا جي حوالي سان اهم هونديون . ان حوالي سان ڀارت جي طاقت کي محسوس ڪندي چين سڀ اختلاف ڀلائي گذريل سال چيني صدر هوجن تائو ڀارت جي اهم دوري تي آيو. جتي ڀارت سان دفاعي ۽ اسٽريٽجڪ معاهدا ڪيا. ان کانپوءِ روسي صدر پيوٽن ڀارت جي دوري تي آيو جنهن پنهنجي روايتي دوستي جو بار ڀارت کي محسوس ڪرايو. اتي ڀارتي ۽ روسي اڳواڻ آمريڪي جنگي عزائم خلاف مضبوط بند ٻڌڻ لاءِ هڪ بلاڪ ٺاهڻ جي تجويز رکي. صدر پيوٽن ڀارتي اڳواڻن آڏو اهو جواز رکيو تہ ان بلاڪ ٺهڻ سان ايشيائي ملڪ آمريڪا جي اڳرائي کان محفوظ رهندا. ان حوالي سان ٽنهي ملڪن جي خارجہ وزيرن جي وچ ۾ مذاڪرات جي تاريخ 14 فيبروري طئي ٿي آهي. جنهن ۾ ايشيائي بلاڪ ٺهڻ لاءِ تجويزون ورتيون وينديون . جنهن کان پوءِ انهن راين ۽ تجويزن جي روشني ۾ روسي ۽ ڀارتي اڳواڻ فيصلو ڪندا. مضمون جي آخر ۾ ميخائيل گورباچوف لکي ٿو تہ روس ۾ جمهوري انقلاب جو سفر پنهنجي تمام تر مسئلن جي باوجود اڳتي وڌي رهيو آهي. عالمي سياست جي منظر نامي تي هڪ نئون ۽ طاقتور کلاڙي تيزي سان پنهنجي جاءِ ٺاهي رهيو آهي. 90 جي ڏهاڪي ۾ جڏهن منهنجو ملڪ مشڪل حالتن مان گذري رهيو هو تہ مون چيو هو تہ روس جون سڀ مشڪلاتون يقيني طور تي جلد ختم ٿي وينديون ۽ روس ٻيهر پنهنجي پيرن تي بيهندو ۽ اڳيان وڌندو سيڪجهہ هاڻ مان پنهنجي اکين سان ڏسان ٿو. روس نئين طاقتور مُلڪ طور ابرڻ ۽ پنهنجي مفادن جي تحفظ جو عزم ۽ عالمي معاملن ۾ مناسب ڪردار ادا ڪرڻ جي صلاحيت رکي ٿو اڄ جي نئين عهد ۾ اسان رجعت پسندي جا متحمل ٿي نٿا سگهون. ان حوالي سان فڪر ۽ تشويش جا ڪيترائي سبب موجود آهن. پر تاريخ ڪڏهن بہ ٻهريان کان طئي شده ناهي ٿيندي، دنيا هڪ نئين تقسيم ۾ هڪ نئين محاذ آرائي کان رهي نہ سگهندي" گورباچوف چواڻي تہ جيڪڏهن دنيا ۾ هڪ نئين تقسيم ۽ محاذ آرائي ٿيندي ۽ پاڪستان بہ ان جي لپيٽ ۾ ايندو تہ پوءِ هن ڀڃائي، سچل، روحل جي ڀونءِ جي بقا جو آپشن ڪنهن وٽ بہ موجود هوندو. چاڪاڻ تہ ايشيا ۾ وڏي اٿل پٿل جو اثر سنڌ تي ضرور پوندو.

تاريخ : 4_2_2007

# مهاتير محمد
# جي آمريڪا تي تنقيد
# ۽ نوبل امن ايوارڊ بابت خدشا

بوسينا جي سول گروپس پاران ملائيشيا جي سابق وزيراعظم ڊاڪٽر مهاتمير محمد کي نوبل امن ايوارڊ 2007ع لاءِ نامزد ڪيو ويو آهي، مهاتمير محمد جي نامزدگي بوسينا ۾ خانہ جنگي جي خاتمي کانپوءِ بوسنيائي عوام لاءِ ڪيل خدمتن جي عيوض ڪئي آهي. ڪجھہ ڏينهن اڳ مقامي اطلاع موجب بوسينا جي چار سول رائيٽس گروپن جن جي قيادت سابق صدر عجب جينڪ ڪري رهيو آهي. ان ڊاڪٽر مهاتير محمد کي نوبل امن ايوارڊ لاءِ نامزد ڪيو آهي. مٿين گروپن پنهنجي نامزدگي واري منظوريءَ کانپوءِ مهاتير محمد جو نالو نوبل امن ايوارڊ ڪاميٽي ڏانهن موڪلي ڇڏيو آهي ايوارڊ ڪاميٽي ڏانهن تفصيل موڪليندي مهاتير محمد کي ترقي پذير دنيا جو سڀ کان وڏو بهادر وڪيل قرار ڏنو ويو آهي سندس انسان ذات لاءِ ڪيل خدمتن کي بوسنيائي عوام وساري نٿو سگهي. ڊاڪٽر مهاتير محمد جي مهانتا کي مان ڏيندي نوبل امن ايوارڊ نامزدگي وارو اعزاز بخشيو ويو آهي. مهاتير محمد جي دور اقتدار ۾ ملائيشيا پاران بوسنيا کي اقتصادي، مالي امداد انساني بنيادن سبب فراهم ڪئي. نوبل امن ايوارڊ جون نامزدگيون وصول ڪرڻ بابت اطلاع آهن تہ ناروي جي گادي واري هنڌ اوسلو ۾ نامزدگي وصول ڪرڻ جي آخري تاريخ پهرين فيبروري مقرر ڪئي وئي هئي. نوبل امن ايوارڊ ماڻڻ وارن عظيم ماڻهپي وارين شخصيتن جي نالن جو اعلان هن سال جي آڪٽوبر مهيني ۾ متوقع آهي. جڏهن تہ نوبل امن ايوارڊ ڏهين ڊسمبر 2007 ع تي ڏنو ويندو. هن سال دنيا مان مختلف شعبن ۾ خدمتون سرانجام ڏيندڙ شخصيتن جا نالا وصول ٿيا آهن. جن ۾ اڪياسي سالن جو پوڙهو ۽ پرعزم ڊاڪٽر مهاتير محمد جو نالو بہ انهيءَ فهرست ۾ شامل آهي.

ڊاڪٽر مهاتير محمد 1925ع ۾ ملائيشيا جي ننڍڙي ڳوٺ ۾ جنم ورتو.

مهاتير محمد نون پيٽ ۾ پائرن ۾ سڀ کان ننڍو هو. هن ابتدائي تعليم ملائيشيا ۾ حاصل ڪرڻ کانپوءِ ميڊيڪل جي ڊگري سنگاپور ۾ ورتي پيشي جي لحاظ کان مسيحا آهي پر هي صاحب سياست کي مقدس سمجهي عوام لاءِ مسيحا بڻجي ميدان تي نڪري آيو. انهيءَ ڪري عوام ۾ عزت ماڻيائين. سياسي ميدان ۾ 22 سال عوام ۽ ملڪ جي خدمتن عيوض دنيا ۾ شهرت ملي 1959ع ۾ پهريون پيرو ذاتي استعمال لاءِ ڪار خريد ڪئي ائين وزارت اعظميٰ وارن شروعاتي ڏهاڙن ۾ مهاتير محمد پنهنجي سرڪاري اختيارن ۾ زبردست اضافو آندو. سندس پارٽي UMNO يونائيٽيڊ مالي نيشنل آرگنائيزيشن اڄ به ملائيشيا جي اقتدار تي حاوي آهي. جاپان پاران مهاپاري لڙائي ۾ آڻ مڃڻ کان پوءِ يورپي طاقتن جڏهن پنهنجي بالادستي پيهر قائم ڪرڻ لاءِ فوجون هن خطي ۾ موڪليون ويون ته زبردست جنگيون شروع ٿي ويون. تنهن هوندي به ڪن حالتن ۾ آزادي پر امن نموني ملي وئي. آمريڪا پنهنجي جنگ کان اڳ واري واعدي تي پورو لهندي 1946ع. 7. 4 تي فلپائن کي آزادي ڏني. جنهن برطانيا ان سلسلي ۾ اڳيرو ٿي 1948ع. 01. 4 تي برما کي 1957. 8. 31 تي ملائيشيا کي ۽ 1946. 8. 9 تي سنگاپور کي آزاد ڪري ڇڏيو.

31 آگسٽ 1957ع تي آزادي ماڻيندڙ ملائيشيا جي هن وقت آبادي 2.18 .20 .000 آهي. جڏهن ته ملڪ جي پکيڙ 3,29,749 چورس ڪلوميٽر آهي. ملڪ جي 80 سالا تاريخ جو گهڻو اقتدار مهاتير محمد ماڻيو آهي پنجاهه سالن جي ترقي کي ڏسي محسوس ٿئي ٿو ته واقعي اتان جي اڳواڻن ملڪ ۽ عوام جي ڀلائيءَ لاءِ ڪم ڪيا آهن. مهاتير محمد جو ملائيشيا جي ترقي وارو عزم هڪ نئين ايشيا جي تعمير جو هو. هن جو چوڻ آهي ته اسان ( ملائيشيا ) ايشيا کنڊ لاءِ هڪ ماڊل جو درجو رکون ٿا. ڇاڪاڻ جو ايشيا جي گهڻن ملڪن ۾ جمهوريت جو فقدان آهي. ڪيترائي ملڪ غير مستحڪم ۽ فوج جي ماتحت آهن. مهاتير محمد پنهنجي ٻاويهه سالن جي اقتدار دوران پاڙيسري ملڪن سان ڀائپي وارو رويو رکي ملائيشيا کي جنگ ۽ جهيڙي کان پري رکي صنعتي ۽ واپاري لحاظ کان سگهارو بڻايو ايتري قدر جو صنعت ۽ واپار جي حوالي سان " ايشين ٽائيگر " جو خطاب به ماڻي چڪو آهي. اهو مهاتير محمد جي ڪاوشن جو ڪمال هو جو هن صاحب عالمي اقتصادي منڊي ۾ جاءِ ٺاهي ملائيشيا جو نانءُ اونچو ڪيو. ڪوالالمپور ۽ پتراجايا جهڙا خوبصورت شهر، خوبصورت آرڪيٽيڪٽ هيٺ ڪري دنيا ۾ مشهور آهن جديد طرز تعمير ۽ بلند و بالا عمارتون شاندار حال جي عڪاسي ڪن ٿيون. اهي سڀ ڪاميابيون ۽ ڪامرانيون مهاتير محمد جي بدولت مليون آهن. ٿي سال اڳ ۾ جديد ملائيشيا جي معمار مهاتير محمد حڪومت جون واڳون عبدالله بداوي جي حوالي ڪيون آهن. مهاتير محمد جڏهن

وزيراعظم جو عهدو سنڀاليو هو تہ ان وقت ملائيشيا جي عوام آڏو وچن ڪيو هئائين تہ ملائيشيا کي هڪ مضبوط معاشي ملڪ بڻائيندو. جنهن سان عوامي خوشحالي ايندي. مهاتير محمد پنهنجو واعدو پورو ڪري ڏيکاريو اڄ ملائيشيا صنعتي طور ترقي يافتہ ملڪن جي صف ۾ بيٺل نظر اچي ٿو. مهاتير محمد پڙهيل ڳڙهيل ساڃاهہ وند ۽ مثبت سوچ رکڻ وارو انسان آهي. علم ۽ ادب جي حوالي سان هو سٺي ڄاڻ رکي ٿو. دنيا جي سڀني علمن جي ڄاڻ اٿس. ڪيس ذاتي لائبريري آهي جنهن ۾ اسلامي ڪتابن جو بہ هڪ وڏو ذخيرو موجود آهي مهاتير محمد جي خدمتن بدولت ميگا پروجيڪٽس جي تڪميل سميت معاشي، اقتصادي استحڪام سبب ايندڙ اڌ صديءَ تائين ڪنهن بيروني امداد جي ضرورت نہ پوندي.

ملائيشيا جي معيشيت جو دارومدار ربڙ جي پيداوار ۽ هارڊويئر ڊسڪ تيار ڪرڻ تي آهي. ڊسڪ جي سپلاءِ سموري دنيا ۾ ٿئي ٿي جنهن سبب ملڪي سطح تي وڏو ناڻو ڪمايو وڃي ٿو ڇاڪاڻ جو ملائيشين ميڊ هارڊ ڊسڪ جي مارڪيٽ ۾ وڏي طلب آهي. انهيءَ سبب ڪري هارڊ ڊسڪ تيار ڪرڻ ۾ ملائيشيا دنيا ۾ پهريون نمبر ملڪ ليکيو وڃي ٿو. عمارت ۽ پيٽرن ٽاورز دنيا ۾ بلند ترين عمارتن ۾ ڳڻي وڃي ٿي. مهاتير محمد جي دور ۾ بلند ۽ بالا عمارتن. شاهراهن. پاڻيءَ جي ذخيرن. ايئرپورٽس، رانديڪن جا اسٽيڊيم، جديد خوبصورتي جو ڏيک ڏين ٿا. اسڪول، ڪاليج، اسپتالون جديد طرز تعمير جو نمونو آهن. اهڙي ترقي ڏسي لڳي ٿو تہ مهاتير محمد ملائيشيا جي ترقي بابت طائرانا نظر رکندي پئي آيو 1998ع ۾ مهاتير محمد پنهنجي ڪئبنيٽ جي ڊپٽي وزيراعظم کي رشوت ۽ اقربا پروري جي شڪايتن تي معطل ڪري ڪيس پندرنهن سالن لاءِ جيل موڪلي ڇڏيو. مهاتير محمد زندگيءَ ۾ سمجهوتي ڪرڻ جو قائل ناهي. هو برائيءَ کي جڙ کان پٽي ڦٽي ڪرڻ جو عادي آهي. جتي بہ خرابي نظر ايندس ان کي پاڙان پٽي ڦٽو ڪندو آهي سال 2001ع ۾ ملائيشيا مٿان سيڪيولر اسٽيٽ جي ڇاپ لاهي سرڪاري سطح تي اسلامي مملڪت جو نالو ڏنو پر سندس حڪومت اسلامي معاملن ۾ لبرل رهندي پئي آئي.

هن وقت عبد الله بداوي جي حڪومت آهي. جتي سخت گير سني ازم ابري رهيو آهي. عورتون اڳ بہ نقاب پائيندڙيون هيون. پر هينئر سختي سان ان سلسلي ۾ قدم کنيا ويا آهن ساڻ گروهي مسئلا ابري رهيا آهن. عبد الله بداوي چيني اقليتي ماڻهن کي ٽاپ ڪرمنل فائٽر قرار ڏنو آهي جنهن سان حڪومتي معاملن ۾ گڙٻڙ پيدا ٿي پئي آهي. مذهبي شدت پسند عناصر حڪومت مٿان حاوي ٿيندي نظر پيا اچن ۽ حڪومت لاءِ چئلينج بڻبا ٿا وڃن. تنهن ڪري مسلم لبرل مهاتير محمد ملڪي سياسي نظام کان مايوس ٿي فلاحي ڪمن ۾ مصروف ٿي ويو آهي.

مهاتير مهمد پنهنجون مصروفيتون ان بيڪري حوالي ڪري ڇڏيون آهن. جيڪا بيڪري وزارت اعظميٰ جي ڪرسي ڇڏڻ کانپوءِ لنگ ڪادي جي جزيري ۾ کولي وئي آهي جيڪا پنهنجي ڪاروباري افاديت جي حوالي سان اهم آهي. مهاتير محمد ملائيشيا جي صورتحال تي تنقيد ڪندي چيو آهي تہ جيڪڏهن ملائيشيا پنهنجي موجوده رويي ۾ تبديلي نہ آندي تہ ملائيشيا لاءِ ايندڙ ڏينهن وڏا افسوسناڪ هوندا. طاقتور ملڪ اسان کي ڪچلي ڇڏيندا.

مهاتير محمد تازو هڪ حيران ڪندڙ بيان ڏنو آهي ان بيان آمريڪا، برطانيا، آسٽريليا سميت سموري دنيا کي حيران ڪري ڇڏيو آهي. جنهن سان خدشا پيدا ٿي پيا آهن تہ ڪٿي نوبل امن ايوارڊ لاءِ نامزد مهاتير محمد جو نالو ان فهرست مان اڳواٽ ئي خارج ٿي وڃي. ڇاڪاڻ جو مهاتير محمد جي تنقيد آمريڪا ۽ برطانيا کي سخت ڪاوڙائي وڌو آهي. مهاتير محمد ان بيان ۾ آمريڪا جي صدر بش ۽ برطانوي وزيراعظم ٽوني بليئر کي جنگي مجرم ۽ معصوم ٻارڙن جو قاتل قرار ڏيندي چيو آهي تہ آمريڪا ۽ برطانيا جي جنگجو پاليسين سبب دنيا جو امن خطري ۾ پئجي ويو آهي. صدر بش ۽ وزيراعظم ٽوني بليئر خلاف جنگي ڏوهن جو مقدمو هلائڻ گهرجي انهن ٻنهي ظالم حڪمرانن جيڪي هن وقت تائين دنيا جي مظلوم ماڻهن سان ويل وهايا آهن اهي صدام حسين جي ڦاهي کان بہ وڌيڪ هاڃ ڏاريندڙ آهن. آسٽريليا ئي وزيراعظم جان هاورڊ بہ ان ظلمن ۾ شريڪ آهي. جان هاورڊ آمريڪي ۽ برطانوي حاڪمن اڳيان ڪٺ پتلي وارو ڪردار ادا ڪري رهيو آهي. مهاتير آمريڪي ۽ برطانوي حاڪمن جي جرمن خلاف هڪ اعليٰ ڪميشن جوڙيندو. جنهن جو دفتر ڪوالالمپور ۾ قائم ڪندو. ان ڪميشن ذريعي جنگي مجرمن خلاف فرضي عدالت قائم ڪري مقدما هلايا ويندا. انهن مقدمن ۾ مجرمن کي پنهنجي صفائي جو موقعو ڏنو ويندو. تنهن کانپوءِ انهن مقدمن جي روشني ۾ مجرمن کي فرضي سزا ڏني ويندي. اها سزا فرضي ضرور هوندي پر تاريخ ۾ انهن ظالمن جو نالو مجرمن جي فهرست ۾ لکيو ويندو.

ان قسم جا تاريخي فيصلا، تاريخ ساز شخصيتون سرانجام ڏينديون آهن. ظالمن سان وڙهي نہ سگهڻ جي صورت ۾ نفرت جو علامتي اظهار فرضي عدالت قائم ڪري سزا ڏيڻ بہ ڪافي آهي ۽ پنهنجي ضمير آڏو انصاف پريو عمل آهي جنهن سان آمريڪي سامراجيت جو نشانو بڻجندڙ مظلوم عوام سهمت آهي. ان ۾ ڪو شڪ ناهي تہ مهاتير محمد هڪ تاريخ ساز شخصيت آهي ۽ هڪ نوبل امن ايوارڊ جو لائق ۽ مستحق بہ آهي.

تاريخ : 13_2_2007

# صوماليا ۾ آمريڪي اڳرائي

آمريڪا جو اهو مائينڊ ٺهجي چڪو آهي تہ هو جتي بہ مسلم ملڪن کي اقتصادي، معاشي ۽ سياسي طور سگهارو ٿيندي ڏسي ٿو تہ هو انهن ملڪن جي پوئتان لٺ کڻي نڪري پوي ٿو. آمريڪا پنهنجي مفادن کي هميشہ جيان اوليت ڏيئي انهن ملڪن کي پاڻ لاءِ خطرو سمجهي القاعده جي دهشتگردن جي مدد ڪرڻ وارا سمورا الزام هڻي انهن ملڪن کي ٻيجاري ڌمڪائي حملا ڪري انهن کي اسرڻ کان اڳ ۾ئي چيپاڻي ٿو ڇڏي. ان جو تازو مثال صوماليہ مٿان آمريڪي بمباري جي صورت ملي ٿو. آفريڪا کنڊ جي هن ڪمزور ترين ملڪ تي القاعده جي دهشتگردن جي مدد جو الزام هڻي حملي جو جواز پيدا ڪيو آهي. آمريڪا ٻن القاعده سان واسطو رکندڙ دهشتگردن کي مارڻ جو سبب ٻڌائي حملو ڪيو. جن تي ڪينيا ۽ تنزانيا ۾ آمريڪي سفارتخانن تي ڪار بم ڌماڪن سان اڏائڻ جو الزام هيو. آمريڪا جا اڳ ۾ بہ صوماليا جي حاڪم جماعت اسلامڪ ڪورٽس يونين تي الزام آهن تہ اهي القاعده جي نيٽ ورڪ کي مظبوط بڻائي رهيا آهن. صوماليا جي ڏاکڻي ساحلي علائقي ۾ واقع راس ڪمبوني جزيري ۾ القاعده پنهنجو خفيہ اڏو قائم ڪري آفريڪا کنڊ ۾ القاعد جي سرگرمين کي مانيٽر ڪري رهيو آهي. ان ڪيمپ ۾ اسلامي جنگجوئن کي دهشتگردي جي سکيا ڏني ويچي ٿي. تازو صوماليا تي حملي واري ڪارروائي جبوتي ۾ قائم آمريڪي ايئربيس تان 130 AC گن شپ جهاز پاران ڪئي وئي. ان ڪارروائيءَ ۾ ڪيترائي صومالي شهري مارجي ۽ زخمي ٿي پيا. آپريشن ۾ آمريڪي فضائيہ جي مدد لاءِ بحيره عرب کان آمريڪا جهاز آئزن هاور کي بہ نڪاڻن تي حملي لاءِ روانو ڪيو ويو. ان حملي ۾ آمريڪا جو اصل ٽارگيٽ فضل عبدالله هو. جيڪو حملي ۾ مارجي ويو آهي. پر ان جي تصديق ڪورٽس يونين پاران ڪانہ ڪئي وئي آهي. آمريڪي حملي کي مسلم ملڪن پاران اڳرائي ڪوٺيو ويو آهي. ايران سميت اسلامي ملڪن جي ڪائونسل ۽ اقوام متحده پاران بہ ان حملي کي امن لاءِ خطرو قرار ڏيندي تشويش جو اظهار ڪيو آهي.

صوماليا جاگرافي طور آفريڪا ۽ ايشيا واري خطي ۾ سڀ کان وڌيڪ حساس جاءِ تي واقع آهي. 3025 ڪلوميٽر ساحلي پٽي رکڻ وارو هي ملڪ سعوديه ۽ خليج عرب جي معدني ذخيرن کان بحري رستي ذريعي تمام ويجهو آهي. 637،657 چورس ڪلوميٽر پکيڙ وارو ملڪ بحر هند جي اپرندي ڪناري تي آباد آهي. صوماليا کي اوپر آفريڪا جو در به چيو ويجي ٿو. صوماليا جي ساڍا اٺ ملين کان وڌيڪ آبادي مسلمان آهي. جيڪي مختلف قبيلن ۾ ورهايل آهن. پوري ملڪ ۾ قبائلي ڪلچر آهي. سٺ سيڪڙو کان وڌيڪ آبادي خانہ بدوش قبيلن تي مشتمل آهي. پنجويهہ سيڪڙو ماڻهو هارپو ڪندا آهن. شهري آبادي جو تناسب 15 کان 20 سيڪڙو آهي. يورينيم، لوهہ، تيل ۽ ٻين معدني ذخيرن سبب آمريڪا جون اکيون هن ملڪ تي کتل آهن. هن وقت آمريڪا صوماليا کي هن خطي ۾ پنهنجي مفادن خلاف خطرو سمجهي ٿو. ڇاڪاڻ جو آمريڪا مخالف جماعت اسلامڪ ڪورٽس يونين جي صوماليا جي ڌرتي جي چپي چپي تي قبضو آهي. اسلامي ڪورٽس يونين آمريڪا کي صومالي عوام جي ترقي ۽ تعمير لاءِ دشمن سمجهي جنگ جوٽيندو ٿو اچي. ٻي طرف آمريڪا، جهادي گروپن کي ٽوڙڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهي. آمريڪا 1993ع ۾ اقوام متحده کي اڳ ۾ ڪري صوماليا تي حملو ڪيو هو. ان وقت آمريڪا پاران اهو الزام مڙهيو ويو تہ حملو صومالي جنگي سردار فرح عديد کي گرفتار ڪرڻ لاءِ ڪيو ويو. ان آمريڪي حملي خلاف عوام اٿي کڙو ٿيو ۽ آمريڪي فورسز خلاف زبردست مزاحمت ڪئي. نتيجي ۾ ڪيترائي آمريڪي فوجي مارجي ويا. آمريڪي هيلي ڪاپٽر بليڪ هاڪ ڪيرايا ويا. اهڙي خوني ويڙهہ ڪانپوءِ 25 مارچ 1994ع ۾ آمريڪا صوماليا مان پنهنجي فوج واپس گهرائڻ تي مجبور ٿي ويو.

صوماليا تي اسلامڪ يونين جي قبضي ڪانپوءِ ملڪ ۾ شرعي عدالتون قائم ٿيون. اسپتالون ۽ اسڪول قائم ڪيا ويا. عوام اسلامڪ يونين پاران ڪيل عوامي سڌارن جي آجيان ڪئي ۽ مڪمل سهڪار ڪيو. خاص ڪري يونين حڪومت جي اچڻ سان موغا ديشو جي بازارن جون رونقون بحال ٿيون . بندرگاهہ ۽ ايئر پورٽ کي عالمي واپار ۽ عوام لاءِ کوليو ويو. جيڪي ڏهن سالن کان خانہ جنگي ڪري بند رهيا هئا. صوماليا 1960ع ۾ برطانيا ۽ اٽلي جي تسلط کان جان ڇڏائي پر پائيدار ۽ مضبوط حڪمرانيءَ کان محروم رهيو. شروعاتي ڏينهن ۾ پارلياماني طرز جي حڪومت جو ڍانچو جڙيو پر ڪجهہ سالن ۾ فوج بغاوت ڪئي. جنرل محمد صياد بري جي قيادت ۾ اقتدار تي قبضو ڪيو ويو. ان دور ۾ قبائلي جهيڙا هلندا رهيا ۽ خانہ جنگي واري حالت پيدا ٿي. 1991ع ۾ عبد الله يوسف احمد جي قيادت ۾ هڪ جنگجو گروپ محمد صياد بري جي حڪومت جو خاتمو آڻي ڇڏيو. عبد الله يوسف جي دور ۾ اتر، اوپر وارن علائقن ۾ قبائلي سردارن پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ خودمختياري جو اعلان ڪيو. ان دوران ملڪ ۾ هڪ ڀيرو وري افراتفري

۽ خانہ جنگي جو دور شروع ٿي ويو. قبائلي سردارن صوماليا جي ڌرتي کي جنگ جو ميدان بڻائي ڇڏيو 1993ع ۾ اقوام متحده جي ڪوشش سان صوماليا ۾ فيڊرل ٽرانزيشنل حڪومت جو بنياد پيو. فيڊرل حڪومت ٺاهڻ جو سبب صوماليا ۾ خانہ جنگي ءَکي روڪڻ سميت ملڪ جي سيني جنگي سردارن ۽ سياسي اڳواڻن وچ ۾ امن امان وارو ماحول ٺاهڻ سميت گڏجي سڏجي حڪومت جو ڪاروهنوار هلائڻو هو. پر فيڊرل حڪومت اقوام متحده جي ڏنل ٽاسڪ برعڪس آمريڪي مفادن لاءِ ڪم ڪندي رهي جنرل محمد فرح عديد جو پٽ حسين عديد هاڻ فيڊرل حڪومت جو وزير داخلا آهي. ان تازو آمريڪي حملن کانپوءِ آمريڪا کان مطالبو ڪيو آهي تہ صوماليا ۾ امن قائم ڪرڻ لاءِ فوج کي موڪليو وڃي.

1991ع کان 1994ع تائين اسلامڪ ڪورٽ يونين عوامي پلائي وارن ڪمن ۾ اڳيري رهندي آئي 1997ع ۾ مڪمل طور مزاحمت ڪارن جي روپ ۾ يونين جا جٿا نڪري نروار ٿيا. ويڙهاڪ جٿن کي منظم ۽ موثر ڪرڻ سميت انصاف لاءِ اسلامي ڪورٽس جا بنياد وڌا ويا. ان عمل سان ملڪ ۾ امن امان وارو ماحول جڙيو. خانہ جنگي ختم ٿي. عوام سک جو ساهہ کنيو 2005ع ۾ موغاديشو ۾ اسلامڪ ڪورٽس يونين ملڪي سطح تي هڪ اعليٰ اجلاس ڪوٺايو جنهن ۾ شيخ شريف احمد کي باضابطہ طور يونين جو انقلابي اڳواڻ چونڊيو ويو. شيخ شريف اسلامڪ يونين جي واڳ سنڀاليندي هڪ طاقتور فورس قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو. ان فورس ۾ ملڪ جي سيني قبيلن جي نمائندگي شامل هئي آمريڪا اسلامڪ ڪورٽس جي عوام اندر مقبوليت ڏسي 18 فيبروري 2006ع اٿوپيا جي مدد سان ڪجهہ صومالي جنگي قبائلي سردارن تي مشتمل "اينٽي ٽيررازم الائنس " ٺاهڻ جو اعلان ڪيو. الائينس آمريڪي امداد ۽ اٿوپيا کان فوجي ساز سامان حاصل ڪري اسلامڪ ڪورٽس يونين خلاف جنگ جو ارادو ڪرڻ لڳو. اٿوپيا جو ڪردار آمريڪا جي پنو وارو آهي. اٿوپيا هڪ عيسائي ملڪ آهي جنهن جون سرحدون صوماليا سان ملن ٿيون. صوماليا ۽ اٿوپيا جو سرحدي تنازعو 78 _ 1977ع کان جاري آهي. سرحد لڳ " اوگادن" واري علائقي تي اٿوپيا جو قبضو آهي. جڏهن تہ صوماليا جو چوڻ آهي تہ اوگادن وارو علائقو اسان جي ملڪيت آهي. ان جو سبب هن علائقي ۾ صومالي آباد آهن. نوآبادياتي حاڪمن صوماليا جو علائقو اٿوپيا جي حوالي ڪيو هو. اسلامي ڪورٽس جا اڳواڻ اهو مسئلو ٽيبل ٽاڪ ذريعي حل ڪرڻ جي خواهش رکن ٿا. جڏهن تہ اٿوپيا جنگ لاءِ سندرو ٻڌي بيٺو آهي. ٻي طرف يونين جي اڳواڻ شيخ شريف اهو الزام هنيو آهي تہ آمريڪا اٿوپيا کي صوماليا سان جنگ لاءِ اتساهي رهيو آهي. اٿوپيا وارن جو چوڻ آهي تہ صوماليا جا اسلامي اڳواڻ گريٽر صوماليا جا خواب ڏسي رهيا آهن.جيڪي ڪڏهن بہ ساڀيان ٿيڻ نہ ڏيندا سين. صوماليا جون اسلامي تنظيمون گريٽر صوماليا لاءِ جد وجهد ڪري رهيون آهن جيڪو اتر ۾ جبوتي ۽ ڪينيا جو اُتر ۽ اوپر وارو

علائقو ۽ اٿوپيا جو اوڀر وارو علائقو شامل آهي. ٻي طرف اسلامي ڪورٽس يونين وارو گريٽر صوماليا واري خواب تان هٿ کڻڻ لاءِ تيار ناهن خاص ڪري اتحاد اسلاميا جو اڳواڻ شيخ اوويز ان سلسلي ۾ ڪافي اڳيرو آهي. شيخ اوويز اسلامي ڪورٽس يونين جي نوي رڪني شوريٰ جو سربراهه آهي. صدر بش نومبر 2001ع ۾ دهشتگرد قرار ڏيندي شيخ اوويز کي ڪينيا ۽ تنزانيا ۾ آمريڪي سفارتخانن تي حملي ۾ ملوث قرار ڏنو آهي.

7 جون 2006ع تي بي بي سي کي انٽرويو ڏيندي صدر بش چيو ته" موغاديشو کي افغانستان بڻجڻ نه ڏينداسين. نه وري القاعده يا طالبان طرز جي دهشتگردن لاءِ پناهه گاهه بڻجڻ ڏينداسين. " آمريڪي دٻاءُ تحت آگسٽ 2006 جي پهرين هفتي ۾ نيروبي ۾ منعقد ٿيل آفريڪي ملڪن جي اڳواڻن جي اجلاس ۾ اهو طئي ڪيو ويو ته صوماليا ۾ ڇهه هزار فوج اسلامڪ يونين جي تنظيم کي ڪچلڻ لاءِ موڪلي ويندي. جيڪا آمريڪي حمايت يافته نام نهاد فيڊرل حڪومت جي مدد سان اسلامي تنظيمن جي ويڙهاڪ جٿن جو خاتمو آڻيندي. ان اعلان ڪانپوءِ اسلامي جهادي تنظيمن انهن جنگي سردارن جو پيڇو ڪيو جيڪي آمريڪا ۽ اٿوپيا جا نوازيل هئا. انهن جنگي سردارن کي ماري ڪٽي ڀڄايو. هوبيو ۽ ساڪو شهر به پنهنجي قبضي هيٺ آڻي ورتا. اهڙي جنگي فتوحات حاصل ڪرڻ ڪانپوءِ اسلامي ڪورٽ اقوام متحده، مصر، سوڊان، يمن ۽ آمريڪا جي سربراهن ڏانهن خط لکيا پنجن صفحن واري ان خط ۾ اسلامي ڪورٽس يونين اهو يقين ڏياريو ته اسلامي حڪومت دهشتگردن جي حامي ناهي. اسان جو جيڪو وجود آهي اهو عوام جي سهڪار سان آهي ۽ ملڪ ۾ امن امان اسان جي اولين ترجيح آهي. آمريڪا ان خط تي عدم اعتماد جو اظهار ڪندي چيو آهي ته اسلامي ڪورٽس يونين صوماليا ۾ امن لاءِ سنگين خطرو سمجهي وڃي ٿي. تازو آمريڪي حملن ڪانپوءِ صومالي عوام به آمريڪا خلاف اٿي کڙو ٿيو آهي. ٻي طرف آمريڪا جنگ کي هوا ڏيندي پنهنجون حمايتي فوجون صوماليا ۾ داخل ڪري هڪ خطرناڪ فيصلا ڪن جنگ جي تياري ڪري رهيو آهي. اهڙي جنگ ۾ ڪمزور صومالي عوام جو خون وهندو ۽ خطي ۾ امن امان بگڙجي ويندو. هاڻي سمجهه ۾ نٿو اچي ۽ آمريڪا القاعده سان وابستگي جا الزام هڻي ڪيترن ئي مسلم ملڪن جو ستيا ناس ڪندو. جيئن افغانستان، عراق، لبنان ۽ حماس وارن جي ڪڍ پئجي ويو آهي ته جني لکين بي گناهه مظلوم ماڻهن جو قتل عام ٿيو ۽ ٿي سگهي ٿو ته صوماليا جي ڪمزور عوام سان به ائين ڪري. جيستائين جنوني صدر بش آمريڪا جو حڪمران آهي مسلمان رياستن خلاف جنگ جوٽيندو ايندو.

تاريخ : 2007_1_16

# ڪامورا شاهي ڪي سيڪٽ ڏيڻ گهرجي

جڏهن برطانيا ننڍي کنڊ جي علائقن تي قبضا پئي ڪيا تہ ان وقت محڪوم ٻٽايل راڄ کي پنهنجي اثر هيٺ رکڻ لاءِ ۽ حڪومتي انتظام هلائڻ لاءِ هڪ طريقو جوڙيو. هڪ ملڪي انتظامي ڍانچو جوڙيو. جيڪو ڪامورا شاهي جي روپ ۾ اسان جي سامهون آهي. جيڪو پاڻ غلام هوندي عوام کي پنهنجو غلام سمجهڻ لڳو ۽ پوءِ ائين ئي جيڪي نوڪر هيا، سي آقا ٿي حڪم هلائڻ لڳا. انگريز هندستان خالي ڪري ويا پر هندستان کي ٽڪرن جي صورت ۾ جن کي اسين، هندستان ۽ پاڪستان جا نالا ڏناسين. وري پاڪستان جا بہ ٽڪرا ٿيا ڊسمبر 1971ع ۾ بہ ملڪ پاڪستان ۽ بنگلاديش جي نالن سان سامهون آيا. جيتري قدر پاڪستان ۽ بنگلاديش جي ڪاموراشاهي جو سوال آهي تہ ملڪي معاملن ۾ مداخلت ڪرڻ واري عادت ٻنهي جي هڪجهڙي آهي ٻنهي ملڪن جي ڪامورن جي ذهنيت اهڙي آهي جنهن ڪيس عوام کان پري ڪري ڇڏيو آهي. هو عوام جي خدمت ڪرڻ بجاءِ ظلم ۽ ڏاڍ جو ساٿاري آهي. ڇاڪاڻ جو ظالم جو ڪلاس ۽ ڪاموري جو ڪلاس هڪجهڙو آهي. جيڪڏهن ڪامورو ڏاڍ جو ساٿ ڏئي عوام سان ويساهہ گهاتي نہ ڪندو تہ هو چين سان رهي نہ سگهندو.

ڪاموري جو تصور حڪومتي انتظام کي بهتر نموني هلائڻ جو ذريعو آهي نوڪر شاهي کي عوام جو نوڪر ۽ عوام کي پنهنجو مالڪ سمجهڻ گهرجي انگريزن جي دور ۾ جيڪي طور طريقا سکي هتان جي اهوجهہ ماڻهن تي حڪم هلائڻ وارو ڪامورو پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ ملڪ کي پنهنجي جاگير سمجهڻ لڳو. هو ائين پيو سمجهي تہ سندس ڏنل انگريزن لاءِ خدمتن عيوض هي ملڪ ڪيس مال غنيمت طور مليل آهي. جنهن کي جيترو لتبو ڦربو ان جو ڪو بہ حساب ڪتاب نہ ورتو ويندو. هي ڪامورا ئي ملڪ جا اصل وارث ۽ نگهبان آهن. تنهنڪري ڪامورو ان ماليخوليائي مرض جو شڪار ٿي پاڪستان تي اڄ سڌي طرح حڪومت ڪري رهيو آهي اهڙي طرح، جيئن پاڪستاني ڪاموري جي سوچ آهي تيئن ئي بنگلاديش جي ڪاموري جي سوچ بہ ساڳي آهي. ڇاڪاڻ جو 1947ع کان 1971ع تائين ٻنهي ملڪن جي ڪامورا شاهي جو انسٽيٽيوٽ ساڳيو رهيو

آهي ۽ ساڳيائي استاد آهن ۽ ساڳيو ئي تعليمي نصاب آهي ائين سمجهڻ گهرجي تہ هڪ ئي فيڪٽري جي پئداوار آهن.

بنگلاديش جي نگران صدر اياز الدين احمد پنهنجي عهدي جو قسم کڻي هڪ عبوري حڪومت قائم ڪئي آهي ساڻ هن بنگالي قوم سان واعدو ڪيو اٿس تہ چونڊون پر امن ماحول ۾ شفاف ۽ غير جانبدار ٿينديون. هن صاحب ملڪ جي سياسي جماعتن جي اڳواڻن سان ملاقاتون ڪري ڪين اعتماد ۾ ورتو آهي. صدر بنگلاديش اقتدار حاصل ڪرڻ کانپوءِ هر سياسي پارٽي کي عوام ڏانهن وڃڻ ۽ قائل ڪري ووٽ حاصل ڪرڻ لاءِ وڏي آزادي ڏني آهي. صدر اياز الدين احمد جي اهڙن ساراهہ جوڳن قدمن کي سياسي پارٽيون بہ ساراهن ٿيون ۽ آزاد ماحول ۾ چونڊن وارو مرحلو شروع ٿي چڪو آهي ۽ هر سياسي پارٽي پنهنجي قسمت آزمائي ڪري رهي آهي.

چونڊن جي اعلان کان پوءِ بنگلاديش جو ڪامورو بہ اليڪشني عمل ۾ برساتي ڏيڏر جيان نڪري نروار ٿيو آهي هو بہ پنهنجا مفاد حاصل ڪرڻ لاءِ جوڙ توڙ ۾ رڌل نظر اچي ٿو. بنگال جي مخالف ڌر جي سياسي اڳواڻن ڪامورن جي اهڙي چرپر تي نظر رکيون پيا اچن ۽ ڪامورن جي هر حرڪت کي مانيٽر ڪندا پيا اچن. سو انهن سياسي اڳواڻن صدر اياز الدين احمد کي ايوان صدر ۾ وڃي ڪامورن جي حرڪتن خلاف دانهن ڏني آهي. هن صاحب دير ئي ڪانہ ڪئي هڪدم بنگلاديش جا 27 سينيئر ۽ ٽاپ ڪلاس جا ڪامورا سرڪاري عهدن تان برطرف ڪري ڇڏيا. صدر اياز الدين احمد اهو موقف اختيار ڪيو تہ ڪامورن جي برطرفي واري عمل سان چونڊ واري عمل ۾ ڪامورن جي دخل اندازي کي روڪيو ويندو. اهڙي وقتائتي ۽ فيصلہ ڪن قدم کڻڻ سان صدر صاحب جو چونڊ عمل ۾ غير جانبداريءَ جو ثبوت ملي ٿو.

خدا خير ڪري صدر اياز الدين احمد جو هن ڪامورن سان هيڏو وڏو ٽڪر کاڌو آهي چونڊن واري موقعي تي ڪامورا من پسند حڪومتون ٺاهڻ لاءِ اهم ڪردار ادا ڪندا آهن. مختلف پارٽين جي سپورٽ ڪندا آهن پنهنجن دوستن مائٽن کي آشيرواد ڏئي چونڊن واري ميدان ۾ لاهيندا آهن.1970ع ۾ جنرل يحيٰ خان ملڪ جي اهم ڪامورن جن جو تعداد 303 هو تن کي رشوت وٺڻ ۽ عهدي جو غلط استعمال ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ نوڪرين تان برطرف ڪيو هو. باقي رهيل ڪامورن کي صرف آفيس تائين محدود ڪري ڇڏيو هئائين. پر ٿورو اڳتي هلي صدر يحيٰ خان سموري معاملي کي سمجهي ويو ۽ پوءِ گهٽو ٽٽو ڪامورن تي پاڙڻ لڳو. صدر يحيٰ خان ان وقت جي طاقتور جنرل پيرزادي مان گهٽو خائف هو. چاڪاڻ جو هن جنرل هڪ پيري صدر جنرل يحيٰ خان کي چٽي ڏنو هو تہ "صدر جنرل ايوب خان جي دور حڪومت ۾ ڪامورن جي ڪيل حرڪتن جو ازالو اسان کي ڪرڻو پوندو. هاڻي اسان سڀڪجهہ پنهنجي سرڪنداسين ۽ ان جو ڦل بہ اسان ئي کائينداسين". ان حوالي سان جنرل يحيٰ خان فوجي جنرلن جي حد کان وڌيڪ سياسي مداخلت کي محسوس ڪيو ۽ هو فوج کان وڌيڪ ڪامورن تي اعتماد ۽

پروسو ڪرڻ لڳو. پر ڪامورا بہ وڏا استاد هئا. تنهنڪري يحيٰ خان جي ان ڪمزوري مان فائدو وٺندي ۽ پنهنجي ڪاموري ڪلاس جي برطرفين وارو بدلو وٺڻ لاءِ هي موقعو غنيمت سمجهيائون ساڻ جنگ جي ڪري ملڪي حالتون بہ خراب ٿي چڪيون هيون. تنهنڪري ڪامورن ۽ فوج جي سينيئر آفيسرن جنرل يحيٰ خان کي استعيفا لکڻ تي مجبور ڪيو ۽ نيويارڪ ۾ ترسيل ذوالفقار علي ڀٽي کي وطن گهرائي حڪومت جون واڳون حوالي ڪيون.

ڪامورن کي برطرف ڪرڻ جو واقعو ذوالفقار علي ڀٽو جي دور حڪومت ۾ بہ پيش آيو. جو هن صاحب اقتدار ۾ ايندي سڌا سنوان هٿ ڪامورن جي ڳچيءَ ۾ وڌا. مارچ 1972ع ۾ تقريبن تيرنهن سئو ڪامورن کي هڪ ڌڪ سان برطرف ڪيائين.اهڙي طرح صوبائي سطح تي پنجاب ۾ 281 ڪامورا، سرحد ۾ 165 ڪامورا ۽ سنڌ ۾ صرف 75 ڪامورن کي بر طرف ڪري گهر پيڙو ڪرايو.انهن ڪامورن تي بدعنواني پنهنجن فرضن کان غافل هئڻ جا الزام لڳايا ويا. 1973ع ۾ حڪومت پاران ڪيل انتظامي سڌارن ۾ ڀٽي صاحب هڪ پيرو وري بيو ڪاپاري ڌڪ ڪامورن کي اهو هنيو تہ بين پيشن سان لاڳاپيل ملازمن کي سي ايس پي آفيسر ٿيڻ جي اجازت ڏنائين. جنهن سبب ڪري ڪامورا، ڀٽي صاحب جا اندروني طور مخالف رهيا ۽ سازشون ڪرڻ لڳا آخر انهن سازشن جو نتيجو اهو نڪتو تہ ملڪ ۾ مارشلا لڳي ۽ ڀٽو صاحب شهادت جو جام نوش ڪيو.

ان حوالن کي سامهون رکندي صدر اياز الدين احمد جو مستقبل ڪو خاص جٽادار يا پائيدار نظر نٿو اچي ويجهڙ مستقبل ۾ ئي سندس قسمت جو فيصلو ڪامورا ڪري وٺندا. پر جيڪڏهن ڪامورن خلاف انقلابي قدم کڻڻ ۾ هو ڪامياب ٿي ويجي ٿو ۽ جمهوريت کي پروان چاڙهيندي اقتدار چونڊيل نمائندن حوالي ڪري ويجي ٿو تہ سمجهڻ گهرجي تہ اتان جو عوام باشعور ٿي چڪو اهي ۽ سياستدان ميچوئر ٿي ويا آهن ۽ ڪامورا عوام جا خادم ٿي چڪا آهن.

پاڪستان جي صدر جنرل پرويز مشرف بہ 2007ع کي چونڊن جو سال قرار ڏنو آهي چونڊن جي سلسلي ۾ اليڪشن ڪميشن رات ڏينهن رڌل آهي. ساڻ هتان جا ڪامورا بہ حرڪت ۾ اچي چڪا آهن. ڏسون هو ڪهڙي پارٽي کي ٽا اڳتي آڻي اقتدار حوالي ڪن. ڪامورن جي اهڙي موومينٽ کي ڏسندي سنڌ اسيمبلي جي ڊپٽي اسپيڪر راحيلہ ٽوانا خبرين اخبار کي انٽرويو ڏيندي چيو تہ طاقتور نوڪر شاهيءَ عوام کي يرغمال بنائي رکيو آهي نوڪر شاهي پبلڪ سرونٽ بجاءِ حاڪم بڻجي چڪي آهي عوام جي ٽئڪسن مان پگهار کڻندڙ عوام تي حڪم هلائن ٿا، هاڻي حڪومت ۾ ويٺل اهم عهدي تي رحيلا ٽوانا ائين چوي تہ اسان ڇا سمجهون! پوءِ هٿلن جي غريب عوام جي قسمت جو ڇا ٿيندو.

بهرحال بنگلاديش جي ڪاموري ۽ اسان جي وطن جي ڪاموري ۾ وڏو فرق آهي. بنگلاديش جو ڪامورو حالتن مان گهٽو سکيو آهي ۽ هو ملڪ ۾ فوج جي دخل اندازي کي روڪڻ ۾ ڪامياب ويو آهي ۽ وڏي محنت سان پنهنجي ملڪ جي ترقي لاءِ جاکوڙي رهيو اهي ۽ وڏين مشڪلاتن مان ڪڍي هن مقام تي آندو آهي.

1971ع ۾ بنگلاديش هڪ متي جو پير هو. سال 1990ع واري ڍاڪي جي شروعات ۾ پڻ غريب ملڪن جي ٽاپ ٽين ۾ شامل ٿي چڪو هو. ملڪ جي 11 ڪروڙ 30 لک آبادي کي منهن ڏيڻ انهن سياستدانن ۽ ڪامورن جو ئي ڪمال هو. ان زماني ۾ مکيه چانهه ۽ سڻي جي پئداوار گهٽجي وئي ملڪ ۾ ٻوڏ به تباهي مچائي ڏني. سوين ماڻهو اجل جو شڪار ٿي ويا. زرخيز فصل تباهه ٿيا. بهرحال بنگال جي عوام جي همت کي به داد ڏيڻ گهرجي جو هنن سرڪار سان ملي ڪري هر ڪنن مرحلي ۾ سات ڏنو آهي. سال 2000ع جي آبادي سرڪاري ڳڻپ موجب 129,147000 تي چڪي هئي. جيڪا هاڻ لڳ ڀڳ تيرنهن ڪروڙ تي چڪي آهي. هن ملڪ جي پکيڙ 143998 چورس ڪلوميٽر آهي ايندڙ چونڊن ۾ ملڪ جو تيرنهن ڪروڙ عوام پنهنجي ووٽ جو آزادانه استعمال ڪندو ۽ پنهنجي من پسند نمائندن کي چونڊي اسيمبلي ڏانهن اماڻيندو. بنگال جي ايندڙ چونڊن ۾ عوامي ليگ، بي اين پي کان سواءِ تازو نوبل امن ايوارڊ ماڻيندڙ پروفيسر يونس به چونڊ وڙهڻ جون تياريون ڪري رهيو آهي. پروفيسر يونس گرامين بئنڪ بنگلاديش جو مالڪ ۽ انچارج آهي جيڪو بنگلاديش جي غريب مسڪين ۽ بي سهارا ماڻهن جي مالي مدد ڪري دنيا جي هڏڏوکي ماڻهن جي فهرست ۾ شامل ٿيو آهي پروفيسر يونس جا هي لفظ وساري نٿا سگهجن جيڪي هن نوبل ايوارڊ حاصل ڪرڻ وقت چيا هئا ته "مان محبت جو سوداگر آهيان محبت وڪڻندڙ آهيان ۽ محبت ئي خريد ڪندو آهيان". هن شخص سان بنگالي عوام والهانه محبت ڪري ٿو. ٻي طرف بي اين پي ۽ عوامي ليگ پاران پروفيسر يونس کي ڏار ڏار پنهنجن پارٽين ۾ شموليت لاءِ درخواست ڪئي آهي. پر سياسي پنڊتن دعويٰ ڪئي آهي ته جيڪڏهن پروفيسر يونس پنهنجي سياسي پارٽي ناهي ان پليٽ فارم تان چونڊ وڙهي ته عوام جو فيصلو بئلٽ ذريعي پروفيسر يونس جي ئي حق ۾ ٿيندو هاڻي اهو ڏسڻو آهي ته پروفيسر يونس پاڻ ڪهڙو ٿو فيصلو ڪري.

اهو به ڏسڻو آهي ته بنگلاديش جي اقتدار ۽ پاڪستان جي ايندڙ چونڊن ۾ اقتدار ڪنهن جي نصيب ۾ ٿو اچي. فرق صاف ظاهر آهي ته بنگلاديش ۽ پاڪستان جي چونڊ مڪينزم ۾ وڏو فرق آهي هڪ طرف بنگلاديش جو ڪامورو آهي جيڪو سرڪار ۽ عوام سان سلهاڙيل نظر اچي ٿو ٻي طرف پاڪستان جي ڪاموري جو طاقتور هئڻ جا ثبوت راحيلا ٿوانا پنهنجي انٽرويو ۾ ڏئي چڪيا آهن. ۽ بنگلاديش جي ڪاموري جي چيلهه صدر ايازالدين احمد برطرفي واري حڪم ذريعي ڇڻي ڪري ڇڏي آهي. ڇاڪاڻ جو ڪامورن جي اقتدار ۾ شراڪت نه پر عوام جي خدمت ڪرڻ آهي ڪامورا پنهنجن فرضن ۾ ڪوتاهي ڪندا ته ڪين سزا واري عمل مان ضرور گذرڻو پوندو. اهڙن ڪامورن کي سيڪٽ ڏيڻ پاڪستان جو عوام به خواهش رکي ٿو. هاڻي ڏسڻو اهو آهي ته ڪڏهن ٿو صدر مشرف، صدر ايازالدين وانگر ڪامورن خلاف انقلابي قدم کڻي، ڪين سڪت ڏي

تاريخ : 7_11_2006

# دُرگئي واقعي جا ملڪي سياست تي پوندڙ اثر

صوبي سرحد جي مالاڪنڊ ايجنسي جي مکيہ شهر درگئي ۾ 8 نومبر تي صبح جو 8:30 وڳي چادر ۾ ويڙهيل هڪ شخص ڊوڙندو اچي پنجاب ريجمينٽ جي تربيتي مرڪز ۾ گهڙي پاڻ کي بم سان اڏائي ڇڏيو. جنهن جي نتيجي ۾ 42 فوجي جوان موقعي تي شهيد 20 زخمي ۽ 10 جوانن کي نازڪ حالت ۾ مينگورا، پشاور ۽ راولپنڊي جي اسپتال ڏانهن علاج لاءِ پهچايو ويو آهي. 1971ع کانپوءِ هي پهريون پيرو وڏي طاقت سان فوج تي حملو ٿيو آهي جنهن ۾ وڏ ۾ وڏ جاني نقصان رسڻ جا اطلاع مليا آهن.

درگئي وارو علائقو تحريڪ نفاذ شريعت محمدي جو ڳڙهہ سمجهيو وڃي ٿو. ڪنهن زماني ۾ منهنجو بہ هن شهر ۾ وڃڻ ٿيو هو. اسان صبح جو پشاور جي سرڪاري ريسٽ هائوس مان7:00 وڳي نڪتاسين. اسان جي سرڪاري گاڏي ۾ ويئل گائيڊ محمد علي بہ هو. جيڪو اصل ۾ ڪرڪ شهر جو آهي پر نوڪري جي سلسلي ۾ پشاور ۾ رهائش پذير آهي جنهن کي هن علائقي جي سموري ڄاڻ هئي، گاڏي باچا خان چوڪ کان ٿيندي چارسده روڊ تي پهتي ان کان پوءِ ڪليل روڊ تي تيز ڊوڙندڙ گاڏي چارسده، صوابي، شير ڳڙهہ سخہ ڪوٽ کان ٿيندي 8:35 وڳي درگئي پهتي. درگئي وڏو شهر آهي هن شهر ۾ مدرسا جام آهن هر طرف مولوي ئي مولوي صاحبان نظر اچن ٿا. هن شهر جي چوڌاري سوات درياءَ مان پاڻي پيئندڙ زمينون سنا فصل پيدا ڪن ٿيون. تنهنڪري هر طرف ساوڪ ۽ سبز کيت نظر ايندا آهن. ٻي پاسي کان برف پوش پهاڙن جو سلسلو بہ درگئي کان شروع ٿئي ٿو. درگئي مالا ڪنڊ ايجنسي جو پهريون وڏو شهر آهي ٿورو اڳيان بٽخيلا جو شهر آهي جنهن جي بازار ڏگهي آهي. جنهن لاءِ محمد علي ٻڌايو تہ هي ايشيا کنڊ جي وڏي ۾ وڏي ڏگهي بازار آهي.

هي شهر 8 نومبر تي صبح جو بارود جي بوءِ سان واسجي ويو. بارود جو اٽندڙ

دونهون پهاڙن تي چانيل ڪارن ڪڪرن سان ملي فضا بارود جي ڏپ پکيڙي ڇڏي ۽ عام ماڻهن جو ساهه ٻوساٽجڻ لڳو ماڻهن ۾ خوف ۽ هراس پيدا ٿي ويو. ماڻهن کي سمجهه ۾ نه پئي آيو ته هي اوچتو ڇا ٿي ويو 20 اپريل 2004ع تي اتر وزيرستان ۾ مهمند رائفلر جي قافلي تي حملو ٿيو جنهن ۾ 7 فوجي مارجي ويا ۽ 26 زخمي ٿيا. ساڳي سال نومبر ۾ ڏکڻ وزيرستان جي علائقي شول ۾ سيڪورٽي اهلڪارن جي ٽرڪ کي ريموٽ ڪنٽرول بم سان اڏايو ويو. جنهن ۾ 8 فوجي شهيد ۽ 10 زخمي ٿي پيا. 25 جون 2000ع ڏکڻ وزيرستان، وانا ۾ هڪ فوجي گاڏي تي حملو ڪيو ويو. جنهن ۾ هڪ ميجر ۽ ڪيپٽن سميت 10 فوجي جوان مارجي ويا. اهڙي قسم جا فوج تي حملا انهن علائقن ۾ ٿيندا رهيا آهن. پر تازو درگئي وارو آپگهاتي حملو ڪجهه مختلف ۽ الڳ آهي. هن واقعي جا وڏا اثر ملڪي سياست تي پوندا. هڪ بمبار هڪ وڏي پلاننگ سان ملڪ جي سڪيورٽي اداري ۾ داخل ٿي حملو ڪري وڃي ته پوءِ سوال ته پيدا ٿئي ته باقي ٻين ادارن جي تحفظ جي ضمانت ڪير ڏيندو؟. ان فڪر مند پهلو تي فوج ۽ فوجي حڪمرانن کي سوچڻ گهرجي ان لاءِ سخت اپاءُ وٺڻ گهرجن. فوجي حڪمران کي اهو به سوچڻ گهرجي ته صوبي سرحد جا ماڻهو پاڪستان سان زبردست محبت ڪن ٿا. اڄ اهي ماڻهو حڪمرانن کان نفرت ڪندي ڇو ٿا فوج سان مهاڏو اٽڪائين؟ هن وقت فوج ۾ 60 سيڪڙو پنجاب ۽ 35 سيڪڙو سرحد جا ماڻهو سلهاڙيل آهن ۽ وڏن وڏن عهدن تي فائز آهن جنهن ڪري اتان جي عوام جي هڪ خاص انسيت فوج سان رهي آهي، اُهي ڇو اڄ حڪمرانن جا مخالف آهن اهي سوال آهن جن تي حڪمرانن کي سوچڻ گهرجي درگئي آپگهاتي حملي کي معمولي سمجهي درگذر ڪرڻ ڪنهن به طرح سان نيڪ ڪونهي.

حڪومت فوج تي آپگهاتي حملي جو الزام جماعت اسلامي جي کاتي ۾ وجهي ڇڏيو آهي. باجوڙ مدرسي مٿان ٿيل بمباري کانپوءِ ٽئين ڏينهن ئي فوج جي ترجمان ٻڌايو ته ان بمباري جي جواب ۾ خطرناڪ جوابي حملا ٿي سگهن ٿا ۽ القاعده جا ماڻهو ڪجهه به ڪري سگهن ٿا ان لاءِ ملڪ ۾ سڪيورٽي سخت ڪئي وڃي. درگئي ۾ ٿيل آپگهاتي حملي بابت حڪام کي توقع هئي بقول فوجي ترجمان جي ته سڪيورٽي سخت ڪئي وئي ته پوءِ ثابت ٿيو سڪيورٽي هجڻ باوجود اهو حملو ڪيئن ٿيو؟ ان جو مطلب ته دهشتگرد وڌيڪ منظم ۽ طاقتور آهن. ڇاڪاڻ جو باجوڙ حملي جو جواب هفتي پوري ٿيڻ کان اڳ ڏنو ويو. جيڪڏهن هو هفتي ۾ پلاننگ ڪري هيڏو وڏو حملو ڪري سگهن ٿا ته مهينن جي پلاننگ ڪرڻ کانپوءِ هو ڇا نه ٿا ڪري سگهن!؟.

حڪومت جو موقف آهي ته باجوڙ وارو مدرسو القاعده جي پناهه گاهه آهي. جڏهن ته مدرسي کي سنيالينڌڙ مولوي لياقت ۽ مولانا فقير محمد جا واسطا سڌا

سنوان ايمن الذواهري ۽ حڪمت يار سان آهن ايمن الذواهري القاعده ۽ حڪمت يار افغانستان جا وار لارڊ آهن. جڏهن تہ پاڪستان ۾ جماعت اسلامي سان واسطو ان مدرسي سان جوڙيو ويجي ٿو. سيپٽمبر ۾ ايشيا ٽائمز بہ پنهنجي پرچي ۾ هڪ انڪشاف ڪيو هو تہ القاعده جو سربراه اسامہ بن لادن تازوئي پاڪستان جي ڏکڻ وزيرستان جي علائقي جو دورو ڪيو آهي. اسامہ بن لادن افغان صوبي ڪنڙ ۽ نورستان کان ٿيندو وزيرستان اچي پهتو. اهو امڪان آهي تہ هو باجوڙ ايجنسي بہ ويو هوندو. رسالي ۾ هڪ عيني شاهد جي حوالي سان لکيو ويو آهي تہ لادن هڪ ڊبل ڪيبن ٽرڪ ۾ اچي پهتو آهي. ان ئي رسالي پهريون ڀيرو انڪشاف ڪيو هو تہ لادن گردن جي بيماري مان چاڪ چڱو ڀلو ٿي ويو آهي.

هاڻي جڏهن طالبان جون حرڪتون پاڪستاني علائقن ۾ صاف نظر اينديون تہ حڪومت طالبان ڪاروايون ۽ سرگرمين کي ڪچلڻ لاءِ جوڳا قدم کڻڻ جو حق بہ رکي ٿي. پاڪستان 9/11 کانپوءِ مسلسل دهشتگردي خلاف هڪ ڀرپور جنگ وڙهي رهيو آهي. ان مقصد تي ثابت قدم رهڻو آهي ۽ عملي طوراڳتي اچي ان جو مظاهرو بہ ڪرڻو آهي.

باجوڙ مان چونڊيل قومي اسيمبلي جو ميمبر هارون رشيد باجوڙ حملي جو اکين ڏٺو گواهہ بہ آهي سو چوي ٿو مدرسي تي وحشياڻي بمباري آمريڪي جهازن ڪئي آهي. آمريڪي جهاز ڊرون سومر ڏينهن صبح جو بمباري ڪرڻ آيا هئا.هي چوي ٿو تہ مان آمريڪي ڊرون جهازن کي سئي نموني سڃاڻان ٿو هاڻي جيڪڏهن آمريڪي جهاز پاڪستان جي حدن ۾ اچي پاڪستاني عوام مٿان حملا ڪري آساني سان هليا وڃن تہ اهو عمل بہ هڪ شرمناڪ عمل آهي. اهو عمل هڪ ئي ملڪ تي اڳرائي واري زمري ۾ اچي ٿو. پوءِ صدر بش جي انهن لفظن کي تقويت ملي ٿي جنهن ۾ هن صاحب چيو هو تہ دهشتگردن جي پويان پئي پاڪستاني حدن ۾ داخل ٿي ڪارروائي ڪري سگهون ٿا تنهنڪري پاڪستاني حڪمرانن کي گهرجي تہ پنهنجي وطن ۾ پنهنجن ماڻهن سان پاڻ ئي حساب ڪن باقي ڌارين کان مارائڻ سان فوج خلاف نفرت وڌندي تہ ٻي طرف عوام حڪمرانن خلاف اُٿي کڙو ٿيندو جنهن کي روڪڻ حڪمرانن جي وس کان ٻاهر هوندو.

حڪومت جو اهو موقف آهي تہ هنن مولوي لياقت کي بار بار تنبيهہ ڪئي تہ هو مدرسي کي بند ڪري ڇڏي پر مولوي صاحب حڪومتي تنبيهہ کي ڪا اهميت ڪا نہ ڏني. اهڙن خيالن جو اظهار شيخوپوره ۾ هڪ جلسي کي خطاب ۾ جنرل مشرف هينئن ٿو ڪري تہ "اسان مسلسل هڪ سال کان مدرسي جي انتظاميا کي روڪيندا پيا اچون تہ اوهان پنهنجون سرگرميون بند ڪريو پر هو پنهنجون سرگرميون جاري رکندا ٿي آيا آخر اسان ان نتيجي تي پهتاسون تہ ان مدرسي کي بمباري ذريعي ختم ڪجي. جيڪڏهن ايئن نہ ڪريون ها تہ اتان جا پاليل

دهشتگرد اسان کي اڏوهي جيان کائي وڃن ها. وڏيڪ حڪومت جو موقف هو تہ اصل ۾ باجوڙ مدرسي جا ماڻهو امن معاهدي جي آڙ ۾ پنهنجون سرگرميون جاري رکيو پئي آيا ساڻ اسان کي ڏوڪو ڏيندا پئي آيا. تنهنڪري باجوڙ حملو وقتائتو فيصلو هو. باجوڙ مدرسي تي حملي مان بچي ويل مولانا فقير محمد ۽ مولوي لياقت حڪومت لاءِ پريشاني جو سبب بڻيل آهن. مولانا فقير محمد لاءِ چيو وڃي ٿو تہ هو هڪ انتهائي خطرناڪ ويڙهاڪ ۽ جنگي پلانر آهي افغان باردر سان لاڳاپيل پاڪستاني قبائلي علائقن ۾ چئن سالن کان جاري پاڪ فوج سان ٽڪراءُ جي نتيجي ۾ جيڪي طالبان ڪماندر اڀريا آهن مولانا فقير محمد انهن ڪماندرن مان هڪ آهي مولانا فقير محمد پاڪستاني حڪام کي انتهائي گهربل ماڻهن جي فهرست ۾ شامل آهي. هن مٿان طالبان ۽ القاعد اڳواڻن جي مدد ۽ پناهہ ڏيڻ جا الزام آهن. 40 ورهين جو هي جنگجو باجوڙ جي صدر مقام خار کان نو ڪلوميٽر اتر طرف ڊما ڊولا جي چٽي بالا ۾ جنم ورتو. صوابيءَ جي مشهور ديني مدرسي پنج پير مان ديني سند حاصل ڪيائين. مولانا فقير محمد روس خلاف جنگ ۾ افغان مجاهدن جي صفن ۾ شامل هو. انهن ئي ڏينهن ۾ طالبان ۽ القاعده جي اڳواڻن سان ويجهڙائپ ٿي هيس. باجوڙ جا ماڻهو هن جي خطرناڪ شخصيت ۽ گوريلا ڪارروايين کان باخبر آهن. پاڪستان ۾ سندس تعلق جماعت اسلامي سان آهي باجوڙ حملي کان بہ ڏينهن اڳ آمريڪا خلاف باجوڙ ۾ ٿيل مظاهري ۾ هزارين ماڻهن جي قيادت ڪيائين. تقريبن ڏهہ هزار ويڙهاڪ هن جي اشاري جا منتظر آهن.

ٻئي طرف جماعت اسلامي جي ڪردار تي سرسري نظر ڊوڙائبي تہ جماعت اسلامي پاڪستان جي تاريخ ۾ پهريون پيرو فوج جي اڳي جي سامهون بيٺي آهي. جماعت هميشہ فوج جي ساٿاري رهي آهي جماعت اسلامي بنگلاديش جي قتل عام، ذوالفقار علي ڀٽو جي جمهوري حڪومت ڪيرائڻ ۽ ڀٽي صاحب کي ڦاسي جي ڦندي تائين پهچائڻ، ايوب خان سان 1965ع واري جنگ ۾ ون يونٽ جي وجود ۾ حمايتي ۽ جنرل مشرف کي اسيمبلي ۾ ووٽ ڏئي صدارت جي ڪرسي تي ويهارڻ تائين فوج سان گڏ رهي آهي فوجي پاليسين ۽ فوجي اقتدارن جي بظاهر مخالفت ڪندڙ جماعت اندروني طور تي ساٿاري رهي آهي هن وقت جماعت اسلامي جو نيٽ ورڪ پوري دنيا ۾ ڦهليل آهي. هڪ منظم ۽ آرگنائيز تنظيم آهي. درگئي واقعي کانپوءِ حڪومت جماعت اسلامي مٿان پابندي هڻڻ لاءِ غور ڪري رهي آهي پر جماعت اسلامي تي ڪو بہ ايڪشن کڻڻ کان اڳ حڪومت کي سئو ڀيرا سوچڻو پوندو. ڇاڪاڻ جو 69 سالن جي تاريخ ۾ جماعت فوج سان وفادار رهي آهي. هر مشڪل گهڙي ۾ ان جو ساٿ ڏنو آهي. جيڪڏهن حڪمرانن جماعت خلاف طاقت جو استعمال ڪيو تہ پوءِ جماعت جي سيڪريٽري جنرل

منور حسن جوهي بيان بہ سامهون رکڻ گهرجي تہ جماعت اسلامي دنيا جي جهادي تحريڪن جي حمايت ڪري ٿي ۽ هميشہ کلي طرح مدد ڪئي آهي. منور حسين جو چوڻ هو تہ جماعت مشرف جي غير آئيني حڪومت جي خلاف عوام کي منظم ڪندي چاڪاڻ جو عوام ۾ هن وقت حڪومت خلاف شديد غم ۽ غصو موجود آهي. اهڙن بيانن کانپوءِ صدر مشرف بہ جماعت تي ڏمريل نظر اچي ٿو "صدر مشرف جو بيان آهي تہ دهشتگردي ۽ انتهاپسندي جو پوري طاقت سان مقابلو ڪيو ويندو ۽ ان خلاف اسان جي جنگ جاري رهندي. حڪومت ۽ جماعت جي اڳواڻن جي بيانن کي سامهون رکندي ويجهڙ ۾ ٻنهي وچ ۾ زبردست ڪليش ٿيڻ جا امڪان موجود آهن هو صدر مشرف خلاف عوام ۽ فوج اندر بغاوت وارو ماحول پيدا ڪري سگهن ٿا. چاڪاڻ جو فوج ۾ ڪافي همدرديون جماعت اسلامي لاءِ آهن. اهي همدرديون ضرور رنگ لائينديون"

هن حڪومت کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ درگئي جهڙا واقعا بہ ٿي سگهن ٿا. جنهن سان ملڪ ۾ انتشار ۽ انارڪي پيدا ٿي سگهي ٿي. پر فوج ۾ هڪ فيڪٽر اهڙو بہ موجود آهي جو فوج ۽ جماعت ۾ سرچاءُ ڪرائي سگهي ٿو رٽائرڊ فوجي ۽ رٽائر آءِ ايس آءِ جا اڳواڻ هن وقت جماعت اسلامي جي ويجهو آهن. اهي جماعت جي پاليسين کي فالو ڪندا آهن. ڪليش واري صورت ۾ پيدا ٿيل حالتون نہ جماعت جي حق ۾ آهن نہ ئي وري فوجي حڪمرانن جي حق ۾ آهن نہ وري عوام جي حق ۾ آهن.

درگئي حملي جي خطرناڪ حملي کي رچرڊ بائوچر سخت حملو قرار ڏيندي آمريڪي حڪومت پاران مذمت ڪئي آهي. پاڪستان جو باشعور طبقو هاڻي اها راءِ ٿو رکي تہ جيڪڏهن اهڙا حملا جاري رهيا تہ پاڪستان جي سلامتي بابت ڪيترائي خطرا لاحق ٿي سگهن ٿا. تنهنڪري صدر مشرف تي ملڪي سربراهہ جي ناتي سان وڏي ذميواري عائد ٿئي ٿي تہ هو پاڪستان جي سلامتي لاءِ هر ممڪن اُپاءُ وٺي ۽ هر قدم سوچي سمجهي کڻي. ساڻ گهرو پاليسي کي سيبائتو بڻائڻ جي بہ ضرورت آهي. پنهنجن ماڻهن کي فوجي ٽوپلي ۾ ڏنڊي بغل ۾ ڪري هيسائڻ جي بہ ضرورت ڪانهي رعيت کي دوست سمجهي انهن جي موقف کي اهميت ڏي. تازو پاڪ افغان ۽ نيٽو فوج تي مشتمل آپريشن سسٽم عمل ۾ آيو آهي. جنهن سان عوام ۾ خدشا وڌي ويا آهن هاڻي نيٽو فورس کي قانوني حيثيت ملي وئي آهي. جنهن سان هو پاڪستاني حدن ۾ اچي پاڪستاني ماڻهن جي پڪڙ ڌڪڙ ۽ مارڪُٽ ڪري هليا ويندا. اسان جا فورسز نيٽو فورس سان گڏ ڪارروايون ڪندا. بهرحال حڪمرانن جا فيصلا آهن غريب عوام مسئلا پر امن نموني حل ڪرڻ جي خواهش رکي ٿو جنگ سان نہ. پاڪستان ٽين دنيا جي انهن ڪيترن ئي اياڳن ملڪن مان هڪ آهي جتي ڊگهي عرصي تائين فوج جي

سياست ۾ مداخلت نظر اچي ٿي. 69 سالن جي تاريخ ۾ چئن فوجي راڄن آڪٽوبر 1958ع ۾ ايوب خان، مارچ 1969ع ۾ يحيٰ خان، 1977ع ۾ جنرل ضياءُ الحق جو عذاب عوام سنو ۽ 1999 کان جنرل مشرف کي سهندا پيا اچون جيڪي به ملڪ جا سياسي مسئلا آهن اهي فوجي جنرلن طرفان حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وچي ٿي. پر ان جا ڪي به خاطر خواهه نتيجا نه نڪتا آهن. سواءِ رياست ۽ عوام کي نقصان رسڻ جي. جيڪڏهن سياسي اڳواڻ ڏيهي ۽ پرڏيهي مسئلا حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ها ته جيڪر پاڪستان کي هي ڏکيا ڏينهن ڏسڻا نه پون ها. هي ملڪ ترقي ڪري ترقي يافته ۽ جمهوري ملڪن جي صف ۾ وڃي بيٺل هجي ها. هتي حالت اها آهي جو هڪ جنرل جيڪو ڏنڊو ڏيکاري عوام مٿان قابض رهيو ۽ پنهنجا فيصلا عوام مٿان ٿاڦيندو رهيو وينڌي وينڌي اهو ڏنڊو ٻي جنرل جي حوالي ڪري وڃي ٿو. هڪ پاڪستاني جنرل، جنرل جان لارنس، انڊيا جو انگريز وائسراءِ 69_1864ع جي سوچ جي هيئن تقليد ڪندي نظر اچي ٿو. ”نه اسان کي چونڊيو ويو آهي نه ئي ماڻهن پاران اقتدار سونپيو ويو آهي پر اسان هتي پنهنجي اخلاقي مٿيرائپ، حالتن جو دٻاءُ ۽ خدا جي مرضي سان پهتا آهيون. هندستان تي حڪومت ڪرڻ لاءِ مليل سڀ اختيار حاصل آهن.ماڻهن جي ڀلائي لاءِ ڪم ڪندي جيڪي اسان ڪري سگهون ٿا اهو ضرور ڪنداسين_ اسان رڳو پنهنجي ضمير آڏو جوابدار آهيون نه ڪي ماڻهن.

**تاريخ : 14_11_2006**

# نبث صدام کي قاهي ڏني وئي

صدام حسين جي ڦاسي کان ٻه ڏينهن اڳ وزيراعظم نوري المالڪي زور ڏيندي چيو ته اڳوڻي صدر صدام حسين کي ڏنل عدالت پاران ڦاسي جي سزا کي نه تبديل ڪيو ويندو نه وري ان فيصلي تي نظرثاني ڪئي ويندي. انهيءَ ڏينهن تي صدام جي ڦاهي وارو حڪم نامو منظوري لاءِ عراقي صدر جلال طالباني ڏانهن اُماڻيو ويو جنهن تي تبصرو ڪندي آمريڪا چيو ته صدام کي ڦاهي ڏيڻ جو فيصلو عراقي عوام جي مستقبل لاءِ بهتر آهي. ٻي طرف صدر صدام عراقي عوام ڏانهن جيل مان ڪليل خط اماڻيو جنهن ۾ صدام حسين لکيو آهي ته " هو ڦاهي تي چڙهي پنهنجي حياتيءَ جي قرباني ڏيڻ لاءِ تيار آهي، خط ۾ عراقي عوام مٿان زور ڏنو ويو آهي ته اهي دشمنن خلاف متحد ٿي وڃن. ڦاهي کان هڪ ڏينهن اڳ آمريڪي فورسز صدام کي ڦاسي گهاٽ واري عملي جي حوالي ڪيو ته جيئن ڪيس صدام کي ڦاسي ڏني وڃي. اهڙي طرح عراق ۾ عيد واري ڏهاڙي صبح جو سوير صدام کي ڦاسي ڏني وئي.

صدام حسين هڪ عام گهراڻي ۾ 28 اپريل 1937ع ڌاري بغداد جي اتر طرف 100 ميل جي فاصلي تي تڪريت ۾ جنم ورتو. زندگيءَ جي شروعاتي ڏهاڙن ۾ والد جي وفات ڪانپوءِ سندس والده صدام سميت پنهنجي ڳوٺ لڏي آئي. جتي صدام حسين کي ماڻٽن وٺ چڏي پاڻ ٻي شادي ڪري ڇڏي اهڙي طرح صدام حسين جو ٻالڪپڻ پيءُ ۽ ماءُ جي شفقت کان محروم گذريو. صدام حسين کي ويڳي پيءُ طرفان به پيار نه مليو. صدام جو ٻالڪپڻو انتهائي ڏکيو گذريو آخر وڃي سندس مامي جي شفقت نصيب ٿي. سندس مامو خير الله طلفه جيڪو پوءِ سندس سهرو بڻيو. خير الله طلفه عراقي فوج ۾ آفيسر ۽ عرب قومپرست هو.ان جي زندگي صدام تي گهرو اثر ڇڏيو. صدام حسين جي تربيت ۾ خيرالله طلفه جو گهڻو حصو رهيو آهي. صدام حسين ننڍپڻ کان ئي جوشيلو ۽ جذباتي رهيو آهي. ننڍپڻ ۾ ئي حڪومت مخالف سرگرمين ۾ حصو ورتائين ۽ پوءِ بعث پارٽي ۾ شموليت

اختيار ڪيائين. شروعاتي ڏينهن ۾ بعث پارٽيءَ جو نعرو سيڪيولرزم سوشلزم ۽ نيشنلزم هو. صدام حسين بعث پارٽي جي سرگرمين ۾ زبردست بهرو وٺندو آيو. 1958ع ۾ صدام حسين کي سياسي سرگرمين ۾ بهري وٺڻ ڪري ڇهن مهينن لاءِ جيل جي سزا ڀوڳڻي پئي. هي دور جنرل عبدالڪريم قاسم جو هو.

1959ع ۾ صدام حسين ۽ سندس ساٿين جنرل عبدالڪريم قاسم کي قتل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. جنرل عبدالڪريم قاسم 1958ع ۾ هڪ فوجي بغاوت ذريعي عراق جي اقتدار جو مالڪ بڻيو. صدام حسين ۽ سندس ساٿين پاران صدر عبدالڪريم قاسم کي قتل ڪرڻ واري ڪوشش ناڪام ثابت ٿي. سخت ويڙهاند ٿي جنهن ۾ صدر صدام حسين کي پير ۾ گولي لڳي ۽ زخمي ٿي فرار ٿي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿيو. صدام عراق مان نڪري مصر پهتو. صدام حسين جي غير موجودگي۾ سندس خلاف عراقي عدالت ۾ ڪيس هليو ۽ ڦاسي جي سزا وارو فيصلو ڏنو ويو. فيبروري 1963ع ۾ جڏهن بعث پارٽيءَ جنرل عبدالڪريم قاسم جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪري کيس قتل ڪري ڇڏيو تڏهن صدام حسين واپس عراق موٽي آيو. مصر ۾ جلاوطني دوران صدام حسين بعث پارٽي جي سياسي سرگرمين جي چاڻ رکندو پئي آيو ۽ مصر ۾ رهي بعث پارٽي لاءِ ڪم ڪندو به رهيو.ساڻ پنهنجي اڪيڊمڪ ايجوڪيشن جاري رکندو آيو. جڏهن صدام حسين پهتو ته عراق ۾ هر طرف خانه جنگي جو دور هو. ملڪ انارڪي جي ور چڙهي چڪو هو. صدام حسين ان دور ۾ ڪافي متحرڪ رهيو جنهن ڪري 14 آڪتوبر 1964ع تي گرفتار ڪيو ويو 1967ع ۾ جيل مان فرار ٿي ويو مسلسل روپوشي ۽ جدوجهد سبب بعث پارٽي ۾ مقبوليت حاصل ڪري ورتائين 1968 ع ۾ ملڪ ۾ بغاوت جو جهنڊو بعث پارٽي پاران بلند ڪيو ويو جنهن ۾ بعث پارٽي ڪامياب رهي ان بغاوت جي نتيجي ۾ صدام حسين ۽ احمد حسن البقر ملڪ جا نوان حڪمران ٿي سامهون آيا. احمد حسن البقر کي عراق جو اقتدار ڏنو ويو جڏهن ته صدام حسين کي انقلابي ڪمان جو اڳواڻ چونڊيو ويو. ان دور ۾ صدام سياسي ميدان ۾ وڏيون ڪاميابيون ماڻيون. احمد حسن البقر صدام حسين کي انقلابي ڪمانڊ ڪائونسل جو وائيس چيئرمين جي عهدي سان نوازيو. صدام حسين کي احمد حسن البقر جو ساڄو هٿ ڪري لکيو ويندو هو.

1960_70 واري ڏهاڪي ۾ صدام جي مشوري سان ملڪ ۾ نئين انقلابي اصلاحات نافذ ڪئي وئي. ان ڏهاڪي ۾ صدام پنهنجي طاقت ناهڻ شروع ڪئي ۽ پوءِ احمد حسن البقر جي بيماريءَ جو سبب ڄاڻائي صدام پنهنجي مظبوط پارٽي پوزيشن ۽ فوجي پوزيشن کي نظر ۾ رکندي 1979 ع ۾ احمد حسين البقر کي صدارت تان هٽائي پاڻ ملڪ جو آئيني صدر بڻجي ويو. اهڙيءَ طرح بعث پارٽي ۽ صدام جي رعبدار شخصيت ملڪ تي حاوي ٿي وئي. حڪومت سنڀالڻ کانپوءِ

صدام جو عراقي عوام ڏانهن رويو انتهائي سخت ۽ آمراڻو هئو. جنهن ڪري عراقي ڪرد ۽ شيعا سندس سخت مخالف ٿي پيا. اڳتي هلي پاڙيسري ملڪن سان بہ سٺا ناتا رکي نہ سگهيو. جنهن ڪري پاڙيسري ملڪن صدام حسين جي حڪومت سان پنهنجا تعلقات گهٽائي ڇڏيا صدام حسين 1980 ۾ ايران خلاف جنگي پيش قدمي ڪئي. اٺن سالن جي ڊگهي جنگ صدام جي توقع خلاف ۽ سخت مهانگي جنگ ثابت ٿي. هڪ اندازي موجب 10 لک ماڻهن جو قتل ٿيو ان جنگ ۾ عراقي فوج کي ايران خلاف مسٽرڊ گئس، نروس گيس Nerve Gas ۽ Mustard Gas نرو گئس استعمال ڪرڻ جو حڪم ڏنو ويو. 1988 ۾ اتر عراق ۾ ڪردن جي بغاوت کي ڪچلڻ لاءِ ڪردن خلاف انتهائي خطرناڪ ۽ بندش پيل ڪيميائي هٿيار استعمال ڪيا. جنهن ۾ هزارين ڪرد ماريا ويا 1990 ع ۾ ڪويت مٿان حملو ڪري ان کي پنهنجي قبضي هيٺ آڻي ڇڏيو. ڪويت اڳرائي جو سبب عراقي تيل جي چوري سميت ڪويت کي عراق جو اٽوٽ حصو قرار ڏئي ڇڏيائين. 1991 ۾ اقوامي متحده جي ڪوشش ۽ آمريڪا ۽ ان جي اتحادي ملڪن مشهور ڊيزرٽ اسٽورم جي نالي سان فوجي ڪاهہ ڪئي ۽ ڪويت کي عراقي فوجن کان خالي ڪرائي ڇڏيو. اهڙي فوجي عمل کانپوءِ اقوام متحده پاران عراق تي اقتصادي پابنديون مڙهيون ويون. جنهن سان عراقي معيشت تي خراب اثر پيو. صرف تيل ۽ خوراڪ وارين شين جي اجازت اقوام متحده پاران ڏنل هئي. ان عمل کان پوءِ آمريڪا ۽ برطانيہ طرفان عراقي ڪيميائي ۽ بايولاجيڪل ۽ نيوڪليئر هٿيارن جي تياري جا الزام مڙهيا ويا آخر 19 مارچ 2003 تي آمريڪا ۽ ان جي اتحادي ملڪن عراق تي حملو ڪري معمولي مذاحمت کان پوءِ با آساني قبضو ڪري ورتو.

اهڙي صورتحال کانپوءِ صدام حسين ۽ ان جا ساٿي روپوش ٿي ويا. صدام حسين کي 13 ڊسمبر 2003 تي ان جي آبائي ڳوٺ تڪرت کان 9 ميل پري پراڻن کنڊرن جي تحہ خانن مان انتهائي ڪسمپرسي واري حالت ۾ گرفتار ڪيو ويو. اتحادي فوجين پاران 52 گهربل ماڻهن جي فهرست ۾ صدام حسين کي 1 نمبر تي Most Wanted قرار ڏنو. سندس گرفتاري تي اڍائي ڪروڙ ڊالر جو انعام رکيل هو. صدام جي گرفتاريءَ کانپوءِ عراقي عدالت ۾ ڪيس هلايو ويو صدام حسين خلاف مختلف ڏوهن جي چارج شيٽ فريم ڪئي وئي. مثال طور تي 1982 ۾ ٽيل قتل عام، 1990 ۾ ڪويت تي ڪيل حملو، 88_1986 ۾ ڪردن جو قتل عام، 1988 ۾ قردن جي هڪ ڳوٺ حليجہ تي ڪيميائي گئس استعمال شامل آهي. ان ڳوٺ تي ڪيميائي گئس جي استعمال ڪري صدام حسين جي ويجهي ساٿي جنرل علي تي نالو ڪيميڪل علي پيو. هي اهڙو حملو هو جنهن ۾ ڪيترائي ڪرد مارجي ويا تہ ڪي بچي جلاوطن ٿي ويا. ايڏي بربريت جو مظاهرو ڪيو ويو.

جنهن تي دنيا جي ملڪن ۾ انساني حقن جي تنظيمن صدام حسين تي سخت تنقيد ڪئي. عرب ملڪ صدام حسين کان نفرت ڪرڻ لڳا, صدام جي عوام ۾ بہ مقبوليت گهٽجڻ لڳي. هن سنگين الزام تحت پنج نومبر تي دجيل مقدمي ۾ ڏوهہ ثابت ٿيڻ سبب جنهن ۾ 148 ماڻهن جي قتل ۾ صدام جو ملوث هئڻ جي ڪري ڦاسي جي سزا ٻڌائي وئي. 8 جولاءِ تي صدام حسين جي قافلي تي دجيل جي ويجهو حملو ٿيو هو. ان حملي جي جواب ۾ عراق جي انقلابي عدالت پاران 148 ماڻهن تي مقدمو هلائي ڦاهي جي سزا ڏني وئي . ان حملي ۾ دعوي پارٽي کي ملوث ڄاڻايو ويو. دعوي پاٽي صدام جي دور ۾ عراق جي وڏي اپوزيشن پارٽي هئي. 148 ماڻهو جنهن کي ماريو ويو سڀ دعوي پارٽي جا ميمبر ۽ اڳواڻ هئا. موجوده وزير اعظم نوري المالڪي بہ دعوي پارٽي جو مکيہ اڳواڻ رهي چڪو آهي.

دجيل ڪيس ۾ صدام حسين سميت سندس جي ويجهي ڀاءُ برزان تڪريتي ۽ صدام دور جي ملٽري جج ايواد حامد النبد کي بہ ڦاهي تي چاڙهيو ويو آهي. ان ڪيس بابت جج جڏهن پنهنجو فيصلو ٻڌايو پئي تہ ان وقت صدام جذباتي ٿي " الله اڪبر _ عراق زنده آباد , عراقي عوام زنده آباد ۽ غدار مرده آباد جا نعرا هنيا" هو نعرا هڻي مسڪرائيندو رهيو. عدالت صدام حسين کي مهيني اندر ڦاسي خلاف اپيل جو حق ڏنو هو صدام حسين جي مقدمي جي پڄاڻي ۽ صدام حسين کي ڏنل ڦاسي جي سزا تي هيومن رائيٽس تنظيمن عدم اطمينان جو اظهار ڪيو آهي . ڪن جو چوڻ آهي تہ صدام حسين جو ڪيس هڪ غيرجانبدار بين الاقوامي ٽربيونل ۾ هلايو وڃي ها جيئن سربيا جي اڳوڻي صدر ميلا زوچ تي هلايو ويو. يا هينئر لائبيريا جي چارلس ٽيلر تي بين الاقوامي ٽريبيونل ۾ ڪيس هلايو ويندو. اهڙو اختيار عراقي عدالت کي حاصل نہ هو دستاويزي ثبوت ڏسي ۽ ڪيس بابت گواهيون ٻڌي ڪو فيصلو ڏيئي ڇڏي. صدام جي ڦاسي کان پوءِ هن وقت دجيل ڪيس بابت ڪيترائي سوال ۽ ڪيترائي مغالطا پيدا ٿي چڪا آهن. صدام جي ڪيس جي ڪاروائيءَ مڪمل طور هلي نہ سگهي آهي . انهيءَ جو سبب جج ۽ وڪيل آهن. جيڪي ياتہ دهشتگردن هٿان مارجي ويا ۽ ڪي وري ڊپ کان استعيفيٰ ڏئي گهر ويٺا ٿيا. صدام جي ڪيس جي پهرين چيف جج رزگار امين کي گذريل جنوري ۾ انڪري استعيفيٰ ڏيڻي پئي جو هن خلاف حڪومت کي ثبوت مليا تہ هو عدالت ۾ نظم ضبط قائم رکي نٿو سگهي. هن جج لاءِ چيو وڃي ٿو تہ صدام حسين کي پنهنجي حق ۾ دليل پيش ڪرڻ ۽ کلي ڳالهائڻ جو موقعو فراهم ڪيو هو. ڪجهہ هفتن کانپوءِ هڪ ٻيو جج سيد علي الحماشي کي ان الزام هيٺ برطرف ڪيو ويو تہ هو بعث پارٽي جو ڪنهن زماني ۾ ميمبر رهي چڪو هو. ان کانپوءِ حڪومت طرفان نامزد نئون جج عبد الله الاميري کي مقرر ڪيو ويو. جنهن کي بہ صدر صدام سان همدردي رکڻ جي شڪ ۾ برطرف ڪيو ويو. سڀ کان

ڦهريائين صدام جي وڪيل سعدون کي بيدرديءَ سان قتل ڪيو ويو. صدام حسين جي ٻئي وڪيل عادل الزبيدي کي گولين هڻي قتل ڪيو ويو. جنهن کان پوءِ صدام حسين جو ٽيون وڪيل ملڪ ڇڏي ڀڄي ُهليو ويو. چيف ڊفينس وڪيل خامس العبيدي کي جون مهيني ۾ اغوا ڪيو ويو ٻئي ڏينهن تي ان جو لاش مليو. صدام جي وڪيلن جا لاش شيعن جي علائقي صدر سٽي مان مليا هيا. ايتري قدر جو صدام جو وڪيل ٻڌڻ لاءِ ڪو تيار ڪو نہ هو.

صدام جي حامين مطالبو ڪيو تہ صدام حسين جو ڪيس عراق کان ٻاهر هلايو وڃي. وڪيل مهيا نہ ڪرڻ تي صدام حسين احتجاجن بک هڙتال بہ ڪئي هئي. صدام حسين کي پنهنجي ڪيس جي پيروي لاءِ وڪيل مهيا نہ ٿي سگهيو. آخر حڪومت پاران هڪ وڪيل مهيا ڪيو ويو. جنهن وڪيل صاحب اهو شرط رکيو تہ نہ منهنجي تصوير ڪڍي وڃي، نہ وري (آواز) گفتگو سامهون اچي ڪندس. منهنجي گفتگو (دليل) وغيره مائيڪرو فون ذريعي ٻڌا ويندا صدام حسين ان وڪيل تي عدم اعتماد ڪيو ۽ پنهنجو دشمن قرار ڏنو هاڻي ان سموري روئيداد مان اندازو هڻي سگهجي ٿو تہ دجيل ڪيس جي پڄاڻي ڪيتري تڪڙ ۽ ناانصافي تي مبني آهي. نہ نيڪ نموني وڪيل پنهنجا دليل مڪمل ڪري سگهيا نہ وري ڪو جج دليلن جي روشني ۾ ڪو انصاف ڪري سگهيو. جولاءِ ۾ صدام حسين کي يقين ٿي چڪو هو تہ ڪيس ڦاهي جي سزا ضرور ملندي، هن عدالت کي اپيل ڪئي هئي تہ هڪ فوجي جي ناتي هو فائرنگ اسڪواڊ سامهون مرڻ کي ترجيح ڏيندو نہ ڦاهيءَ جي ڦندي ذريعي. آخر چوويهہ سالن تائين عراق تي حڪومت ڪرڻ ۽ تقريباً اڌ صديءَ تائين عراقي سياست تي آمراڻو راڄ ڪندڙ صدام حسين کي ڦاهي تي چاڙهيو ويو. هاڻي تاريخ فيصلو ڪندي تہ صدام جابر ۽ آمر هو يا هڪ جنوني عرب قوم پرست هو. تاريخ سندس ڦاسي واري عمل کي شهيدن ۽ سورمن جي جاءِ ڏي ٿي يا نہ اهو اسان تاريخ تي ٿا ڇڏيون. ڇاڪاڻ جو تاريخ ساز شخصيتن لاءِ اڳواٽ راءِ ڏيڻ ڪنهن بہ ريت چڱو ناهي. اهو فيصلو مستقبل جي مورخ تي ڇڏيون ٿا.

صدام جي ڦاسي تي ڪٿي رنج ٿيو آهي تہ ڪٿي خوشيءَ جو اظهار بہ ڪيو ويو آهي. عراق جي وزيراعظم نوري المالڪي صدام جي ڦاسي تي خوشي جو اظهار ڪندي چيو آهي صدام کي قتل ٿي ويل بيگناه هزارين معصوم ماڻهن جي ڌيئرن، ڀينرن ۽ مائرن جي بد دعائن جو سلو صدام کي مليو آهي.

تاريخ : 31_12_2006

# ايٽمي جنون ۾ قاتل ڀارت

آمريڪي ايوان بالا انڊين، آمريڪي ائٽمي ٺاهه واري منصوبي جي منظوري ڏئي ڇڏي آهي. آمريڪي ايوان بالا هن ٺاهه کي اڪثريت راءِ سان منظور ڪري ورتو آهي. هن ٺاهه موجب ڀارت آمريڪا کان ائٽمي معاملن بابت ساز سامان آسانيءَ سان خريد ڪري سگهندو. ساڻ ڀارت جو ايشين ٽائيگر ٿيڻ جو خواب به ساڀيان ٿيندي نظر اچي رهيو آهي. ڀارت کي آمريڪا ايشيا کنڊ ۾ طاقتور ملڪ ڏسڻ چاهي ٿو ان جو سبب ويجهڙ ۾ چين جون سياسي اقتصادي سطح تي ڪاميابيون ماڻڻ سبب دنيا ۾ طاقتور ملڪ ٿي ابريو آهي. چين ائٽمي طاقت سان گڏ اقوام متحده ۾ ويٽو پاور جو به حق رکي ٿو. اتان جو عوام باشعور ۽ پنهنجن حڪمرانن سان ملڪ جي ترقي ۽ جاکوڙ ۾ ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي بيٺو آهي. سو هن وقت آمريڪا، ڀارت جي آڙ ۾ چين لاءِ مسئلا پيدا ڪرڻ گهري ٿو. ڀارت جو جيتريقدر سوال آهي ته ڀارت پاڙيسري ملڪن سان پنهنجا ناتا سڌارڻ بدران طاقت جي نشي ۾ اچي بگاڙي رهيو آهي. هن وقت ڀارت تي اخلاقي طرح وڏي ذميداري عائد ٿئي ٿي ته هو پاڙيسري ملڪن سان اهڙو ورتاءُ رکي جنهن سان امن امان ۽ ڀائيپي وارو ماحول پيدا ٿئي. ٻي صورت ۾ ڀارت لاءِ جيڪي مشڪلاتون پيدا ٿينديون جن کي منهن ڏيڻ مشڪل ٿي پوندو.

امن جي نام نهاد ٺيڪيدار ملڪن جي پاليسين بدولت هن وقت عالمي امن داءَ تي لڳل نظر اچي ٿو آهي هٿيارن جي ڊوڙ ۾ جنگجو ۽ طاقتور هجڻ جي نشي ۾ هن وقت دنيا جا 8 ملڪ ائٽمي پاور پڻجي چڪا آهن. هتي ائٽمي ملڪن جي ائٽمي ڌماڪن جي مختصر تاريخ کي ورجائيندو هلان ته جيئن پڙهندڙن جي علم ۾ اضافو ٿئي. 16 جولاءِ 1945ع تي آمريڪا پهريون پيرو ائٽمي تجربو ڪري دنيا ۾ دهشتگردي ۽ بدامني جو بنياد وڌو آمريڪا، ٽرينٽي، جي نالي سان ائٽمي ڌماڪو

ڪيو. ان جي رد عمل ۾ روس ان کان به وڏيڪ طاقتور ائٽمي ڌماڪو 29 آگسٽ تي مجوا دل جي ناليِ سان ڪيو روس جي ائٽمي ڌماڪي جي شدت آمريڪي ائٽمي ڌماڪي کان 3 ڪلو ٽن وڏيڪ هئي. آمريڪي ايٽم بم جي ڌماڪي جي شدت 19 ڪلو ٽن هئي. جڏهن ته روس 22 ڪلو ٽن شدت جو ڌماڪو ڪيو تنهن کانپوءِ برطانيا به ائٽمي ڊوڙ ۾ شامل ٿي ويو. 3 آڪٽوبر 1952ع ۾ هوريڪين جي نالي سان ائٽمي ڌماڪو ڪيو هن ڌماڪي جي شدت روس کان به وڏيڪ هئي. يعني 25 ڪلو ٽن هئي. پوءِ فرانس جو وارو آيو. فرانس جيربوسي بليو جي نالي سان ائٽمي ڌماڪو ڪيو. فرانس جي ائٽمي ڌماڪي پوري دنيا کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. هن ڌماڪي جي شدت 60 ڪلو ٽن هئي. ان کانپوءِ چين 16 آڪٽوبر 1964ع ۾ 596 جي نالي سان ائٽمي ڌماڪو ڪيو. هن ڌماڪي جي شدت روسي ائٽمي ڌماڪي جي برابر يعني 22 ڪلو ٽن هئي. پوءِ وارو آيو ڀارت جو 18 مئي 1974ع تي مسڪرائيندڙ ٻڌ. جي نالي سان ڌماڪو ڪيو ڀارت جي ائٽمي ڌماڪي جي شدت 12 ڪلو ٽن رڪارڊ ڪئي وئي. جنهن جي جواب ۾ پاڪستان 28 مئي 1998ع تي چاغي اول جي نالي سان ائٽمي ڌماڪو ڪيو. هن ڌماڪي جي شدت 9 ڪلو ٽن هئي. تازو 19 آڪٽوبر 2006ع تي اتر ڪوريا هوادي جي نالي سان ائٽمي ڌماڪو ڪيو. اهڙن ائٽمي ڌماڪن کانپوءِ دنيا جا مختلف ملڪ ائٽمي هٿيار ٺاهڻ ۾ رڌل نظر اچن ٿا. ايران لاءِ چيو وڃي ٿو ته تمام تيزي سان ايٽمي پروگرام کي پايه تڪميل تائين پهچائڻ لاءِ جتن ڪري رهيو آهي.

هن وقت پوري دنيا ۾ 23 هزار ائٽمي هٿيار موجود آهن ان ۾ آمريڪا وٽ 10 هزار کان به وڏيڪ هٿيار آهن. انهن مان 6 هزار هٿيار فوري طور استعمال ۾ آڻي سگهجن ٿا. روس وٽ 11 هزار ائٽمي هٿيار آهن. آمريڪا هاڻ تائين 10 هزار 54 ائٽمي تجربا ڪري چڪو آهي. روس 715 ائٽمي تجربا ڪيا آهن چين وٽ (400) چار سو ائٽمي هٿيار موجود آهن. 45 تجربا ڪري چڪو آهي. اهڙي طرح فرانس وٽ 350 ائٽمي هٿيار آهن هن وقت تائين فرانس 210 تجربا ڪري چڪو آهي. برطانيا 200 ائٽمي بمن جو مالڪ آهي ۽ 45 تجربا ڪري چڪو آهي. اسرائيل وٽ هن وقت 200 ائٽم بم موجود آهن پر اسرائيل باضابطا طور ڪو اعلان ناهي ڪيو. ڀارت وٽ 95 ائٽم بم موجود آهن ۽ 6 تجربا ڪري چڪو آهي.

آمريڪا ائٽمي هٿيارن جي ڊوڙ ۾ اڃان اڳتي وڌي رهيو آهي هن وقت وڌيڪ خطرناڪ ۽ موتمار پلان اسٽار وار جي نالي سان شروع ڪري چڪو آهي. آمريڪا اسٽار وار جي منصوبي تحت جاپان ۽ جنوبي ڪوريا کي ممڪن خطرن کي منهن ڏيڻ لاءِ فضا ۾ دفاعي ديوار فراهم ڪرڻ جي آڇ ڪئي آهي. جنهن سان ميزائل حملي کي ناڪام بڻائي سگهجي ٿو. آمريڪا جي اهڙي آڇ کانپوءِ چين

ناراض نظر اچي رهيو آهي ۽ چين جي نفرت آمريڪا لاءِ وڌندي وڃي ٿي. چين پنهنجي سلامتي لاءِ ڪي سامهون رکندي پيٽ سان پٽر بڌي وڏيڪ مهلڪ هٿيار ناهڻ شروع ڪندو ۽ اڳتي هلي چين آمريڪا جي سخت مخالف ايران ۽ اتر ڪوريا سان معاهدا ڪري آمريڪا لاءِ مشڪلاتون پيدا ڪري سگهي ٿو جنهن سان ايشيا کنڊ جي امن بگڙجندو جنهن جي ذميواري آمريڪا ۽ يورپي ائٽمي ملڪن مٿان هوندي، هاڻي سڀ کان وڌيڪ ذميواري آمريڪا جي بڻجي ٿي چاڪاڻ جو دنيا ۾ آمريڪا ئي جنگي جنون جي مرض ۾ ورتل آهي. ۽ عالمي امن جو ٺيڪيدار بہ آهي ان نعري تحت پر امن ملڪن تي حملا ڪري پنهنجا مقصد ماڻي رهيو آهي.

هاڻي ڏسڻو اهو آهي تہ آمريڪا جو پنهي نيپيل، پارت، انسانيت،امن لاءِ ڪهڙو ڪردار ادا ڪري، پارت ايشين ٽائيگر بنجڻ جي شوق ۾ ائٽمي معاهدا ڪري پنهنجي قوت ۾ پلي اضافو آڻي، پر ان سان گڏ انسان دوستي ۽ امن لاءِ بہ پاڻ پتوڙي خاص ڪري پارت ۾ ايٽمي پلانٽس کي محفوظ ڪري وجهي ماضيءَ ۾ ائٽمي پلانٽ مان خارج ٿيندڙ ائٽمي تابڪاري ڪري ڪيترائي ماڻهو اجل جو شڪار ٿيا آهن پهريون تہ يورنيم جي گدامن کي محفوظ ڪرڻ جا اپاءَ وٺي پوءِ آمريڪا کان ائٽمي ساز سامان جي گهرج ڪري، ائٽمي تابڪاري ڪري پارت جا پروارا ملڪ بہ متاثر ٿيڻ ٿا. انهن ملڪن وٽ بہ تحفظات آهن خدشا آهن پارتي ائٽمي پلانٽن ۾ ٿيل نقصانن موجب هن وقت تائين اٽڪل 40 هزار ماڻهو ايٽمي تابڪاري سبب مري چڪا آهن. 3 ڊسمبر 1984ع تي صبح سويري پوپال ۾ ائٽمي حادثو ٿيو. پوپال شهر جي ڪل آبادي 17 لک کان بہ وڌيڪ آهي اتي هن حادثي ۾ 25000 هزار ماڻهو ائٽمي تابڪاري جو شڪار ٿيا. پوپال ائٽمي پلانٽ 40 ٽن ايم آءِ سي ميٿائل آئيسو سائينيٽ جو سلنڊر ڦاٽي پيو هو. جنهن لاءِ ٻڌايو ويو تہ اهو سلينڊر گرمي جو درجو وڌي وڃڻ ڪري ڦاٽي پيو هو. ان حادثي ۾ هزارن جي تعداد ۾ ماڻهن جي مارجڻ کانسواءِ بچي ويل مائرون سموري زندگي ٻار ڄڻڻ جي صلاحيت کان محروم ٿي ويون. اهڙي طرح 31 مارچ 1993ع ڪونرودا جي ائٽمي پلانٽ ۾ خطرناڪ ڌماڪو ٿيو جنهن سان ري ايڪٽر ٽربائن سميت پوري پلانٽ ۾ بم ڌماڪي سبب ڪيترين ئي انساني جانيون اجل جو شڪار ٿي ويون. پر پارتي سرڪار ان ڌماڪي جا تفصيل/نقصان ميڊيا کان لڪايا. هن پلانٽ ۾ وڌيڪ موت جو شڪار اُهي ڪارڪن ٿيا جيڪي ان وقت ان هن پلانٽ ۾ ڪم ڪري رهيا هئا. 13 مئي 1994ع ڪائگاري جي ائٽمي ري ايڪٽر پلانٽ ۾ هڪ حادثو پيش آيو. هن حادثي ۾ 40 ملازم جيڪي ان وقت پنهنجي ڪم ۾ مصروف هئا اجل جو شڪار ٿي ويا. ساڳ پلانٽ جي 40 ميٽر بلند عمارت جيڪا 12 منزلن تي مشتمل هئي هڪ وڏي ڌماڪي سان ڪري پٽ پئي ۽ مٽي جو ڍير بڻجي وئي.

6 سيپٽمبر 1992ع تي ڀاڀا اٽامڪ ريسرچ سينٽر ۾ ڌماڪو ٿيو هي ڌماڪو گئس پائيپ ڦاٽڻ جي نتيجي ۾ ٿيو. هن ڌماڪي ۾ ڪيترائي ڪم ڪندڙ ملازم موت جو شڪار ٿيا. ڀاڀا اٽامڪ ريسرچ سينٽر ڊاڪٽر هومي جي ڀاڀا جي نالي سان رکيو ويو آهي. جنهن کي انڊين نيوڪليئر پروگرام جو ابو سڏيو ويجي ٿو.

ڀارتي رياست آنڌرا پرديس جي منسٽري آف انوائرمينٽ ۽ فاريسٽ 6 فيبروري 2006ع تي هڪ فيصلو ڏنو آهي جنهن ۾ يورنيم جي ڪاٽڻ ۾ ڪم ڪرڻ جي اجازت ڏني وئي آهي. اهڙي فيصلي خلاف علائقي جي ماڻهن احتجاجي مظاهرا به ڪيا آهن پر ڀارتي سرڪار يورنيم حاصل ڪرڻ جي جنون ۾ ڪافي اڳتي اچي چڪي آهي. سرڪار ماڻهن جي جان ۽ مال جي حفاظت ڪان وڌيڪ مهلڪ هٿيار ناهڻ جي جنون ۾ پوري آهي. ان سلسلي ۾ ڀارت سرڪار کي تڪڙ ڪرڻ جي ضرورت ڪانهي. ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته پنهنجن ائٽمي اثاثن کي هر لحاظ کان محفوظ بڻائي، عام ماڻهن جي ذهنن ۾ ويٺل خوف کان آجو ڪري ۽ مڪمل تحفظ فراهم ڪري، هر ڳالهه ۾ عوام کي شريڪ ڪري مونجهارن کي دور ڪجي. ان حوالي سان ته ڀارت هڪ جمهوري ملڪ آهي جتي عوام جي راءِ جي اهميت هئڻ گهرجي. هلندڙ سال رياست بهار جي جهارکنڊ علائقي ۾ خطرناڪ تابڪاري خارج هئڻ ڪري اجا تائين ماڻهو تابڪاري اثر هيٺ مري رهيا آهن. سوين ماڻهو مفلوج ٿي چڪا آهن. هنن جي اکين مان بينائي ختم ٿي چڪي آهي. ٻارڙن جا هٿ پير ٽيڏا ٿي چڪا آهن. ڀارتي سرڪار اهڙن حادثن ۽ واقعن کان انڪار ڪندي رهي آهي، ته ڀارتي جهار کنڊ واري علائقي ۾ نال گونڊا جي مقام تي يورينيم جا ذخيرا 1990ع ۾ دريافت ٿيا هئا جڏهن ته جادوگڏا ۾ يورنيم جا ذخيرا 1967ع ۾ دريافت ٿيا هئا جنهن جي پئداوار 150 ٽن سالياني آهي.

ڀارت ڀلي يورنيم سان مالامال هجي يا ائٽمي لحاظ کان طاقتور ڀل معاشي لحاظ کان عالمي منڊي ۾ ٽاپ لسٽ هجي ۽ شرح خواندگي ۾ يورپ سان ڪن هٽي ڀل ڀارت پنهنجو پاڻ کي ٽائيگر به سمجهندو هجي پر چين جي نظر ۾ هن خطي ۾ ڀارت غريب ملڪ آهي، ٽائيگر بلڪل ناهي ۽ نه ٿي سگهندو. ڀوءِ چو نه ڀلي آمريڪا ڀارت کي معاشي ميدان ۾ يا ائٽمي ميدان ۾ طاقتور بڻائي ڀارت بابت اهڙو خيال بي بي سي جو نمائندو رويرٽ ونگفيلڊ هينر هنن لفظن ۾ ٿو بيان ڪري "مجون ٿا ته چين ۾ هڪ آزاد معاشرو ناهي ۽ چين بي پناهه مسئلن ۾ ڦاٿل نظر اچي ٿو پر اتي ٿيندڙ ڪاميابين کي نظر ۾ رکڻ گهرجي. چين جتي بيٺو آهي اتي ان جو مقابلو ڀارت پنهنجي آزاد ۽ جمهوري معاشري جي باوجود به نه ٿو ڪري سگهي، خاص ڪري هن خطي جا ماڻهو جيڪي بکن ڪاٽڻ سبب حياتيون وڃائي ويهن ٿا اُهي ملڪ جيڪي وسيلن جي تنگي سبب بک، بيماري ۽ موت

وڏي رهيا آهن.ان خطي ۾ خوني جنگين جا خواهشمند ملڪ يا ماڻهو انسانيت جا ڪهڙي ريت سڄڻ ۽ دوست ٿي سگهن ٿا". هن وقت ڀارت نوبل امن جا 7 انعام حاصل ڪري چڪو آهي امن جو حامي ۽ سيڪيولر ڀارت آخر جنگي جنون ۾ ايڏو ڇو مبتلا آهي ڇا هو هن امن واري خطي ۾ طاقت جو استعمال ڪري امن امان جا مسئلا پيدا ڪندو؟ اهي اهڙا سوال آهن جو ڀاڙيسري ملڪن جو عوام سوچي ٿو ۽ ڀارت کان جواب طلبي ٿو ان موقعي تي ڀارتي سرڪار کي اشوڪا اعظم وارو تاريخي باب بہ پڙهڻ گهرجي. جنهن 273 ق م ۾ ڪلنگاهہ جي فتح لاءِ مسلسل 8 سال ويڙهاند ڪئي ان جنگ ۾ ڏيڍ لک ماڻهو قيدي ٿيا ۽ هڪ لک ماڻهو مارجي ويا. انهيءَ ڪوس ۾ ماڻهن کي قيدي بنائڻ واري مسئلي اشوڪ کي سخت صدمو رسايو جنهن ڪانپوءِ هن پنهنجي شهنشاهيت جي حدن اندر جنگي مهم ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ ٻڌ ڌرم جي پناهہ ۾ سڪون ماڻيائين ۽ دنيا کي امن ۽ پيار جو پيغام ڏنائين ۽ جيڪي باقي زندگي گذاريائين ان ۾ امن ۽ شانتي جو پرچار شامل هو. آخر هو زماني جي ظالمن هٿان قتل ٿي ويو ڀارت سرڪار کٽي ڪيڏي بہ طاقتور هجي پر جيڪي بہ فيصلا ڪري اهي هندستان جي تاريخ کي سامهون رکي ڪري. جنگي جنون جي مرض ۾ وڪوڙيل هندستاني بادشاهن. شهنشاهن راجا ۽ مهاراجائن جا حشر ڪيڏا ڀيانڪ ٿيا آهن!.

اسين ان نتيجي تي پهتا آهيون تہ هي خطو اقتصادي طور .نهن اڻبرابري ۽ عدم توازن جو شڪار آهي هن ڌرتيءَ تي رهندڙ اڪثريتي آبادي کي موت کان بہ بدتر حالتن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو اهڙي حالتن ۾ انسانيت جي گڏيل ورثي ۽ ملڪيت جو درجو رکندڙ وسيلا جنگجو ماڻهن جي خواهشن جي پورائي لاءِ جنگين تي خرچ ڪرڻ سنگين ڏوهہ برابر آهي جنهن تي ڪن لاتار نتي ڪري سگهجي تنهنڪري هن خطي اندر هلندڙ جنگي مهمون بند ٿيڻ گهرجن. سمورا معاشي وسيلا انسانيت جي تحفظ پلائي ۽ معيار زندگيءَ کي بهتر بنائڻ لاءِ ڪتب آڻڻ گهرجن ان سلسلي ۾ ائٽمي قوتون ڀارت. اتر ڪوريا. چين ۽ پاڪستان جو عالمي امن. عوامي خوشحالي. سماجي ترقي. ڀائپي وارن مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ گڏجي ٽيبل تي ويهڻ ضروري ٿي پيو آهي.

# سياست
# جي محور ۾ قاتل
# مولانا فضل الرحمان
# چا ٿو سوچي!

متحده مجلس عمل پاران قومي ۽ صوبائي اسيمبلين تان استعيفائن جي اعلان ڪانپوءِ ملڪ جي سياسي صورتحال مونجهاري جو شڪار ٿي چڪي آهي. ڪيترائي سوال جنم وٺي چڪا آهن. ملڪ جا سياستدان اعتماد جي کوٽ سبب ٻچي ٻچي بيان بازي ڪري رهيا آهن. ماڻهو 6_ ڊسمبر جو انتظار ڪري رهيا آهن. جنهن ڏينهن متحده مجلس عمل جي اهم اڳواڻ جو اسيمبلي تان استعيفا جو اعلان ٿيندو ۽ هو آئنده جو لائحه عمل تيار ڪندا. اهڙي موقعي تي مجلس عمل جو اهم اڳواڻ مولانا فضل الرحمان استعيفائن واري مسئلي تي سخت مونجهاري جو شڪار آهي. مولانا صاحب 6_ ڊسمبر تائين مهلت گذريل ايم ايم اي جي اجلاس مان گهري ورتي هئي. مولانا فضل الرحمان ڪي سموري سياسي زندگي جو مشڪل ترين فيصلو اڳيان آهي. ڪن سياسي ذريعن جو چوڻ آهي تہ مولانا صاحب لاءِ استيفعا وارو فيصلو سياسي خودڪشيءَ جي برابر آهي. 53 سالن جو مولانا فضل الرحمان هن وقت جي يو آئي(ف) پاڪستان جو امير آهي. جي يو آئي جنهن جو وجود 1956 ع ۾ پيو هو. جمعيت العلماءِ هند سان واسطو رکندڙ ديوبند جا عالم اپکنڊ جي سياست ۾ ڀرپور جو حصو وٺندا هئا. بر صغير جي ورهاست واري جدوجهد ۾ جمعيت العلماءِ هند مولانا حسين احمد مدني جي قيادت ۾ ڪانگريس جو ساٿ ڏنو. جڏهن تہ علماءِ ديوبند جي نالي وارو عالم شبير احمد عثمانيءَ پاڪستان جي قيام لاءِ زبردست جدجهد ڪئي هئي. 1956ع ۾ ملتان ۾ عالمن جي اجلاس ۾ جي يو آئي جو قيا عمل ۾ آيو. جتي مولانا احمد علي صدر مولانا مفتي محمود نائب صدر ۽ مولانا غوث ناظم اعليٰ چونڊيا ويا. 1962ع واري اليڪشن ۾ ڪاميابي ڪانپوءِ مولانا مفتي محمود جي يو آئي جي سياسي شعبي جو

روح روان بڻجي ويو. 1970ع جي اليڪشن ۾ ذوالفقار علي ڀٽو کي ڊي آءِ خان جي سيٽ تان هارائي مولانا مفتي محمود قومي اسيمبلي جو ميمبر بڻيو. 1973ع ۾ آئين ناهڻ ۽ ان ۾ اسلامي دفعات شامل ڪرڻ ڪانسواءِ قاديانين کي غير مسلم قرار ڏيارڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو.

1977ع ۾ ڀٽو حڪومت خلاف زبردست تحريڪ شروع ٿي جنهن جي، نتيجي ۾ ذوالفقار علي ڀٽو کان اقتدارکسجي ويو هو ۽ وڃي ڦاسي جي ڦندي کي رسيو۔ ۽ ملڪ ضياءُ الحق جهڙي فاشسٽ جنرل جي حوالي ٿيو. مفتي محمود صاحب جنرل ضياءُ الحق جو وڏو حمايتي رهيو. هن صاحب جي يو آءِ جا ٽي نمائندا بہ ڪابينا ۾ نامزد ڪرايا. اڳتي هلي ڪجھ اختلافن سبب مفتي صاحب، ضياءُ الحق جو مخالف بڻجي ويو. مفتي محمود جي وفات ڪانپوءِ ايم آر ڊي جي تحريڪ ۾ مولانا فضل الرحمان جو ڪردار سامهون آيو. ان دور ۾ مولانا فضل الرحمان ڪافي عرصو جيل ۾ گذاريو. 1988ع ۾ بينظير ڀٽو اقتدار ۾ آئي تہ مولانا صاحب ان جو اتحادي رهيو. پوءِ وري بينظير جو مخالف بڻجي ويو ۽ ان دور ۾ قومي اسيمبلي ۾ نواز شريف پاران پيش ڪيل قراردادن جي حمايت ڪندو رهيو. 1993ع ۾ مولانا فضل الرحمان هڪ ڀيرو وري وزيراعظم جو عهدو ماڻيندڙ بينظير ڀٽو جو اتحادي بڻجي ويو. ۽ قومي اسيمبلي جي خارجہ امور ڪاميٽي جو سربراھ بڻيو. 1997ع واري اليڪشن ۾ مولانا فضل الرحمان کي شڪست نصيب ٿي. 11/9 واري آمريڪي سانحي ڪانپوءِ پاڪستان ۾ مولانا فضل الرحمان جو نئون روپ سامهون آيو. 2002ع جي اليڪشن ۾ مولانا فضل الرحمان ايم ايم اي جي پليٽ فارم تان چونڊ وڙهيو ۽ ڪامياب ٿيو اسيمبليءَ ۾ چونڊجي اچڻ ڪانپوءِ صدر مشرف جو ساٿاري بڻجي ويو. ڇئن سالن اندر قومي اسيمبلي ۾ جيڪي بہ جنرل مشرف جا فيصلا يا آرڊيننس عوام جي مٿان ٿاڦيا ويا. مولانا بغير ڪنهن سوچ ويچار جي اکين تي رکندو آيو. حدودِ نسوان بل جي سيئي حڪم احڪامن ۾ حڪمرانن سان گڏ رهيو. حدود نسوان بل جي قومي اسيمبلي مان پاس ٿيڻ سبب ايم ايم اي جا اتحادي خاص ڪري قاضي حسين احمد واري جماعت حڪمرانن جي خلاف اٿي کڙي ٿي ۽ اسيمبلين تان استعيفائون ڏيڻ سميت حڪومت خلاف تحريڪ هلائڻ جو ڇتاءُ ڏنو.

حدودِ نسوان بل متعلق ايم ايم اي پنهنجو هڪ اسلامي طور طريقي وارو مؤقف رکي ٿي جڏهن تہ استعيفيٰ واري معاملي تي ايم ايم اي ورهائجي چڪي آهي. جنهن سبب ايم ايم جي وجود کي پڻ خطرو لاحق آهي. قاضي حسين احمدجي سموري جماعت اسلامي هن وقت اسيمبليءَ تان استعيفائون ڏيڻ جو فيصلو ڪري چڪي آهي ۽ حڪومت خلاف تحريڪ هلائڻ جي رٿابندي ڪري چڪي آهي. ذريعن جو چوڻ آهي تہ حڪومت خلاف تحريڪ جي رٿا بندي ۾

جماعت اسلامي کي فوج جو سهڪار حاصل آهي؛ پر مولانا فضل الرحمان جي سوچ جماعت اسلامي جي مؤقف جي ابتڙ آهي مولانا فضل الرحمان تي جي يو آءِ اندر هڪ وڏو پريشر آهي تہ هو جلد از جلد اسيمبليءَ تان استعيفيٰ ڏيڻ جو اعلان ڪري. ان سلسلي ۾ بلوچستان مان چونڊيل رڪن قومي اسيمبلي مولانا نور محمد باجوڙ واري واقعي تي استعيفيٰ ڏئي چڏي آهي. ساڳ مولانا نور محمد جي يو آءِ ( ف ) اِهو مؤقف رکيو تہ حدود بل تي اسلامي نظرياتي ڪائونسل جون سفارشون قبول نہ ڪرڻ تي حڪومتي رويي خلاف احتجاجن اسيمبلي جي رڪنيت تان استعيفيٰ ڏئي چڏي آهي. مولانا نور محمد ڪوئيٽا جو ضلعي امير بہ رهي چڪو آهي. ۽ پارٽيءَ ۾ اهم حيثيت رکي ٿو.

مولانا فضل الرحمان لاءِ اهو بہ چيو ويو آهي تہ هو ملا ۽ ملٽري الائنس جو اهمُ پارٽنر آهي. هن جا ملڪي نوعيت ۽ طالبان بابت ڪيترائي ڳجها معاملا طئي ٿيل آهن. طالبان ۽ حڪومت جي وچ ۾ "پل" جو ڪردار ادا ڪندڙ مولانا اندروني طور حڪمرانن سان گڏ ويٺل نظر اچي ٿو. بظاهر هو حدود نسوان بل جي پاس ٿيڻ ڪانپوءِ حڪومت کان ناراض نظر اچي رهيو آهي. ان جو سبب اهو پريشر آهي جيڪو عالمن پاران DEVELOP ڪيو ويو آهي. مولانا، مشرف حڪومت خلاف ڪو بہ ابهرائي وارو قدم کڻڻ جي موڊ ۾ ڪانهي. مولانا دور انديش ۽ وڏي سوچ رکندڙ قسم جو عالم آهي. هن جون نظرون عالمي ۽ ملڪي سياست تي هر وقت کتل رهن ٿيون. دنيا جي مسلم جهادي تنظيمن سان واسطا اٿس. تنهن ڪري فيصلا بہ حالتن کي ڏسي وائسي پوءِ ڪري ٿو. هو هن وقت حڪومت خلاف تحريڪ هلائڻ جي حق ۾ ناهي ۽ نہ وري اسيمبلين تان استعيفائون ڏيڻ جي حق ۾ آهي. ٻئي طرف حافظ حسين احمد آهي جيڪو پارٽي ۾ هڪ اهم مقام رکي ٿو. اهو بہ مولانا جي پرو گورنمينٽ پاليسي سان زبردست اختلاف رکي ٿو. حافظ حسين احمد قومي اسيمبلي تان استعيفيٰ لکي مولانا صاحب جي حوالي ڪري چڏي آهي. حافظ حسين پنهنجي هڪ بيان ۾ چيو آهي تہ "اسيمبلي هڪ آڪاڙو بڻجي چڪي آهي" هو اسلام دشمن حڪومتي پاليسين خلاف شديد قسم جو موقف رکي ٿو. هن جو اهو بہ چوڻ آهي تہ پارٽي کي ڪنهن بہ قسم جي مصلحتن کان متيرو ٿي سوچڻو پوندو. جي يو آءِ (ف) ۾ موجود مولانا نور محمد بہ اهڙي سوچ جو مالڪ آهي.

10 آگسٽ تي لنڊن ۾ ميان نواز شريف سان ٿيل ملاقات ۾ مولانا فضل الرحمان پنهنجي تحفظات کان آگاهہ ڪندي چيو هو تہ "هو (مولانا فضل الرحمان) موجوده اسيمبلين جو خاتمو ڪڏهن بہ نٿو چاهي. موجوده سسٽم کي ختم ڪرڻ بجاءِ ان ۾ اصلاح جو حامي آهي." لنڊن ۾ اهڙي مضبوط خيال کي نواز شريف سامهون پيش ڪرڻ ڪانپوءِ اهو چوڻ ۾ حق بجانب آهيون تہ مولانا

حڪمرانن سان ناتا خراب رکڻ جو خواهشمند ناهي. يا ٿي سگهي ٿو تہ سرحد ۽ بلوچستان ۾ پارٽي جون حڪومتون هٿن مان وڃائڻ نٿو چاهي. يا ٻيا ڪي بہ مسئلا ٿي سگهن ٿا. جنهن ڪري هو اڃا تائين حڪومت جو حصو بڻجڻ ٿو چاهي. پر هاڻي انهن سيني ڳالهين جو وقت گذري چڪو آهي. هينئر حڪومت جو مخالف ٿيڻ هن جي مجبوري آهي. تازو اسلامي نظرياتي ڪائونسل جو فيصلو آيو آهي تہ "ملڪ جي اعليٰ ادارن (قومي اسيمبلي ۽ سينيٽ) مان پاس ٿيل حدود نسوان بل غير شرعي آهي." اهڙي فيصلي ڪانپوءِ حڪومتي ڌرين ۽ ايم ايم اي وچ ۾ تڪرار تيز ٿي چڪو آهي. جنهن ڪري حڪومت سختي سان منهن ڏيڻ لاءِ اپاءَ ورتا آهن. پر حڪومت ڪي بار بار سوچڻو پوندو تہ سندن جهيڙو پي پي يا نواز ليگ سان ڪونهي. جن وٽ ايترا ويڙهہ وارا ذريعا ڪونهن پر هنن عالمن وٽ تہ سڀ ڪجهہ آهي. اها حڪومت ۽ عالمن جي ويڙهہ ڪنهن بہ خطري کان خالي ناهي.

اهڙي حالتن ۾ جيڪڏهن مولانا فضل الرحمان پنهنجي فيصلي تي اٽل بيٺو رهيو تہ پارٽي جو ٻن ڌڙن ۾ ورهائجڻ ممڪن آهي. بهرحال اهو فيصلو 6- ڊسمبر تي ٿيندو.

مولانا فضل الرحمان صاحب ميثاق جهموريت جو حصو بہ بڻجڻ نہ پئي چاهيو نہ وري اي آر ڊي ۾ شموليت جو حامي هو. پر قاضي حسين احمد پاران ايم ايم اي کان عليحدگي جي ڌمڪي ڪانپوءِ مولانا فضل الرحمان پنهنجي موقف ۾ تبديلي آندي ۽ قاضي حسين احمد سان گڏجي اي آر ڊي جي اڳواڻ مخدوم امين فهيم سان ملاقات ڪئي ۽ ان وقت وزيراعظم خلاف تحريڪ عدم اعتماد ۾ پنهنجي حمايت جو يقين ڏياريو.

بينظير ڀٽو مولانا فضل الرحمان جي مصلحت پسند پاليسين ڪري مولانا فضل الرحمان سان ويهڻ يا ڳالهائڻ لاءِ تيار ڪانهي. بينظير ڀٽو جو چوڻ آهي تہ"ايم ايم اي خصوصن مولانا فضل الرحمان جو طالبان ۽ فوج ٻنهي سان ويجها رابطا آهن." جڏهن تہ صدر مشرف جو بيان آهي تہ "دهشتگردي ۽ انتهاپسندي پاڪستان لاءِ سنگين مسئلو بڻجي وئي آهي. دهشتگردي ۽ انتهاپسندي جو پوري طاقت سان مقابلو ڪيو ويندو ۽ ان خلاف جنگ جاري رهندي" هاڻي صدر بہ سختي سان مقابلو ڪري ۽ ملڪ جون سياسي پارٽيون بہ ايم ايم اي تي عدم اعتماد ڪن تہ پوءِ ميدان ۾ رهجي ويل اڪيلي ايم ايم اي ڇا ڪندي ۽ ڪهڙو مستقبل ان جي اڳيان هوندو؟

هڪ طرف قاضي حسين احمد دعويٰ ڪري ٿو تہ "ايم ايم اي جي استعيفائن ڪانپوءِ پ پ ۽ مسلم ليگ (ن) وارا بہ اسيمبلين تان استعيفيٰ ڏئي ويندا." ٻئي طرف جماعت اسلامي جو سينيئر اڳواڻ پروفيسر غفور احمد جو چوڻ آهي تہ سينيٽ مان حدود نسوان بل پاس ٿيڻ ڪانپوءِ اسان وٽ ٻيو ڪو بہ آپشن ڪونهي

سواءِ حڪومت خلاف ملڪ گير تحريڪ هلائڻ جي". هاڻي اهو به چوڻ وقت کان اڳ آهي ته اها تحريڪ جيڪا جماعت اسلامي جي سوچ جي پيداوار آهي. سا حقيقي جمهوريت آڻيندي يا وري ڪو نئون جنرل اچي ڏنڊي جي زور تي عوام مٿان حڪمراني ڪندو. ان حوالي سان اڳوڻي چيف جسٽس سعيد الزمان صديقي جو تازو بيان سامهون آيو آهي جنهن ۾ هن صاحب چيو ته "هر وڏي تحريڪ جي پڄاڻي تي هڪ نئون جنرل اقتدار تي اچي ويهي ٿو".ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ايم ايم اي جي استعيفائن کانپوءِ سرحد ۽ بلوچستان حڪومتون ڍهي پٽ پونديون. جنهن جو اشارو پارلياماني وزير شيرافگن ڏئي ڇڏيو آهي. جنهن سان هڪ وڏو ممڻ مچندو ۽ ملڪ ۾ وڏو بحران پيدا ٿيندو. چونڊون مٿان آهن. پوءِ تي سگهي ٿو ته صدر مشرف اسيمبليون ٽوڙي چونڊن جو اعلان ڪري ۽ نگران حڪومت جو اعلان ڪري يا اهڙي بحران جو فائدو وٺي ڪو نئون جنرل ميدان تي اچي اقتدار جون واڳون سنڀالي.

قومي اسيمبلي مان حدود نسوان بل پاس ٿيڻ واري ڏينهن صدر مشرف ٽي وي تي قوم کي خطاب ڪندي چيو ته "ترقي پسند انتها پسندن کي پنهنجي اصل طاقت ڏيکارين. هاڻ سندن ڪابه ڳالهه نه ٻڌي ويندي. قوم کين اينڊڙ چونڊن ۾ رد ڪري ڇڏيندي". صدر مشرف حدود نسوان بل منظور ٿيڻ تي قوم کي مبارڪون ڏنيون آهن. صدر مشرف جي خطاب تي ايم ايم اي اڳواڻن تبصرو ڪندي چيو آهي ته مشرف جو قوم کي خطاب اسلام ۽ ملڪ اندر ديني اسلامي تهذيب خلاف جنگ جو گهنڊ وڄائڻ جر برابر آهي. ملڪ ۾ آمريڪي بالادستي جي خاتمي لاءِ ڀرپور تحريڪ شروع ڪئي ويندي.

بظاهر ڏسڻ ۾ ائين پيو اچي ته ملا ۽ ملٽري الائنس ٽٽڻ وارو آهي. صدر مشرف جيڪو پنهنجي سياسي چالاڪين ۽ ٻٽي راند ڪرڻ جو بهترين رانديگر آهي. سو ڏسون ٿا ته ايم ايم اي جيڪا اڪيلي سر ميدان ۾ لٿل آهي. تنهن کي ڪيئن ٿو مات ڏئي. صدر مشرف جي بيانن مان ظاهر ٿئي ٿو ته هو هاڻي مولوين مان جند ٿو ڇڏائڻ چاهي. ڇاڪاڻ جو مولوين ڀاران صدر کي هاڻي ڪو فائدو ڪونهي. آمريڪا ۽ برطانيه جي حاڪمن جي تنقيد به هنن مولوي صاحبان جي ڪري مشرف کي سهڻي ٿي پوي. تازو برطانوي وزيراعظم ٽوني بليئر جڏهن پاڪستاني دوري تي پهتو ته هن صاحب به چيو ته"وڌيڪ ڪجهه ڪريو". افغانستان ۾ جاري مزاحمت کي ڪچلڻ لاءِ وڌيڪ قدم کڻڻ جي گهر ڪيائين. ٽوني بليئر جي ڏنل بيان جي هفتي کانپوءِ افغانستان ۾ هڪ ڇتي ويڙهه ۾ نيٽو جا فوجي جوان مارجي ويا ۽ زخمي ٿيا آهن. اهو مسئلو به ٽوني بليئر مشرف سرڪار جي کاتي ۾ وجهندو. تنهن ڪري صدر مشرف هاڻي ڪنهن به طرح سان ايم ايم اي مان جان ڇڏائيندو.

چئن سالن اندر جيئن ايم ايم اي وارن حڪمرانن سان نڀايو تيئن صدر مشرف بہ سنو ساٽ ڏنو. مثال طور اٽيڙهيل مولوين لاءِ اليڪشن 2002ع ۾ بيهڻ لاءِ مدرسن کي 2001ع ۾ آرڊيننس ذريعي گريجوئيٽ ڊگري حاصل ڪري چونڊن ۾ بيهڻ جو اهل بڻائڻ جو ڏڳ ڏنو. صدر مشرف علحده مدرسا ايجوڪيشن بورڊ جو قيام عمل ۾ آندو. اهڙي طرح ملڪ ۾ 10 هزار تي سو مدرسا رجسٽرڊ ٿي ويا. اسلام آباد جي حاجي ڪيمپ واري علائقي ۾ مدرسا بورڊ جي آفيس ٺاهي وئي. پر هاڻي سرڪار سخت ناراض آهي. تنهن ڪري عالمن خلاف ڪريڪ ڊائون شروع ٿي چڪو آهي ۽ ان سلسلي ۾ گرفتارين جو عمل جاري آهي. عالمن تي ڪيس داخل ٿي چڪا آهن. دره آدم خيل جي پوليٽيڪل انتظاميا قومي اسيمبلي مان تازو استعيفيٰ ڏيندڙ ميمبر هارون الرشيد کي گرفتار ڪري چڪي آهي. سنڌ مان مولانا اسدالله ڀٽو جيڪو ايم ايم اي جو اسيمبلي ميمبر ۽ سنڌ جو اڳواڻ آهي ان تي ڪيس داخل ٿي چڪو آهي. ايم ايم اي ۽ حڪومت وچ ۾ ويڙهاند جي شروعات ٿي چڪي آهي. اهڙي حالت ۾ مولانا فضل الرحمان اڪيلي سر ڇا ڪندو نيٺ استعيفيٰ ئي ڏيندو ڇاڪاڻ جو ايم ايم اي جا اهم اڳواڻ قاضي حسين احمد پروفيسر ساجد مير، علاما ساجد نقوي، مولانا انس نوراني استعيفيٰ ڏيڻ جي حق ۾ آهن.

ڪجهہ ذريعن وٽان اها خبر پئي آهي تہ جميعت علماءِ اسلام ۾ ويٺل ڪجهہ عالم مولانا فضل الرحمان جي رويي مان ناراض آهن. جيڪڏهن مولانا فضل الرحمان پنهنجي قومي اسيمبلي جي ميمرشپ تان استعيفيٰ جو اعلان 6۔ ڊسمبر واري اجلاس ۾ نٿو ڪري تہ پوءِ جمعيت علماءِ اسلام جي سياست جو جنازو نڪري ويندو. تنهن ڪري 6۔ ڊسمبر تي رٿيل ايم ايم جي اجلاس ۾ مولانا فضل الرحمان جي فيصلي جا ملڪ جون سياسي پارٽيون فوجي حڪمران ، فوج ،تجزيہ نگار ڪالم نويس سڀ منتظر آهن.

تاريخ : 2006_1_28

# هوجن تائو-
# پارت ۽ پاڪستان
# ڪي ڇا ڇا ڏنو؟

پاڪستان جي دوري تي آيل چين جي صدر هوجن تائو پنهنجي هڪ بيان ۾ چيو آهي ته "اسين سون ڇڏي سگهون ٿا پر پاڪستان ڪي نه" اهڙن گولڊن لفظن سان پاڪستان جي دوستي ڪي پيئتا ڏيڻ هتان جي عوام لاءِ فخر جي ڳالهه آهي. پاڪ-چين دوستي خلوص ۽ سچائي سان پريل جذبن ۽ خواهشن جي هڪ ڊگهي تاريخ رکي ٿي. ٻنهي ملڪن جي وچ ۾ اتحاد ۽ هڪٻئي سان تعاون جا ڪيئي مثال موجود آهن. چيني صدر جي پاڪستان دوري دوران تمام وڏا معاهدا ٿيا آهن. اهي منصوبا جڏهن چين جي تعاون سان پايه تڪميل تي پهچندا ته ترقي يافته ملڪن ۾ پاڪستان جي هڪ نئين حيثيت ابري سامهون ايندي جن وڏن منصوبن تي معاهدا ٿيا انهن ۾ چشما نيو ڪليئر پاور پلانٽ، هيوي مڪينڪل ڪمپليڪس ٽيڪسلا، ايروناٽيڪل ڪمپليڪس ڪامرا، غاري بروٽا پروجيڪٽ، سينڊڪ منصوبو قراقرم هاءِ وي، گوادر بندرگاهه شامل آهن. اهڙن معاهدن سان پاڪستان دفاعي ۽ معاشي لحاظ کان مستحڪم ۽ مضبوط ٿيندو.

چيني صدر هوجن تائو پاڪستان کان اڳ پارت جي دوري تي پهتو جتي سندس والهانا استقبال ڪيو ويو. ڏهن سالن کان مٿي واري عرصي کانپوءِ چيني صدر جو هي دورو وڏي مقصد وارو هو. پارت جي هن خطي ۾ اهميت جيڪا تجارتي ۽ دفاعي لحاظ کان اهم بڻجي وئي آهي. پارت جي ويجهو وچي پنهنجائپ جو احساس ڏيارڻو هو. ٻيو سبب اهو به هو ته آمريڪا جي پارت سان ويجهڙائپ چين لاءِ خطري جو سبب بڻجي سگهي ٿي. چين جي صدر جي دوري سان چين-پارت دوستي جو هڪ نئون دور شروع ٿي ويو آهي. اهڙي اميد ڪٺي چين جو صدر پارت جي دوري تي آيو هو پارت ۾ چيني صدر سياسي اڪابرن، ماهر معاشيات، اعليٰ حڪام ۽ پارتي مخالف ڌر جي اڳواڻن سان ملاقاتون ڪيون ۽ پنهنجي خيالن سان آگاهه ڪيو. ان موقعي تي چيني صدر چيو ته "چين-ڏکڻ ايشيا ۾

صرف پنهنجي مفادن لاءِ نه پر پوري خطي ۾ امن جي بحالي ۽ ترقي ۾ هڪ اهم ۽ عملي ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ تيار آهي.“ هن صاحب وڌيڪ چيو ته ”اسان جي مضبوط معيشت هڪ ٻئي کي قوت بخشيندي ۽ اسان جي باهمي رابطن سان عالمي فضا بهتر ٿيندي. چيني صدر جو ڀارت ۾ ڏنل بيان ته خطي ۾ امن جي بحالي ۽ ترقي لاءِ ڪردار ادا ڪرڻ اهو هڪ اهم ۽ غير روايتي بيان هو. ان ڏنل بيان کي هن خطي جي اڳواڻن کي دوررانديش نگاهه سان سمجهڻ ۽ پرکڻ گهرجي. ڇاڪاڻ جو ڀارت هن وقت ڏکڻ ايشيا ۾ معاشي ۽ دفاعي لحاظ کان مضبوط ۽ مستحڪم ٿي رهيو آهي. جنهن تي چين جي ڪرڙي نظر آهي. ڀارت جي اهڙي اهميت کي محسوس ڪندي چيني صدرهوجن تائو ڀارت جو دورو ڪري ڀارت کي اعتماد ۾ وٺڻ پئي چاهيو. هن خطي ۾ چين ائٽمي ۽ تجارتي پروگرامن جا تفصيل ۽ منصوبا ڪٽي ڀارت کي پنهنجو هم خيال بنائڻ جي ڪوشش جي سلسلي ۾ ڀارت پهتو. چين جي اهڙن خيالن کان ڀارت جا اڳواڻ پلي ريت واقف هئا.

ڀارتي مخالف ڌر جي اڳواڻ ايل.ڪي.آڏواڻي چين سان سرحدي تنازعي بابت ڪانگريس سرڪار جو ڳالهين نه ڪرڻ خلاف سخت تنقيد ڪئي. سرحدي تنازعو ڀارتي سرڪار جي ايجنڊا تي به هو پر ڀارتي حڪومت اهڙو رويو اپنائي آيل مهمان جو موڊ خراب نه پئي ڪرڻ چاهيو. هن وقت چين ۽ ڀارت جو سڀ کان وڏو مسئلو سرحدي تنازعو آهي جنهن سبب ڀارت ۽ چين جي وچ ۾ سٺا تعلقات بهتر ٿي نه سگهيا آهن. ڀارت جو سرحدي تنازعي واري مسئلي تي هميشه دفاعي موقف رهيو آهي ٻئي طرف چين پاران سرحدي مسئلي تي ڪو بيان يا راءِ سامهون ڪانه آئي آهي. جنهن سان ڀارت سرڪار ڪاوڙ جو اظهار ڪري اهڙو موقعو چيني صدر طرفان به ڪونه ڏنو ويو. چيني صدر هوجن تائو ڀارت جي سموري دوري ۾ محتاط رهيو. چيني صدر پنهنجن روين ۾ ايترو محتاط هو جو هن صاحب ڀارت طرفان درياهه برهمپترا تي ٺهندڙ تڪراري ڊيم جي باري ۾ گفتگو ڪانه ڪئي. ۽ نه وري پاڪستان کي نيوڪليئر ري ايڪٽر پلانٽ وڪڻن يا مدد ڪرڻ جي باري ۾ ڀارتي خدشن جو جواب ڏنو. نه وري پاڪستان سان وڌندڙ فوجي تعلقاتن بابت ڪو معقول جواب ڏنو.

چيني صدر ڀارت جي دوري دوران ڀارت سان اسٽريٽجيڪ تعاون وڌائڻ ۽ ائٽمي معاهدي تي دستخط ڪرڻ ۽ سڀ کان وڌيڪ اهم ڳالهه سلامتي ڪائونسل جي مستقل رڪنيت لاءِ ڀارت جي مخالفت نه ڪرڻ جو اعلان شامل هو. چيني صدر ۽ ڀارتي وزيراعظم دهليءَ ۾ گڏيل پريس ڪانفرنس ۾ چيو ته ”ڀارت ۽ چين جي وچ ۾ 13 معاهدن تي دستخط ٿيا آهن.ٻنهي ملڪن پاران 2007ع کي گڏيل دوستي جو سال ڪري ملهائڻ جو اعلان ڪيو آهي. جڏهن ته ٻنهي ملڪن وچ ۾ سرحدي تنازعي جو فيصلو ۽ گڏيل واپار کي سال 2010ع تائين چاليهه ارب ڊالر

تائپن وڏائڻ جو فيصلو ڪيو آهي. چين ڀارت سان هڪ اهڙو ئي ائٽمي تعاون وارو معاهدو ڪري رهيو آهي. جيئن آمريڪا ڀارت سان ائٽمي معاهدو ڪري سينيٽ مان منظور وٺي ڇڏي آهي. اهڙي قسم جي ائٽمي معاهدي واري ڳالهه ٻولهه ۾ ڀارتي ۽ چيني اڳواڻن جي وچ ۾ چين جي ائٽمي ماهرن جي ٽيم به موجود هئي. چين اهو سڀ ڪجهه انهيءَ لاءِ ڪري رهيو آهي ته جيئن آمريڪا جو هن خطي ۾ اثر ۽ رسوخ گهٽجي وڃي. جيتوڻيڪ چين ۽ ڀارت 44 سالن ۾ پنهنجو سرحدي تنازعو حل ڪرڻ ۾ ناڪام ويا آهن. ان سلسلي ۾ ڀارت جو چوڻ آهي ته چين ڪشمير جي 38 هزار چورس ڪلوميٽر علائقي تي قابض آهي. ٻئي طرف چين جو چوڻ آهي ته رياست اروناچل پرديش ۾ ڀارت طرفان 90 هزار چورس ڪلوميٽر چيني علائقي تي قبضو آهي. سرحدي تنازعي تي 1962ع ۾ ڀارت ۽ چين وچ ۾ جنگ لڳي هئي ان جنگ ۾ سرحدن جو تعين يا فيصلو ٿي نه سگهيو ۽ پوءِ هميشه چين ۽ ڀارت جي سرحدن تي جنگ واريون حالتون رهيون. آخر ڪار ڀارت ۽ چين سرڪار جي وچ ۾ 1966ع ۽ 1993ع ۾ هڪٻئي خلاف جنگ نه ڪرڻ وارا معاهدا طئه ٿيا. جنهن سان چين ۽ ڀارت وچ ۾ ٻيهر جنگ جي نوبت نه آئي. ٻئي طرف چين جي صوبي تبت ۾ ڀارتي دخل اندازي سبب صوبي ۾ امن امان خراب ڪرڻ مزاحمتي گروپن کي مدد ۽ سهڪار ڪرڻ جا الزام به چين ڀارت مٿان لڳائيندو ٿو اچي. ڀارت سرڪار ماضي ۾ سرڪاري سطح تي تبت مٿان چين جي قبضي کي ناجائز قرار ڏنو آهي. چيني صدر جي ڀارتي دوري دوران هڪ تبتي مزاحمتي ڪارڪن احتجاجن پاڻ کي باهه ڏئي ساڙڻ جي ڪوشش ڪئي.ان مسئلي کي ڀارتي اخبارن شد ۽ مد سان لکيو. پر هوجن تائو بلڪل خاموش رهيو پر چين جي وزارت خارجه طرفان ان تبتي مزاحمتي ڪارڪنن جي احتجاجي طور باهه ۾ ساڙڻ واري عمل تي پنهنجو موقف بيان ڪندي چيو ته " تبت قديم دور کان چين جو حصو آهي ۽ هاڻي چين جو اٽوٽ انگ آهي. تبت جو معاملو چين جو اندروني معاملو آهي."

ڀارت به سهپ مان ڪم ورتو ۽ چين طرفان به سيئي اختلافي معاملا پوئتي اڇلي نئين دوستي جو بنياد وڌو تجارتي ۽ واپار وارن معاهدن کي ترجيح ڏني وئي جيڪا ٻنهي ملڪن جي ترقي ۾ واڌ جو سبب بڻبي. ڀارت پنهنجي روين ۾ چين کي هميشه شڪ واري نگاهه سان ڏٺو آهي. ڀارت سلامتي وارن خدشن کي سامهون رکندي تازو چيني صدر جي دوري دوران بندر گاهن جي تعمير، اتر وارن علائقن ۾ مواصلات جهڙن شعبن ۾ سرمائيڪاري بابت معاهدا ڪيا. ان بابت ڀارت پنهنجا تحفظات چيني صدر آڏو رکيا. جيڪي اڳتي هلي پائيدار دوستي جي بنيادن تي اهي منصوبا زيرغور ايندا.

سياسي تجزيه ڪارن جو خيال آهي ته چين جو ڀارت سان ائٽمي سمجهوتو.

سلامتي ڪائونسل ۾ مستقل رڪنيت جي حمايت جي وعدي ڪانپوءِ ڀارت جي طاقت ۾ اضافو ايندو. دفاعي لحاظ کان ڀارت هن خطي ۾ طاقتور ٿي ڀروارن، ڪمزور ملڪن کي تنگ ڪرڻ شروع ڪندو. جنهن ۾ پاڪستان خاص ٽارگيٽ ٿي سگهي ٿو. آمريڪا، برطانيه ۽ جرمني جي حمايت ڪانپوءِ چين جي حمايت ۽ سهڪار ڀارت کي توسيع پسند ۽ اگرائي وارا مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ حوصلو بخشيندو. پاڪستان کي پڪي اميد هئي ته چين سلامتي ڪائونسل جي مستقل رڪنيت واري معاملي تي ڀارت جي حمايت نه ڪندو. پر پاڪستان جي خواهشن جي نتيجو ابتڙ نڪتو. چين حمايت ڪري ڇڏي. آمريڪا جرمني ۽ برطانيه ۽ هاڻي چين جي حمايت حاصل ڪرڻ کان پوءِ ڀارت لاءِ سلامتي ڪائونسل جي رڪنيت کي حاصل ڪرڻ مشڪل ڪونه ٿيندو. هن خطي ۾ چين جون مجبوريون ۽ مفاد آهن هو انهن مفادن کي آڏو رکي فيصلا ڪندو.

هن وقت پاڪستان چو طرف سخت خطرن کي منهن ڏئي رهيو آهي. پاڪستان هن خطي ۾ امن خاطر دهشتگردي خلاف فيصلا ڪن جنگ وڙهي رهيو آهي. سو چين جهڙي وفادار دوست جي سخت ضرورت آهي. جيڪڏهن هن وقت چين ڀارت کي هن خطي ۾ پاڪستان مٿان ترجيح ڏيندو ته طاقت جو توازن ڀارت جي حق ۾ ويندو ڇاڪاڻ جو ڀارت کي آمريڪا، برطانيه، جرمني ٻيا ملڪ دفاعي ۽ تجارتي بنيادن تحت امداد ڏئي رهيا آهن.

چيني صدر هوجن تائو جو هي بيان به وزنائتو آهي جيڪو هن صاحب ممبئي تجارتي مرڪز ۾ خطاب ڪندي هيئن فرمايو ته "ڀارت چين گڏيل تعاون سان هي صدي ايشيا جي صدي بڻجي سگهي ٿي." چيني صدر جي هن لفظن ڀويان هڪ وڏو مفهوم لڪيل آهي. ٻگهي حاصلات لاءِ هي بيان چين جي صدر طرفان ڏنو ويو. جيڪڏهن اسين اقتصادي ۽ تجارتي بنيادن تي ان جملي کي پرکيندا سين ته واقعي ڀارت ۽ چين جي ميلاپ ۽ باهمي تعاون سان ايشيا جي عوام جي قسمت بدلجي پوندي. ڇاڪاڻ جو چين ۽ ڀارت ۾ عوام جو راڄ آهي هو عوام لاءِ بهتر سوچ رکن ٿا. تنهنڪري عوام لاءِ سڀ ڪجهه ڪري سگهن ٿا ٻئي ملڪ پنهنجي عوام جي خوشحالي ۽ ڀلائي لاءِ جنگ کان وڌيڪ امن جا خواهشمند آهن.

چين جي رهنما زنگ بيانگ هنگ چين جي امن معاهدي بابت چيو ته چين ايندڙ پنجاهه سالن تائين امن جو خواهشمند آهي. اسان جنگ جا حامي ناهيون ۽ نه وري طاقت جي زور تي ڪنهن ملڪ تي قبضو ڪرڻ جي خواهش رکون ٿا. اسان صرف پنهنجا مقصد حاصل ڪرڻ چاهيون ٿا. جيڪي هن خطي جي عوام جي ترقي ۽ خوشحالي لاءِ آهن." امن پنجاهه سال " وارو نعرو چيني اڳواڻ پنهنجي پاليسين جو اهم نقطو بڻائي منزل ڏانهن وڌي رهيا آهن 1988ع کان ان پاليسي تحت چين روس جي 4300 ڪلو ميٽر ٻگهي سرحد تان ڏيڍ لک فوج هٽائي ڇڏي

ان عمل کان پوءِ روس پنهنجي فوج کي واپس سرحدن تان گهرائي ورتو پوءِ هڪ امن معاهدي تحت ٻنهي ملڪن جون فوجون هميشه لاءِ بارڊر تان هٽي ويون چين ۽ ڀارت وچ ۾ 16 بلين ڊالرز جو واپار ٿي رهيو آهي. ان سلسلي ۾ چين ڀارت سان جنگ نه پر امن جي خواهش رکي ٿو. چين پنجاهه سالا امن واري پاليسي تحت هو پنجاهه سالن ۾ تجارتي بنيادن تي سگهارو ٿي عالمي منڊي ۾ سگهارو ٿيڻ ٿو چاهي. جنگ هن جو مقصد ناهي. چين توانائي جي معاملي ۾ خود ڪفيل ٿيڻ گهري ٿو. تنهنڪري تيل جي ضرورتن کي پورو ڪرڻ لاءِ روس، قزاقستان، سوڊان، ايران، انڊونيشيا ۽ وينزويلا جهڙن ملڪن سان بهتر ناتن جي بنياد تي معاهدا ڪري ملڪي توانائيءَ لاءِ تيل جي ضرورت کي پورو ڪري رهيو آهي. چين کي تازو اتر ڪوريا جي ايٽمي ڌماڪو ڪرڻ تي رنج به ٿيو هجي پر سندس رويو ايڏو ڪڙو نظر نه آيو. چين اتر ڪوريا خلاف آمريڪي پابندين جي حمايت ڪون ڪئي نه وري آمريڪا جي ڏنل سببن سان سهمت ٿيو. بلڪ ائين ضرور آمريڪا کي چيو ته ايران سميت شمالي ڪوريا سان ڳالهه ٻولهه ذريعي نتيجو اخذ ڪيو وڃي. چين ويڙهاند ۽ اقتصادي پابندين جي مخالفت ڪندي آمريڪا جي اتر ڪوريا سان ڳالهين جو مشورو ڏنو. جنهن ڪري آمريڪا جي حوصلا شڪني ٿي هو جيڪي مفاد حاصل ڪرڻ پيو چاهي سو چين جي ڏاهپ سبب حاصل ٿي نه سگهيا. آمريڪا، ڀارت، ڏکڻ ڪوريا ۽ تائيوان کي چين خلاف مدد ڪري اڀاري رهيو آهي ته جيئن چين آمريڪا لاءِ مسئلا پيدا نه ڪري. چين، آمريڪي خطرناڪ منصوبن کي ڀنجو ڏيڻ لاءِ توانائي ۽ تجارتي ذريعن کي پنهنجي ڪنٽرول هيٺ رکڻ لاءِ چين 1996ع ۾ " شنگهائي _ فائيو" جي نالي سان تنظيم قائم ڪئي آهي. هن تنظيم ۾ روس چين، قذاقستان، ڪرغستان، ۽ تاجسڪتان شامل آهن. سال 2001ع ۾ ازبڪستان جي شموليت کان پوءِ تنظيم جو نالو بدلائي شنگهائي ڪارپوريشن (SCO) رکيو ويو آهي.SCO تنظيم تجارت سميت ٻين ميدانن ۾ خاص مقصد ماٿيا آهن. جنهن کي ڏسي پاڪستان، ڀارت، ايران ۽ منگوليا تنظيم جو ميمبر بڻجڻ جي خواهش جو اظهار ڪيو آهي. اهي ملڪ جڏهن SCO جا ميمبر ٿيندا ته ايشيا کنڊ يقينن هوجن تائو جو خواب " هي صدي ايشيا جي صدي ٿيندي" ضرور ساڀيان ماڻيندو ۽ ايشيا کنڊ هڪ وڏي تبديلي کان پوءِ سک ۽ شانتيءَ جو گهوارو بڻبو.

تاريخ : 05_12_2006

# شاويز جي فتح
# ۽ ان اڳيان چئلينجز

وينزويلا جي گاديءَ واري شهر ڪراڪس جي وچ چوراهي تي هڪ وڏي بينر تي چي گويرا جي تصوير هيٺان لکيل آهي "شاويز کي ووٽ ڏيو". ان بينر جي هيٺان خوبصورت نوجوان چوڪريون ۽ چوڪرا رقص ڪري رهيا آهن. ڳاڙهين ٽوپين ۽ شرٽن ۾ ملبوس چوڪرا ۽ چوڪريون شاويز جي حمايت ۾ گيت ڳائي رهيا آهن، جهومي نچي نعرا هڻي رهيا آهن. لاطيني آمريڪا ۾ ڪيئي قدآور شخصيتون پيدا ٿيون آهن. پر ٽن شخصيتن جي ڪري لاطيني آمريڪا جو وقار تمام گهڻو اوچو آهي. انهن تاريخ ساز شخصيتن جي تاريخي ۽ انقلابي ڪمن جي ڪري لاطيني آمريڪا جو عوام انهن جو احسانمند آهي پهريون شخص هو سائمن بوليوار- ٻيو ڪامريڊ چي گويرا ۽ ٽيون هو ڪهاڻيڪار ۽ اديب گارشيا ماڪيز.

سائمن بوليوار جي لاطيني آمريڪا جي ملڪن کي آزادي ڏيارڻ ۾ وڏو هٿ هو. هو هڪ جنگجو سان گڏ هڪ فلاسافر قسم جو ماڻهو هو. 1813ع ۾ سائمن جي رهبري هيٺ لاطيني آمريڪا جي عوام ۾ بيداري جي چڻنگ اُيري ايرندي، ايرندي ان چڻنگ باهه ٻڌجي سموري لاطيني آمريڪا کي پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي ڇڏيو. ويهه ورهين جي ڏکهي جدوجهد ۽ ويڙهه ڪانپوءِ سائمن بوليوار وينزويلا، پناما، بوليويا، ڪولمبيا ۽ ايڪوئيڊور جهڙن ملڪن کي آزادي ڏياري. سائمن کي لاطيني آمريڪا جو لبريٽر (آزادي ڏيارينڌڙ) چيو ويجي ٿو. ساڳ تاريخ ۾ سائمن کي آمريڪا جي جارج واشنگٽن جي لقب سان پيئيو وڃي ٿو. سائمن بوليوار جي شخصيت ۽ وصف مان اڪولمبيا جو نوبل انعام حاصل ڪندڙ گبريل گارشيا ماڪيز سخت متاثر آهي. سائمن جي زندگي جي آخري دردناڪ ڏهاڙن تي گارشيا مارڪيز پنهنجي ناول "مونجهارن ۾ ڦاٿل جنرل"1990ع ۾ زبردست عڪس چٽيا آهن. گارشيا ماڪيز-سائمن بوليوار کي پيٽا ڏيندي هيئن ٿو چوي "مون لاءِ بنيادي نڪتو بوليوار جو نظريو يعني لاطيني آمريڪا کي متحد ڏسڻ آهي اهو ئي مقصد آهي جنهن تان مان پنهنجي زندگي قربان ڪري سگهان ٿو." گارشيا مارڪيز جي

ڪتاب "اڪيلائي جا سو سال" 1982ع ۾ نوبل انعام ماڻيو. گارشيا جو هڪ خواب آهي جيڪو ساڀيان جي روپ ۾ ڏسڻ چاهي ٿو. هو چاهي ٿو ته هڪ ڀيرو لاطيني آمريڪا اهڙي طرح يڪشمت ٿي پوي جو استعماريت (آمريڪا) خلاف هڪ وڏي للڪار بڻجي پوي."

نيڪ انهيءَ دور ۾ گارشيا مارڪيز جو هم عمر انقلابي گوريلو چي گويرا آمريڪا خلاف للڪار بڻجي ميدان تي لهي آيو. چي گويرا ڪيوبا ۾ ويهي آمريڪا خلاف هڪ زبردست جنگ وڙهي. هن جي جنگي هنر "گوريلا وار" مان سموري دنيا جون مظلوم قومون ۽ آزاديءَ جا ويڙهاڪ متاثر ٿيا. آمريڪي ايجنسيون چي گويرا کي مارائڻ لاءِ سرگرم ٿي ويون. چي گويرا جو به هڪ خواب هو ته لاطيني آمريڪا جا سمورا ملڪ آزاد هجن ۽ آمريڪا جي خوني ۽ انسان دشمن ارادن کي ناڪام بڻائين. ڪيوبا جي آزادي ڪانپوءِ صدر ڪاسترو جي ڪيوبن ڪئيبينيٽ ۾ هڪ اهم وزير جي حيثيت ماڻي. پر چي گويرا وزيري جا مزا ماڻڻ بدران عوام لاءِ آزاديءَ جي جدوجهد کي ترجيح ڏني ۽ وزيري ڇڏي ٻي محڪوم ملڪ ۾ وڃي آزادي لاءِ وڙهڻ جون تياريون ڪرڻ لڳو. جتي 9 آڪٽوبر 1967ع ۾ آمريڪن ايجنسين هٿان گرفتار ٿيو ۽ مارجي ويو. چي گويرا جي موت تي ڪيوبن انٽرنيشنل رسالي جا تاثرات اوهان آڏو رکجن ٿا. "چي جو موت انقلابي جدوجهد لاءِ وڏي سانحي هجڻ باوجود عزم –محبت ۽ وقار جو بيمثال نمونو هو. جنهن سان دنيا جي ڪروڙين انسانن کي اتساهه حاصل ٿيو آهي. انساني تاريخ ۾ ورلي ئي ڪنهن جي شخصيت نوجوانن جي دلين تي ايڏو اثر ڇڏيو هوندو. جيترو "چي" ڇڏي ويو. اڄ چي گويرا سموري دنيا جو پسنديده هيرو آهي. اهڙا نوجوان جيڪي ناانصافي ۽ جبر جي خلاف هٿ ۾ هٿيار کڻڻ جي جرئت ڪن ٿا ۽ جيڪي مصلحتن خلاف احتجاج ڪري سگهن."

1967ع ۾ چي گويرا جي زندگي جو ڏيئو اجهاڻو ته اتان هڪ لاٽ نڪتي اها لاٽ هوگوشاويز جي روپ ۾ سامهون آئي 53 سالا شاويز آمريڪا کان نفرت ۽ ان خلاف جنگ جو نعرو بلند ڪري وينزويلا جي سياسي ميدان ۾ آيو. شاويز جي تربيت چي گويرا ۽ سائمن بوليوار جي انقلابي جدوجهد ۽ گارشيا مارڪيز جهڙي ڏاهي دماغ هيٺ ٿي جنهنڪري آمريڪا خلاف هڪ نظرياتي ويڙهه جو سندرو ٻڌي بيٺو آهي. هن جو به هڪ خواب آهي ته لاطيني آمريڪا جا ملڪ آمريڪا کان آزادي ماڻن ۽ ان جي خوني چنبن مان لاطيني آمريڪا جو عوام آجو هجي ۽ ملڪ ۾ سوشلسٽ نظام هجي. ڪراڪس ۾ 26 ڊسمبر جي رات چونڊ سلسلي جي آخري مرحلي تي هڪ ميڙ کي خطاب ڪندي شاويز چيو ته "آئون چوان ٿو ته منهنجي جنگ صرف ۽ صرف شيطان سان آهي اسان سيئي شيطان جو مقابلو ڪري رهيا آهيون. چونڊن ۾ ان شيطان کي شڪست ڏينداسين. ۽ هتان جي عوام

ڪي مضبوط ۽ طاقتور بڻائيندا سين. "ان موقعي تي هزارين ماڻهو جيڪي ڳاڙهي شرٽ ۽ ٽوپي ۾ ملبوس هئا. شاويز جي حق ۾ نعرا ۽ جهمريون هڻي رهيا هئا.

آمريڪا ۽ شاويز جي اختلافن جي ڪهاڻي اها آهي تہ اپريل 2002ع ۾ شاويز جي عوامي پنيرائي سبب چونڊن ۾ ڪاميابي نماياڻ طور نظر اچي رهي هئي. آمريڪا ڪنهن بہ طرح شاويز کي ڪامياب ڏسڻ نہ پئي چاهيو. ڇاڪاڻ جو آمريڪا جون اکيون وينزويلا جي تيل تي کتل هيون. ٻيو سبب اهو هيو تہ "شاويز جي چونڊن کٽڻ سان يا اقتدار ۾ اچڻ سان لاطيني آمريڪا جي عوام ۾ نئون اتساهہ پيدا ٿيندو ۽ آمريڪا خلاف نفرت ۾ وڌيڪ اضافو ايندو تنهن کي روڪڻ آمريڪا لاءِ انتهائي ضروري آهي. 2002ع واري چونڊن ۾ آمريڪا شاويز کي هارائڻ لاءِ وڏا زور ڏنا. پر عوام پنهنجي ووٽ جي طاقت سان شاويز کي وينزويلا جي اقتدار جي واڳ حوالي ڪري ڇڏي، ساڻ وينزويلا ئي عوام آمريڪا سان ڀرپور نفرت جو اظهار ڪيو شاويز جي اقتدار ۾ اچڻ سان آمريڪا جي ڪاوڙ ۾ زبردست اضافو آيو ۽ شاويز کي مارائڻ لاءِ منصوبا جوڙيا. شاويز کي قتل ڪرڻ جي ذميواري آمريڪين نيوي کي سونپي وئي. پر آمريڪي نيوي وارا بہ شاويز جي پلاننگ ۽ سندس سوچ آڏو بي هٿيار ٿي بيهي رهيا. وڌيڪ ان سلسلي ۾ سي آءِ اي جون خدمتون حاصل ڪيون ويون. سيپٽمبر 2003ع ۾ سلامتي ڪائونسل جي اجلاس ۾ شرڪت کان اڳ شاويز کي وينزويلا ئي خفيہ ايجنسي اطلاع ڏنو تہ اوهان پنهنجي فلائيٽ ڪينسل ڪرايو ڇاڪاڻ تہ ان فلائيٽ ۾ اوهان کي قتل ڪيو ويندو. اهڙيءَ طرح شاويز جي قتل جي سازش وقت کان اڳ ۾ پڪڙجي پئي ۽ شاويز جي جان بچي وئي. آمريڪا جي منصوبي موجب شاويز جي جهاز کي هائيجيڪ ڪري فضا ۾ بم سان اڏايو وڃي ها.

شاويز تي ٻيو خوني حملو آمريڪا پاران Planned ڪيو ويو. هڪ زبردست مقابلي کانپوءِ وينزويلا جي ڊائريڪٽوريٽ آف انٽيليجنس اينڊ پري وينشن "DISIP" وارن آمريڪي CIA جي ايجنٽ کي گرفتار ڪري ورتو. جڏهن اهو ايجنٽ شاويز تي حملي جي تياري ڪري پوزيشن وٺي رهيو هو. هينڊ گرنيڊ سميت کيس پڪڙيو ويو. شاويز تي هي حملو هڪ نجي تقريب ۾ ٿيڻ وارو هو. پر "DISIP" وارن جي هوشياري سبب شاويز جي جان بچي وئي.

اهڙيءَ طرح شاويز جي آميڪا خلاف نفرت ۾ وڌيڪ اضافو آيو. شاويز نيڪ نيت ڪئٿولڪ عيسائي آهي ۽ صدر بش بہ عيسائي آهي. پر هاڻي ٻنهي اڳواڻن جي دشمني ذاتي بڻجي وئي آهي. ٻئي اڳواڻ حضرت عيسيٰ جا پيروڪار آهن. پر ان حوالي سان دنيا هڪ اڳواڻ کي شيطان جي لقب سان نوازي ٿي. جيڪو دنيا جي عوام لاءِ عذاب جو سامان مهيا ڪري ٿو ۽ عوام کي تڪليفن جي آڙاهہ ۾ اڇلائي ڇڏي ٿو. ٻي پيروڪار کي دنيا مسيحا چوي ٿي. ڇاڪاڻ جو هو هر وقت

عوام لاءِ سوچي ٿو ۽ انهن جي مسئلن ۽ تڪليفن جو ادراڪ رکي ٿو. اهو آهي شاويز. هن دنيا کي ٻڌائي ڇڏيو آهي ته جيڪي هن گڏريل سلامتي ڪائونسل جي اجلاس ۾ دنيا جي سربراهن کي خطاب دوران چيو "جيڪڏهن شيطان وانگر نظر اچي ٿو ۽ شيطان وانگر هلي ٿو ۽ شيطان وانگر ڳالهائي ٿو اهو ضرور شيطان آهي ۽ هڪ برائي آهي." آمريڪي صدر بش اهي لفظ ٻڌي توائي ڪاڏي ٻيلا صدر بش کي شيطان چوڻ ڪا مذاق جي ڳالهه ناهي هڪ ملڪ جي سربراهه لاءِ وڏي رسڪ آهي. ڪيوبن صدر فيڊرل ڪاسترو ڪانپوءِ لاطيني آمريڪا جو هي ٻيو سربراهه آهي جنهن اهڙي جرئت جو مظاهرو ڪري آمريڪا جهڙي سپر پاور کي ڪاوڙائي ڇڏيو آهي. تازي چونڊ مهم دوران مختلف ميڙن کي خطاب ڪندي چوندو رهيو ته "شاويز کي ووٽ ڏئي شيطان کي شڪست ڏيو".

وينزويلا سائمن بوليوار جي جدجهد بدولت 5 جولاءِ 1811ع تي آزادي ماڻي ورتي. وينزويلا ملڪ جي پکيڙ 9,12,050 چورس ڪلوميٽر آهي. جڏهن ته سال 2002ع جي آدمشماري موجب وينزويلا جي آبادي 2,35,96,000 ٻه ڪروڙ پنجٽيهه لک ڇهانوي هزار آهي. ڪولمبيا، برازيل، گهانا ملڪن جي وچ ۾ آهي. هن وقت نوبل انعام حاصل ڪري چڪو آهي وينزويلا تيل جي حوالي سان مشهور ملڪ آهي. تيل ۽ گئس جي صنعت مان سٺو ناڻو ڪمائين ٿا. ڪئريبين سمنڊ جي ڪناري تي هي ملڪ نهايت سهڻو ۽ آبهوا انساني جسم لاءِ انتهائي وڻندڙ آهي. وينزويلا جا 75 سيڪڙو عوام راڳ ۽ موسيقي سان گهرو لڳاءُ رکن ٿا. وينزويلا تيل پيدا ڪندڙ ملڪن جي تنظيم اوپيڪ جو ميمبر آهي. تيل ۽ گئس جي وسيع ذخيرن سان مالامال آهي هن ملڪ جي لاطيني ملڪن ۾ وڏي اهميت آهي، آمريڪا جون نظرون به وينزويلا جي قدرتي وسيلن تي ڪتل آهن. شاويز جو مقابلو تازي چونڊن ۾ وينزويلا ۾ سڀ کان وڏيڪ تيل پيدا ڪندڙ صوبي زوليا جي گورنر مينيول روزالس سان هو. مينيول هڪ دولتمند ماڻهو آهي جنهن کي آمريڪي پٺڀرائي حاصل آهي. هن جو چوڻ هو ته جيڪڏهن هن ڀيري هوگوشاويز ڪاميابي ماڻي ته شاويز ملڪ ۾ آئيني تبديليون آڻي ملڪ جو فيڊل ڪاسترو جيان تاحيات صدر ٿي ويندو هن صاحب جو چوڻ هو ته جيڪڏهن وينزويلا جي عوام کي شاويز جي شخصي آمريت کان بچائڻو آهي ته کين تبديلي جي حق ۾ فيصلو ڏيڻو پوندو.

3 ڊسمبر تي چونڊن جي دنگل ۾ وينزويلا جي ماڻهن پنهنجي ووٽ جو حق استعمال ڪندي شاويز کي وينزويلا جي صدارتي ڪرسي تي ويهڻ جو اختيار ڏئي ڇڏيو. شاويز 61 سيڪڙو ووٽ حاصل ڪري ورتا جڏهن ته سندس مخالف اميدوار مينيول روزالس 38 سيڪڙو ووٽ حاصل ڪيا. جڏهن نتيجو ظاهر ٿي رهيو هو ٺيڪ انهي وقت ڪراڪس ۾ زبردست مينهن وسي رهيو هو. شاويز جي

ڪاميابي جي اعلان ڪانپوءِ هزارين ماڻهو ڪراڪس جي روشن رستن تي نڪري خوشي ڪرڻ لڳا. شاويز جي گهر اڳيان هزارين ماڻهو جمع ٿي خوشي مان آتشبازي ڪري رهيا هئا. ان وقت شاويز پنهنجي مداحن کي خطاب ڪندي چيو ته"سندس متعارف ڪرايل سوشلسٽ انقلاب نئين دور ۾ داخل ٿي رهيو آهي." انهيءَ موقعي تي شاويز چيو ته عوام سان ڪيل واعدن موجب تيل ۽ گئس جي رائلٽي مان ملندڙ رقم سان عوام جي تقدير سنوارينداسين ۽ ملڪ جي ترقي ۽ ڪاميابي لاءِ جاکوڙيندا رهنداسين. ان موقعي تي آمريڪا طرفان به سخت ردعمل جو اظهار ڪيو ويو. جنهن ۾ چيو ويو آهي ته "شاويز جي ٻيهر اقتدار ۾ اچڻ سان هن خطي جو امن خراب ٿيندو ۽ هٿيارن جي ڊوڙ شروع ٿيندي". وينزويلا جي صدر هوگوشاويز کي ثابت ڪرڻو پوندو ته هو خطي ۾ پنهنجي سوشلسٽ نظرئي آڌو رکي عوام جي تقدير بدلائي ۽ خطي کي امن جو گهوارو بڻائي ۽ شيطان کي شڪست ڏيڻ ڪانپوءِ عوام جو پيار ۽ سهڪار حاصل ڪرڻ ۾ اڃان وڌيڪ سوپارو ٿئي. دنيا جا آزادي پسند انسان شيطان کان نفرت ڪندي شاويز سان پنهنجي محبت جو اظهار ڪن ٿا.

تاريخ : 13-12-2006

# پيپلز پارٽي _ مشرف ڊيل ۽ ان جا سياست تي اثر

تازن اطلاعن موجب پ پ پ جي رهنما بينظير ڀٽو ۽ صدر مشرف وچ ۾ ”ڊيل“ ڪاميابي سان پنهنجي منطقي انجام ڏانهن وڌي رهي آهي. ڳالهين واري دور جي مڪمل ٿيڻ ۽ ڌرين جو پاڻ ۾ اعتماد بحال ٿيڻ ڪانپوءِ ملڪ جون صوبائي ۽ قومي اسيمبليون ٽوڙي نگران حڪومتون قائم ڪيون وينديون. ساڻ چوندڙن جو ته شيڊول پڌرو ڪيو ويندو. نومبر جي آخري هفتي ۾ صدر مشرف جي هڪ ويجهي ساٿي دبئيءَ ۾ بينظير ڀٽو سان هڪ ڳجهي ملاقات ڪئي. ان ملاقات ۾ ملڪ جو هڪ سرڪاري اعليٰ عملدار به شريڪ ٿيو. صدر مشرف جي ترجماني ڪندڙ وفد ۽ بنظير ڀٽو وچ ۾ جيڪو ڳالهين جو دور ٿيو ان جا مڪمل تفصيل نه اچي سگهيا آهن، پر انتهائي ڀروسي جوڳي ذريعن جو چوڻ آهي ته ان ملاقات ۾ غيرجانبدارا نگران حڪومت جو قيام، 2007ع جي چونڊ ۽ بينظير ڀٽو خلاف پاڪستان ۾ قائم ڪيس ختم ڪرڻ وارا مسئلا طئہ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي وئي. بينظير ڀٽو جي وطن ورڻ چونڊ مرحلي کان اڳ يا پوءِ يا بينظير ڀٽو جي سياسي ڪردار بابت جنرل مشرف جي صلاح ڪانپوءِ فيصلو ڪيو ويندو. ان موقعي تي بينظير ڀٽو صدر مشرف لاءِ خاص پيغام ڏنو. وڌيڪ صدر مشرف ان اهم پيغام جي روشنيءَ ۾ فيصلو ڪندو.

ذريعن جو چوڻ آهي ته صدر مشرف بينظير ڀٽو ڪانسواءِ پ پ پ کي قبولڻ لاءِ تيار آهي. اهڙي قسم جي شرط کي بينظير ڀٽو قبول ڪري ورتو آهي. جنهن ڪانپوءِ موجوده سرڪار بينظير جي بحفاظت وطن واپسي جي باري ۾ غور ڪري رهي آهي. ان حوالي سان آمريڪا نه صرف صدر مشرف ۽ بينظير جي ”ڊيل“ سان سهمت آهي پر 2007ع جي چونڊن ۾ اقتدار پ پ پ جي حوالي ڪرڻ جي مڪمل حمايت ڪئي آهي. ان سلسلي ۾ آمريڪي ڊيموڪريٽ ميمبر بينظير ڀٽو کي پڪ ڏياري چڏي آهي اهڙي عمل ڪانپوءِ بينظير ڀٽو جو اعتماد وڌي ويو آهي. آمريڪي مڊٽرم چونڊن ڪانپوءِ پاڪستان آيل اعليٰ آمريڪي وفد به بينظير ڀٽوکي اقتدار ڏيارڻ لاءِ صدر مشرف سان ڳالهيون ڪيون آهن. ساڻ پارٽي جي اڳواڻن سان به آمريڪي وفد ملاقاتون ڪيون ۽ ڪين اعتماد ۾ ورتو ۽ پنهنجي سپورٽ جو يقين ڏياريو جنهن ڪانپوءِ پيپلزپارٽيءَ وارن ۾ نئون ساهہ پيو آهي.

پيپلزپارٽي کي سرڪار مڪمل طرح نسوان بل جي منظوريءَ لاءِ اڳوات

اعتماد ۾ ورتو هو. جيڪو بہ ان "ڊيل" ۾ هم آهنگي جو حصو هو. نسوان بل جي منظوريءَ کانپوءِ حڪومتي ڌرين خاص ڪري صدر مشرف جو پيپلزپارٽي مٿان اعتماد بحال ٿيو. جواب ۾ صدر جنرل مشرف پيپلزپارٽي وارن جا نسوان بل جي حمايت ڪرڻ تي ٿورا مڃيا. ٻي طرف صدر مشرف سان ويجهو ٿيڻ سميت اعتماد ۽ هم آهنگي وڌيڪ پيدا ڪرڻ لاءِ بينظير ڀٽو صاحبہ ملڪ ۾ موجود پارٽي قيادت کي هدايت ڪئي آهي تہ پيپلزپارٽي صدر مشرف تي تنقيد ڪرڻ بدران چوڌري (شجاعت ۽ پرويز الاهي) برادران کي پنهنجي تنقيد جو محور بڻائي. ڄاڻڪارن تہ هن وقت پيپلزپارٽي ۽ جنرل مشرف جي " ڊيل" مان چوڌري برادران بلڪل ناخوش آهن. ۽ ان ڊيل سان چوڌري برادران جو سياسي مستقبل خطري ۾ پئجي ويو آهي ۽ هنن جي سياسي چوڌرائپ ختم ٿيڻ واري آهي. تنهنڪري چوڌري صاحبان پنهنجي چوڌرائپ قائم رکڻ لاءِ پيپلزپارٽي جي مخالفت ڪري پنهنجي سياسي وجود جي بقاجي آخري جنگ لڙي رهيا آهن.

ڪنگري هائوس ڪراچي ۾ پير صاحب پاڳاري جي 77 هين سالگرهہ هن پيري وڏي ڌوم ڌام سان ملهائي وئي. سالگرهہ جي تقريب ۾ اسٽيج تي پ پ پ جا اڳواڻ حاڪم علي زرداري، يوسف رضا گيلاني ۽ مخدوم جميل الزمان سميت هيٺ پنڊال ۾ ڪيترائي اڳواڻ ۽ ڪارڪن گڏ ويٺل نظر آيا. پيپلزپارٽي اڳواڻ يوسف رضا گيلاني جي آزاديءَ کي ان "ڊيل" جو حصو چيو ويجي ٿو. هن تقريب ۾ آصف علي زرداري جي خاص معاون اسلام الدين شيخ پير صاحب پاڳاري کي آصف علي زرداري پاران خاص تحفو ۽ نيڪ تمنائن جو پيغام ڏنو. ان موقعي تي پير صاحب فرمايو تہ " پيپلزپارٽي وٽ ڏيڻ ۽ وٺڻ لاءِ گهڻو ڪجهہ آهي. ان ڪري پ پ پ سان ڳالهہ ٻولهہ ڪري سگهجي ٿي، جڏهن تہ " ق" ليگ وٽ ڪجهہ بہ ڪونهي. سرڪاري جماعت جووجود صرف ڪاغذن ۾ آهي." پير صاحب جي اهڙي تاثر کانپوءِ اها پڪ ٿي وئي آهي تہ حڪومت ۽ پيپلزپارٽي جي ڊيل ٿي چڪي آهي. سرڪار ۽ پيپلزپارٽي وچ ۾ ڊيل نہ هجي ها تہ پير صاحب پ پ پ وارن کان ڪوهين ڏور بيٺل نظر اچي ها. پير صاحب پاڳاري ۽ پ پ سنڌ جي صدر قائم علي شاهہ جي وچ ۾ تازي ملاقات کانپوءِ سيد قائم علي شاهہ جو بيان سامهون آيو تہ "پير صاحب سان ڳالهيون هلي رهيون آهن. جنهن سان مفاهمت ٿي سگهي ٿي". سياست ۾ ڪا بہ ڳالهہ آخري ڪونہ ٿيندي آهي. ذريعن ٻڌايو تہ ان ملاقات ۾ پ پ پ ۽ فنڪشنل ليگ سنڌ ۾ حڪومت گڏجي ناهڻ لاءِ اتفاق ڪيو آهي.

بينظير ڀٽو سياسي ميدان تي مولوين سان گڏ هلڻ لاءِ ڪنهن بہ طرح تيار ناهي. بينظير ڀٽو هن وقت ميثاق جمهوريت واري معاهدي ۽ مخالف ڌر جي اتحاد اي آر ڊي کي وچ سمنڊ ۾ ڇڏي اڪيلي سر پنهنجي پارٽي کي ڪناري لڳائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهي. اهڙي طرح جيئن 1988ع واري چونڊن ۾ ايم آر ڊي ۾ شامل جماعتن جي ڪشتي کي وچ سير ۾ ڇڏي اڪيلي سر اقتدار ماڻڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. ان حوالي سان ڏنو وڃي تہ سائين قائم علي شاهہ نيڪ پيو چوي تہ "

سياست ۾ ڪا به آخري ڳالهه ناهي ٿيندي"

اسلام آباد جي سرد هوائن مان اهي به خبرون ملي رهيون آهن ته اقتدار ڌڻين اهو فيصلو ڪيو آهي ته ملڪ مان ايم ايم اي ۽ سنڌ مان ايم ڪيو ايم جي سياسي ڪردار کي گهٽايو وڃي. ان حوالي سان ديني جماعتن جو اتحاد ايم ايم اي جلد ٽٽڻ وارو آهي، جنهن جا آثار شروع ٿي چڪا آهن. چاڪاڻ جو ايم ايم اي مان اهي حلقا پريشان ۽ تنگ ٿي چڪا آهن جن ايم ايم اي کي ٺاهيو هو. چاڪاڻ جو انهن سگهاري ڌرين جي مخالفت ڪرڻ ايم ايم اي جي ايجنڊا ۾ ڪونه هئي. هينئر اهي ان ايجنڊا کان هٽي ڪم ڪري رهيا آهن. تنهنڪري انهن سگهاري ڌرين لاءِ ايم ايم اي هاڻ قابل قبول ناهي رهي. چونڊن جي اعلان کان اڳ ۾ پوءِ ڪيترائي اتحاد جڙندا. هاڻي هڪ نئون اتحاد جماعت اسلامي، مسلم ليگ ن ۽ تحريڪ انصاف جي الحاق سان ٺهي رهيو آهي. جڏهن ته جميعت علماءِ اسلام ( فضل الرحمان گروپ) اقتداري ڌر جي ويجهو رهڻ کي اهميت ڏيندو جيڪڏهن پيپلزپارٽي کي اقتدار مليو ته مولانا فضل الرحمان ان جي حمايت ڪندو. بينظير ڀٽو مولانا صاحب کان ڪوهين ڏور هجڻ باوجود اندروني طور ان جي حمايت هٽان نه وڃائيندي. چاڪاڻ جو مولانا صاحب کي قومي اسيمبليءَ جي نشست تان استعيفي واري معاملي تي روڪڻ ۾ بينظير جي هڪ ٽيليفون جو به ڪمال هو.

بينظير ڀٽو سياسي افق تي اهڙي پوزيشن ٺاهي رهي آهي جو ايندڙ چونڊن کانپوءِ ٿيندڙ وزيراعظم سندس پارٽي جو هجي." ڊيل" جي سلسلي ۾ بينظير ڀٽو ايندڙ پنجن سالن لاءِ وردي سميت صدر مشرف کي قبوليندي. بينظير ڀٽو ان فارمولي کي قبولي ورتو آهي. جيئن مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان ته آمريڪا ۾ ڊيموڪريٽس جي فتح سان بينظير ڀٽو جي پيپلزپارٽي جا اقتدار ۾ اچڻ جا چانس تمام وڏي ويا آهن. بينظير ڀٽو واشنگٽن ۽ نيويارڪ ۾ تازو ڪانگريس جي ميمبرن سان ملاقاتون ڪري پنهنجي لاءِ حمايت حاصل ڪري ورتي آهي. بينظير ڀٽو صدر مشرف کان به اڳتي وڌي طالبان خلاف فيصلا ڪن قدم کڻي پوئتي ڌڪڻ جي ڪوشش ڪندي. ساڻ ڪشمير مسئلي کي سيڪنڊري پوزيشن تي رکي ڀارت سان سنا ناتا بحال ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي. ملڪ جي تازي سياسي صورتحال پ پ پ ۽ مشرف " ڊيل" ۾ هم آهنگي بابت مسلم ليگ (ن) جي مرڪزي اڳواڻن جو اجلاس لنڊن ۾ ٿي گذريو. ان اجلاس جي صدارت ميان نوازشريف ڪئي. ان اجلاس ۾ پيپلزپارٽيءَ جي رويي تي عدم اطمينان جو اظهار ڪيو ويو. حڪومت خلاف تحريڪ هلائڻ يا دٻاءُ وجهڻ لاءِ پيپلزپارٽي تي ڀروسو نه ڪرڻ وارا فيصلا ڪيا ويا. ايتري قدر جو ان اجلاس ۾ ڪن اڳواڻن پنهنجي راءِ جو اظهار ڪندي چيو ته پ پ پ وارن مسلم ليگ(ن) جي ڪاز کي نقصان پهچايو آهي.

پيپلزپارٽي ۽ جنرل مشرف جنهن تيزي سان هڪٻئي جي ويجهو اچي رهيا آهن. ان مان ظاهر آهي ته ملڪ ۾ جلد تبديلي اچڻ واري آهي. ان حوالي سان هر ذينهن اهم آهي. جنرل مشرف جي ايجنڊا به سامهون اچي چڪي آهي. صدر

مشرف 2007ع جي چونڊن ۾ روشن خيال ۽ لبرل ماڻهن کي اقتدار ۾ آڻڻ جي خواهش رکي ٿو. صدر مشرف جو حقوق نسوان بل بابت سخت انقلابي قدم کڻي سگهجي ٿو. صدر مشرف کي نسوان بل جي حمايت ۾ سچائيءَ سان پيپلزپارٽي وارن جو تعاون ۽ حمايت وڌيڪ ويجهو آڻڻ جو سبب بڻي آهي ته ٻي طرف مسلم ليگ (ق) جي نسوان بل تي سرد مهريءَ وارو انداز صدر مشرف کي پسند نه آيو. ان سلسلي ۾ صدر مشرف کي چوڌري شجاعت حسين جو دفاعي انداز به پسند نه آيو آهي تنهڪري ق ليگ جا اڳواڻ پيپلز پارٽي ۽ ايوان صدر وچ ۾ وڌندڙ رابطن کان سخت پريشان آهن. انهن ۾ سڀ کان وڌيڪ چوڌري شجاعت حسين پريشان آهي. هو بار بار مشرف _ پيپلزپارٽي ڊيل جي مخالفت ۾ بيان جاري ڪري رهيو آهي. پر هاڻي مشرف ۽ پيپلزپارٽي ڊيل واري راند چوڌري شجاعت حسين جي هٿن مان نڪري چڪي آهي. چوڌري صاحب پاڻ به محسوس ڪري رهيو آهي ته واڳ ڍلي ٿي ڪيس اڪيلو ڪري رهيا آهن.

يوسف رضا گيلاني ۽ آصف زرداري جي آزادي ۽ بينظير ڀٽو جي پي آءِ اي ڪيس ۾ آزادي سميت ڪيترن ئي پارٽي اڳواڻن خلاف ڪيس ختم ڪرڻ اهو سڀ ڊيل جو نتيجو آهي. دلچسپ ڳالهه اها آهي ته صدر مشرف پنهنجي ڪتاب" In the Line of Fire " ۾ بينظير ڀٽو جي والد ۽ اڳوڻي وزيراعظم ذوالفقار علي ڀٽو کي جمهوريت جي آڙ ۾ هڪ ڊڪٽيٽر جو نانءُ ڏنو آهي. ڪتاب جي مهورتي تقريب جي ڪافي ڏينهن جي دير کانپوءِ بينظير ڀٽو دفاعي بيان ۾ چيو ته "مشرف هڪ غير منتخب ليڊر آهي. جڏهن ته ذوالفقار علي ڀٽو عوام جي دل جي ڌڙڪن هو." اڪبر بگٽيءَ جي قتل خلاف سمورو ملڪ سراپا احتجاج هو پر بينظير ڀٽو صاحبه ڪافي دير کانپوءِ اڪبر بگٽي جي قتل خلاف هڪ مذمتي بيان جاري ڪندي چيو ته بگٽي جي قتل سان پاڪستان جي اتحاد ۽ سلامتي تي ناڪاري اثر پوندا." بينظير ڀٽو صاحبه جنرل پرويز مشرف خلاف ڪو به اهڙو بيان ڏئي جنرل مشرف کي ڪاوڙائڻ نه ٿي چاهي. بحرحال اقتدار حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ۾ بينظير ڀٽو سڀ ڪجهه داءَ تي لڳائي ڇڏيو آهي. وال اسٽريٽ جنرل جي ٽي مهينا اڳ واري هڪ اشاعت ۾ صدر مشرف کي " پسنديده آمر" جي لقب سان نوازيو ويو آهي. آمريڪا جو به ڪجهه اهڙو خيال آهي ته "آمريڪا 2007ع جي عام چونڊن ۾ صدر مشرف جي پاليسين جي ڀرپور حمايت ۽ مدد ڪندو". آمريڪين اهو به ورجايو آهي ته انهن چونڊن ۾ بينظير ڀٽو يا ان جي جماعت کي ملڪي سياست ۾ واپس اچڻ جو موقعو فراهم ڪيو ويندو.

ان حوالي سان جنرل مشرف ۽ بينظير ڀٽو ٻنهي لاءِ بهتر موقعا آهن. صدر مشرف نئين لبرل اتحاد کي اعتماد ۾ وٺي پنجن سالن لاءِ باوردي صدر بڻجي سگهي ٿو. جڏهن ته بينظير ڀٽو آمريڪا ۽ جنرل مشرف جي ايجنڊا کي منهن ڏيندي جنهن سان ملڪ اندر ڪرندڙ ملٽري ساک کي سهارو ملي ويندو. تنهنڪري جنرل مشرف ۽ بينظير ڀٽو جو هڪ ٻئي جي ويجهو اچڻ ٻنهي جي مجبوري بڻيل آهي. بينظير ڀٽو

جو جيڪڏهن سياسي رڪارڊ ڏسبو تہ 1990_8_6کان 1988_12_2 ۾ اقتدار ۾ رهڻ دوران بينظير ڀٽو فوج کي خوش ڪرڻ لاءِ وسان نہ گهٽايو. انهيءَ دور ۾ " فوج جي ڪردار جي ساراهہ ڪئي ۽ " فوج لاءِ چئي ڏنو تہ فوج سياست ۾ ملوث نہ ٿي آهي. فوج کي تمغہ جمهوريت سان نوازيو ويو. فوج ۽ عوام هڪ آهن." ساڻ ڪيترن ئي رٽائر فوجي آفيسرن کي سول محڪمن ۾ وڏا عهدا ڏنا. فوج جي ملازمن کي فارغ ڪرڻ کان گريز ڪيو تہ جيئن فوجي ادارن تي منفي اثر نہ پوي. افغان پاليسي بدستور فوج جي ڪنٽرول ۾ ڏنائين صدر اسحاق جا بہ نياڻا اهم سرڪاري عهدن تي پرتي ڪيائين. پاڪستان جي چئن صوبن مان ٽن صوبن تي فوج جا جنرل گورنر مقرر ڪيائين. ساڻ دفاعي بجيٽ ۾ زبردست اضافو ڪري فوج کي خوش رکيو. بينظير ڀٽو جي اقتدار واري ٻي ٽرم 1996_11_5 کان 1993_10_19 تائين فوجي جنرلن خلاف رويو محتاط رکيائين ملٽري جي معاملن ۾ الجهڻ کان پاسو ڪيائين. حڪومت پاران رمزي يوسف کي گرفتار ڪري آمريڪا حوالي ڪيو ويو. رمزي يوسف آمريڪا کي گهربل هو. 1995ع ۾ آمريڪا جو دورو ڪري 348 ملين ڊالرز جو آمريڪي اسلحو خريد ڪيو جنهن تي 1990ع ۾ آمريڪا پاران پابندي لڳل هئي. 1996ع ۾ آءِ ايم ايف جي منع باوجود دفاعي بجيٽ کي گهٽ نہ ڪيو ويو. رٽائر جنرل سول محڪمن جي اعليٰ عهدن تي فائز رهيا. خاص ڪري 5_ 1994ع ۾ قومي بجيٽ ۾ سول ملٽري ملازمن جي پگهارن ۾ 35 سيڪڙو واڌ آندي پاڪستاني دفاع کي ميزائل سان مسلح ڪيو.

بينظير ڀٽو جي فوج سان واسطن کي مدنظر رکندي فوج پاران توقع ڪئي پئي وڃي تہ لبرل ۽ ترقي پسند ۽ روشن خيال پيپلزپارٽي اقتدار ۾ اچڻ سان پاڪستان جي فوج جو ڪافي پلو ٽيندو. هن وقت جيڪا آنگر فوج تي ڪجهہ ٿي ۽ فوج جي ڪردار تي تنقيد ٿئي ٿي. پيپلزپارٽي جي اقتدار ۾ اچڻ سان ان ۾ گهٽتائي ايندي ملا ۽ ملٽري الائنس واري الزام کان بہ فوج پاڪ ٿي ويندي افغان، طالبان جو مسئلو بہ پيپلزپارٽي حڪومت لاءِ مٿي جو سور بڻيل هوندو تنهنڪري ايندڙ پنجن سالن لاءِ جنرل پنهنجو سمورو بار لاهي پ پ پ جي مٿي تي رکي ڇڏيو آهي. ڇاڪاڻ جو هي ملڪ جنرلن جي لاءِ آهي ۽ جنرلن لاءِ وجود ۾ آيو آهي تنهنڪري فيصلا بہ جنرل ڪندا. هن ملڪ ۾ عوام جي راءِ عوام جو ووٽ ۽ عوام جي مسئلن جي ڪا خاص اهميت ناهي. هتان جو عوام جيئي جيئي ۽ هاءِ هاءِ ۾ پنهنجي زندگي گذاري ٿو ڇڏي

تاريخ : 2006_12_19ع

# حماس ۽ الفتح
# وچ ۾ ڇڪتاڻ
# ۽ آمريڪي ايجنڊا

فلسطيني صدر محمود عباس پاران وقت کان اڳ صدارتي ۽ پارلياماني چونڊ ڪرائڻ جي اعلان ڪانپوءِ فلسطين ۾ حماس ۽ الفتح تنظيمن وچ ۾ ويڙهه جو هڪ نئون سلسلو شروع ٿي ويو آهي. صدر محمود عباس فلسطيني وزيراعظم اسماعيل حانيا تي الزام مڙهيندي چيو آهي تہ وزيراعظم اسماعيل حانيا قومي يڪجهتي واري حڪومت جي جوڙجڪ ۾ ناڪام ٿي چُڪو آهي ۽ ملڪ خانہ جنگيءَ جو شڪار ٿي ويو آهي. هڪ اسرائيلي فوجي جي اغوا جي نتيجي ۾ اسرائيل پاران جوابي ڪارروائيءَ ۾ پنج سو فلسطيني شهيد ۽ چار هزار کان وڌيڪ ماڻهو زخمي ڪيا ويا. ٻي طرف وزير اعظم اسماعيل حانيا، صدر محمود عباس جي غير جمهوري ۽ غير آئيني فيصلي جي مذمت ڪندي چيو آهي تہ صدر کي جمهوريت جي تقدس جو احترام ڪرڻ گهرجي ها. صدر جي الزامن کي رد ڪندي حانيا چيو تہ مغربي ملڪن حماس جي جمهوري حڪومت کي اڄ تائين تسليم ناهي ڪيو. اسان جي اقتدار ۾ اچڻ سان مغربي ملڪن اقتصادي ۽ معاشي پابنديون هٽي فنڊ بند ڪري ڇڏيا آهن. اسان کي اسرائيلي مطالبن آڏو سرجهڪائڻ تي مجبور ڪيو وڃي ٿو. صدر محمود عباس بہ مغربي ملڪن جي ايجنڊا تي ڪم ڪري رهيو آهي.

صدر محمود عباس ۽ وزيراعظم اسماعيل حانيا وچ ۾ وڌندڙ تڪرار سبب فلسطين جون حالتون خراب ٿي چڪيون آهن. روزانو ڪيترن ئي ڪارڪنن کي شهيد ۽ زخمي ڪيو وڃي ٿو. زبردست ڇڪتاڻ وارو ماحول آهي، حماس جي ڪارڪنن غزه ۾ صدارتي محل تي فائرنگ ڪئي حملي وقت محمود عباس محل ۾ موجود ڪونہ هو هو مغربي ڪناري ۾ موجود هو. ان حملي ۾ صدارتي محل جو هڪ محافظ مارجي ويو. ان حملي کان اڳ حماس جي اڳواڻ ۽ وزيرخارجا محمود الظاهر تي خوني حملو ڪيو ويو. نتيجي ۾ سندس گارڊ مارجي ويو. ان حملي ۾

سندس پٽ جي زخمي ٿيڻ جا اطلاع پڻ مليا آهن. اهڙي خراب صورتحال جي پيش نظر سعودي عرب، مصر ۽ اردن ٽياڪڙي ڪري پنهنجو ڪردار نڀائڻ چاهين ٿا. انهن ملڪن جي سربراهن الفتح ۽ حماس جي اڳواڻن سان ڳالهيون ڪري جنگ بندي لاءِ کين راضي ڪري ورتو آهي. پر اهڙي جنگبندي ڪانپوءِ بہ ٻنهي تنظيمن جا ڪارڪن هڪٻئي تي حملا ڪري رهيا آهن.

فلسطين جي آزاديءَ لاءِ طويل 40 سالا ويڙهہ جي تاريخ رکندڙ تنظيم الفتح، جيڪا فلسطين جي ڌرتيءَ جي انچ انچ جي محافظ هئي ۽ فلسطيني عوام جي رت جي قطري قطري جي محافظ هئي. اڄ اها تنظيم مغربي ملڪن ۽ اسرائيل جي ايجنڊا تي ڪم ڪري پنهنجن ئي هم وطن جنگجوئن جو خون وهائي رهي آهي. اسان مڃون ٿا تہ فلسطين جي صدر ياسر عرفات 1988ع ۾ اسرائيل کي تسليم ڪندي جنگ کان پري رهي پر امن رهڻ جي پاليسي اختيار ڪئي هئي پر هو پنهنجن جو خون وهائڻ ڪڏهن بہ پسند نہ ڪندو هو. اها حماس ان دور ۾ بہ هئي ۽ هينئر بہ پنهنجو وجود رکي ٿي. ان زماني ۾ هلڪيون هلڪيون ٻنهي تنظيمن وچ ۾ خونريزيون ٿينديون هيون. پر ياسرعرفات پنهنجي ڏاهپ ۽ وسيع سياسي تجربي تحت ڪم کي امن سان هلائيندو آيو. هينئر الفتح جي رويي تي دنيا جي مظلوم ماڻهن ۽ ملڪن پاران ڏک ۽ ڪاوڙ جو اظهار ڪيو وڃي ٿو. 2006ع ۾ حماس پاران پارلياماني چونڊ کٽڻ ۽ حڪومت جوڙ واڳون سنڀالڻ ڪانپوءِ صدر محمود عباس حڪومت کان مطالبو ڪندو پئي آيو تہ هو اسرائيل کي تسليم ڪن. پر فلسطين جو چونڊيل وزيراعظم اسماعيل حانيا اهڙو مطالبو رد ڪندي چيو آهي تہ هو اسرائيل کي تسليم ڪرڻ بدران اقتدار کي ٺڏي گهر واپس وڃڻ پسند ڪندو.

فلسطين جي ٻنهي گروپن ۾ ڇڪتاڻ سبب هڪ ٻئي جو خون وهائڻ جي حوالي سان اسرائيلي وزيراعظم شمعون پيريز تبصرو ڪندي چيو آهي تہ اسان لاءِ انتهائي خوشي جي ڳالهہ آهي تہ فلسطيني پاڻ ۾ دست گريبان آهن. فلسطيني جنگجوئن جي گن جو منهن جيڪو اسرائيل تي تاڻيل هوندو هو ان جو منهن هينئر فلسطيني ماڻهوءَ جي سيني ڏانهن تاڻيل نظر اچي ٿو . فلسطين ۾ اهڙيون حالتون اسان لاءِ انتهائي خوشيءَ جو باعث بڻيل آهن. اسرائيل اهو ئي سيڪجهہ ڏسڻ پيو چاهي. شمعون پيريز اسرائيلي خفيہ ادارن جي ساراهہ ڪندي چيو آهي تہ "اسرائيلي خفيا ادارا ان سلسلي ۾ ڪاميابيون حاصل ڪن پيا. حماس حڪومت کي ناڪام بڻائڻ لاءِ اهڙن منصوبن تي عمل ڪري رهيا آهن. جنهن جا نتيجا جلد سامهون ايندا."

الفتح گروپ جي اڳواڻ توفيق تراوي 18 آڪٽوبر تي انٽرويو ڏيندي چيو آهي تہ اسان سول وار جي ڏاڪي تي اچي پهتا آهيون. حماس وارا هٿيار جمع ڪري رهيا آهن. جيڪي ڪڏهن بہ استعمال ڪري سگهن ٿا. الفتح حماس کي

چٽاءِ ڏنو آهي تہ خانہ جنگي ٿيڻ واري آهي ۽ حماس کي وڏيڪ وقت نٿو ڏئي سگهجي. ان سلسلي ۾ اسان نيڪ وقت ۾ جڳهہ جو تعين ڪري ملٽري آپريشن ڪنداسون. جنهن سان حماس جو وجود ئي ٿتجي ويندو. ٻي طرف فلسطيني صدر محمود عباس آمريڪا ، اردن ۽ مصر کي چيو آهي تہ حماس اسان جي خلاف جنگ جي تياري ڪري رهي آهي ۽ اسان بہ جنگ لاءِ تيار آهيون. هي جنگ غزه کان شروع ٿيندي ۽ ويسٽ بئنڪ تائين ڦهلجي ويندي. فلسطيني وزيراعظم، اسماعيل حانيا الفتح جي اهڙن خدشن بابت يقين ڏياريو آهي تہ "هو ڪڏهن بہ سول وار جي اجازت نہ ڏيندو ۽ هو فلسطيني ماڻهو جي ڪرندڙ خون جي هر قطري جو محافظ ۽ نگهبان آهي."

جنوري 2006ع ۾ فلسطين جي عام چونڊن ۾ حماس کي مليل سوپ جي نتيجي ۾ اسماعيل حانيا فلسطين جي اقتدار جي واڳ سنڀالي ۽ وزيراعظم جي عهدي جو حلف کڻي ورتو. اسماعيل حانيا اقتدار سنڀالڻ کانپوءِ فلسطين جي قومي فوج ناهڻ ۽ عوام جي روزگار لاءِ ننڍن ڪارخانن ۽ فيڪٽرين کي لڳائڻ لاءِ قرض ڏيڻ جو اعلان پڻ ڪيو. هو فلسطين کي وڌيڪ متحد ۽ مضبوط ڪرڻ جا ارادا رکي ٿو. اسماعيل حانيا جي ترقي پسند پروگرامن کي ڏسندي ۽ عوام ۾ حماس جي مقبوليت کي مدنظر رکندي اسرائيل حماس کي پنهنجي لاءِ خطرو سمجهي ٿو ۽ اسرائيل، آمريڪا ۽ صدر محمود عباس سان ملي ڀڳت ڪري حماس جي حڪومت کي ڪمزور ڪرڻ جون ڪوششون ڪري ٿو. آمريڪي حڪومت حماس جي حڪومت خلاف الفتح جون خدمتون حاصل ڪري فوجي ۽ مالي مدد شروع ڪري ڇڏي آهي. "الفتح مليشيا" کي آمريڪا کان هٿيار ملي چڪا آهن، جنهن کي حماس حڪومت خلاف استعمال ڪيو ويندو". ان حوالي سان آمريڪا الفتح تي شفقت جو هٿ ڦيري ڇڏيو آهي. آمريڪا 42 ملين ڊالر الفتح کي امداد طور ڏنا آهن تہ جيئن هو ايندڙ چونڊن ۾ حماس کي شڪست ڏيئي سگهي . آمريڪا جي خاص فنڊ مان محمود عباس جي حفاظت لاءِ ذاتي سيڪيورٽي مليشيا تيار ڪئي پئي وڃي. ان سلسلي ۾ وڌيڪ 5 ملين ڊالرز الفتح کي ڏنا ويندا ساڻ فلسطين ۾ نوان پبلڪ اسڪول کولڻ ۽ ٻين عوامي ترقياتي ڪمن لاءِ فنڊ مهيا ڪيا ويا آهن تہ جيئن الفتح تنظيم جي فلسطيني عوام ۾ ڪجهہ پذيرائي ٿئي. الفتح کي امداد ڪرڻ جي حوالي سان آمريڪي قونصليٽ جنرل، جيڪب والز چيو آهي تہ الفتح کي امداد ڏيڻ ڪا نئين ڳالهہ ڪونهي. اهو سڀڪجهہ آمريڪي پروگرام جو هڪ حصو آهي. گذريل ڪيترن ئي سالن کان آمريڪا ويسٽ بئنڪ ۽ غزا ۾ سياسي نظام ۽ سول سوسائٽي آرگنائيزيشن کي پروموٽ ڪرڻ لاءِ سرگرم رهيو آهي. آمريڪا ڪنهن بہ مخصوص پارٽي کي مدد ڪونہ پيو ڪري پر انهن جي مدد ڪري رهيا آهيون جيڪي فلسطين ۾ رتوڇاڻ کان

پاڪ معاشري جا حامي ۽ عدم تشدد جا پيروڪار آهن.

حماس جي اڳواڻن الفتح تي الزام مڙهيندي چيو آهي تہ اهي اسرائيل جي مفادن لاءِ ڪم ڪري رهيا آهن. حماس جي اڳواڻ قانوندان فاتي الحماد چيو آهي "تہ الفتح کي آمريڪي امدا د سان حماس جي حڪومت کي ختم ڪيو ويو آهي. هن وقت حماس لاءِ هڪ وڏو چئلينج سامهون آهي. اسان هر چئلينج جو مقابلو ڪنداسين". ٻي طرف آمريڪي اداري اين ڊي آءِ نيشنل ڊيموڪريٽڪ انسٽي ٽيوشن طرفان پڌرو ڪيو ويو آهي تہ هنن الفتح ۽ فلسطين جي ٻين سيڪيولر تنظيمن سان ڳالهيون ڪيون آهن تہ اهي ڪيئن ايندڙ عام چونڊن ۾ بهتر پوزيشن حاصل ڪري حماس کي پوئتي ڌڪي ڇڏينديون. هاڻي ڏسڻو اهو آهي تہ اين ڊي آءِ جو فارمولو. ووٽ جي تقدس کي پائمال ڪري ڪيئن ٿو الفتح کي ڪاميابي سان همڪنار ڪري.

جنوري 2006ع جي عام چونڊن ۾ حماس جي ڪاميابي ڪانسواءِ آمريڪا اسرائيل جي اعليٰ سرڪاري وفدن ۽ خفيا ايجنسين هڪ گڏجاڻي ڪري حماس کي اقتدار کان ڌار ڪرڻ جي سازش سٽي هئي. ان منصوبي تحت فلسطيني حڪومت تي معاشي پابندي هڻي عوام کي مجبور ڪرڻو هو تہ جيئن بک ۽ بيروزگاري ۽ تنگ حالي کان مجبور ٿي حماس حڪومت جي خلاف اٿي کڙا ٿين ۽ ملڪ ۾ احتجاجن وارو ماحول پيدا ڪري حماس حڪومت کي ڪمزور ڪن. ان کان پوءِ اسرائيل ڪيترائي ڀيرا حماس حڪومت کي اڪسائڻ ۽ حملي لاءِ جواز پيدا ڪرڻ جا بهانا تلاش ڪندو پئي آيو. ان سلسلي ۾ اسرائيل پاران حماس جي وزير ۽ چونڊيل ميمبر پارليامينٽ کي غير قانوني طور اغوا ڪيو ويو اسرائيل پاران پنهنجي هڪ فوجي گيلاڊ سيلات جي اغوا جو الزام حماس حڪومت تي مڙهيندي فلسطين تي زميني ۽ فضائي حملو ڪيو. ان آپريشن کي اسرائيل "سمررين" جو نالو ڏنو جنهن ۾ 275 فلسطيني شهيد ۽ 1463 زخمي ٿيا. ان حملي ۾ غزه جي پاور پلانٽ کي بہ تباهہ ڪري شهر کي ڪيترن ئي ڏينهن لاءِ انڌيري ۾ رکيو ويو.

يورپي يونين ۽ آمريڪا وارا حماس حڪومت کي دهشتگرد قرار ڏئي فلسطين مٿان اقتصادي ۽ معاشي پابنديون هڻي ڇڏيون آهن. اسرائيل پاران مصر کان فلسطين ويندڙ رستا بند ڪيا ويا آهن. اسرائيل ان جو سبب حماس کي ملندڙ مالي ۽ فوجي مدد ٻڌائي ٿو. ساڻ فلسطيني ماهيگيرن کي کلي سمنڊ ۾ مڇي مارڻ تي بہ پابندي هڻي ڇڏي آهي خلاف ورزي ڪرڻ واري ماهيگيرن کي گولي هڻڻ جو حڪم ڏئي ڇڏيو آهي. اسرائيلي ناڪابندي سبب فلسطيني فروٽ ۽ سبزيون ٻاهرين ملڪن ڏانهن موڪلي نٿا سگهجن. هن سال سنگترن جو فصل خراب هئڻ سبب سمنڊ ۾ اڇلايو ويو. غزه ۾ پهچندڙ عام واهپي وارين شين تي اسرائيل پاران

وڏيڪ ٽيڪس لڳائي وئي آهي. اسرائيل جي اهڙين پابندين سان فلسطيني عوام جي حالت انتهائي خراب ٿي چڪي آهي. غزه جي 1.4 ملين آبادي پهريان ئي غربت جي زندگي گذاري رهي آهي. UNRWA پهريان ئي 83 هزار غريب ماڻهن جي سهائتا ڪري خوراڪ مهيا ڪري رهيو آهي. هن وقت غزه جو بارڊر بند هئڻ سبب ۽ بجلي بند هجڻ ڪري150 ڪارخانن مان صرف 40 ڪارخانا هلي رهيا آهن. جيڪي هيوي جنريٽر جي مدد سان هلايا وڃن ٿا. حماس حڪومت ڪيترن ئي مهينن کان فنڊن جي کوٽ سبب سرڪاري ملازمن کي پگهارون نه ڏيئي سگهي آهي. آمريڪي دٻاءَ سبب ورلڊ بئنڪ يورپي يونين ۽ عرب بئنڪ خانيا حڪومت جي مدد ڪرڻ کان قاصر آهن. جنهن ڪري فلسطين جي سرڪاري ملازمن پاران ڇهن مهينن کان پگهار بند هئڻ ڪري 2 سيپٽمبر تي سموري ملڪ ۾ هڙتال جو سڏ ڏنو ويو هو.

UNRWA جي ڪمشنر جنرل ڪيرن ابو زياد نيويارڪ ۾ پنهنجي دوري دوران انٽرنيشنل ڪميونٽي کي درخواست ڪئي آهي ته غزه ۾ امن فورس موڪلي وڃي ۽ فلسطيني عوام تي ٽينڊز اسرائيلي ظلمن کي روڪڻ ۾ مدد ڪن. آمريڪي سيڪريٽري اسٽيٽ ڪونڊوليزا رائيس مشرقي وسطيٰ جي اهم دوري دوران صدر محمود عباس سان وڏي خوشگوار موڊ ۾ ماحول ۾ ملاقات ڪئي. محمود عباس کي آمريڪي مدد ۽ سهڪار جو مڪمل يقين ڏياريو ۽ ٻئي طرف صدر محمود عباس جي چونڊ بابت اعلان کانپوءِ برطانوي وزيراعظم ٽوني بليئر فلسطين جي دوري تي پهتو. جتي الفتح جي اڳواڻن سان ملاقاتون ڪري صدر محمود عباس جي فيصلن جي تائيد ڪئي ۽ الفتح کي مڪمل سهڪار ۽ تعاون جو يقين ڏياريو. برطانوي وزير اعظم حماس جي اڳواڻن سان ملڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. فلسطيني عوام جي ووٽ سان جڙيل حڪومت کي ختم ڪرڻ جون ايڏيون وڏيون سازشون ۽ عوام کي ملندڙ سزائون آمريڪا کي نٿيون سونهن. ڇاڪاڻ جمهوريت ۽ امن جو چيمپين آمريڪا دنيا ۾ صرف پاڻ کي سمجهي ٿو. هو هڪ ڪمزور ملڪ جي ڪمزور عوام جي منتخب جمهوري حڪومت کي ختم ڪرڻ لاءِ اسرائيل جي ملي ڀڳت سان ظالماڻيون ڪارروايون ڪري، ڇاتو ثابت ڪرڻ چاهي؟ ساڻ فلسطين جي ٻنهي تنظمين تي فرض عائد ٿو ٿئي ته هو جنگ ڪرڻ بدران عوام جي سک سلامتي، بک ، بيروزگاري وارن مسئلن تي ڌيان ڏين. فلسطيني عوام جنگ جو نه پر، امن ۽ ڀائيچاري جي خواهش رکي ٿو.

تاريخ : 27_12_2006

# آصف علي زرداري آڏو ملڪي ۽ غير ملڪي چئلينجز

”محترمہ بينظير ڀٽو جو آمريڪا تي پروسو هو پر 6۔آگست 1990ع تي ان جي جمهوري حڪومت کي برطرف ڪيو ويو. ان وقت جي صدر اسحاق خان سان ملاقات ڪرڻ وارو آخري شخص آمريڪي سفير هو. آمريڪا، صدر اسحاق خان جي ان عمل کي هڪ آئيني تبديلي ۽ پاڪستان جي عوام جو اندروني مسئلو قرار ڏنو.“ بينظير ڀٽو هڪ اداري تي الزام لڳائيندي چيو هو تہ هن جي منتخب حڪومت کي برطرف ڪرڻ جو آرڊر ان اداري تيار ڪيو هو. محترمہ بينظير جو چوڻ هو تہ ان اداري اسحاق خان کي چيو تہ جيڪڏهن بينظير ڀٽو سينيٽ ۾ اڪثريت حاصل ڪري ورتي تہ توکي صدارتي عهدي تان فارغ ڪري يحيٰ بختيار کي آڻيندي. 1989ع ۾ ان اداري جو هڪ شخص منهنجي مڙس (آصف علي زرداري) وٽ اچي پهتو ۽ چيائين تہ هڪ عورت کي سيليوٽ اسان نٿا ڪري سگهون. بينظير کي اوهان چئو اوهان (آصف) کي وزير اعظم بڻائي ڇاڪاڻ جو اسان کي پ پ پ مان ڪا بہ شڪايت ڪانهي. (هي سمورو پئراگراف ماهوار رسالي هيرالڊ جنوري 2001ع تان ورتل آهي جنهن ۾ محترمہ بينظير صاحب جو يادگار انٽرويو شايع ٿيل آهي).

2001ع کان وٺندي 2008ع تائين ان اداري جنهن 1990 ۾ بينظير ڀٽو کي اقتدار کان الڳ ڪيو هو. سو آصف علي زرداري تي 2001ع کان باقاعده ۔۔۾ ورڪ ڪندو آيو. ان ئي اداري سان وابستگي ڳنڍيندي فخر سان ان اداري جو ماڻهو سڏرائيندڙ پير پاڳارو بہ ائين چوندو آيو آهي تہ بلاول زرداري اسان جو ماڻهو آهي، تازو آصف علي زرداري جي صدارت تي عهدي لاءِ چونڊ ۾ پير صاحب پ پ پ سان سالن جون رنجشون ختم ڪري آصف علي زرداري جي حمايت ان ڪري ڪئي تہ اهو حساس ادارو آصف علي زرداري کي صدر ڏسڻ ٿو چاهي آصف علي زرداري جي اڪثريت سان چونڊجڻ کان پوءِ پير صاحب آصف علي زرداري کي مبارڪون ڏيندن چيو تہ“ ڳجها ادارا مون کان وڌيڪ آصف زرداري

جي ويجهو آهن." هن جو هي جملو پنهنجي حساب ۾ وڏي اهميت رکي ٿو ان بيان مان خاص مقصد اهو ٿو نڪري تہ اهو حساس ادارو آصف علي زرداري جي حق ۾ آهي.

آصف علي زرداري کي صدارت تائين رسائيندڙ ڏرين ۾ فنڪشنل ليگ ڪانسواءِ ايم ڪيو ايم، مولانا فضل الرحمان ۽ ق ليگ جو اهو جٿو جيڪو صرف ان خفيہ اداري جي اشاري تي هلندو آهي ان گروپ بہ صدارت لاءِ آصف جو ڀرپور ساٿ ڏنو ساڻ شير پائو امين فهيم ۽ قاضي حسين احمد تائين حمايت ۾ ميدان تي لهي آيا. اهو سمورو ڪرتب آصف علي زرداري جو ڪو نہ هو. اهو سمورو ڊرامو ان اداري رٿيو هو. ۽ ان جي آشيروارد سان آصف علي زرداري صدارت جو اعليٰ منصب ماڻي ورتو.

هاڻي سوال اهو ٿو اڀري تہ آخر ڪهڙي ضرورت پئي تہ آصف کي صدر بڻايو وڃي؟ ان جا بہ اهم سبب آهن جنهن جي حل لاءِ نہ صرف ڪامورا شاهي پر خاص حساس اداري بہ ان جي حمايت ڪري ڇڏي. پهريون سبب آهي ملڪ ۾وڌندڙ طالبانائيزيشن کي ٻيو اهم مسئلو آهي، ملڪي اقتصادي ڊيوالپٽو ڪنٽرول ڪرڻ. نائن اليون کان طالبان، افغانستان کان پوءِ پاڪستان ۾ پنهنجو "طالبان ايمپائر تعمير ڪرڻ چاهين ٿا. طالبان جون اڪيون نہ صرف ملڪ جي اقتدار تي قبضو ڏسڻ چاهين ٿيون پر ايٽمي اثاثن کي پنهنجي قبضي هيٺ آڻڻ ۽ ملڪ ۾ اسلامي راڄ نافذ ڪرڻ بہ سندن منشا ۾ شامل آهي. ان حوالي سان طالبان جو مضبوط نيٽ ورڪ آهي. خود ڪش حملن جي مهارت رکن ٿا. تازو وزير اعظم جي گاڏي تي حملو ڪرڻ واهہ ڪينٽ ۾ مشين آرڊيننس فيڪٽري جي گيٽ تي خود ڪش حملو ڪرڻ ۽ 6 سيپٽمبر تي جنهن وقت صدر پاڪستان جي صوبائي اسيمبلين ۾ سينيٽ ۽ قومي اسيمبلي جي ايوانن ۾ چونڊ جو مرحلو هلي رهيو هو تہ ٺيڪ انهيءَ دوران پشاور ۾ هڪ پوليس چوڪي تي آپگهاتي حملو ڪيو ويو. انهن ٽنهي حملن جي طالبان تحريڪ وارن ذميواري قبول ڪئي آهي.

اهڙي قسم جي خطرناڪ حملن پويان خطرناڪ عزائم لڪل آهن. طالبان تحريڪ هن وقت حڪومتي رٽ لاءِ زبردست چئلينج بڻيل آهي. ٽنهنڪري فوج جمهوري قوتن کي آڏو آئي مسئلي کي حل ڪرڻ چاهي ٿي. ٻيو مسئلو ملڪ ۾ اقتصادي ۽ معاشي تباهي آهي. صدر مشرف جي غلط پاليسين سبب ناڻو ملڪ مان ٽرانسفر ٿي پرڏيهي بئنڪن ڏانهن اماڻيو ويو آهي. ٽنهنڪري افراط زر ڦهلجڻ سبب بڪ، بيروزگاري پنهنجي عروج تي پهچي ويون آهن. طالبان ملڪ اندر خطرناڪ ويڙهہ ۽ غلط مالياتي پاليسين ڪرڻ افراط زر پيدا ٿي پئي آهي ٽنهنڪري هن ملڪ جو اقتدار آصف علي زرداري ۽ پ پ پ کي مليو آهي جيئن 1971ع جي جنگ کان پوءِ ذوالفقار علي ڀٽو کي ملڪ کنڊر جي صورت ۾ مليو هو.

ذوالفقار علي ڀٽو چئلينج سمجهي پنهنجي ڏاهپ سان هن ملڪ کي ڏٻڻ

مان ڪيڻ ۾ ڪامياب ويو ۽ فوج جو وقار بلند ڪيو اهڙي طرح آصف علي زرداري جيڪو بظاهر عوامي مينڊيٽ ذريعي صدر چونڊجي آيو آهي. در اصل اها هتان جي سلجهيل ماڻهو کي خبر آهي تہ هن ملڪ ۾ عوامي مينڊيٽ هميشہ فوجي بوٽن هيٺان ڪچليو ويو آهي. در اصل ظاهري طور ڪجهہ ٻي طرح نظر ايندو آهي جڏهن تہ اندروني ڳجهہ ڳوهہ واري سياست ٻي طرح ٿيندي آهي جنهن جي ڄاڻ عوام کي ڪافي دير سان پوندي آهي.

بهر حال آصف علي زرداري چونڊيل صدر آهي جنهن لاءِ ملڪ جو هر ماڻهو سندس احترام ڪري ٿو. هتي وڏي يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ آصف علي زرداري هن وقت ڪافي ميچوئر آهي هن صاحب "پاڪستان کپي" جو نعرو هڻي ملڪ جي مقتدر ڌرين اڳيان پنهنجي ڌاهپ جو ڌاڪو ڄمايو آهي. ڪيترن ماڻهن جو اهو خيال آهي تہ آصف علي زرداري ماضيءَ جيان ڪرپشن ڪندو. ڇاڪاڻ جو سنڌ حڪومت جي ڪاروهنوار کي ڏسندي محسوس ٿو ٿئي تہ صرف ارڙهين گريڊ کان ٻاويهين گريڊ جي آفيسرن کان پوسٽنگ جي سلسلي ۾ ڪيتري رشوت ورتي وڃي ٿي. منهنجي خيال ۾ سنڌ ۾ رشوت, پنجاهہ پرسنٽ ڪميشن وٺڻ جي آصف علي زرداري کي خبر ناهي. جڏهن اها خبر پيس تہ هو ضرور سنڌ حڪومت جي ڪن مهٽ ڪندو. ان مان اسان اندازو هڻندا سين تہ آصف علي زرداري جنهن تي مسٽر ٽين پرسنٽ جا الزام لڳايا ويا هئا. اهڙي طرح هر پارٽي کي پاڪ ۽ صاف رکندو ۽ وزيرن کي بہ مسٽر پنجاهہ پرنسٽ جي داغ کان بچائيندو. هن جي سياست جو بنياد پ پ پ آهي. ساڻ ڀٽو خاندان جي شهيدن جو رت شامل آهي. جنهن ذريعي صدارتي اعزاز ماڻيو اٿائين. سنڌ جي عوام جي آصف سان محبت صرف ۽ صرف پ پ پ ۽ بينظير ڀٽو جي ڪري آهي. آصف علي زرداري کي هتي اقتصادي معاشي ۽ طالبان جي ويڙهاڪن کي منهن ڏيڻ وارا مسئلا درپيش آهن تہ ٻي طرف سياسي اپوزيشن آهي. جيڪي ن ليگ ۽ وڪيلن جي تحريڪ, اي پي ڊي ايم, عمران خان, شيخ رشيد ليگ سامهون آهن. جيڪي پ پ پ حڪومت کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ ڪسر نہ ڇڏيندا.

تنهنڪري خاص ڪري پنجاب ۾ پ پ پ حڪومت ۽ آصف علي زرداري کي مفاهمت وارو رويو اپنائڻو پوندو. گورنر سلمان تاثير جيڪي بيان گهڙي رهيو آهي ان سان آصف لاءِ ڪوڙ ساريون پريشانيون جنم وٺنديون. تنهنڪري هن وقت آصف علي زرداري تي وڏي ذميواري عائد آهي تہ هو ملڪ جي سيني سياسي پارٽين سان مفاهمت وارو رستو اختيار ڪري کين ساڻ ڪٺي هلي. آصف علي زرداري اهو بهتر چيو تہ جمهوريت کي مستحڪم ۽ پارليامينٽ جي مضبوطي لاءِ ڪم ڪيو ويندو. جمهوري عمل مڪمل ٿي چڪو آهي هاڻ وفاق کي مضبوط ڪيو وڃي" اگر آصف علي زرداري اهو مقصد گڏيل مفاهمت ۽ پارليامينٽ ۾ وينل سياسي حمايتين جي اتحاد تحت ڪٺي هليو تہ اقتدار جي ڊگهي عمر ماڻيندو.

# ڏيهي جانچ ادارن تان
# بينظير ڀٽو جو کڄيل ويساهه

18 آڪٽوبر واري سانحي نه صرف ملڪ جي هر طبقي کي فڪرمنديءَ ۽ پريشانيءَ ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو آهي پر ان سان گڏ اهو سوال به اڀاريو آهي ته آخر هن ملڪ جو ڇا ٿيندو ۽ حڪمران ڇا ٿا ڪن ۽ عوام جو ڇا ٿيندو؟ ٻي طرف ملڪي حالتن جي حوالي سان عالمي سطح تي تشويش جو اظهار ڪيو ويو آهي. 18 آڪٽوبر واري واقعي تي عالمي اڳواڻن، يورپي يونين جي اڳواڻن، قوام متحده جي اڳواڻن ۽ مختلف ملڪن جي سربراهن ۽ سفارتڪارن بينظير ڀٽو سان همدردي جو اظهار ڪري خيريت معلوم ڪئي. جڏهن ته آمريڪا ۽ چين جي سفارتڪارن به بلاول هائوس وڃي 18 آڪٽوبر واري سانحي ۾ بينظر ڀٽو تي قاتلاڻي حملي جي مذمت ڪندي همدرديءَ جو اظهار ڪيو.

سال 2007ع ۾ تونل ستاويهه خودڪش حمل ٿيا. جيڪي پاڪستان جي مختلف علائقن ۾ ٿيا. انهن حملن ۾ هزارين بيگناهه ماڻهو ماريا ويا ۽ زخمي ٿيا. انهن ستاويهه خودڪش حملن مان 18 آڪٽوبر تي بينظير ڀٽو جي جلوس تي ٿيل حملو سڀ کان وڌيڪ خطرناڪ هو. جنهن ۾ ڏيڍ سئو ماڻهو مارجي ويا ۽ ساڍا پنج سئو ماڻهو زخمي ٿيا ان خودڪش حملي جو اطلاع حڪومت سنڌ پاران پ پ جي قيادت کي ڏنو ويو هو هاڻ جڏهن ملڪ جون خفيه ايجنسيون ڪراچيءَ ۾ ٻن دهشتگرد خودڪش بمبارن جو کوج لڳائي اڳوات اطلاع ڏئي خبردار ڪري سگهن ٿيون ته پوءِ آخر ڪهڙو سبب آهي جو انهن بمبارن کي پڪڙي نه ٿيون سگهن. يا نيٽ ورڪ تائين رسائي حاصل ڪري نٿا سگهن. اهڙين خدشن کي سامهون رکندي بينظير ڀٽو اهڙو مطالبو حڪومت آڏو رکيو آهي ته 18 آڪٽوبر واري سانحي جي جاچ عالمي خفيه ادارن کان ڪرائي وڃي ته جيئن اصل قاتل سامهون اچن ۽ انهن دهشتگردن جي نيٽ ورڪ کي آساني سان ختم ڪري سگهجي. بينظير ڀٽو خودڪش حملي کان اڳ ۽ پوءِ به صدر مشرف کي خط لکي ٽن ماڻهن جا نالا ظاهر ڪيا هئا. جيڪي بينظير ڀٽو کي قتل ڪرڻ واري سازش ۾ ملوث آهن. بينظير ڀٽو اهو به چيو آهي ته جيڪڏهن مون کي آئنده ڪو به نقصان پهتو ته ان جا ذميوار اهي ٽي شخص هوندا.

بينظير ڀٽو ڏيهي تحقيقاتي ادارن تي عدم اعتماد ڪندي بيان ۾ چيو ته اسان

جو ملڪي تحقيقاتي نظام بيڪار ۽ ناڪاره آهي. تنهن ڪري آمريڪا ۽ برطانيا کان مدد حاصل ڪئي وڃي. اهڙي قسم جي درخواست بينظير ڀٽو لکت ۾ حڪومت کي ڏني آهي. بينظير ڀٽو پنهنجي بيان ۾ دليل ڏيندي چيو ته لياقت علي خان، جنرل ضياء ۽ جنرل آصف نواز ۽ مير مرتضي ڀٽو جي قتل جي حوالي سان اڄ تائين ڪا به مناسب تحقيقاتي رپورٽ سامهون نه آئي آهي. حڪومت پاڪستان بينظير ڀٽو جي درخواست تي اهو موقف اختيار ڪيو آهي ته 18 آڪٽوبر سانحي جي جاچ ملڪي تحقيقاتي ادارن کان ڪرائي ويندي ٻاهرين جاچ ادارن کان مدد حاصل نه ڪندا سين. هڪ طرف پاڪستاني جاچ ٽيمون ۽ خفيه ايجنسيون 18 آڪٽوبر واري سانحي جي جاچ ۾ مصروف آهن ته ٻي طرف ٻاهرين ملڪن جا ڪجهه خفيه ايجنٽ ان سانحي جي انفرادي طور جاچ ۾ مصروف آهن. ان قسم جا ايجنٽ انهن ملڪن سان وابسطه آهن. جن جا هن خطي ۾ وسيع تر مفاد آهن. اهي ايجنٽ پنهنجون رپورٽون پنهنجن ملڪن ڏانهن اماڻيندا، جن بعد امڪان آهي ته اهي رپورٽون بينظير ڀٽو کي حاصل ٿين. پر ڏيهي خفيه ادارن جي چرپر کان واقف ٿي ڏيهي خفيه ايجنسين به پنهنجو ڪم تيزي سان شروع ڪري ڏنو آهي. ڏيهي ادارن جو خيال آهي ته 18/ آڪٽوبر واري سانحي جي جاچ ۾ متان پوئتي رهجي وڃون ۽ پر ڏيهي خفيه ادارا اڳ نتيجا پرويز مشرف جي حوالي ڪن. ان عمل سان ساک متاثر ٿي سگهي ٿي سوبه ان اداري جي جنهن اداري جي ماڻهن خاد، موساد جهڙي عالمي خفيه ايجنسين جا ايجنٽ ٻڌجي دشمن جي صفن ۾ گهڙي دشمن جا راز حاصل ڪري ورتا هجن. ملڪي حساس ادارن جي جتي عالمي طور ساک بيئل آهي ۽ هڪ ڏاڪو چمڪيل آهي ساڻ ڏيهه ۾ به پنهنجون سرگرميون جاري رکندا اچن. سياستدانن جا ٽيليفون ٽيپ ڪرڻ سياسي اڳواڻن، صحافين کي نه صرف اغوا ڪري غائب ڪرڻ، پريشان ڪرڻ سياسي پارٽيون ٺاهڻ انهن ۾ پئسا ورهائي طاقتور بڻائڻ ۽ پنهنجا سياسي مقصد حاصل ڪرڻ به ڏيهي ايجنسين جو ڪم رهيو آهي. ماضي ۾ ذوالفقار علي ڀٽو ۽ ضيا الحق جهڙن طاقتور حاڪمن جا ٽيليفون ٽيپ ڪرڻ جا به الزام لڳايا ويا هئا. خاص ڪري ملڪي اقتدار ڪنهن کان کسڻ ۽ ڪنهن کي نوازڻ ۾ ايجنسين جو ڪردار نمايان رهي ٿو. ساڻ پر ڏيهي پاليسيون مرتب ڪرڻ ۾ ڀاڱي ڀائيوار آهن. خاص ڪري ڪشمير، افغان پاليسي مرتب ڪرڻ انهن ايجنسين جي ذمي آهي. جنهن ۾ ڪنهن به سياسي اڳواڻ جو عمل دخل نه هوندو آهي. هن وقت ان پاليسي جو نتيجو اهو نڪتو آهي ته طالبانائيزيشن پنهنجي نظريي ۽ Latest اسلحي سميت پاڪستان ۾ داخل ٿي چڪي آهي ۽ حڪومتي رٽ کي چئلينج ڪري رهيا آهن. ملڪ جي هر حصي ۾ طالبان جو اثر رسوخ وڏي وڌ ٿي چڪو آهي. هن وقت وزيرستان ۽

سوات ۾ سڏا سنوان سيڪيورٽي ايجنسين تي حملا ڪري نقصان پهچائي رهيا آهن ۽ اغوا ڪري ماري رهيا آهن. ان قسم جي ويڙهه بابت اهي به خدشا ظاهر ڪيا ويا آهن ته خفيه ادارن پاران ڪجهه Lapses آهن جنهن ڪري گهربل نتيجا حڪومت کي حاصل ٿي نٿا سگهن. آمريڪا ۽ برطانوي خفيه ادارا پاڪستاني خفيه ايجنسين تي ٻٽو رويو اختيار ڪرڻ جو الزام هڻي چون ٿا ته پاڪستاني ايجنسيون طالبان جي مدد ڪن ٿيون ۽ خودڪش بمبارن جا ماسٽر مائينڊ به انهن خفيه ادارن ۾ موجود آهي. جنهن لاءِ جنرل مشرف آمريڪن ٽي وي تہ اچي انٽرويو ڏيندي چيو تہ "خفيه ايجنسين جا ماڻهو ملوث ناهن پر ڪجهه رٽائرڊ جنرل جيڪي 1979ع کان 1989ع تائين خفيه ادارن ۾ رهيا آهن انهن مان ڪجهه آفيسر ملوث ٿي سگهن ٿا." گذريل سال عالمي سطح تي برطانوي فوج جي خفيه ايجنسي جي هڪ سينيئر آفيسر پنهنجي حڪومت کي رپورٽ پيش ڪئي ان رپورٽ ۾ صدر جنرل مشرف کان مطالبو ڪيو ويو ته پاڪستان جي هڪ خفيه ايجنسي کي ختم ڪيو وڃي. ان جو وڏو سبب اهو ڏنائون ته دهشتگردي خلاف جنگ ۾ ڊبل گيم ڪري ٿي. اها ايجنسي طالبان دهشتگردن جي حمايت ڪري ٿي ته ٻي طرف دهشتگردي خلاف جنگ ۾ وڏي دعويدار آهن. ان جي رد عمل ۾ صدر مشر ف جواب ڏنو ته "برطانيا پاڪستاني خفيه اداري کي ختم ڪرڻ بجاءِ پنهنجي دفاع واري وزارت کي ختم ڪري. اسان جو خفيه ادارو هڪ ڊسيپلينڊ فورس آهي ان ڊسپلينڊ اداري نہ صرف ملا داد الله جي نشاندگي ڪري قتل ڪرايو پر چيني انجنيئرن جي قتل جي جاچ پڌري ڪري عبدالله محسود کي قتل ڪرايو. ان کانسوءِ 11 / 9 کان پوءِ آمريڪا کي مطلوب طالبان ۽ القائده اڳواڻن کي گرفتار ڪري آمريڪا حوالي ڪيو. جتي آمريڪا پاڪستان لاءِ ٻٽي پاليسي ۽ معيار رکي ٿو ته اتي اسان جا خفيه ادارا به آمريڪا خلاف ٻٽو رويو ۽ معيار رکي سگهن ٿا. انهن ايجنسين جتي آمريڪا لاءِ زبردست ۽ فيصلا ڪن نتيجا ڏنا آهن, ته وري مايوس ڪندڙ رويا به محسوس ڪرايا آهن.

سوال اهو ٿو اڀري ته آخري ڏيهي ايجنسيون خودڪش حملن, سانحن ۽ واقعن کي روڪڻ ۾ چو نہ ٿيون ڪامياب وڃن. انهن خودڪش حملن جا اسباب ۽ ماسٽر مائينڊ چو نہ ٿا گرفتار ٿين. ملڪي سالميت لاءِ مسئلا کڙا ڪندڙن جي نيٽ ورڪ کي چو نہ ٿو ناس ڪيو وڃي. آخر ڇا ڳالهه آهي هيترن سارن سوالن جا جواب ناهن ته پوءِ عالمي خفيه ادارن جي رپورٽ بلڪل درست آهي ته ايجنسيون ڊبل گيم ڪن ٿيون. اهڙي قسم جي ڊبل گيم نہ صرف ٻرڙيهي ماڻهن, قوتن ۽ ملڪن لاءِ آهي پر هتان جا ماڻهو به انهيءَ ڊبل گيم جو شڪار آهن. هاڻي ڊبل گيم هي ملڪ وڌيڪ برداشت نہ ٿو ڪري سگهي. جنهن سان عوام جو جيئڻ جنجال ٿي پيو هجي. عوام ۾ ايجنسين جي ڪردار بابت ڪيئي خدشا ۽

وهم پيدا ٿيڻ بہ سنو سنوڻ ناهي، آصف علي زرداري چيو تہ 18 آڪٽوبر وارو واقعو ايجنسين ڪرايو آهي. حميد گل صاحب چيو تہ ڪراچي بم ڌماڪو خودڪش نہ هو پر حڪومت پنهنجي جان ڇڏائڻ لاءِ خودڪش بم ڌماڪو قرار ڏئي ٿي.“ 18 آڪٽوبر واقعي بابت ڪيترن ئي سياسي اڳوڻن، صحافين ۽ مبصرن جي اشارن مان ثابت ٿئي ٿو تہ ڪراچي بم ڌماڪي ۾ جهادي عنصر موجود ناهن، جهادي قوتن ان حملي ۾ ملوث هجڻ کان انڪار ڪيو آهي. حملي ۾ سياسي ۽ خفيہ گروهن جا لڪل هٿ موجود آهن. انهن عنصرن خلاف جاچ بلڪل پرڏيهي ادارن کان ڪرائڻ ۾ ڪا بہ قباحت ڪانهي. ان حوالي سان بينظير ڀٽو بيان ۾ چيو آهي تہ ماضي ۾ فيض آباد بم ڌماڪي جي تحقيقات ۾ ايف بي آءِ جي ماهرن کان مدد حاصل ڪئي وئي هئي. جڏهن آصف نواز جي قتل ڪيس جي جاچ ۾ روس ۽ فرانس جي ماهرن جي مدد حاصل ڪئي وئي هئي، انهن ماهرن جي رپورٽ ۾ جنرل آصف نواز کي زهر ڏيڻ جي نشاندهي ڪئي وئي هئي ۽ ڏيهي ايجنسين اڄ تائين جنرل آصف نواز جي قتل ڪيس کي راز بڻائي ڇڏيو آهي. جرنل آصف نواز جي قتل ڪيس کي معمو بڻائي ڇڏيو آهي. جنهن جو ڪو بہ اڄ تائين نتيجو سامهون نہ اچي سگهيو آهي. بينظير ڀٽو جي موقف جي حمايت ڪندي مخدوم جاويد هاشمي جيڪو انهي خفيہ ايجنسين جي عتاب هيٺ جيل ڪاٽي آيو آهي چوي ٿو تہ مقامي خفيہ ايجنسيون ناڪام آهن. تنهن ڪري بينظير ڀٽو جو غير ملڪي ادارن کان جاچ وارو مطالبو درست آهي. خفيہ ايجنسين جي حيثيت هڪ وسيع سمنڊ وانگر آهي ۽ نظر نہ ايندڙ حڪومت جو درجو خفيہ ايجينسيون رکن ٿيون. جنرل شاهد حامد، جنرل غلام جيلاني، جنرل اختر عبدالرحمان، جنرل حميد گل کان وٺندي جنرل اشفاق ڪياني تائين Invisible Govt جا طاقتور سربراه رهيا آهن جي راڄ ۾ ڪک پن چري ٿو خبر سندن جي ڪنن پوي ٿي تہ اهو ڪک پن ڪيئن چريو! Invisible Government جي سربراهن کي هر مسئلي جي ڇاڻ هوندي آهي. پوءِ اها ڇاڻ هر ڪنهن کي ڪو نہ ڏيندا آهن. سواءِ مملڪت جي سر براهہ جي، سويہ وردي وارو بغير وردي واري سربراهہ سان راز ڪو نہ سليندا آهن.

تاريخ: 30_10_2007

# نيوڪان آئڊيالوجي ۽ پاڪستان جو مستقبل

پوپ بينڊڪٽ هن سال جي شروعاتي ڏينهن ۾ اهو بيان ڏنو ته" آئنده تهذيبن جي وچ ۾ ٽڪراءُ سبب خطرناڪ تصادم ٿي سگهي ٿو جنهن جو اشارو مسلمانن ۽ يهودين جي وچ ۾ جنگ ڏانهن هو. صدر بش به صليبي جنگين ڏانهن اشارو ڪري چڪو آهي. هن وقت آمريڪا " نيوڪان " نالي آئڊيولوجي ڪٽي دنيا آڏو آيو آهي. ان آئڊيالوجي ۾ بظاهر سيڪيولر ازم جي حمايت به نظر اچي ٿي پر دراصل اها هڪ نج يهودي مذهبي آئڊيالوجي آهي جنهن ۾ خطرناڪ عزائم لڪيل آهن. "نيوڪان" جا باني اصل ۾ يهودي آهن, انهن يهودين جو هڪ وڏو مقصد اهو آهي ته اُهي ملڪ جن کي اسرائيل پنهنجي وجود لاءِ خطرو تصور ڪري ٿو انهن ملڪن کي مختلف هيلن بهانن سان ختم ڪرڻو آهي. يا وري ايترو ڪمزور ڪرڻ آهي جو اهي معاشي ۽ دفاعي لحاظ کان اُسري نه سگهن. "نيوڪان" ۾ اسرائيل جو بچاءُ ۽ حفاظت اهم هوندي, ٻيو وڏو مقصد اهو آهي ته مسلمان ملڪن ۾ جاگرافيڪل تبديليون آڻڻ به ضروري هوندو جيڪي رياستون نيئن جوڙجڪ کان پوءِ جنم وٺنديون ۽ آمريڪي ۽ اسرائيلي مفادن جو خيال رکنديون گهڻي ڀاڱي انهن ملڪن ۾ گهڻي ٽوڙ ڦوڙ ٿيندي خاص ڪري جيڪي ملڪ تيل يا ايٽمي صلاحيت رکندڙ يا حاصل ڪندڙ هوندا.

ظاهر آهي آمريڪا ڪنهن پلان جي ڪاميابي لاءِ پنهنجون ڊگهي مدت واريون پاليسيون ناهي دير تائين انهن پاليسين تي ڪم ڪرڻ جو عادي آهي. عراق جي تيل تي قبضو ڪرڻ لاءَ ڪيترائي سال عراق ۽ صدام تي الزام هڻندو پئي آيو ته ايٽم بم ناهي رهيو آهي. ان لاءَ صدر بش ميڊيا تي مهم هلائي آخر عراق تي حملو ڪيائين جنهن ڪانپوءِ اتي ائٽمي صلاحيت حاصل ڪرڻ جي ڪا ڳالهه نظر نه آئي ۽ عراق ۾ ويهي ڪري جتي آمريڪا وڏي نقصان کي منهن

ڏنو آهي اتي عراق مان نڪرندڙ تيل تي قابض ٿي روزانو اربين ڊالرز جي تيل مان ناڻو ڪمائي رهيو آهي. ساڻ اهو تيل سندس ڪنٽرول ۾ هجڻ ڪري تيل جي عالمي منڊي ۾ من ماني ڪري رهيو آهي. عراق کانپوءِ ايران کي ايٽم بم ٺاهڻ جي حوالي سان ڌمڪيون ڏئي رهيو آهي جيڪو سلسلو هلندڙ آهي. اهڙي طرح شام، لبيا ۽ سعودي حڪومتن تي دٻاءُ وجهندو پيو اچي ته اهي ملڪ ايٽم بم ٺاهڻ جي صلاحيت يا خواهش دماغ مان ڪڍي ڇڏين ٻي صورت ۾ انهن ملڪن تي حملو ڪيو ويندو ۽ سندن اثاثا منجمند ڪيا ويندا.

ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته هن وقت آمريڪي پاليسيون اسرائيلي نواز دماغ (يهودي) مرتب ڪري رهيا آهن تنهن ڪري انهن پاليسين ۾ اسرائيل جي بچاءُ ۽ حفاظت جو خاص خيال رکيو ويو آهي. اسرائيل جي اهميت جي پيش نظر آمريڪي پاليسي ۾ پاڪستان جي اهميت تمام وڏي آهي ان جو خاص سبب ايٽم بم آهي. اهو ايٽم بم ڪڏهن به مسلم انتها پسندن جي هٿ اچي سگهي ٿو جنهن کي اسرائيل خلاف استعمال ڪري سگهجي ٿو. مسلم دنيا جو واحد ملڪ پاڪستان آهي. جنهن وٽ ايٽم بم موجود آهي. اهڙي ايٽمي ملڪ کي يهودين جي نيوڪان آئيڊيالوجي ۾ ڪا به جڳهه ڪانهي. آمريڪا جتي مستقبل قريب ۾ مڊل ايسٽ جون جاگرافيڪل حدون تبديل ڪرڻ جون پاليسيون مرتب ڪري چڪو آهي اتي انهن ملڪن ۾ سرفهرست پاڪستان به شامل آهي صدر بش جا رويا ڇتا ۽ واضع آهن جن کي سمجهڻ جي ضرورت آهي. صدر بش جو 11/ 9 کانپوءِ رويو پاڪستان بابت بهتر ناهي رهيو بلڪ جارحياڻو رهيو آهي. تازو CNN چئنل تي انٽرويو ڏيندي صدر بش چيو ته مان پنهنجي پراڻي موقف تي قائم آهيان ته جيڪڏهن اسامه بن لادن جي موجودگي پاڪستان ۾ ظاهر ٿي ته آمريڪا سڌي سنئن ڪارروائي ڪندو" ملڪي سلامتي جي حوالي سان صدر بش جو بيان اڻوڻندڙ غيرذمواراڻيو ۽ جارحاڻو آهي. صدر بش جو ان قسم جو بيان نئون ڪونهي هو مسلسل ڪڏهن پاڻ ته ڪڏهن حڪومتي ڪارندن پاران پاڪستان بابت بيان ڏيندا رهن ٿا. ڪڏهن ته صدر بش اهو بيان ڏنو ته طالبان ۽ القاعده جي ٺڪاڻن تي حملو ڪرڻ لاءِ پاڪستاني حدن ۾ داخل ٿي سگهون ٿا. اهو بيان ڏيڻ کان اڳ ۾ نيٽوفورسز پاڪستاني سرحدن اندر باجوڙ ۽ ڊمه ڊولا ۾ بمباري ڪري چڪي آهي ٿورو وقت اڳ ۾ صدر بش اهو بيان ڏنو ته "پاڪستان جا ايٽمي اثاثا غير محفوظ آهن. اهي اثاثا انتها پسندن جي هٿن ۾ اچي سگهن ٿا تنهن ڪري آمريڪا انهن اثاثن جي حفاظت ڪندو" دارصل آمريڪا انتها پسندن جي آڙ ۾ ايٽمي اثاثن تي قبضي ڪرڻ جا بهانا ڳولي رهيو آهي، ڇاڪاڻ جو اصل ۾ ايٽمي اثاثا آهن. جيڪي آمريڪا ۽ اسرائيل جي پيٽ جو سور بڻيل آهن. جنهن تي اسرائيل کي وڏو اعتراض آهي انهن جو واضع مطلب اهو آهي ته

ايتمي اثاثا اسان (آمريڪا) جي حوالي ڪيا وڃن.

ٻي طرف صدر مشرف بہ اسرائيل سان بهتر تعلقات رکڻ جو خواهشمند آهي مشرف پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ" اسرائيل آمريڪا جو قريب ترين اتحادي آهي ۽ ان ڪانسواءِ انتهائي بااثر يهودين جو مڪمل تعاون بہ ڪيس حاصل آهي، جنهن ڪي هو پاڪستان خلاف استعمال ڪري سگهن ٿا". ان لکڻ جو مطلب تہ صدر مشرف اسرائيل جا خطرناڪ عزائم ڏسي چڪو آهي، تنهڪري هو اسرائيل سان لاڳاپا بهتر بنائڻ جي حق ۾ آهي. اڳتي هلي مشرف لکي ٿو تہ 9/11 ڪانپوءِ دنيا وچ اوڀر جي سياسي حقيقتن ۾ دلچسپي مون ڪي سوچڻ تي مجبور ڪيو آهي تہ اسرائيل جي باري ۾ اسان ڪي پنهنجي حڪمت عملي تي نظرثاني ڪرڻ گهرجي، وڌيڪ لکي ٿو تہ پاڪستان ۽ اسرائيل جي خارجا وزيرن جي تاريخي افتتاحي گڏجاڻي پهرين سيپٽمبر 2005ع تي جيڪا نهايت ڪارگر ثابت ٿي ان ڪانپوءِ مون آمريڪن جيوئش ڪانگريس کي خطاب ڪيو.

ٻي طرف مخالف ڌر جي اهم اڳواڻ نواز شريف بہ تازو ڪجهہ ڏينهن اڳ بيان ڏنو تہ" مون صدر ڪلنٽن ڪي اساما ۾ ملا عمر ڪي ڳولڻ لاءِ پاڪستان ۾ اجازت ڏني هئي. نواز شريف بہ هاڻ انتها پسندي جي مخالفت ۾ آمريڪي حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ وڏا جتن ڪري رهيو آهي. جڏهن تہ بينظير ڀٽو پاڪستان جو اقتدار ماڻڻ لاءَ جتي ٻيا اهم واعده ڪري ڊيل ذريعي هتي پهتي آهي تہ اتي اسرائيل ڪي سفارتخانو کولڻ ۽ اسرائيل سان بهتر تعلقات رکڻ جا بہ واعدا ڪري آئي آهي، انهيءَ ڪم لاءِ صدر مشرف اڳ ۾ ئي آتو وينو هو سو ايندڙ حڪومت پ پ پ حوالي ڪري اسرائيلي سفارتخانو کولڻ وارو ڪم بينظير ڀٽو کان وٺڻ جو خواهشمند آهي. اسرائيل جي سفارتخاني سان جيڪي هتي هو سهولتون حاصل ڪرڻ چاهيندو اهي ملي ويندس. ايشيا کنڊ ۾ ايتمي قوتون وڌيڪ هٿرڻ ڪري مستقبل ۾ دفاعي ۽ اقتصادي سرگرميون ايشيا کنڊ ۾ ٿينديون جتي اسرائيل جو هجڻ ضروري آهي ان لاءِ پاڪستان اسرائيل ڪي وڌيڪ سولو لڳي ٿو جتي هو آرام سان ويهي ايشيائي ملڪن کي مانيٽر ڪندو رهندو.

انڊيا، ڪوريا ترقي پذير ۽ دفاعي ايتمي قوت رکندڙ هجڻ ۽ اقتصادي ۽ دفاعي طور جاپان، ڪوريا، چين. روس جو سگهارو هجڻ ۽ انتها پسندي جي حوالي سان افغانستان ۽ پاڪستان جو مرڪز هجڻ اهي ملڪ ۽ سبب آمريڪا ۽ اسرائيل لاءِ مٿي جو سور بڻيل آهن. ايشيا کنڊ ۾ چين جو سگهارو ٿي اڀرڻ، آمريڪا لاءِ مستقبل ۾ ڪيئي تڪليفن جو سبب بڻجي سگهي ٿو. تنهن ڪري آمريڪا جو گهڻو ڌيان هن خطي تي مرڪوز رهندو ان لاءِ آمريڪا افغانستان ۾ انتها پسندي کي ختم ڪرڻ ۽ اسامہ ۽ ملا عمر کي گرفتار ڪرڻ جا بهانا بڻائي

قابض ٿيو آهي جيڪو اڳتي هلي ڪجھ ئي سالن ۾ پاڪستان تي قابض ٿيڻ جا ارادا رکي ٿو تنهن لاءِ صدر بش ۽ انتظاميا پاران مسلسل ڏڙڪا ۽ دهمان پاڪستان مٿان ڪندا اچن. ان ڪانپوءِ اسرائيلي سفارتخاني جو قيام ضروري آهي. جتي سفارتخاني کلڻ ڪانپوءِ اسرائيل جا بدنامِ زمانہ جاسوسي ايجنٽ پنهنجون سرگرميون بحال رکندا اهڙي صورتحال ۾ آمريڪا پاڪستان جي ڪمزور ٿيڻ وارو خواب ساڀيان ماٽيندو ۽ جڏهن پاڪستان ڪمزور پوزيشن ۾ هليو ويندو تہ هن ملڪ جو سڀ ڪجھ جنهن جي خواهش آمريڪا اسرائيل رکن ٿا انهن جي حوالي ٿي ويندو اهڙي طرح جڏهن ترڪي جو صدر عبدالله گل پاڪستان جي دوري تي آيو هو تہ پاڪستان بابت مستقبل جا ڪيئي خدشا کڻي هتي آيو. عبدالله گل ان ڳالھ تي زور ڏنو تہ "پاڪستان جي اهم ذميوار شخصيتن کي ملڪ جي مستقبل تي بہ توجھ ڏيڻ گهرجي". عبدالله گل جو اهو بيان تمام وڏي اهميت رکي ٿو. پاڪستان جي حڪمرانن سياستدانن ۽ عوام کي "پاڪستان جي سلامتي بابت سوچڻ گهرجي" عبدالله گل پاڪستاني سياستدانن کي اپيل ڪئي تہ هو ايندر ڏکين حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ سنجيده ٿين ڇڙواڳي واري سياست جنهن ماضي ۾ ملڪ کي ٽڪرا ٽڪرا ڪيو ان کي ترڪ ڪري قومي جذبي تحت حبالوطنيءَ واري سياست ڪرڻ گهرجي جيئن ملڪ سگهارو ٿي سگهي. 8 جنوري وارين چونڊن ڪانپوءِ ايندڙ حڪمران پاڪستان جي سياسي ۽ تاريخي سياست ۾ اهم ليکبا جن تي وڏيون ذميواريون عائد ٿينديون انهن ايندڙ حڪمرانن جون غلطيون هيءَ ڌرتي ۽ ڏتڙيل قوم صدين تائين ڀوڳيندي رهندي

تاريخ: 11_12_2007

# عالمي ايجنڊا، سياسي جماعتون ۽ سنڌي قومپرست

آمريڪي ٿنڪ ٽئنڪ سان وابسته اسڪالر ۽ فوجي تجزيه نگار فريڊرڪ ڪيگان ڪجهه ڏينهن اڳ بش حڪومت تي زور ڀريو ته”پاڪستان ۾ جيڪڏهن حالتون بدترين ٿيون ته پوءِ آمريڪا ايٽمي هٿيارن تي قبضي ڪرڻ لاءِ ايليٽ فورس موڪلي“ ان قسم جي ڳالهه س اين اين چئنل تي انٽرويو ڏيندي صدر بش چيو ته” ضرورت پوڻ تي پاڪستان ۾ آمريڪي فورس داخل ڪري سگهون ٿا“ اهو به واضح ڪندو هلان ته آمريڪي فورس پاڪستان جي ڪيترن علائقن ۾ موجود آهي جتي پنهنجي عسڪري ڪم ۾ رڌل آهي. ايٽمي اثاثن جي حوالي سان آمريڪي حڪومت ڪيئي ڀيرا اهي ايٽمي اثاثا پنهنجي تحويل ۾ وٺڻ بابت بيان ڏئي چڪو آهي. آمريڪي حڪومت جو به موقف آهي ته اهي ايٽمي اثاثا غير محفوظ آهن ۽ انتها پسندن جي هٿن ۾ وڃي سگهن ٿا. آمريڪي ٿنڪ ٽئنڪ جي سربراهه جو چوڻ آهي ته حالتون ٺيڪ نه ٿيڻ جي صورت ايليٽ فورس موڪلي سگهجي ٿي. هاڻي سوال اهو آهي ته اهڙيون حالتون ٺيڪ ڪندو ڪير؟ جڏهن حالتون خراب ڪرڻ پويان ڳجها هٿ شامل هجن ته پوءِ حڪومت ڇا ڪندي جنهن تي امن امان قائم ڪرڻ جي وڏي ذميواري رکيل هوندي آهي. حڪمرانن سان گڏ وڏي ذميواري سياستدانن تي به آهي جيڪڏهن حڪمرانن ۽ سياستدانن پنهنجن پنهنجن روين ۾ غير ذميواري جو مظاهرو ڪيو ته هي ملڪ ڪنهن طوفان جي لپيٽ ۾ اچي سگهي ٿو. ڇاڪاڻ ته هن ملڪ خلاف اهڙي طوفان بابت هلڪيون هوائون شروع ٿي چڪيون آهن. جن کي نه صرف محسوس ڪرڻ جي ضرورت آهي پر سالميت ۽ دفاع جي حوالي سان انتهائي سنجيدگي سان ڪم ڪرڻو آهي جنهن لاءِ هن وقت سياستدانن تي وڏي زميواري عائد ٿئي ٿي.

هن وقت حالتون ٻن قسمن جون خراب ٿيل آهن. هڪ ته انتها پسند آهن جن جي تخريبي سرگرمين آڏو حڪومت ۽ عوام بيوس بڻيل آهن. اهي انتها

پسند هن ملڪ جا شهري آهن جيڪي پنهنجي ملڪي ۽ غير ملڪي آقائن جي ايجنڊا تي ڪم ڪري ملڪ کي ڪمزور ڪري رهيا آهن. هو جنت جي آسرن ۾ اهو وساري ويٺا آهن تہ هو ڇا پيا ڪن ۽ ڪنهن کي پيا ڪمزور ڪن. ٻيون اهي سياسي قوتون آهن جيڪي ملڪ کي بحرانن ۾ ڌڪڻ جي ڪوشش ڪري رهيون آهن. سياستدانن ۾ هڪ حلقو اهو آهي جيڪو بينظير ڀٽو ۽ نواز شريف جو آهي جيڪو ملڪ جو خيرخواهہ ۽ روشن خيال طبقو آهي جيڪي عوام لاءِ سوچن پيا. ٻيو حلقو اهو آهي جيڪو فوج سان سلهاڙيل آهي جن ۾ الطاف حسين ۽ چوڌري برادران آهن. ٽيون حلقو مولانا فضل الرحمان جي سربراهي ۾ ڪم ڪري ٿو. هن وقت مولانا صاحب هڪ الڳ سياسي پرو آمريڪن ڪردار نڀائي رهيو آهي. مولانا صاحب سان آمريڪي سفير ۽ نمائندا ڪيترائي ڀيرا ملاقات ڪري چڪا آهن. مولانا صاحب کي افغانستان بابت خاص ايجنڊا مليل آهي. چونڊن ڪانپوءِ اقتدار واري نئين سيٽ اپ ۾ مولانا صاحب کي اهم ذميواري سونپڻ بابت آمريڪا اجازت ڏئي چڪو آهي. ٽيون حلقو اهو آهي جيڪو حميد گل ۽ قاضي حسين احمد جي سربراهي ۾ اي پي ڊي ايم جي قيادت ڪري رهيو آهي. اي پي ڊي ايم اتحاد ٻاويهن جماعتن جو نہ پر ٻاويهن سربراهن جو جٿو آهي. جنهن ۾ مذهبي لبرل ۽ قومپرست ماڻهو موجود آهن. هن ٽولي جو سربراهہ بظاهر محمود خان اچڪزئي آهي پر دراصل حميد گل ئي اي پي ڊي ايم گروپ جو ماسٽر مائينڊ آهي. دراصل ملڪ جا چار ئي سياسي گروپ يا حلقا هن وقت آمريڪي ايجنڊا تي ڪم ڪري رهيا آهن. چوٿين گروپ اي پي ڊي ايم کي پاڪستان ۾ حالتن کي سلجهائڻ بدرن الجهائڻ جو ڪم ڏنو ويو آهي. هن گروپ ۾ شامل ماڻهن کي سياسي ميدان ۾ ڪا بہ فتح نصيب نہ ٿي آهي تنهن ڪري في الحال هن گروپ کي حالتون خراب ڪرڻ جي ذميواري ڏني وئي آهي. آمريڪا پنهنجي سياسي پالسين تحت پاڪستان جي سياسي قوتن کي ٽاسڪ ڏنو آهي. جيڪي پنهنجي ٽائيم ٽيبل تحت ڪم ڪندا رهندا هر گروپ پنهنجي ٽائيم تي نظر ايندو ۽ ڀرپرو ڪردار ادا ڪندو. انهن گروپن ۾ هڪڙا حڪمران تہ ٻيا مخالفت ۾ نظر ايندا. اهڙي طرح ٻئي گروپ ملڪ کي ڪمزور ڪندا رهندا ۽ خوب ملڪي توڙي آمريڪي ناڻو بغير ڪنهن احتساب جي ڳڙڪائيندا رهندا. رهيو سوال حالتون بهتر ٿيڻ جو ان جو تہ سوال ئي پيدا نٿو ٿئي تہ ويجهي مستقبل ۾ ڪي حالتون بهتر ٿينديون ڇاڪاڻ جو حالتون بهتر هجڻ اهو آمريڪا جي مفاد ۾ نہ آهي، مسلسل حالتون خراب هونديون تہ آمريڪا کي ايٽمي اثاثن تي قبضي ڪرڻ ۾ آساني ٿيندي، جيڪو آمريڪا جو اصل حدف آهي. جيڪا ڀارت ۽ اسرائيل جي بہ ايجنڊا آهي.

چونڊن ڪانپوءِ منتخب حڪومت پنهنجو ڪم مس شروع ڪندي تہ پويان

اي پي ڊي ايم، مخالف سياسي جماعت ۽ وڪيل ان حڪومت جي ڪڍ پئجي ويندا. ۽ حڪومت ۽ رياست کي ڪمزور ڪندا بظاهر اهو ڪم عوام جي ڀلائيءَ لاءِ هوندو پر اندر ۾ اهو آمريڪا کي ڪري ڏيڪاريندا. جيئن 1988ع جي چونڊن کانپوءِ فوج جي هٿ ٺوڪي اسلامي جمهوري اتحاد بينظير ڀٽو جي ڪڍ پئجي ويو هو تئين ئي هن ڀيري اهو ڪم اي پي ڊي ايم کان ورتو ويندو اي پي ڊي ايم به هڪ وقتي جماعت آهي جيڪا پنهنجو مقصد حاصل ڪرڻ بعد پاڻ هرتو ختم ويندي جيئن اسلامي جمهوري اتحاد پاڻ هرتو ختم ٿي ويو هو. في الحال اي پي ڊي ايم کي وڏيڪ فنڊنگ ڪري سگهارو ڪيو پيو وڃي. ماضي ۾ اسلامي جمهوري اتحاد مان صرف فوج ڪم ورتو هو پر اي پي ڊي ايم مان مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ آمريڪا پنهنجي نوازيل ماڻهن کي اڳتي ڪري ڪم وٺي رهيو آهي ته جيئن ملڪ جون حالتون نيڪ نه رهن. اي پي ڊي ايم ۾ وينل ڪجهه قومپرستن کي اڳتي هلي خبر پوندي ته جنرل حميد گل ڪيئن ٿو اي پي ڊي ايم کي استعمال ڪري. هن وقت اي پي ڊي ايم عدليا جي معاملي کي ڪٽي اڳتي وڌي رهي آهي چاڪاڻ جو اي پي ڊي ايم کي ڪا خاص ايجنڊا ڪونهي تنهن ڪري عوام کي ڏيکارڻ لاءِ پنهنجو احتجاجي ايجنده جو اعلان ڪيو آهي، ان ۾ صوبائي خودمختياري، اٺويهه سو ٽيهتر جو آئين بحال ڪرڻ، بلوچستان ۽ سوات ۾ جاري آپريشن بند ڪرائڻ، مشرف کان سندس صدارتي عهدو ڇڏائڻ. قانون جي حڪمراني وارا مطالبا شامل آهن. ساڻ اهو به اعلان ڪيو آهي ته چويهين ڊسمبر کان انين جنوري تائين حڪومت خلاف مختلف صوبن ۾ جلسا منعقد ڪيا ويندا جنهن ۾ اليڪشن جي بائيڪاٽ جو چتاءُ ڏنو ويو آهي.

منهنجي انهن سنڌي ۽ بلوچ قومپرست جماعتن کي صلاح آهي ته هو اي پي ڊي ايم جهڙي جماعت مان نڪري وڃن. جن جا اڳواڻ هميشه کان آمريڪا يا فوج جي مفادن جا نگران رهيا هجن. قومپرست هرويرو پنهنجون توانائيون ضايع ڪري رهيا آهن. اي پي ڊي ايم ۾ رهي ڪري ڪو به مقصد حاصل ڪري نٿا سگهجن. تنهن ڪري قومپرستن کي گهرجي ته هو بنا دير جي ان اتحاد مان نڪري اچن. قومپرستن کي جنرل حميد گل يا قاضي حسين احمد سان گڏ ويهڻ کان بهتر آهي ته هو پنهنجي سياست ڪن چاڪاڻ ته انهن اڳواڻن جو ماضي انهن اڳيان آهي جيڪو شڪن شهبن ۽ ڳجهارتن سان ڀريل آهي. هن وقت آمريڪا ايشين ۽ عرب ملڪن ۾ جاگرافيائي تبديليون آڻڻ جو خواهشمند آهي ان حوالي سان هن خطي ۾ به تبديليون ايندڀون تنهن ڪري قوم پرستن کي پنهنجي ڌرتيءَ جي بقا بابت سوچ گهرجي ان لاءِ قومپرستن کي هڪ الڳ محاذ کولڻ جي سخت ضرورت آهي جنهن سان ڌرتي، ٻولي، ڪلچر ۽ تهذيب کي بچائڻ گهرجي. زميني تبديلين سبب قومپرست جماعت لاءِ وڏو ڪم رهيل آهي

پر افسوس جو قومپرست جماعتن کي ملڪ جي ڪامورن ۽ ايجنسين اي پي ڊي ايم ۾ مصروف ڪري ڇڏيو آهي. اڳتي هلي آمريڪا کي هن خطي ۾ قومپرستن جي ضرورت پوندي جيڪي هن خطي ۾ پنهنجو لاپائتو ڪردار ادا ڪندا تنهنڪري قومپرست ان وقت لاءِ تياري هاڻي کان شروع ڪن. پنهنجون سيئي توانائيون پنهنجي قوم کي سجاڳ ڪرڻ لاءِ صرف ڪن. هونئن بہ سوويت يونين روس جي ٽٽڻ کانپوءِ، ڪمزور غلام قومن جو رجحان آمريڪا ڏانهن وڌيو آهي. ان حوالي سان آمريڪا پنهنجو نيٽ ورڪ قائم ڪري چڪو آهي، تنهن ڪري سنڌي قومپرستن کي هڪ پيرو وري هڪ ٽيڻ لاءَ تاريخ سڏي رهي آهي. تاريخ ۾ اسان ڪيترائي موقعا وڃايا آهن، تنهن ڪري هاڻ ڪو بہ موقعو هٿان وڃائڻ نہ گهرجي ان ۾ دانشمندي آهي جيڪڏهن سنڌي قومپرست مضبوط هوندا تہ آمريڪا سندن لاءِ گهڻو ڪجهہ ڪري سگهي ٿو. هن وقت آمريڪا کان سخت نفرت ڪندڙ بلوچ قومپرست اڳواڻ نواب خير بخش مري پهنجن پٽن سميت آمريڪا ايجنڊا تحت گريٽر بلوچستان، جي آزادي لاءِ جدوجهدو ڪري رهيو آهي، جنهن لاءِ سندس پارٽ بہ مدد ڪري رهيو آهي. سنڌ ۾ ايم ڪيو ايم کي تيار ڪيو ويو آهي. مستقبل قريب ۾ علائقائي عالمي زميني تبدلين جي تناظر ۾ سنڌ جي نمائندگي سنڌي ماڻهن جي ڪمزورين سبب ايم ڪيو ايم کي مليل آهي ان جو سبب ايم ڪيو ايم اندر تنظيم ڪاري نظم ۽ ضبط، عوامي سپورٽ منظم هٿياربند دستا آهن. جيڪي ويڙهہ جي مهارت رکن ٿا جڏهن تہ سنڌي قومپرست اڃا اها مجتا ماڻي نہ سگهيا آهن. سنڌين وٽ نہ ويڙهاڪ دستا آهن نہ نظم و ضبط واريون تنظيمون ۽ نہ وري اڳتي وڌڻ جي صلاحيت نہ مضبوط انقلابي قيادت، تنهنڪري هن وقت عالمي تناظر ۾ سنڌ جي تاريخي جوڙجڪ لاءِ سنڌي اديبن ۾ دانشور، سياسي ڪارڪنن، اڳواڻن، وڪيلن، اسرندڙ سرمائيدارن، ڪامورن کي سنڌ جي بقا بابت سوچڻ گهرجي، مضبوط جماعت ناهڻ گهرجي جيڪا منظم بہ هجي، مضبوط بہ هجي ۽ هٿياربند بہ هجي پي صورت ۾ اسان سنڌ جي وارثي جو حق وڃائي ويهنداسين، هي دنيا جتي تيزي سان بدلجي رهي آهي، اتي اسان ڪافي پوئتي بيٺل هارايل فردن جي فهرست ۾ نظر ايندا سين.

تاريخ: 27_12_2007

# لياقت باغ سانحي جا پير
# ڪاڏي ٿا وڃن؟

چئن صوبن ۾ وفاق جي علامتي زنجير، جمهوريت آڌڻ، آمريت ۾ انتها پسندي کي روڪڻ واري زنجير آخر ٽٽي پئي. پاڪستان جي عوام جي تقدير بدلائڻ جي جدوجهد ۾ بينظير ڀٽو قربان ٿي وئي. بينظير ڀٽو کي هن ملڪ جي بدقسمت عوام جي خوشحالي آزادي ۽ ترقي وارا مقصد اڳيان هئا. ذوالفقار علي ڀٽو جو مشهور خط، منهنجي پياريءَ ڌيءَ جيڪو هڪ قيدي پيءُ پنهنجي ڌيءَ جي سالگره جي موقعي تي لکيو هو انهيءَ خط ۾" هن بينظير ڀٽو کي مخاطب ٿي چيو هو "پياري ڌيءَ! جيل جي ڪوٺي مان توکي ڪو به تحفو ڏئي نه ٿو سگهان منهنجو سڀ ڪان وڏيڪل جذباتي عشق عوام سان آهي. مان توکي عوام جو هٿ تحفي ۾ ڏيان ٿو. مون کي يقين آهي ته منهنجي پيٽ ۾ تون بهتر ويڙهه وڙهي سگهين ٿي". بينظير ڀٽو پنهنجي والد جي شهادت کان پوءِ انهيءَ خط ۾ لکيل لفظن کي حرمت بخشنيدي عوام جي ترقي ۽ آمريت کان آزادي لاءِ ويڙهه وڙهندي شهادت جو جام پيتو. سقراط زهر جو پيالو اڳيان رکي افلاطون کي سڏيو. مخاطب ٿيندي چيائين ته افلاطون ! هاڻي وڃڻ جو وقت اچي چڪو آهي. اسان ٻنهي کي ويٺو آهي مون کي مرڻ لاءِ ۽ توکي جيئڻ لاءِ ڪهڙو رستو بهتر آهي. اهو خدا ٿو ڄاڻي". تاريخ ثابت ڪيو ته سقراط جو مرڻ وارو رستو عظمتن وارو هو. هن جهڪڻ کان بهتر سر ڏيڻ سمجهو. جيتري قدر بينظير ڀٽو جي شهادت وارو سوال آهي ته هن اهو عظمتن وارو رستو پاڻ چونڊيو. بينظير ڀٽو کي سو فيصد خبر هئي ته کيس ماريو ويندو. جنهن جو اظهار هن ڪيترائي ڀيرا تقريرن ۽ انٽرويوز ۾ ڪيو. هڪ نجي ٽي وي چئنل کي مهينو اڳ ڏنل انٽرويو ۾ بينظير ڀٽو چيو هو ته "مون کي ماريو ويندو جنهن سان ملڪ جون حالتون خراب ٿينديون ملڪ ۾ مارشل لا لڳي سگهي ٿو ۽ جمهوريت جو خاتمو ايندو".

بينظير ڀٽو کي مارائڻ ۾ ڪنهن جو هٿ ٿي سگهي ٿو يا ڪنهن ۾ ڪهڙين

ڏرين کي بينظير ڀٽو جي مارجڻ سان فائدو پهچي سگهي ٿو. اهي سوال آهن. جيڪي گردش ڪن ٿا ۽ جيستائين ڪو جواب اچي اهڙي قسم جا سوال گردش ڪندا رهندا. اها به تاريخي حقيقت آهي ته جيڪڏهن بينظير ڀٽو جي سانحي کي لڪائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي ته هڪ آفاقي قوت اهڙي آهي جو ان بيگناهه ۽ معصوم نياڻيءَ جي خون جو حساب وٺندي. تاريخ گواهه آهي ته ذوالفقار علي ڀٽو جي عدالتي قتل کان پوءِ آمر جنرل ضياء سان ان آفاقي قوت ڪيئن ڀيانڪ حساب ورتو!

**بينظير ڀٽو کي مارائڻ ۾ هيٺين عصرن جي نشاندگي ڪرڻ گهرجي.**

1. ملڪ جي اسٽبلشمينٽ
2. ضياء جي باقيات
3. لال مسجد طالبان
4. القاعده يا افغان طالبان
5. خفيه ايجنسي
6. رٽائرڊ عسڪريت پسند جنرل
7. فوج ۾ اسٽبلشمينٽ ۾ ويٺل عنصر
8. بينظير ڀٽو پاران ڏنل ٽي نالا جيڪي ڪيس قتل ڪرائڻ چاهن ٿا.
9. بيت الله محسود
10. اسرائيل ۽ انڊيا جي سازش

**1. ملڪ جي اسٽبلشمينٽ:**

ملڪ جي اسٽبلشمينٽ بابت بينظير ڀٽو ڪيترائي ڀيرا مختلف بيانن ۾ چيو ته "پاڪستان جي اسٽبلشمينٽ مونکي اقتدار ۾ ڏسڻ نه ٿي چاهي". جتير قدر اسٽبلشمينٽ جو سوال آهي ته اسٽبلشمينٽ ۽ بينظير ڀٽو وچ ۾ ڪڏهن به وجهڙائي نه رهي آهي. وطن واپسيءَ کانپوءِ بينظير ڀٽو جي جلسن ۾ عوام جي سپورٽ ۽ آمريڪي آشيرواد سبب اسٽبلشمينٽ محسوس ڪري ورتو هو ته 8 جنوري جي چونڊن ۾ اقتدار بينظير ڀٽو کي ملندو تنهن ڪري اسٽبلشمينٽ 27 ڊسمبر وارو پلان جوڙي بينظير ڀٽو کي صفحہِ هستيءَ تان مٽائڻ جي ڪوشش ڪئي. جيئن خفيه ايجنسيون ڪو به پلان ڪري سگهن ٿيون تيئن اسٽبيلشمينٽ اهو پلان جوڙي ان تي عمل ڪرائي سگهي ٿي. پاڪستان جي اسٽيبلشمينٽ دنيا جي مجيل ۽ خطرناڪ اسٽبلشمينٽ ۾ شمار ٿئي ٿي.

### 2. ضياءَ جي باقيات

ضياءَ جي باقيات ۾ ڪجھ رٽائرڊ فوجي جيڪي خفيہ ايجنسين ۾ بہ پنهنجو ڀرپور ڪردار نڀائي رٽائرڊ ٿي ويا. اُهي هاڻ ڪجھ خطرناڪ ديني جماعتن سان گڏجي ڀٽو فيڪٽر سميت اينٽي لبرل ازم خلاف جهاد ۾ شامل آهن. ڀٽو فيڪٽر کي ختم ڪرڻ لاءِ ضياءَ جي دور جي سياسي باقيات بہ شامل آهي. ان گروپ جو ملڪ ۾ جمهورت آڻڻ ۽ ڀٽو فيڪٽر جو حاوي ٿيڻ ڪين برداشت کان ٻاهر آهي. بينظير ڀٽو وزيراعظم هجڻ واري ٻنهي دورن ۾ سندس خلاف مشڪلاتون پيدا ڪيون ۽ سازشون ڪري اقتدار کان محروم ڪيو. هن گروپ کي عسڪري قوتن سان گڏ خفيہ ايجنسين جي بہ حمايت حاصل ٿي سگھي ٿي. هي گروپ طاقتور گروپ آهي. پئسي جي لحاظ کان بہ مالا مال آهي. جهادي گروپن جي ويجهو هئڻ ڪري بينظير ڀٽو کي مارائي سگھڻ جي قوت رکي ٿو. ضياءَ جي باقيات بابت بيان ڏيندي صنم ڀٽو ڪراچي ائيرپورٽ تي چيو تہ" بينظير ڀٽو کي مارائڻ ۾ ضياءَ جي باقيات شامل آهي".

### 3. لال مسجد طالبان

لال مسجد واري اشو تي پ پ ۽ بينظير ڀٽو جو سخت موقف نظر آيو هو. لال مسجد واري جهيڙي ۾ غازي عبدالرشيد کي هٿيارن سميت ڪاٺ خوراڪ واري لاجسٽڪ سپورٽ ڪرڻ وارا طاقتور جهادي ڪتابين جي گھٽائي هن وقت ملڪ جي هر حصي ۾ ڦهليل آهي، جن جو جهجهو تعداد صوبي سرحد ۾ آهي. ان گروپن جو وڏو تعدا اسلام آباد ۾ موجود آهي. حڪومتي رپورٽن موجب ملڪ جي ڪجھ حصن ۾ لال مسجد طالبان بہ بم ڌماڪن ۾ ملوث هئڻ جا ثبوت مليا آهن. هن وقت اُهو گروپ ڀرپور انڊرگرائونڊ تياري ڪري رهيو آهي. اهو ڪتابين جو گروپ ڪنهن وقت اوچتو اسلام آباد تي قبضو ڪرڻ جي خواهش رکي ٿو. جيئن راتون رات اوچتو طالبان افغانستان تي چائنجي اقتدار تي قبضو ڪري ورتو. هو تيئن لال مسجد جا ڪتابي تيارين ۾ مصروف آهن. اهو گروپ بينظير ڀٽو کي اقتدر ۾ روڪڻ ۽ ملڪ ۾ لبرل ازم ۽ جمهوريت جي خلاف آهي، جنهن ڪري هن لڏي تي بينظير ڀٽو جي قتل بابت شڪ ڪري سگھجي ٿو.

### 4. القاعده يا افغان طالبان.

ان ۾ ڪو بہ شڪ ناهي تہ القاعده يا طالبان جو 11 /9 کان پوءِ آمريڪا سان جهيڙو هلي رهيو آهي. جڏهن تہ بينظير ڀٽو جون پاليسيون پرو آمريڪن ۽ مغرب نواز لبرل ازم واريون هيون تنهن ڪري القاعد ۽ بينظير جي وچ ۾ فڪري طور هڪ وڏو تضاد موجود آهي. القاعده بينظير ڀٽو کي ڌمڪيون ڏيندي پئي

اچي. القاعده طالبان سمجهيو پئي تہ بينظير ڀٽو اقتدار ۾ ايندي تہ حامد ڪرزئي وڏيڪ طاقتور ٿيندو۽ پارت جو اثر بہ پاڪستان تي گهرو ۽ وڏيڪ ويجهڙائپ وارو ٿيندو. تنهن ڪري افغانستان ۾ القاعده طالبان وارن کي وڏيڪ مشڪلاتن جو منهن ڏيڻو پوندو. ان لاءِ القاعده پنهنجي بقا خاطر بينظير ڀٽو کي مارائي سگهي ٿي. بينظير ڀٽو جي زنده هجڻ ۽ اقتدار ۾ اچڻ سان القاعده ۽ طالبان جو وجود خطري ۾ ٿي سگهي پيو تنهن ڪري القاعد 27 ڊسمبر وارو سانحو پلان ڪيو هجي. پر ڪجهہ عسڪري ماڻهن جو خيال آهي تہ القاعدہ خود ڪش بم ڌماڪو ڪري سگهي ٿي پر شوٽنگ ڪرڻ وارو عمل القاعده نہ ٿي ڪري سگهي ٻي طرف القاعده باظابطہ طور 27 ڊسمبر واري واقعي جي ذميواري قبول نہ ڪئي آهي. سي اين اين تان القاعده بابت ملوث هجڻ واري خبر بہ اٽلي جي خفيہ ايجنسي پاران هلائي وئي هئي. جڏهن تہ آمريڪا سرڪار ان بابت چيو آهي تہ اسين القاعده جي ملوث هجڻ جي جاچ ڪري رهيا آهيون.

5. خفيہ ادارا

پاڪستان جي خفيہ ايجنسين جي سربراهن جنرل اشفاق ڪياني ۽ جنرل نديم تاج جڏهن ڊيل جي آخر رائونڊ لاءِ دبئي ۾ بينظير ڀٽو سان ملاقات لاءِ پهتا تہ اتي هنن آڏو وڏو سوال بينظير ڀٽو جي سلامتي بابت هو. سلامتي بابت سعودي عرب، دبئي، ۽ آمريڪي حڪومت جو نمائندو رچرڊ بائوچر فڪر مند هئا. ان وقت خفيہ ايجنسين جي سربراهن جي حيثيت ۾ نديم تاج ۽ اشفاق ڪياني، بيظير ڀٽو جي سلامتي بابت سعودي، دبئي، آمريڪي نمائندن جي خدشن کي دور ڪندي بينظير ڀٽو جي سلامتي جو ذمو کنيو. جنهن جي منظوري صدر مشرف بہ ڏني ان کان پوءِ ئي بينظير ڀٽو 18 آڪٽوبر تي ڪراچي پهتي. انهيءَ ڏينهن بينطير ڀٽو جي ڪانواءِ تي حملو ٿيو جنهن ۾ 150 ماڻهو مارجي ويا. حملي کان پوءَ بينظير ڀٽو پريس ڪانفرنس ۾ چيو تہ "ان واردات ۾ ايجنسين سميت موجود عسڪريت پسند ۽ القاعده جي حامين جو هٿ آهي ۽ هي اهي ماڻهو آهن جيڪي ملڪ ۾ جمهوريت کي وڌڻ نٿا ڏين". هاڻي ڏسڻو اهو آهي تي جنرل نديم تاج ۽ اشفاق ڪيائي جن بينظير ڀٽو جي سلامتي جو ذمو کنيو هو اهي ايجنسين ۾ وينل عسڪريت پسند ۽ القاعده جي حامين خلاف ڪهڙو ٿا قدم کڻن. ڇاڪاڻ جو هنهي سربراهن مٿان وڏي ذميواري هئي بينظير ڀٽو جي خدشن کي نظر ۾ رکندي اهو چئي سگهجي ٿو تہ خفيہ ايجنسين ۾ شامل اهو گروپ بينظير کي مارائي سگهي ٿو.

6. رٽائرڊ عسڪريت پسند جنرل:

ريٽائرڊ عسڪريت پسند جنرل جيڪي پنهنجي دور ۾ ضياءالحق سان گڏ ڪم ڪندي افغان جنگ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو هو. انهي دور ۾ انهن جنرلن ايترو ته پئسو آمريڪي ڊالرن جي صورت ۾ڪمايو جو ڪيئي سال آرام سان ويهي کائي سگهن ٿا. ايترو ناٽو ڪمانڊ ۽ آرمي ۾ حيثيت ماڻڻ کان پوءِ رٽائرڊ ٿي افغان وار ۾ طالبان جي مدد ڪري رهيا آهن. جيڪي جنرل آمريڪا جي مدد ڪندا هئا. اهي هاڻي آمريڪا خلاف جهاد ۾ مصروف آهن. اُهي رٽائرڊ جنرل هڪ طرف ضياءَ جي باقيات جو حصو آهن ته ٻئي طرف پاڪستان ۾ اسلامي انقلاب طالبان ٽائيپ آڻڻ گهرن ٿا. انهن جي نظر ۾ لبرل ازم ۽ روشن خيالي اسلام دشمني آهي. تنهنڪري اهو گروپ آمريڪا دشمني ۽ لبرل ازم خلاف بينظير ڀٽو کي مارائڻ جي ڪوشش ڪري سگهي ٿو. ان گروپ جا خفيہ ايجنسين کان سواءِ آرميءَ ۾ به سنا اثر قائم آهن. بينظير ڀٽو ان گروپ جي لاءِ واضع اشارا ڏنا هئا ۽ ان گروپ جي اڳواڻن کي ڪراچي سانحي جي لاءِ جوابدار به ٻڌايو ويو هو. اهو گروپ پاڪستان ۾ 8 جنوري وارين چونڊن جو مخالف آهي خاص ڪري جمهوريت سندن ڊڪٽيمند شين ۾ شمار نٿي ٿي. اهو گروپ چاهي ٿو ته هن ملڪ ۾ جهموريت نہ پر آمريت ( فوجي راڄ) هجي. ڇاڪاڻ جو ان گروپ جي فوجي راڄ ۾ ئي بقا ۽ مفاد آهن. انهن جنرلن بينظير ڀٽوکي اقتدار ۾ آڻڻ جي نہ صرف ماضي ۾ مخالفت ڪئي پر آءِ جي آءِ، ق ليگ جماعتون ٺاهي پ پ پ ۽ روشن خيال جماعتن کي اقتدار کان پري رکڻ واريون سازشون ڪيون.

### 7. فوج ۽ اسٽبلشمينٽ ۾ ويٺل عنصر

رٽائرڊ جنرل، مشرف سميت فوج ۽ اسٽبلشمينٽ مستقبل ۾ ڪجهہ ماڻهن کي سنڌ ۾ طاقتور ۽ فيصلاڪن قوت بنائڻ لاءِ بينظير ڀٽو کي مارائي سگهن ٿا. ان حلقي وارن جو خيال آهي ته ايندڙ چونڊن ۾ سنڌ جي نمائندگي اڪثريت آبادي سنڌين کان کسي اقليت واري آبادي کي منتقل ڪجي ته جيئن سنڌ کي پنهنجي مرضيءَ موجب ٻن حصن ۾ ورهائي سگهجي. گذريل پنجن سالن جي اقتدار ۾ انهن سنڌ جي مسئلن ۽ ڪراچيءَ جي.اهم مسئلن تي اهم فيصلا ڪري عوام لاءِ بهتر ڪم به ڪرايا ته جيئن هو چئي سگهن ته اسان کي سنڌ جا وارث آهيون، اسان کي سنڌ جي وارثيءَ جو حق حاصل آهي.

اهڙي ڪاز کي هٿي ڏيڻ جي لاءِ اهو ٽولو ان قسم جو منصوبو رٿي سگهي ٿو ته بينظير ڀٽو جي قتل کان پوءِ پ پ پ ختم ٿي ويندي ته سنڌ اسيمبليءَ ۾ فنڪشنل ليگ ۽ ق ليگ پارٽين سان الحاق ڪري سنڌ حڪومت مٿان هميشہ گرفت حاصل ڪجي. اهڙي طرح سنڌ تي اقتدار حاصل ڪرڻ جي چند سالن

بعد ايشيا کنڊ اندر اينڊڙ جاگرافيڪل تبديلين ۾ فيصلا ڪن ڪردار ادا ڪري سگهجي.

### 8. بينظير ڀٽو پاران ڏنل ٽي نالا.

محترم بينظير ڀٽو پاران ريٽائرڊ جنرل مشرف ڏانهن لکيل خط ۾ واضح ڪيو ويو هو تہ ٽي نالا آهن، جيڪي کيس مارڻ چاهن ٿا. مون کي ڪو بہ نقصان پهتو تہ اهي ٽي شخص ذميوار هوندا انهن ٽن ماڻهن جا نالا مسلمان ملڪ جي هڪ خفيہ اداري پاران ڏنا ويا آهن. انهن ۾ پهريون نانءُ انٽيليجنس بيورو جي ڊائريڪٽر جنرل رٽائرڊ برگيڊيئر اعجاز شاهہ جو آهي جيڪو ماضي ۾ آءِ ايس آءِ پنجاب جو سربراهہ رهيو آهي ۽ 2002ع وارين چونڊن ۾ پنجاب جو سيڪريٽري داخلا رهي چڪو آهي، اعجاز شاهہ چوڌري برادارن جو گهاٽو دوست آهي. اعجاز شاه ۽ برگيڊيئر سيد غضنفر علي شاه مسلم ليگ ن ۾ ڏار وجهي ق ليگ ٺهرائي ۽ انهن ق ليگ کي 2002ع وارين چونڊن ۾ رگنگ ذريعي فاتح ڪرائي اقتدر جي ڪرسيءَ تي ويهاريو. ٻيو نالو نيب جي سابق ڊائريڪٽر جنرل حسن وسيم جو آهي، جنهن نيب جي سربراهہ هوندي چوڌري برادران جا ڏکيا ڪم سولا ڪري ڇڏيا. جڏهن تہ ٽيون نالو پرويز الاهي جو آهي. پرويز الاهي ۽ بينظير ڀٽو وچ ۾ پراڻو جهيڙو آهي. ايتري قدر جو ذالفقار ڀٽي کي ڦاسي ڏيڻ واري فيصلي ۾ استعمال ٿيندڙ چيف جسٽس جي پين بہ چوڌرين جي ڊرائنگ روم ۾ سجايل آهي. تازو بينظير ڀٽو جي جلسن ۾ مقبوليت ڏسي، ٽي سگهي تہ اهوگروپ اقتدار کي حاصل ڪرڻ لاءِ بينظير ڀٽو کي ختم ڪرائي سگهي ٿو ان گروپ ڏانهن اشارو آصف زداري بہ ڏئي چڪو آهي.

### 9. بيت الله مسعود

18 آڪٽوبر واقعو ۽ 27 ڊسمبر واري بينظير جي قتل ۾ حڪومت پاران بيت الله محسود کي ملوث قرار رڏنو ويو آهي. طالبان جي رڳ ڪان واقف جنرل نصرالله بابر 18 آڪٽوبر واري سانحي کان پوءِ بيان ڏنو هو تہ حڪومت غلط رخ ۾ جاچ ڪري رهي آهي. بيت الله محسود جون ڪي بہ شاهديون نہ مليون آهن. بيت الله محسود جي عادت آهي تہ جيڪڏهن ڪو بہ عمل ڪندو آهي تہ ان جو اعلان ڪندو آهي يا ڪنهن سانحي ۾ ملوث هوندو آهي تہ ان جي ذميواري کڻندو آهي. بيت الله محسود جي واردات ۾ شوٽنگ وارو عنصر شامل ناهي هوندو جڏهن تہ بينظير ڀٽو مٿان شوٽنگ ٿي آهي جيڪا آرمي واردات ٿي سگهي ٿي جنهن جي تصديق نہ صرف زخمي ماڻهن مان ٿي آهي پر صفدر عباسي پاران بہ ڪئي وئي آهي جڏهن تہ وزارتِ داخلا جي ترجمان جي پريس ڪانفرنس کي پ پ قيادت مسترد ڪري ڇڏيو آهي. وزارتِ داخلا جي ترجمان بينظير ڀٽو قتل جو الزام بيت الله محسود مٿان مڙهيو آهي جنهن ۾ خفيہ ايجنسين پاران بيت الله

محسود جي ٽيليفون گفتگو ڪرڻ جيڪا واردات جي ٻئي ڏينهن صبح جو رڪارڊ ڪئي وئي. جنهن ۾ بيت الله محسود هڪ طالبان امير کي مبارڪون ڏنيون آهن. 27 ڊسمبر 5.15 تي پيش آيل واقعو بينظير ڀٽو جو قتل وارو واقعو انهي رات ستين وڳي کان اٺين وڳي تائين دنيا جي هر چئنل تان نشر ٿيو پر بيت الله محسود جي امير صاحب ٻئي ڏينهن صبح جو اطلاع پيو پهچائي. جيڪڏهن بيت الله محسود حملو ڪرائي ها تہ هن کي اها خبر انهيءَ رات پئجي وئي هوندي سرڪاري آڊيو رڪارڊنگ ۽ سرڪاري موقف کي پ پ تسليم نہ ڪيو نہ وري ڪو ذيشعور وارو انسان ان آڊيو ٽيپ تي يقين ڪندو. اهڙي عمل سان سرڪار تي بينظير کي مارائڻ جا شڪ ۽ شهبا وڌي ويا آهن وري سرڪاري خبر اها آهي تہ گاڏي جي لور لڳڻ سان بينظير ڀٽو شهيد ٿي وئي آهي. هاڻ لور سان بہ ڪو مري سگهي ٿو. ان قسم جي سرڪاري ترجمان جي گفتگو مان ڇا توقع ڪري سگهجي ٿي.

**10. اسرائيل ۽ انڊيا جي سازش:**

18 آڪٽوبر راري سانحي ڪراچي ۾ ملڪ جي مقتدر شخصيت ۽ اڳوڻي صدر جو بيان هو تہ 18 آڪٽوبر واري واقعي ۾ ڀارتي ايجنسي ”را“ ملوث ٿي سگهي ٿي ڇاڪاڻ جو اهڙو واقعو ”را“ مصر ۾ ڪري چڪي آهي مصري خفيہ ادارن ڀاران هڪ اسرائيلي ايجنٽ جڏهن گرفتار ڪيو تہ هن ٻڌايو تہ ڀارت مصر ۾ حالتون خراب ڪرڻ لاءِ سازش ڪئي آهي. ان ۾ ڪو بہ شڪ ناهي نہ اسرئيل پاڪستان جي ائٽمي اثاثن تي قبضو ڪرڻ لاءَ ملڪ ۾ تخريبڪاري ڪري حالتون خراب ڪري آمريڪا کي جواز فراهم ڪرڻ لاءِ بينظير ڀٽو کي مارائڻ لاءِ رٿا بندي ڪئي هجي ۽ ڀارت جو سهڪار حاصل ڪيو هجي بينظير ڀٽو جي شهادت کان پوءِ حالتون خراب ٿي چڪيون آهن. چونڊون ملتوي ٿي سگهن ٿيون. مذهبي ڌريون ۽ سياسي ڌريون منتشر رهنديون ۽ وڳوڙ ڪنديون جنهن سان پاڪستان ڪمزور ٿيندو. ڇاڪاڻ تہ ڪمزور پاڪستان ڀارت ۽ اسرائيل جي مفاد ۾ آهي. بينظير ڀٽو جي سانحي کان پوءِ ڀارت سرحدن تي چوڪسي سميت، ريل ۽ بس سروس بند ڪرڻ جو اعلان ڪيو آهي. اهڙيءَ طرح آمريڪا ۽ اسرئيل جي ”نيوڪان آئڊيولاجي“ ۾ ڏنل مقصدن ۾ پاڪستان زميني تبديلين بابت خوابن جي ساڀيان ماڻڻ آهي. بينظير ڀٽو جي شهادت کان پوءِ پاڪستاني سياست ۽ پاليسين ۾ بين الاقوامي روين ۾ پاڪستان لاءِ جيڪو خاڪو جڙندو اُهو انتهائي خطرناڪ ۽ ڀيانڪ هوندو. متان ڪو ائين سمجهي تہ ڀٽو خاندان جو هي لاش بہ هضم ڪيو ويندو تہ اهو بلڪل ائين ناهي هن ڀيري، شهيد بينظير ڀٽو جو ريتو رت رنگ لائيندو. جنهن جا نقش پاڪستان جي نقشي تي نظر ايندا.

تاريخ: 2008_1_1

# آلي قبر تي ڪرندڙ ڳوڙها ڳالهائين ٿا!

19 ـ مئي 1958ع تي سڪندر مرزا ۽ ايوب خان آمريڪا کي پنهنجي راءِ کان آگاهہ ڪندي ٻڌايو تہ"پاڪستان ۾ صرف ڊڪٽيٽرشپ ڪم ڪندي رهندي". 8 آڪٽوبر 1958ع جي صبح جو سج مارشل لاءِ جي نفاذ ۾ اُڀريو اهڙي آمريت جو دور شروع ٿيو جو ان بابت قدرت الله شهاب لکي ٿو." جمهوريت کي پائمال ڪرڻ جو عمل غلام محمد شروع ڪيو هو. ميجر جنرل سڪندر مرزا ان کي منزل تائين رسايو."1960ع ۾ ڪراچي مان دارالحڪومت شفٽ ڪري اسلام آباد ڪيو ويو. ان جو سبب جي ايچ ڪيو جو راولپنڊي ۾ هجڻ هو. جنهن جو مقصد هو تہ ملڪ جي سياست ۽ اقتدار کي ڪنٽرول ڪرڻ. جڏهن اهو ڪم مڪمل ڪيو ويو تہ انهيءَ وقت ڪاموار شاهي بہ جنهن کي غلام محمد مضبوط بنايو هو اها ڪامورا شاهي بالغ ٿي چڪي هئي ۽ عوام جي خدمت ڪندڙ ڪاموراشاهي هاڻي فوجي فيصلن ۽ منصوبن ۾ عوام دشمنن سان ٻٽ ٻڌجي هن ملڪ جي عوام مٿان راڄ ڪندي رهي.

ملڪ جي ڪامورا شاهي جو هميشہ کان جمهوريت پسند ماڻهن ۽ پارٽين جي اڳواڻن سان ناپسنديده رويو رهو آهي. ڇاڪاڻ جو ڪامورا ملڪ ۾ جمهوريت کي ڏسڻ ئي نہ ٿا چاهن تہ پوءِ جمهوريت پسند ماڻهن کي ڪيئن برداشت ڪندا. هن وقت صرف ڀٽو فيملي هئي جيڪا هڪ روشن خيال ۽ جمهوريت پسند هئي جيڪا عوام ذريعي عوامي اقتدار جي ڳالهہ ڪندي پيئي آئي. پ پ پنهنجي وجود 1967ع کان وٺي ڪامورا شاهي لاءِ اڻ وڻندڙ شيءِ هئي. 1967 کان 2007ع تائين چاليهن سالن جي عرصي تائين پ پ کي ڪنهن مجبوري تحت برداشت ڪيو ٿي ويو ڇاڪاڻ جو ملڪ ۾ واحد جماعت هئي انهن وٽ عوامي پروگرام هو ۽ عوام لاءِ پارٽي هئي باقي ٻين سياسي پارٽين جي ناهڻ ۾ يا تربيت ۾ ڪامورا شاهي جو اڻ سڌو ڪردار رهيو آهي. جنرل ضياءالحق ۽ ان وقت جي اسٽيبلشمينٽ ذوالفقار علي ڀٽو جي جمهوريت پسند رويي ۽ عوام دوست پاليسين سبب اهو فيصلو ڪري ورتو تہ ذوالفقار ڀٽو کي اقتدار تان هٽائي ڦاسي رسائڻ ڪانپوءِ هي ملڪ هميشہ لاءِ هڪ پيرو ٻيهر

ڪامورا شاهي جي حوالي ٿي ٿيندو اهڙ خطرناڪ سازش ڪان پوءِ ذوالفقار ڀٽي کي ڦاسيءَ تي چاڙهيو ويو. ڦاسي چاڙهڻ ڪان پوءِ ڪامورن ۽ فوجي جنرلن اهو سوچيو ئي نہ هو تہ بينظير ڀٽو پنهنجي شهيد والد جي مشن کي ڪٽي اڳتي هلندي، جيڪا پنهنجي والد کان بہ وڌيڪ طاقتور ۽ عوام ۾ مڃتا ماڻيندي ۽ عالمي سطح جي ليڊر بڻجي ويندي 18 آڪٽوبر کان 17 ڊسمبر وارن جلسن کي خطاب ڪرڻ واري عمل کي ڏسندي ڪامورن کي خوف ورتو تہ 8 جنوري وارين چونڊن ۾ بينظير ڀٽو ٻئلٽ ذريعي ملڪ ۾ عوامي انقلاب آڻيندي ۽ وري هڪ ڀيرو عوام راڄ ڪندو تنهنڪري اها سازش جيڪا ضياالحق ۽ ساٿاري ڪامورن شهيد ذوالفقار ڀٽي خلاف تيار ڪئي هئي، اهڙي خطرناڪ سازش هن ڀيري هنن اهو سوچي تہ بينظير ڀٽو کي سياسي منظر نامي تان هٽائڻ سان ڀڃريون مقصد اهو حاصل ٿيندو تہ ملڪ جي سياسي مسئلن بابت ڪامورا شاهي جي ڳجهن مقصدن کي عالمي سطح تي بدنام ڪري تنهنڪري بينظير ڀٽو جي مارجڻ ڪانپوءِ عالمي سطح تي ڪاموراشاهيءَ خلاف واويلا بند ٿي ويندي، ٻيو وڏو سبب پنجاب جي سياست تي قبضو آهي. ڪاموراشاهي پنجاب کي پنهنجو انتخابي حلقو تصور ڪري ٿي. جڏهن تہ پنجاب ۾ ثابت ٿيو ٿي تہ سمورو پنجاب بينظير ڀٽو جي پارٽي جو انتخابي حلقو ٿيندو ٿيو وڃي. پنجاب ۾ ڪامورن کي ان قسم جي سياست کپي جيڪا پرويز الاهي ذريعي ٿي پئي. تنهن ڪري پنجاب کي پ پ پ کان محفوظ بنائڻ لاءَ بينظير ڀٽو کي هٽائڻ بهتر سمجهيائون ڪامورن کي اڳ ۾ سندن انتخابي حلقي پنجاب ۾ جسٽس چوڏري افتخار ۽ وڪلين جي تحريڪ ڳچيءَ ۾ پئجي چڪي آهي. تنهن ڪري پ پ پ پنجاب تي ٻئليٽ ذريعي قبضي ڪرڻ سان ڪامورن کي سخت تشويش لاحق هئي. ڇاڪاڻ جو ان تشويش پوئيان اُهي ڳجها مقصد ۽ مفاد شامل هئا جن ذريعي اقتدار سندن گهر جو گهر ۾ رهندو اچي. ٽيون سبب اهو آهي تہ بينظير ڀٽو جي مارجڻ ڪانپوءِ پ پ پ وٽ ان عالمي ليول جي ليڊر شپ ميسر ڪانہ هوندي جيئن سنڌيءَ ۾ چوڻي آهي تہ ڏڻ تہ ڏٽي نہ تہ وڪڻ ڪٽي، جيڪڏهن بهادر فوج کي بهتر سپهہ سالار نہ هوندو تہ اها بهادر فوج بہ شڪست کائي ويندي آهي ۽ پوءِ شڪست کاڌل فوج آهستہ آهستہ ڇڙوڇڙ ٿي ويندي آهي. پاڪستان جي سياست تي گهرو علم رکندڙ هيلري ڪلنٽن بہ اهو چئي ڏنو تہ "راولپنڊي لياقت باغ سانحي ۾ ملڪ جي اسٽيبلشمينٽ ملوث آهي". ظاهر آ تہ هيلري ڪلنٽن اهو بيان نهايت ذميواري سان ڏنو هوندو. بينظير ڀٽو جي قبر مٿان جڏهن مان دعا گهري رهيو هوس تہ منهنجي نيڻن مان نير وهي چڪا هئا. مان ان شهيدن جي قبرستان ۾ تڏهن آيو هوس جڏهن ذوالفقار ڀٽو کي ڦاهي تي چاڙهيو ويو هو. اڄ وري بينظير ڀٽو جي شهيد ٿي وڃڻ ڪانپوءِ دعا لاءِ آيو آهيان. قبر کي ڏسي محسوس ٿو ٿئي تہ واقعي هڪ بهادر عوامي جنرل هن مٽي هيٺيان سٽل آهي. اڄ

اهو عوامي جنرل جيڪو عوام جي سک ۽ خوشحاليءَ ۽ آزادي لاءِ سوچي لوچي پيو وڙهي پيو اهو جنرل اسان عوام ۾ موجود ناهي اهو هن مٽي ۾ ستل آهي. اڄ ان عظيم جنرل بينظير ڀٽو کانسواءِ نہ صرف عوام ۽ دنيا اپاھڪي آهي پر ان جي پارٽي پ پ پ بہ سخت امتحان مان گذري پئي. هن وقت پارٽي قيادت آصف زرداريءَ حوالي آهي هاڻ ڏسڻو اهو آهي تہ آصف زرداري ڪيئن ٿو پارٽيءَ جي سپهہ سالاري سان نڀائي, آصف زرداري تخت ۽ جيل ڏسي چڪو آهي هو عالمي سياست کي پڙهي نہ سگهيو هجي پر هن کي سياست کي پرکڻ جا مشاهدا ضرور آهن. آصف زرداري کي ڪامورا ۽ جنرل بہ قبول ڪري ونندا.چاڪاڻ جو آصف ۾ اها خوبي آهي تہ جتي هو ڪجهہ وڃائيندو آهي تہ اتي ڪجهہ حاصل بہ ڪري ونندو آهي آصف زرداري بينظير جي اقتدار وارن ٻنهي دورن ۾ جنرلن ۽ ڪامورن سان پنهنجا تعلقات ويجها رکندو پئي آيو ان جو مثال بينظير ڀٽو جو انٽرويو آهي جيڪو هن هيرالڊ رسالي کي جنوري 2001ع واري پرچي ۾ ڏنو جنهن ۾ هن ٻڌايو تہ "1989ع ۾ هڪ ڪور ڪمانڊر منهنجي مڙس وٽ آيو ۽ چيو تہ اسان هڪ عورت ( بينظير ڀٽو) کي سلوٽ نہ ڪنداسين. ان کي ( بينظير ڀٽو) کي چئو تہ توکي وزير اعظم بنائي ان تي اسان کي اعتراض ناهي نہ وري اسان کي پ پ سان ڪا عداوت آهي". بينظير ڀٽو جي ان انٽرويو ۾ صاف ظاهر آهي تہ هو بينظير ڀٽو جي پيٺ ۾ آصف زرداريءَ کي قبولڻ لاءِ تيار آهن.,پ پ سان جنرلن جي ڪا بہ عداوت ناهي.

هاڻي بينظير ڀٽو نہ رهي آهي. پ پ پ ۽ آصف زرداري موجود آهن تہ يقينن اهڙي حالت ۾ آصف زرداري ڪامورن ۽ جنرلن لاءِ قابلِ قبول ۽ گوڊ بڪس ۾ هوندو.

بينظير ڀٽو جي شهادت کانپوءِ آصف زرداري انتهائي بردبار نظر اچي پيو. هن جي ڳالهين ۽ بيانن مان ثابت ٿئي ٿو تہ هو پ پ پ جي قيادت جو حقدار آهي. بينظير ڀٽو جي وصيت موجب اهل آهي. ق ليگ کي قاتل ليگ چوڻ بينظير ڀٽو جي قتل جي جاچ اقوام متحد کان ڪرائڻ ۽ چونڊن ۾ حصو وٺڻ وارا فيصلا آصف جي قابليت کي ظاهر ڪن ٿا. پنجابين کي خراج تحسين پيش ڪرڻ پاڪستان نہ کپي وارن نعرن جي مذمت ڪرڻ بينظير ڀٽو جي قتل جو انتقام بئلٽ ذريعي وٺڻ ۽ پارٽي کي تڪڙو موبلائيز ڪرڻ اهڙا عمل آهن جيڪي سندس قائدانہ صلاحيتن کي ظاهر ڪن ٿا. اميد آهي تہ آصف جي قيادت ۾ پ پ پ جو جمهوري سفر جاري رهندو ۽ بينظير ڀٽو جو عوامي خوشحالي, سک ۽ جمهوري آزادي وارو خواب آصف جي روپ ۾ ساڀيان ماڻيندو.

تاريخ: 12-1-2008

# بينظير ڀٽو جي شهادت
# کانپوءِ
# پاڪستان جي صورتحال تي نظر

محترم بينظير ڀٽو جي شهادت کانپوءِ عالمي منظرنامي تي پاڪستاني رياست ۽ معاشرو سواليہ نشان بڻجي ويو آهي. دنيا ۾ عالمي ساک رکندڙ انٽيليجنس ادارن، سربراهن، معاشي ماهرن پنهنجا پنهنجا تبصرا پيش ڪري تشويس جو اظهار ڪيو آهي، تبصرن ۾ پاڪستان جا ائٽمي اثاثا معاشي ساليت خاص طور ذڪر ڪيا ويا. دي اڪنامسٽ جي هڪ مضمون ۾ پاڪستان کي دنيا جو انتهائي خطرناڪ ملڪ سڏيو ويو آهي. ٽائيم رسالي ۾ بہ بينظير ڀٽو جي شهادت کانپوءَ پاڪستان جي صورتحال بابت رايا ۽ مضمون لکيا ويا آهن. ٽائيم رسالي جي تازي پرچي جي فرنٽ پيج تي بينظير ڀٽو جي تصوير سان گڏ هي لفظ بہ لکيا ويا آهن.

"No one could save Benazir Bhotto why we need to save Pakistan"

ان جو مطلب آهي تہ "ڪو بہ بينظير ڀٽو کي بچائي نہ سگهيو تہ اسان ڇو پاڪستان کي بچائڻ جي ضرورت محسوس ڪريون" ٽائيم لکي ٿو پاڪستان دنيا جي نقشي تي هڪ اهڙو ملڪ ٿي ابريو آهي، جتي هڪ طوفان کانپوءِ ٻيو طوفان سامهون اچي ٿو. اهو سلسلو 1947ع ۾ پاڪستان جي قيام بعد وزيراعظم لياقت علي خان جي قتل کان شروع ٿيو ۽ بينظير ڀٽو جو قتل بہ ان طوفاني سلسلي جي ڪڙي آهي."

بينظير ڀٽو جي قتل بعد آمريڪا پنهنجي پاليسن ۾ تبديلي ڪري ڇڏي آهي. 4 جنوري تي وائيٽ هائوس ۾ صدر بش پاران هڪ اهم گڏجاڻي ڪوٺائي وئي. ان گڏجاڻي ۾ سي آءِ اي ۽ سيڪيورٽيءَ جي اعلي' عهديدارن سان صلاح مشورا ڪيا ويا. گڏجاڻيءَ ۾ بينظير ڀٽو جي قتل جي جاچ، پاڪستاني قبائلي علائقن ۾ سي آءِ اي ۽ آمريڪي فوج کي نوان اختيار ڏيڻ سميت پاڪستان جي ايٽمي اثاثن جي تحفظ لاءِ هڪ ڪاميٽي جوڙي تحفظ ڪرڻ جا فيصلا ڪيا

ويا. ان اهم اجلاس ۾ اهو بہ چيو ويو تہ القاعده پاڪستان ۾ پنهنجي پوزيشن مضبوط ڪري چڪي آهي. جنهن پنهنجن ڪاروايون ۾ اضافو آندو آهي. تنهن ڪري ان حوالي سان القاعده کي منهن ڏيڻ لاءِ پاڪستان جي سيڪورٽي ايجنسيون قوت نٿيون رکن. تن ڪري اهو ضروري آهي تہ پاڪستان ۾ القاعده کي سيکت ڏيڻ لاءِ آمريڪي فورسز پاڪستان اندر موڪلي القاعده کي چٿجي. بيو فيصلو اهو هو تہ صدر مشرف انتهائي غير مقبول ٿي چڪو آهي تنهن ڪري پاڪستان پنهنجي علائقن ۾ القاعده خلاف آمريڪي فوجي ڪارروائي جي مخالفت نہ ڪندو، صدر بش طرفان اُهو سمورو ٽاسڪ CIA کي ڏنو ويو آهي. ساڻ ٽي هزار فوج نيٽو جي مدد لاءِ افغانستان موڪلڻ جي اجازت پڻ ڏني وئي آهي.

سي آءِ اي جتي دنيا ۾ تباهہ ڪارين ڪري مشهور آهي اُها سي آءِ اي جڏهن پاڪستان ۾ پنهنجا مقصد کڻي داخل ٿيندي تہ پوءِ ڪا خير جي توقع رکڻ اجائي هوندي. اهو بہ ٻڌڻ ۾ آيو آهي تہ صدر بش جيڪي ٽي هزار فوج افغانستان لاءِ موڪلي رهيو آهي، اُها فوج دراصل جلد افغانستان ذريعي پاڪستان ۾ داخل ٿي پنهنجو مشن مڪمل ڪندي. ان اهم مشن ۾ هڪ القاعده جو صفايو ۽ ٻيو ايٽمي اثاثن جو تحفظ شامل هوندو. آمريڪي چونڊن ۾ اميدوار هيلري ڪلنٽن ۽ اوباما خدشو ڏيکاريندي چيو آهي تہ "پاڪستان ۾ موجود سياسي افراتفري سبب ايٽمي هٿيارن جي محفوظ رهڻ جي گارنٽي نٿي ڏئي سگهجي. ان لاءِ جوهري اثاثا پاڪستان ۽ آمريڪا جي گڏيل فورسز جي نگراني ۾ هئڻ گهرجن ان لاءِ آمريڪي فورسز کي پاڪستان ۾ داخل ٿيڻ جو حق حاصل هوندو ان لاءِ جيترو جلد ٿي سگهي پاڪستان سان معاهدو ڪيو وڃي، سفارڪاري ناڪام هئڻ جي صورت ۾ پاڪستان ۾ هڪ طرفي ڪارروائي ڪئي وڃي".

عالمي ائٽامڪ انرجي جي چيئرمين محمد البرادي، بينظير ڀٽو جي شهادت کانپوءِ فورن رد عمل ڏيکاريندي چيو تہ ايٽمي اثاثا محفوظ ناهن ان کانپوءِ پاڪستان جي وزارتِ خارجہ جي ترجمان البرادي جي بيان کي ننديو ۽ چيو تہ البرادي کي اهڙي قسم جا بيان جاري ڪرڻ جو ڪو حق ناهي. پاڪستان جا ايٽمي اثاثا محفوظ آهن. آمريڪي سينيٽر بائيڊن پاڪستان جي دوري تي آيو صدر مشرف ۽ ان کانسواءِ ٻين سرڪاري عملدارن سان ملاقاتون ڪيون. ان هڪ اهم ڳالهہ ٻڌائي تہ "جيڪڏهن پاڪستان اندر شفاف چونڊون نہ ٿيون تہ پاڪستاني معاشرو ٻن حصن ۾ ورهائجي ويندو. ان سبب ڪري آمريڪا پاڪستان بابت تشويش ۽ فڪر ۾ مبتلا آهي". هڪ معاشري مان مراد ماڻهن جو ميڙ آهي. معاشري ۾ انسان جون سڀئي علمي، ادبي، تهذيبي، ثقافتي ، اخلاقي،

روحاني، سياسي، سماجي، منظم ۽ غير منظم سرگرميون محبت ۽ نفرت جا لاڳاپا شامل هوندا آهن. ارسطو چوائي" انسان سماجي حيوان آهي، فرد کي معاشري ۾ رهندي سيني ادارن ۾ لاڳاپن سان واسطو پوي ٿو جڏهن اهو معاشرو ورهائجي وڃي ٿو تہ پهريون نقصان اهو ٿو ٿئي تہ انسان معاشري جي سيني فيڪٽرن کان منهن موڙي وڃي ٿو. ان صورت ۾ ان معاشري ۾ وڏي تباهي اچي ٿي. اهو فرد جيڪو معاشري ۾ قانون ۽ اصولن جو پابند هوندو آهي، اهو فرد معاشري جا مروج قانون ۽ قاعده پاڻ ٽوڙڻ جو سبب بڻجندو آهي. اهو فرد معاشري جي ورڇ جو سبب بڻجندي هڪ مڪمل حيوان ٿي ويندو آهي، "اها وصف آهي معاشري جي ورهائجڻ جي، جيڪڏهن پاڪستان جو معاشرو ورهائجي ٿو جنهن طرف آمريڪي سينٽر بائيڊن اشارو ڪري ٿو تہ پوءِ هن ملڪ ۾ ماڻهن جو ڪو بہ مستقبل ڪانهي ۽ نہ وري ڪو عالمي ساک رکندڙ ملڪ يا ادارا پاڪستان جي ضمانت ڏئي سگهندا.

ان حوالي سان جيڪڏهن ڏسجي تہ اسان جي سوسائٽي مڪمل طور تي polrizatoin جو شڪار آهي. سياسي فڪر جي کوٽ، پاڪستان جي مختلف صوبن ۾ موجود قومن جا تضاد ٽڪراءُ، حڪمرانن جي عوام سان لاتعلقي، قانون جي پيچڪڙي اهي سڀ رستا معاشري کي تقسيم ڏانهن وٺي وڃن ٿا. وڏي ڳالهہ تہ معاشري جي بهترين بناوت کي طاقتور بنائڻ لاءِ معيشت وڏي اهميت رکي ٿي. بينظير ڀٽو جي شهادت کانپوءِ پاڪستان جي معيشت کي تاريخي ڌڪ رسو آهي. نگران وفاقي وزير پيٽروليم احسان الله خان جو بيان رڪارڊ تي آهي تہ هن وقت ملڪ ۾ گاسليٽ ست ڏينهن، ڊيزل تيرنهن ڏينهن ۽ پيٽرول جو زخيرو ويهن ڏينهن جي لاءِ موجود آهي. ان حوالي سان گورنر اسٽيٽ بينڪ ڊاڪٽر شمشاد اختر، صدر مشرف سان ملاقات ڪئي ان موقعي تي ڊاڪٽر شمشاد اختر صدر مشرف کي مالياتي ادارن جي ڪارڪردگي، ملڪي ۽ غير ملڪي قرضن جي ڏي وٺ افراط زر سميت بين اهم معاشي مسئلن بابت رپورٽ پيش ڪئي، ان گڏجاڻي جي وڏي تشويش جي ڳالهہ اها هئي تہ ملڪ ۾ افرط زر وڌڻ جو خدشو ڏيکاريو ويو آهي. جنهن سان ملڪ اندر مهانگائي ۾ اضافو ٿيندو ان سسلسلي ۾ صدر مشرف ڊاڪٽر شمسشاد اختر کي هدايت ڪئي تہ مانيٽري پاليسي کي وڌيڪ سخت ڪيو وڃي تہ جيئن افراط زر تي ضابطو آڻي سگهجي. پاڪستان جي معيشت جي باري ۾ نہ صرف ڊاڪٽر شمشاد اختر کي تشويش آهي پر اقوام متحده پاران اهو بيان بہ آيو آهي تہ پاڪستان جي معشيت افراطِ زر جو شڪار آهي. آءِ ايم ايف، اقوام متحده جو ادارو آهي، جنهن جو ڪم افراطِ زر کي روڪڻ هوندو آهي. معيشت ۾ مسلسل افراط زر قومن جي تباهي جو سبب بڻبي آهي، افراظ زر هڪ ويا آهي، جنهن کي ڪنترول ڪرڻ رياست ۽

عوام جو فرض آهي، ٻي صورت ۾ افراط زر قومن ۽ رياستن کي ڪمزور ڪري ناڪاره بڻائي ڇڏيندي آهي. هن وقت پاڪستان سياسي، معاشي ۽ اخلاقي طور ڪمزور ترين رياست جو ڏيک ڏيئي رهو آهي. جتي هر طرف ڪيئي خطرا منهن ڪڍيون بيٺا آهن.

# بينظير ڀٽو قتل ڪيس
# ۾ ڏيهي، پرڏيهي ايجنسين
# جي جاچ جو تاريخي جائزو

تاريخ جي وڏي سچي شاهدي ثابت ٿئي ٿي تہ آمريڪا پنهنجن وڏن مقصدن جي حاصلات لاءِ پنهنجن ويجهن دوستن جي قرباني ڏيڻ لاءِ هر دم تيار رهندو آهي. پاڪستان جي تاريخ ۾ هڪ وڏو مثال جنرل ضياءَ جي جهاز جو حادثو آهي جنهن ۾ سندس سفير رابن رافيل کي ان قافلي ۾ سوار ڪرايو ويو. جنهن کي قربان ڪري هڪ وڏو مقصد حاصل ڪيو ويو. جيڪڏهن آمريڪا چاهي ها تہ ان سانحي جي تحقيقات ڪرائي نتيجا سامهون آڻي ها، پر اهو بهاولپور سانحو اڄ بہ درست جاچ جي گهر ڪري رهيو آهي. 27 ڊسمبر تي راولپنڊي ۾ بينظير ڀٽو کي گولي هڻي شهيد ڪيو ويو. ظاهر آهي تہ بينظير ڀٽو کي قتل ڪرائڻ ۾ عالمي ليول جي سازش ٿي هوندي. پاڪستان اندر پاڙي جا قاتل ڪنا ڪيا ويا هوندا. بينظير ڪا عام سياستدان تہ ڪو نہ هئي. عالمي ليول جي اڳواڻ هئي هوءَ لبرل ۽ روشن خيال سوچ جي مالڪ هئي جمهوريت جي علمبردار هئي آخر اُهي ڪهڙا محرڪ هئا، جيڪي محترمہ بينظير جي قتل جو سبب بڻيا. انهن سوالن جا جواب ڳولڻا پوندا. ٺيڪ آهي بيت الله محسود ڪٽي بينظير ڀٽو کي مارايو آهي. پر اهو تہ ڏسڻو آهي تہ بيت الله محسود کي فيڊنگ ڪٿان ٿي آهي. هن وقت اُهي ڪهڙيون ملڪ اندر ڏريون آهن. جن محسود واري سوچ جي پاڪستان اندر پالنا ڪئي آهي. آمريڪي سي آءِ اي جي رپورٽ موجب بنيظير ڀٽو کي بيت الله محسود گروپ ۽ صدر مشرف جي حمايتي پارٽي ۾ ويٺل ڪجهہ ماڻهن جي سازش هيٺ مارايو ويو آهي. ٺيڪ آهي. آمريڪا جي سي آءِ آي رپورٽ تي پاڪستان حڪومت صرف بيت الله محسود واري سازش تي ڪم ڪري بيت الله محسود جي ڳچي ۾ بينظير قتل ڪيس وجهڻ چاهي ٿي جڏهن تہ سي آءِ اي جي رپورٽ جي ٻي حصي تي پاڪستان سرڪار سوچڻ لاءِ تيار ناهي جڏهن بينظير ڀٽو جو مارڪ سيگل ڏانهن اي ميل ۽ صدر مشرف ڏانهن

اهي خط جن کي بينظير ڀٽو سندس قتل ڪرڻ جي سازش ۾ چئن ماڻهن جو ذڪر ٿيل هو. اُهي خط بہ سي آءِ اي جي رپورٽ جي ٻئي حصي کي طاقتور بڻائڻ لاءِ ڪافي آهن. پر ان پاسي جاچ جو دائرو وڌائڻ جي حق ۾ ناهي.

سي آءِ اي جي رپورٽ تي بہ پ پ رهنما فاروق نائيڪ جو بيان سامهون آيو جنهن ۾ چيائين تہ "اسان کي سي آءِ اي جي رپورٽ جي صداقت تي شڪ آهي. اکيون بند ڪري سي آءِ آي جي رپورٽ تي اعتماد ڪري نٿا سگهون. ماضيءَ ۾ آمريڪي ايجنسي غلطيون ڪيون آهن. پ پ اڳواڻ آصف زرداري گڏيل قومن جي اداري ڏانهن خط لکي واضح ڪيو آهي تہ اسان کي پاڪستاني ادارن جي جاچ تي اعتماد ناهي، عالمي ڪميشن جوڙي وڃي. 27 ڊسمبر سانحي کان پوءِ تڙتڪڙ ۾ شاهديون ختم ڪري القاعده ۽ بيت الله محسود کي ملوث قرار ڏنو ويو آهي. سانحي ۾ ڪنهن کي بہ ملوث قرار نہ پيا ڏيون پر ان بابت بينظير ڀٽو جا خط موجود آهي".

ڀلا آخر ڪهڙي ڳالهہ آهي جو انهن ماڻهن خلاف جاچ شروع ڪرائي نٿي وڃي جن خلاف بينظير ڀٽو خطن ۽ اي ميل جي صورت ۾ ايف آءِ آر درج ڪرائي چڪي هئي. آخر ڇو نٿو ان پهلو تي ڪم ڪيو وڃي. بينظير ڀٽو جي قتل جي باري ڪجهہ ڏينهن اڳ جڏهن سي آءِ اي رپورٽ پڌري ڪئي هئي تہ ان ئي ڏينهن طالبان تحريڪ پاڪستان ۽ بيت الله محسود جي ترجمان مولوي عمر سخت لفظن ۾ چيو تہ طالبان تحريڪ بينظير ڀٽو جي قتل ۾ لوث ناهي. مولوي عمر بہ اهو خدشو ڏيکاريو تہ ان حملي ۾ مشرف جا حمايتي ملوث آهن. طالبان جي روايت رهي آهي تہ هو جيڪا بہ ڪارروائي ڪندا آهن تہ ان جي هو ذميواري کڻندا آهن. جڏهن تہ بينظير ڀٽو قتل جي بار بار ترديد ڪري رهيا آهن. هاڻي سوال اهو آهي ڇا مشرف پنهنجي حمايتي پارٽين ۾ وينل ماڻهن ۾ هٿ وجهڻ نٿو چاهي ڇا هو ان عمل سان بينظير ڀٽو جو قتل لوڙهڻ ٿو چاهي. اڄ جيڪڏهن اسين اصل قاتل عوام آڏو آڻي نہ سگهنداسين تہ پوءِ ڪيترائي اڳواڻ مارجي ويندا ۽ الزام اهو بہ بيت الله محسود ۽ طالبان جي ڳچي ۾ وڌو ويندو تنهن ڪري پاڪستان جي سياست ۾ اهڙو رول ادا ڪندڙ ۽ طالبان جي آبياري ڪندڙن خلاف هن وقت بغير ڪنهن رعايت جي حساب ڪتاب ورتو وڃي. انهن غدارن کي نروار ڪيو وڃي ٻي صورت ۾ بينظير ڀٽو جو قتل ائين لوڙهو ويندو جيئن ماضي ۾ سياستدانن جا لاش لوڙهيا ويا آهن. نہ ڪا جاچ ۽ نہ ئي وري رپورٽ. مجون ٿا تہ سياستدان سازشن تحت ماريا ويندا. پاڪستان جي سٺ سالن ۾ وڏا سانحا آيا سياستدان ماريا ويا جن جي قتل جو ڪارڻ يا سبب سامهون ڪونہ آيو.

16 - آڪٽوبر 1951ع تي لياقت علي خان ( وقت جو وزير اعظم ) کي

گولي هنئين وئي, سرحد جي چيف منسٽر ڊاڪٽر خان جيڪو سرخ پوش رهنما ۽ باچا خان جو ڀاءُ هو ان کي مئي 1958ع ۾ سندسن گهر ۾ هڪ جنونيءَ چرو هڻي قتل ڪيو 2 ڊسمبر 1973ع ۾ بلوچستان اسيمبلي جي رڪن عبدالصمد اڇڪزئي کي بم هڻي قتل ڪيو ويو 8 فيبروري 1975ع ۾ سرحد جي وزيراعليٰ حيات محمد شيرپائو کي بم هڻي قتل ڪيو ويو. 7 مارچ 1982ع گورنر سرحد ارباب سڪندر علي خليل کي گولي هڻي ماريو ويو. بلوچ اڳواڻ سردار غوث بخش رئيساڻيءَ کي ڊاڍر ۾ قتل ڪيو ويو. خواجہ رفيق کي 1982ع ۾ پنجاب اسيمبلي ۾ قتل ڪيو ويو. چوڌري ظهور الاهي کي 1982ع ۾ ماڊل ٽائون لاهور ۾ قتل ڪيو ويو. آڪٽوبر 1993ع وزيرعليٰ غلام حيدر وائين کي قتل ڪيو ويو 19 جولاءِ تي فرانس جي شهي ڪينز ۾ شاهنواز ڀٽو کي قتل ڪيو ويو. سنڌ جي گورنر حڪيم سعيد کي ڪراچيءَ ۾ ڏينهن ڏٺي جو قتل ڪيو ويو. بلوچستان جي اڳوڻي گورنر اڪبر بگٽيءَ کي قتل ڪيو ويو. 2 ڊسمبر 1996ع ۾ مير مرتضيٰ کي ڪلفٽن روڊ تي گهر اڳيان ساٿين سميت قتل ڪيو ويو. جڏهن تہ وڏا سانحہ جن ۾ هڪ 1971ع ۾ پيش آيو جنهن ۾ بنگلاديش وجود ۾ آيو ۽ ٻيو ذوالفقار علي ڀٽو جي عدالتي قتل وارو سانحو ۽ ٽيون 17 آگسٽ 1988ع ۾ جنرل ضياءَ الحق سميت چوڏهن اهم جرنلن جي بهاولپور لڳ جهاز حادثي ۾ مارجڻ وارو سانحو ملڪي تاريخ ۾ چوٿون اهم سانحو بينظير ڀٽو جو قتل آهي. ماضيءَ ۾ ٿيل اهم سانحن جي ڪا بہ تحقيقاتي رپورٽ عوام آڏو پڌري نہ ڪئي وئي آهي ۽ نہ وري انهن سانحن پويان لڪل ڳجهن هٿن کي ظاهر ڪيو ويو آهي. تنهنڪري پاڪستان اندر ماضيءَ ۾ ٿيندڙ قتل ۽ سانحن جي تاريخ کي پڙهندي اڳ ڪٿي ڪري سگهجي ٿي تہ بينظير ڀٽو جي قتل جي سازش جو اصل پتو بہ ڪو نہ پئجي سگهندو. چاڪاڻ جو جڏهن رياستون ڪنهن سانحي يا ڪنهن اهم اڳواڻ کي مارائينديون آهن تہ ان جا ڪي بہ نتيجا حاصل ڪو نہ ٿيندا آهن. اهڙي قسم جا قتل رياست کي قبي ويندا آهن. آمريڪي سي آءِ اي هجي يا اسڪاٽ لينڊ يارڊ ٽيم هجي يا وري اقوامِ متحده پاران جاچ ڪميٽي هجي ڪي بہ نتيجا نہ نڪرندا. اسان جا حڪمران ادارا ۽ ايجنسيون انهن ڪمن ۾ ماهر آهن تہ جاچ جا نتيجا ڪيئن ڏبا آهن يا ڏبائي نہ. اصل حقيقتون عوام آڏو ڪيئن لڪائبيون آهن. ڪيئن قتل ۽ سانحا هضم ڪيا ويا آهن. سڀ اسان جي حڪمرانن کي خبر آهي. هاڻي تہ قاضي حسين احمد جو بہ بيان آيو آهي تہ بينظير ڀٽو جي قتل ڪيس ۾ اقوامِ متحده کان مدد يا جاچ نہ ڪرائي وڃي. قاضي حسين احمد فيڪٽر سان بينظير ڀٽو سياسي پليٽ فارم تي گڏ ويهڻ کان هميشہ پاسو ڪندي هئي چاڪاڻ جو بينظير ڀٽو کي خبر هئي تہ قاضي فيڪٽر اصل ۾ ملا فيڪٽر آهي. هن وقت فوج مان رٽائرڊ آفيسرن جو واسطو بہ سڌي يا

اڄ سڌي طرح طرح ان جماعت سان آهي. حڪومت ڪان پري هجڻ باوجود به حڪومت جي سازشي پاليسين ۾ اندروني طور پاڳي پائيوار هوندي آهي. تنهن ڪري قاضي صاحب به چئي ٿو ته بينظير ڀٽو قتل جي جاچ اقوامِ متحده ڪان نه ڪرائي وڃي. هاڻي بينظير ڀٽو جي پ پ ڪان سواءِ سڀئي سياسي پارٽيون جنرلن جي رحم ڪرم تي سياست ڪري رهيون آهن.

تازو بينظير ڀٽو جي قتل ۾ ملوث ٻن ماڻهن کي گرفتار ڪيو ويو آهي. جنهن جي تصديق وفاقي گهرو کاتي جي سيڪريٽري به ڪئي آهي ابتدائي جاچ ۾ ملزمن اهو ٽي ٻڌايو جيڪو برگيڊيئر اقبال چيما بينظير ڀٽو جي قتل جي ٻي ڏهاڙي تي پريس ڪانفرنس ۾ ٻڌايو هو ته بلال ۽ اڪرم ٽي قتل جا اصل ذميوار آهن جنهن جو بيت الله محسود اصل ۾ ماسٽر مائينڊ هو. ٻي خبر آئي آهي ته پاڪستان سيڪيورٽي فورسز بيت الله محسود جو گهيرو تنگ ڪري ڇڏيو آهي. جن جا هڪ ٻن ڏينهن اند ر نتيجا سامهون ايندا. نتيجا اهي ته بيت الله کي ماريو ويو. يعني بيت الله محسود جي مارجڻ سان بينظير ڀٽو قتل ڪيس پاڪستان ايجنسين جي رجسٽرن ۾ بند ٿي ويندو. اهڙي طرح بيظير ڀٽو جي قتل وارو معاملو لئي مٽي ٿي ويندو.

ٺيڪ آهي بينظير ڀٽو قتل ڪيس يلي ڪٽي رجسٽرن مان غائب ٿي يا بند ٿي وڃي. پر قدرت جي ڪاغذن ۾ واجهائيندڙ بينظير ڀٽو ڪيس ضرور قاتلن کي منطقي انجام تائين رسائيندو.

تاريخ: 23-1-2008

# عالمي سازشن جي پنجوڙ ۾ ڦاٿل پاڪستان

اڳوڻي وزير داخلا آفتاب احمد شير پائو پاران ڪجهه ڏينهن اڳ جاري ڪيل بيان نه صرف سرڪاري ڌرين ۾ پر سول سوسائٽي جي حلقن ۾ به هڪ هلچل مچائي ڇڏي آهي. آفتاب شيرپائو چيو ته” طالبان بابت پالسيون ناڪام ويون آهن. صوبي سرحد ۾ طالبان مڪمل طور تي ڦهلجي چڪا آهن“. هيڏي وڏي ذميوار ماڻهو جو اهڙي قسم جو بيان ڪيترا ئي خدشا ۽ وسوسا ڪڍي سامهون آيو آهي. ظاهر آهي ته آفتاب شير پائو صاحب جي هن بيان کي آمريڪن پنهنجي نقط نظر سان واچ ڪندي ڪجهه ڏينهن اڳ اخبار نيويارڪ ٽائمز به انڪشاف ڪيو هو ته بينظير ڀٽو جي قتل ڪانپوءِ واشنگٽن ۾ سي آءِ اي سميت آمريڪي پاليسي ساز نمائندن جي موجودگيءَ ۾ صدر بش پاڪستان ۾ وڌندڙ طالبا نائيزيشن ۽ القاعده جي سرگرمين خلاف سخت فيصلا ڪيا هئا. نتيجي ۾ 9 جنوري تي آمريڪي انٽيليجنس جو وفد پاڪستان پهتو. صدر مشرف سان ملاقات ۾ وفد آمريڪي فيصلن کان آگاهي ڏني. بظاهر صدر مشرف آمريڪي فوجي ڪارروائي کي پاڪستان خلاف حملو تصور ڪرڻ وارو بيان ڏئي عوام کي ٽڏو ڪيو. ان حوالي سان آمريڪا القاعده ۽ طالبان خلاف پاڪستان جي حدن اندر پلان جوڙي ورتو آهي. آمريڪا ان مقصد خاطر هڪ هزار فوج تي مشتمل جديد تربيت سان ليس ڪمانڊوز تيار ڪري ورتا آهن. انهن فوجي ڪمانڊوز جو رنگ ڪڻڪائي ۽ ڊگهي سونهاري سندن مک تي نمايان هوندي. پشتو زبان ڳالهائي سگهن ٿا. ان قسم جا فوجي دستا زميني جنگ لاءِ تيار آهن، هي فوجي دستا پاڪ افغان سرحد جي شوال پهاڙن کان آپريشن شروع ڪندا، 500 ڪمانڊوز شوال جي چوٽين کان آپريشين شروع ڪندا. جڏهن ته باقي پنج سئو ڪمانڊوز افغانستان جي شوال جي پهاڙين تي زميني ۽ فضائي حملا ڪندا.

القاعده اڳواڻ ابوليث جو مارجي وڃڻ ان خطرناڪ ڪارروائي جي

شروعات آهي. ان حوالي سان وزيرستان ۾ شروع ڪيل جنگ دوران آمريڪي فوج سان گڏ پاڪستاني فوجي دستا بہ گڏ حملو ڪندا. ان ڪري جو صدر مشرف ائين چئي سگهي ٿو تہ قبائلي علائقن ۾ پاڪستان سيڪيورٽي فورسز القاعده ۽ طالبان سان جنگ ڪري رهي آهي. آمريڪا جي سڌي حملي تي قبائلي عام ماڻهو وڌيڪ مشتعل ٿي سگهن ٿا. تنهن ڪري ان قسم جو جواز پيش ڪرڻ پاڪستان سرڪار جي ضرورت هوندي. هڪ طرف آمريڪا خطرناڪ حملي جي تياري ڪري رهيو آهي تہ ٻئي طرف پاڪستان اندر بہ اهڙا ئي واقعا ظهور پذير ٿي پيا آهن. جن مان ڪوهاٽ ٽنل تي طالبان جو قبضو ۽ ٻيو افغانستان ويندڙ چارٽرڪون خيبر ايجنسي وٽان اغوا ڪري گم ڪيون ويون آهن. انهن ڇئن ٽرڪن ۾ نيٽو فورسز لاءِ جديد مواصلاتي سسٽم لوڊ ٿيل هو. ظاهر آهي جيڪڏهن ان قسم جو مواد طالبان ڪي هٿ اچي ٿو تہ پوءِ يقينن هو مقابلي جي پوزيشن ۾ هوندا ٻئي طرف طالبان جي ڪوهاٽ ٽنل تي قبضي ڪرڻ جي ڪوشش بہ سرڪاري ڌرين ۽ ايجنسين کي پريشان ڪري وڌو آهي. ڪوهاٽ ٽنل جنگ ۾ ڪيترائي فوجي شهيد ۽ زخمي ٿي چڪا آهن. سرڪاري خبرن موجب ڪوهاٽ ٽنل تي پاڪستان سيڪيورٽي فورسز قبضو ڪري ڪيترن ئي شدت پسندن کي قتل ڪري ڇڏيو آهي ۽ حالتون معمول موجب ٿي چڪيون آهن. صوبي سرحد ۾ اهڙيون حالتون هجن تہ پوءِ آفتاب شير پائو جو خيال بلڪل درست آهي تہ طالبان بابت پاليسيون ناڪام ويون آهن، طالبان صوبي سرحد ۾ ڦهلجي چڪا آهن جيڪڏهن طالبان سموري صوبي سرحد ڦهلجي چڪا آهن ۽ پوءِ سياڻي سموري ملڪ ۾ ڇانئجي ويندا. جڏهن تہ پنجاب جي شهر ڪهوٽا ۾ ايٽمي اثاثن تي بہ قابض ٿي سگهجهن ٿا. ٻئي طرف آمريڪا برطانيا، انڊيا ۽ اسرائيل بہ قومي ايٽمي اثاثن تي طالبان جي قبضي بابت رڙيون ڪري رهيا آهن. ڪٿي ائين تہ ناهي جو شوال جي پهاڙين تان آمريڪي جنگجوئن جا پيرا ايٽمي اثاثن تي قبضي جو سبب بڻجن ڪٿي طالبان وارا ايٽمي اثاثن تي آمريڪي فوج جي پهچ وارو ڪم سولو تہ نہ پيا ڪن. بهرحال ان قسم جي سوالن تي غور ڪرڻ جي ضرورت آهي تہ ڪير ٿو پاڪستان اندر عدم استحڪام پيدا ڪري. آمريڪا لاءِ رستا هموار ڪري هڪ طرف آمريڪا آهي جيڪو چوي ٿو تہ ايٽمي اثاثا غير محفوظ آهن جڏهن تہ صرف مشرف چوي ٿو تہ ايٽمي اثاثا محفوظ هٿن ۾ آهن. يورپي ملڪن جي دوري تہ پهتل صدر کي صحافين ۽ سرڪار پاران ايٽمي اثاثن جي غير محفوظ هجڻ بابت سوال سامهون آيا آهن ۽ هن وٽ ڪو بہ مطمئن ڪندڙ جواب نہ هو. ائين پئي لڳو تہ صدر پنهنجي ساک وڃائي وينو آهي.

هاڻي پاڪستان مڪمل طور مسئلن ۾ وڪوڙجي چڪو آهي. هڪ طرف

آمريڪا جيڪو القاعده خلاف ڪارروائي جي بهاني ايٽمي اثاثن تائين پهچڻ گهري ٿو ان حوالي سان پاڪستان سرڪار وٽان خبر ملي آهي تہ ايٽمي اثاثن جي سيڪيورٽي کي وڌيڪ سخت ڪيو ويو آهي. اهڙي بيانن مان اهو واضح اشارو ملي ٿو تہ پاڪستان سرڪار ايٽمي اثاثن جي تحفظ بابت خدشن جي پيش نظر سنجيدگيءَ کان ڪم وٺي رهي آهي 10,000 فوج ائٽمي اثاثن جي حفاظت لاءِ مقرر ڪئي وئي آهي ٻي طرف ائٽمي اثاثن جو مخالف اسرائيل بہ پاڪستان مخالف سرگرمين ۾ شريڪ آهي ۽ اسرائيل ڀارت جي خلائي تحقيقاتي اداري "اسرو" کان مصنوعي سيارو پولارس خلا ۾ ڇڏيو آهي. اسرائيل جو ڀارت جي خلائي اداري مان سيارو خلا ۾ ڇڏڻ يقينن پاڪستان لاءِ ڪيترين مشڪلاتون پيدا ڪندو. سيارو پولارس زمين تي ٿيندڙ هر چرپر کي آسانيءَ سان ڏسي سگهندو. ان سياري جي اهم خوبي اها آهي تہ هڪ ميٽر صاف ۽ چٽي تصوير حاصل ڪري وٺندو پولارس. سيارو پاڪستان کان علاوه ايران جي جوهري پروگرام تي بہ نظر رکندو. پاڪستان جنهن قسم جي سياسي، سماجي، اقتصادي ۽ دفاعي صورتحال ۾ ڦاٿل نظر اچي ٿو. هن وقت اسرائيل ۽ ڀارت جو جاسوسي مشن جي حوالي سان ويجهو ٿيڻ پاڪستان لاءِ ڪو سنو سوڻ ڪونهي. هڪ طرف آمريڪا ۽ ٻي طرف اسرائيل ۽ ڀارت پاڪستان خلاف سازشن جو ڄار وڇائي رهيا آهن. پاڪستان سرڪار خود دٻاءَ جو شڪار آهي ۽ عوام ۾ سخت مايوسي ڦهليل آهي. ائين ٿو لڳي تہ پاڪستان دنيا کا الڳ ٻيٽو آهي. جڏهن تہ هن وقت دنيا جون نظرون پاڪستان ۾ کتل آهن. انهن سڀني ڳالهين جو ذميوار سرڪار جون ناڪام پاليسيون آهن. جيڪي پاليسيون آمريت واري دور ۾ ٺاهيون ويون هيون. جن ۾ خاص ڪري جنرل ضياء الحق واري دور جون پاليسيون خطرناڪ هيون. شامل آهن. جن ۾ افغانستان ۾ روس خلاف جهاد نالي جنگ ۾ آمريڪا کان ڏوڪڙ وٺي پاڪستان ان جنگ ۾ شريڪ ٿي ويو. ٻيو طالبان کي پاڪستاني فوج ڀاران طاقت بخشڻ پالڻ ۽ ٺاهڻ شامل هو جنرل ضياء الحق واريون پاليسيون جنرل مشرف اپنايون نتيجي ۾ اُهي طالبان جيڪي پاڪستان جي جهادي تنظيمن سان وابسطہ هئا ۽ القاعده وارا جڏهن پاڪستان ۾ بالغ ٿيا تہ انهن پنهنجن محسنن کي اکيون ڏيکارڻ شروع ڪيون. اڄ اهي جهادي گروپ طالبان ۽ القاعده وارا پاڪستان اندر خطرناڪ ويڙهہ جاري رکندا پيا اچن. پاڪستان جي سرزمين جي سالميت لا خطرو بنجي چڪا آهن. اڄ اهي بندوقون انهن مٿان تاڻيل آهن. جن انهن جهادي گروپن کي ڇيچ کان وٺي بندوق هلائڻ سيکاري هئي.

تاريخ : 5_2_2008

# آصف زرداريءَ جي قيادت ۾ پ پ جو آئيندو

آصف زرداريءَ کي جڏهن پهريون ڀيرو گرفتار ڪيو ويو ته ٺيڪ انهيءَ شام جو لياري ڪراچي ۾ بينظير ڀٽو هڪ وڏي ميڙ کي خطاب ڪندي چيو ته"ڄام تون ڪوئو آهين! هن مٿ ڀيڪوڙيندي چيو ته." تون سمجهين ٿو ته آصف کي گرفتار ڪري تون بينظير کي جهڪائيندين ته اها تنهنجي ڀُل آهي. مان ان ڀيءَ جي ڌيءَ آهيان جيڪو نوابن جي مُڇن کان پڪڙي انهن کي دٻ پٽيندو هو"انهيءَ جلسي ۾ آصف زرداري کي آزاد ڪرڻ جا اپ ڏاريندڙ نعرا لڳا هئا. حقيقت ۾ بنظير ڀٽو جي اها تقرير ڄام صادق جي ڌمڪيءَ جو جواب هو. جنهن ۾ ڄام صادق چيو هو ته جڏهن آصف گرفتار ٿيو ته پوءِ ڏسجو ( بينظير ڀٽو) ڪيئن ٿي ڀٽين سان مٿو ٽڪرائي"بينظير ڀٽو جي اها تقرير آصف زرداري جي سموري وجود کي سياسي بڻائي وئي.

آصف زرداري جيڪو پولو راند جو سنو پليئر هو. اڄ وقت ۽ حالتن هن کي هڪ بهتر سياسي رانديگر بڻائي ڇڏيو آهي. سياسي رانديگر بنجڻ لاءِ آصف کي يارنهن سال جيل جو صعوبتون به ڪم آيون ۽ جيل مان آزادي کان پوءِ هو آمريڪا. برطانيا ۽ دبئي ۾ مختلف وقتن تي وقت جو قيد ڪٽيندو محترمہ بينظير ڀٽو جي شهادت کان پوءِ اوچتو ان اونداهي رات جو اسلام آباد ايئرپورٽ پهتو جتان هن کي سندس وني جو لاش جهول ۾ ڏنو ويو.

ان لاش تي نہ صرف آصف رنو يا بلاول; بختاور يا آصفہ رني پر دنيا جو مظلوم عوام رنو. ڪلديپ نير بينظير ڀٽو جي شهادت کان پوءِ هڪ ڪالم لکيو تہ "هي پهريون ڀيرو آهي جو ڪنهن پاڪستاني رهنما جي شهادت تي سمورو هندستان رنو هجي. هندستاني عوام سندس پونيئر سان تعزيت ڪن ٿا."

اڄ آصف ماضي جي ڀيٽ ۾ ڪافي مختلف آهي، آصف زرداري اڪثر ڪري جڏهن اسيمبلي جي اجلاس ۾ شريڪ ٿيندو هو تہ ڪيس تن تي اڇو ڪاتن جو وڳو ۽ ڪاري شال پهريل هوندي هئي. اڄ جڏهن مان سندس نئون ديري ۾ تعزيت ڪريان ٿو تہ ڪاري شال بدران سندن تن تي ڪارو جوڙو پهريل

آهي ۽ سنڌس مٿي تي پ پ جي جھنڊي جي رنگ واري ٽوپي پاتل آهي. سنڌس ماتمي لباس ماحول کي سوڳوار ڪري رهيو آهي.

ٽنو ۾ تاريخي ميڙ کي خطاب ڪندي آصف زرداري پ پ جي انتخابي مهم جي شروعات ڪري ڇڏي آهي. سياڻي جڏهن پنجاب ۾ پهچندو ته سنڌس پهريون خطاب لياقت باغ ۾ هوندو جتي محترمه بينظير ڀٽو جو آخري خطاب عوام کي ٻڌڻ لاءِ مليو هو آصف بينظير ڀٽو جي انهيءَ عوامي فڪر کي اڳتي کڻي هلڻ جو اعلان به انهيءَ لياقت باغ واري جلسي ۾ ڪندو جمهوريت، عوامي آزادي، خوشحالي واري محترمه بينظير ڀٽو جي خيالن جي تجديد لياقت باغ ۾ ٿيندي جتي پنجاب جا پ پ اڳواڻ ڪارڪن سيئي متحرمه بينظير ڀٽو جي خوابن جي ساڀيان لاءِ وچن ڪندا.

هن وقت آصف زرداري تي نه صرف پنهنجي اولاد جي ذميواري آهي پر مٿس ملڪ جي وڏي عوامي پارٽي جي ذميواري به سنڌس ڪلهن تي پيل آهي، تنهن ڪري آصف پ پ کي طاقتور بنائڻ لاءِ انتهائي مدبرانه سوچ، قابليت ۽ اعليٰ ڪردار تحت فرض نڀائيندو هن اٺانگي سفر ۾ ننڍيڙيون ننڍيڙيون غلطيون به پارٽي اندر ڏار وجهڻ جو سبب بڻجي سگهن ٿيون. هن وقت ملڪ جون سياسي ڌريون، ايجنسيون ۽ ا ستبليشمينٽ آصف جي هر چر پر کي جاچي ۽ پرکي رهي آهي. ملڪ جا خطرناڪ ۽ حساس ادارا ۽ عالمي ادارا به آصف جي بيانن کي روز واچ ڪن ٿا. هن وقت اهو سوال گردش ڪري ٿو ته ڇا آصف زرداري ملڪ جي ڪنهن وڏي عهدي جو لائق آهي يا نه. تنهن ڪري آصف کي انهن ڏيهي ۽ پرڏيهي ادارن جي روين تي به نظر رکڻي پوندي هي ڏينهن آصف جي سياسي مسقبل جي ٺهڻ يا ڊهڻ جا اهم ڏينهن آهن.

آصف زرداري آڏو سنڌ به آهي جتي بيروزگاري، احساس محرومي جهڙيون ورائون ڦهليل آهن، هڪ طرف ان قسم جي ورائن کي منهن ڏيڻو آهي ته ٻئي طرف سنڌس ڀٽو خاندان پاران غنوي ڀٽو ۽ ممتاز ڀٽو به سنڌس ڪردار ڪشي ڪري سنڌس سياسي ڪيريئر کي ڪاپاري ڌڪ هڻي رها آهن. ممتاز ڀٽو جيڪو سياست تان رٽائر ٿيڻ جا سانباها ڪري رهيو هو. محترمه بينظير ڀٽو جي شهادت کان پوءِ هڪ ڀيرو وري مڪمل توانائين سان سياست ۾ داخل ٿي چڪو آهي. پر سنڌس سياسي ايجنڊا صرف آصف زرداري جي ڪردار ڪشي ڪرڻ آهي. اڳيان ملڪ ۾ چونڊون آهن. جيڪي ڌانڌلين سان ڀرپور هونديون، ايندڙ چونڊن بابت عالمي ادارا ۽ مبصر اڳواٽ ئي ڌانڌلين بات خدشا ظاهر ڪري چڪا آهن. اسان سمجهون ٿا ته هن وقت بينظير ڀٽو جي شهادت ڪانپوءِ عوام زبردست پ پ کي ووٽ ڏئي سوڀارو ڪندو پر اصل ۾ سوڀ جي ڪنجي ملڪ جي استبلشمينٽ جي کيسي ۾ آهي. چونڊون جي تاريخ اڳيان اچي ته

چونڊن ۾ ڪاميابي ۽ اقتدار جي چونڊ صرف اسٽيبليشمنيٽ ڪندي. ان ۾ ڪو به شڪ ناهي ته اسٽيبلشمينٽ آصف ڏانهن واجهائي رهي آهي. آصف جي شخصيت کي گهڙي ۽ ڏاهڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهي. آصف ۾ سهپ ۽ برداشت ڪرڻ جي قوت آهي نه پارٽي ۽ اقتدار کي هلائڻ جي سگهه به آهي. هاڻي اهو وڏيڪ منظر چونڊن کان پوءِ سامهون ايندو ته اسٽيبلشمينٽ ۽ آصف ڪهڙي راند ۾ مشغول آهن. آصف عالمي ۽ علائقائي سياست کان باخبر آهي ۽ ملڪي سازشن کان به باخبر آهي. آصف کي اها به خبر آهي ته ارباب رحيم پنجاب جي پرويز الهي کي مني جي جلسه عام ۾ سونو تاج پهرائڻ جو اصل مقصد ڇا آهي. بهرحال پ پ آصف زرداري جي روپ ۾ ليڊر چونڊي ورتو آهي. پ پ جا تيار ڪيل ليڊر عوام وڏي اهميت ۽ حمايت حاصل ڪري وٺندا آهن. ڇاڪاڻ جو پ پ جون جڙون عوام ۾ ڪتل آهن. عوام آصف کي پنهنجو قومي اڳواڻ بڻائي چڪو آهي. عوام جي حمايت، بينظير ڀٽو جي فڪر ۽ سان پنهنجي دانشمندي ۽ هوشياري سان سياست جي ميدان ۾ آصف ضرور ڪاميابيون ماڻيندو.

تاريخ: 12_2_2008

# ڪشمير پالسي بابت
# آصف زرداري
# جي بيان تي هڪ نظر

ڊاڪٽر مبارڪ علي هڪ انٽرويو ( 2005) ۾ چيو هو تہ"عالمي طاقتن جا مفاد پاڪستان سان وابستہ آهن ۽ هتان جو ايليٽ ڪلاس وڏو مضبوط آهي. تنهن ڪري پاڪستان ۾ انقلاب ناممڪن آهي باقي محروم عوام انقلاب جي خواهش رکي ٿو. جيڪڏهن پاڪستان ۾ هڪ مثالي جمهوري سياسي جماعت قائم ٿي وڃي. جنهن جو پروگرام فلاحي ۽ عام ماڻهن جي قسمت ڪي تبديل ڪرڻ وارو هجي تہ اها جماعت عوامي، جمهوري جماعت، انتخابي عمل ذريعي پاڪستان ۾ تبديلي آڻي سگهي ٿي"، جيڪڏهن پاڪستان جي سياسي پارٽين تي نظر ڊوڙائبي تہ هن وقت صرف پ پ اهڙي جماعت آهي جنهن وٽ فلاحي، عوامي پروگرام آهي. هن وقت پ پ پ پرپور عوامي مئنڊيٽ سان حڪومت جوڙڻ جون تياريون ڪري رهي آهي. عوام جون بيتاب نظرون پ پ ڪي اقتدار ۾ اچڻ لاءِ واجهائي رهيون آهن. ڇاڪاڻ جو هن ملڪ جي غريب ۽ محروم ماڻهن جا خواب ساڀيان لاءِ منتظر آهن.

پ پ جي شريڪ چيئرمن آصف زرداري هن وقت تائين جيڪي بہ فيصلا ورتا آهن. اهي انتهائي ڪارائتا آهن. تازو هڪ بيان اهميت جوڳو آهي هن بيان ۾ آصف چيو آهي تہ"ڪشمير مسئلي ڪي پوئتي رکي تجارت ڪي اهميت ڏينداسين" آصف زرداري جو ان قسم جو دليراڻو بيان ماضيءَ ۾ ڪنهن بہ اڳواڻ جو نظر نہ آيو آهي. پ پ جي باني ذوالفقار علي ڀٽو هڪ محب وطن ۾ سچو پاڪستاني هو جنهن وٽ مشرقي پاڪستان جي علحدگي کان پوءِ فوج جي سائز ۽ فوجي خرچن ڪي گهٽائڻ جي خواهشن هئي، پر هن ڪي ڪشمير ڪاز جي ڪري فوج جو تعداد وڌائڻو ۽ فوجي بجيٽ ۾ اضافو ڪرڻو پيو. ان جو هڪ وڏو سبب ڀارت پارن 1974ع ۾ ايٽمي ڌماڪو ڪرڻ هو. جنهن سان پاڪستان ڪمزور پوزيشن ۾ هليو ويو. بينظير ڀٽو پنهنجي ٻنهي حڪومتي دورن ۾ ڀارت

سان نہ چاهيندي بہ سخت رويو رکيو ۽ ڪشمير جدوجهد جي زبردست حمايت ڪئي، ايتري قدر جو افغانستان ۾ طالبان جي ڪابل تي قبضي وقت بہ خاموشي اختيار ڪئي، چاڪاڻ جو بينظير ڀٽو کي اها خبر هئي تہ ڪشمير ۽ افغان پاليسي فوج پاران مرتب ڪئي ويجي ٿي.

آصف جو ڪشمير بابت ان قسم جي بيان مان واضح اشارو ملي ٿو تہ فوج منجهائيندڙ پاليسيون عوامي حڪومت پاران مرتب ڪرڻ لاءِ گنجائش ڪڍي آهي. چاڪاڻ جو فوج سمجهي ٿي تہ وڏيڪ ڪشمير يا افغان مسئلي تي فوج پاران مرتب ڪيل پاليسين کي عوام ۽ عالمي ادارا قبول نہ ڪندا. انهيءَ سبب ڪري فوج کان غلطيون ٿيون آهن ۽ عوام ۾ ساک خراب ٿي آهي. في الحال فوج ان چڪر ۾ آهي تہ ڪيئن بہ ڪري ساک کي بچائجي ۽ ان حوالي سان ايندڙ حڪومت جيڪا پ پ جي هوندي ان کي ڀرپور اختيارات ڏنا ويندا. چا ڪاڻ جو آصف بہ اها حاڪمن کان گهر ڪئي هئي تہ پ پ کي اقتدار ۾ مڪمل اختيار ڏنا وڃن. سنڌس ڪشمير بابت تازي بيان مان لڳي ٿو تہ آصف زرداري يقينن هڪ آزاد ۽ مڪمل بااختيار حڪومت ڪرڻ جي حق ۾ هوندو. ڪيس نہ صرف اسٽيبلشمينٽ ۽ آمريڪا جي حمايت حاصل هوندي پر عوام جو بہ ڀرپور اعتماد ڪيس ئي حاصل هوندو.

عالمي مارڪيٽ ۾ دنيا جو هر ملڪ پنهنجي پنهنجي وس ۽ طاقت آهر رسائي حاصل ڪرڻ جي حق ۾ آهي. پاڪستان کي اقتصادي منڊي ۾ ڏسنداسين تہ هي اهو ملڪ آهي جو بلڪل سطحي ليول تي بيٺل آهي. هن ملڪ کي عالمي ساک رکندڙ بئنڪر معين قريشي ۽ شوڪت عزيز جهڙا وزاعظم بہ اقتصادي ميدان ۾ مجتا ڏياري نہ سگهيا. انهن بئنڪرز جي وزير اعظم هجڻ واري دور ۾ مهانگائي چوٽ تي آئي ۽ عوام جي چيلهہ چبي ٿي پئي. شوڪت عزيز بابت هاڻي ق ليگ جا اهم اڳواڻ بہ اهو چئي رهيا آهن تہ اسٽيل مل، ريئل اسٽيٽ، انوگيهہ، سيمينٽ وارا مسئلا شوڪت عزيز جي غلط پاليسن ڪري عام ماڻهن اڳيان آيا. شوڪت عزيز جي اقتصادي چڪي ۾ پيسجندڙ عوام ڪيئي سال ڀوڳيندو. تازو چونڊن ۾ ق ليگ جي شڪست جو ڪارڻ بہ شوڪت عزيز جون اقتصادي پاليسيون هيون جنهن ڪري ق ليگ ڦهہ ڪري ڪري پئي. هن وقت آصف زرداري اقتصادي طور پاڪستان کي طاقتور ڏسڻ جو خواهشمند آهي. تنهن ڪري هو بهتر معاشي پاليسيون مرتب ڪري عوام کي مالي طور سگهارو بنائڻ چاهي ٿو. آصف پارٽ سان تجارتي ناتا قائم ڪري ايشين منڊي ۾ پير جمائڻ جي ڪوشش ڪندو. هن وقت ايشين اقتصادي منڊي ۾ جتي چائنا، روس، جاپان، ٿائيوان ۽ ڀارت جهڙا ملڪ سگهارا نظر اچن ٿا، اتي پاڪستان پوئين صف ۾ پويون آخري ملڪ نظر اچي ٿو.

ماضيءَ ۾ فوجي حاڪم پاڪ ـ ڀارت تجارتي رابطن کان وڌيڪ فوجي صلاحيت وڌائڻ ۾ مصروف رهيا. نتيجي ۾ عوام جي ڇيلهه ڇڄي ٿي وئي. ملڪي بجيٽ جو وڏو حصو فوجي سازو سامان ۽ فوجي تربيت تي خرچ ڪيو ويو. اهڙي طرح ڀارت ۾ اهڙا حڪمران آيا جن ڀارت کي هڪ نظرياتي رياست طور اميج ٺاهيو ۽ ماڊرن مستحڪم رياست ٺاهڻ تي خاص توجهه ڏني نتيجي ۾ ڀارت جو دنيا جي ترقي يافته ملڪن ۾ شمار ٿيڻ لڳو. جڏهن ته پاڪستان زرعي حيثيت جي حوالي سان وڏي اهميت رکي ٿو پر حڪمرانن جي غلط پاليسن ايشين مارڪيٽ ۾ زرعي پيداور ۾ پنهنجي حيثيت يا اهميت مڃائي نه سگهيو آهي. هن وقت ڀارت پنهنجي پاليسين ۾ ڪامياب نظر اچي ٿو. اڄ ڀارت پنهنجي سياسي تاريخ ۾ وڌ کان وڌ دفاعي بجيٽ پيش ڪري دنيا کي حيران ڪري وڌو آهي. اتي آصف زرداري اهو فيلصو ڪيو آهي ته ملڪ کي تجارتي ميدان ۾ سگهارو ڪيو ويندو. تنهن ڪري ڀارت سان تجارتي ۽ واپاري لاڳاپا وڌائڻ وقت جي اهم ضرورت آهي.

پاڪستان جنهن48 – 1947ع ۾ 153.8 ملين دفاعي بجيٽ پيش ڪئي اها 2005ع ۾ 216258.0 ملين روپيا دفاعي بجيٽ پيش ڪئي. جيڪڏهن دفاعي بجيٽ تي نظرو وجهبي ته صرف چند سالن ۾ يعني سال 02_2001 ع ۾ 1492520.0 ملين جڏهن ته سال 03_ 2002 ۾ 160139.0 ملين رپيا ۽ 04_ 2003 ۾ 180537.0 ملين ۽ سال 05_ 2004 ۾ 216258.0 وڏي رقم دفاعي بجيٽ لاءِ مختص ڪئي وئي. هاڻي جيڪڏهن اها بجيٽ اڌ حصي جيتري به عوام جي ترقي ۽ رياستي ادارن جي مضبوطيءَ ۽ ملڪ جي تعمير ۽ ترقي لاءِ رکي وڃي ها ته شايد هي ملڪ ڀارت کان وڌيڪ سگهارو هجي ها. پر پوءِ اهو اقتصادي هجي يا دفاعي هر سطح تي پاڪستان مالا مال هجي ها. اسان جا حاڪم پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ ڪشمير مسئلو اپاري جنگ جي نالي تي ملڪ جو ناڻو کپائيندا پئي رهيا آهن. آئن ٽالبوٽ A Modern Pakistan History ۾ لکي ٿو ته پاڪستان جي سياست تي "A" الله، آمريڪا ۽ آرمي تي مبني آهي، پاڪستان جي مستقبل جو انحصار عالمي حڪومتن، ادارن آڏو ڪشتو جهلڻ سان نه ۽ نه وري اسلامي نعرن ۽ نه وري آمرن جي دورن سان ڳنڍيل آهي. پاڪستان جي سالميت ۽ بقا عوامي بيچيني کي روڪڻ آهي. ماضي ۾ نظر انداز ڪيل عورتون، اقليتون شهري ڳوٺاڻن، غريب ماڻهن جي اقتدار ۾ شرڪت کي يقيني بنائڻ سان آهي.

**تاريخ : 6_3_2008**

# مشرف جون نوازيل پارٽيون خوف ۾ مبتلا ڇو؟

ايم ڪيو ايم جي سياسي تاريخ مان پتو پوي ٿو تہ هو ڪڏهن بہ جمهوري سياست جو حصو نہ رهي آهي. هنن يا تہ رجعت پسند ڌرين جو ساٿ ڏنو آهي، جيئن سنڌ ۾ ڄام صادق ۽ ارباب رحيم جو ساٿ ڏنو يا وري فاشسٽ ڌرين جي ساٿ ۾ هلندا رهيا آهن. ان جو وڏو سبب اهو آهي تہ فاشسٽ ۽ غير جمهوري قوتن سان گڏجي اقتدار ۾ پائيوار ٿي سنڌي اڪثريت مٿان ڏاڪو جمائڻ ۽ مراعتون حاصل ڪرڻ هو. هن وقت ايم ڪيو ايم جي اها مجبوري آهي تہ هو فاشسٽ ۽ آمريت سان واڳيل ڌرين سان سٽ ۾ هلي. جمهوريت ڪان خوف ڪائيندڙ ايم ڪيو ايم 18 فيبروري جي چونڊن ۾ يقينن اڳ جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ صوبائي اسيمبلي ۾ ٽوٽل 49 سيٽون حاصل ڪيون آهن. جڏهن تہ پ پ پ 92 سيٽون حاصل ڪري اڪثريتي پارٽي جو اعزاز ماڻي ورتو آهي. سنڌ اسيمبلي جي 168 واري ايوان ۾ حڪومت سازي، من پسند فيصلن جي منظوري لاءِ 85 سيٽون ڪنهن بہ پارٽي  ڪي هئڻ ضروري آهن. جيڪي سيٽون هن وقت پ پ وٽ آهن. پ پ بغير ڪنهن پارٽي جي تعاون سان پنهنجا فيصلا ڪري سگهي ٿي. پ پ پ جمهوري سوچ ۽ پارٽي هئڻ سبب ايم ڪيو ايم کي سنڌ اسيمبلي ۾ پنهنجو پارٽنر بنائڻ لاءِ تيار آهي ان جو مثال اهو آهي تہ پ پ جو خير سگالي وفد نامزد وزيراعليٰ سيد قائم علي شاھ جي اڳواڻيءَ ۾ 90 تي ويو ۽ ايم ڪيو ايم سان سنڌ ۾ حڪومت ناهڻ لاءِ ڳالهيون ڪيون پ پ جي وفد جو 90 تي وڃڻ سنڌي عوام کي سنو ڪو نہ لڳو ۽ نہ وري ايم ڪيو ايم دلي طور پ پ سان گڏجي ڪم ڪرڻ تي راضي نظر اچي ٿي. ايم ڪيو ايم جي ٻٽي روين سبب سچائي تي شڪ ڪري سگهجي ٿو ڇاڪاڻ جو نجي ٽي وي تي ڪئپيٽل ٽاڪ ۾ ايم ڪيو ايم جي پارلياماني اڳواڻ فاروق ستار جا لفظ رڪارڊ تي آهن جن ۾ چيائين تہ "اسان کي خوف آهي تہ ايندڙ پارليامنيٽ کي يرغمال بڻايو ويندو" هاڻي جڏهن پارليامينٽ جڙي ٿي ڪانهي جتي آصف زرادري ۽ نواز شريف جي مري معاهدي جي سموري ملڪ جي عوام آجيان ڪري ٿو سول سوسائٽي، وڪيل ۽ ميڊيا بہ ان کي سنو سوڻ قرار ڏئي خير مقدم ڪري ٿي اتي انهي ڏينهن

فاروق ستار جو مٿيون بيان ڪيترن ئي خدشن کي جنم ڏئي ٿو ۽ ان غير جمهوري روين کي ظاهر ڪري ٿو جيڪو سنڌن سياسي مزاج آهي. چوندن ڪانپوءِ فورن سنڌ جي گورنر عشرت العباد خان ايم ڪيو ايم وفد سميت صدر مشرف سان ملاقات ڪئي. ان ملاقات ۾ جمهوري قوتن جي ڪٽڻ بابت انهي خوف جي آگاهي ڏني جنهن ۾ هو پاڻ کي UNSECURE محسوس ڪرڻ لڳا آهن تنهن تي مشرف کين دلجاءِ ڏني. اهڙي دلجاءِ ڪانپوءِ سندسن لهجي ۾ توانائي آئي. خاص ڪري نواز شريف جي حوالي سان سخت بيان ڏيندي چيائون ته نواز شريف سان ڳالهائڻ جو اسان کي شوق ڪونهي نواز شريف کي نه ملڪي مفاد عزيز آهي نه وري افهام تفهيم وارو ماحول. جڏهن ته نواز شريف ايم ڪيو ايم جي حوالي سان پنهنجو موقف پاڪستان اچڻ کان اڳ لنڊن ۾ ڪوئنايل اي پي سي اجلاس ۾ واضع رکيو هو ته ايم ڪيو ايم سان ملي حڪومت نه ٺاهينداسين. متحده دهشتگردي ۾ ملوث رهي آهي ان وقت نواز شريف حڪيم محمد سعيد جي قتل جو به حوالو ڏنو اهڙي واضع موقف کان پوءِ ايم ڪيو ايم کي به سمجهڻ گهرجي ته نواز شريف جتي مشرف سان مهاڏو اٽڪايو بيٺو آهي اتي مشرف جي حواري جماعتن سان ڪيئن اتحاد ڪندو؟ جتي ايم ڪيو ايم جمهوري قوتن جي ڪاميابي تي خوفزده آهي ته اتي اڪيلي سر اڪثريت ماڻيندڙ پ پ پ به ايم ڪيو ايم جي هڙتال ۽ دهشتگردي واري سياست کان خائف آهي. پ پ جو 90 تي وڃڻ جي صرف هڪ مجبوري اها آهي ته سندس خلاف محاذ آرائي شروع ڪندا پ پ خلاف جيڪڏهن چار يا پنج هڙتالون ٿيون ته پ پ جو سرڪاري وهنوار هلائڻ مشڪل ٿي پوندو. تنهن ڪري پ پ جي خواهش آهي ته ايم ڪيو ايم کي ساڻ کڻي هلجي ته جيئن سنڌ حڪومت جو وهنوار آساني سان هلائي سگهجي ۽ عام ماڻهن جا مسئلا حل ٿي سگهن. جاڪان جو ماضيءَ ۾ ڪيتري عرصي کان پ پ جو اقتدار کان الگ رهڻ ڪري سنڌي عوام کي سهولتون ۽ مراعتون ڪو نه مليون آهن. نتيجي ۾ هاڻي سنڌي عوام جون نظرو پ پ جي عوامي حڪومت ۾ ڪتل آهن. تنهن ڪري پ پ جي قيادت کي هر فيصلو ذاتي رنجش ۽ انائن سان نه پر ڏاهپ سان ڪرڻو پوندو.

سڀ ڳالهيون رڪارڊ تي آهن ته اسٽيبلشمينٽ ايم ڪيو ايم کي سنڌ ۾ وڏي ۾ وڏي سياسي ۽ اليڪشن ڏر بنائڻ جي خواهش رکندي آئي. جيڪا سنڌ اسيمبلي ۽ سنڌ حڪومت کي يرغمال بڻائيندي من پسند فيصلا ڪندي رهي آهي ۽ لاتعداد مراعتون حاصل ڪندي رهي آهي اهڙي طرح وزير اعليٰ ارباب رحيم جي حڪومت کي ڏسنداسين ته سنڌ جي اڪثريتي پارٽي پ پ کي اسٽيبلشمينٽ ڪارنر ڪري ايم ڪيو ايم کي جيڪا ٽوٽل آبادي جو 15 سيڪڙو آبادي آهي ان جماعت کي 85 سيڪڙو آبادي مٿان زوري مسلط ڪيو

ايم ڪيو ايم جي مسلط هئڻ سان سنڌ جي قومي ۽ جمهوري سياست کي فطري طور اسرڻ نه ڏنو ويو. گذريل سموري وايو منڊل ۾ دنيا کي اهو تاثر ڏنو ويو ته اصل سنڌ جي اثرائتي ڌر ايم ڪيو ايم آهي ۽ ايم ڪيو ايم جي دعويٰ کي هٿي ڏيڻ ۾ سنڌ جي انهن وڪاميل سنڌي اديبن ۽ سياستدانن جي شموليت به آهي. انهن سنڌي اديبن، دانشورن ۽ سياستدانن کي اها خبر ئي نه آهي ته انهن جي شموليت سان سنڌ جي اصل ڪاز کي ڪيڏو نقصان پهتو آهي ۽ ايم ڪيو ايم کي ڪيترو فائدو پهتو آهي.

پ پ کي نه صرف ايم ڪيو ايم طرفان چئلينجز سامهون آهن ساڻ پ پ کي سنڌ جو مستقبل به اڳيان آهي جتي آصف زرداري صوبائي خودمختياريءَ جي مسئلي بابت چٽو موقف رکيو آهي اميد آهي ته فيصلي وقت سنڌ جي وحدت، سالميت ۽ سنڌي ماڻهن جي ترقي ۽ خوشحاليءَ کي به اڳيان رکيو ويندو. چاڪاڻ جو سنڌ کي هن وقت ڪو به مضبوط قائد ڪونهي سنڌ جيڪا آزادي جي ڳالهه ڪندي هئي هاڻ آزادي گهرڻ ۾ ڪينرائي خطرا اڳيان آهن تنهن ڪري پاڪستان جي وحدت ۾ رهندي صوبائي خودمختياريءَ جي ڳالهه ڪرڻ سنڌي ماڻهن سان مفاد وارا هوندي ان لاءِ آصف زرداري جي قيادت جيڪا به هڪ امتحان واري مرحلي مان گذري پئي ان قيادت کي قوت ۽ سگهه بخشڻي پوندي. آصف زرداري جيترو سگهارو هوندو اوترو ئي سگهارو فيصلو ڪندو. هن وقت نائين جيڪي به سياسي فيصلا ڪري چڪو آهي، اُهي اڳتي هلي درست ثابت ٿيندا. اصل امتحان ايم ڪيو ايم جو به آهي ڏسون ته هاڻي هو به ڪهڙو ڪردار ادا ڪن. ايم ڪيو ايم جنهن اقتدار ۾ رهي مزا ۽ مراعتون ماڻيون آهن. اُهي هاڻي اقتدار کان ٻاهر ڪيئن ويهي سگهندا. ايم ڪيو ايم اقتدار بنا ائين هوندي جيئن مڇي پاڻي کانسواءِ.

تاريخ: 12_3_2008

# مشرف، بينظير ڀٽو

# ۽

# آمريڪي ايجنڊا ؟

آمريڪي نائب پر ڏيهي وزير جان نيگرو پونٽي ٻن ڏينهن جي دوري کان پوءِ واپس آمريڪا روانو ٿي ويو آهي. مجموعي طور هن دوري کي جنرل مشرف سان ڳالهين جو ناڪام دور چيو وڃي ٿو. آمريڪا کان روانو ٿيڻ وقت جان نيگروپونٽي آمريڪي پريس کي ٻڌايو ته پاڪستان ۾ جمهوريت پٽڙي تان لهي وئي آهي، ان سلسلي ۾ وچان پيو“ ان جي جواب ۾ جنرل مشرف جو بيان آيو ته جمهوريت کي پٽڙي تان لاهڻ وارن کي اسان ناڪام بڻائي ڇڏيو آهي. بهر حال پاڪستان ۾ جنرل مشرف پاران ايمرجنسي لڳائڻ واري عمل کانپوءِ آمرڪا ناراض نظر اچي پئي . جان نيگرو ذريعي صدر بش جو صدر مشرف ڏانهن موڪليل خط ۾ به صدر بش اهو مطالبو ڪيو آهي ته ايمرجنسي ختم ڪري شفاف ۽ غير جانبدار چونڊون ڪرايون وڃن. ساڻ صدر مشرف کي اهو به چيو ويو آهي ته هو وردي لاهڻ وارو واعدو پورو ڪري ان قسم جون ڳالهون نيگرو پونٽي صدر مشرف وچ ۾ اسلام آباد ۾ ٿيون. جنهن ۾ نيگرو پونٽي زور ڏيندي چيو ته”ايمرجنسي جو خاتمي سميت سياسي اڳواڻن جي گرفتاري وارو سلسلو بند ڪيو وڃي ۽ ميڊيا تان پابندي هٽائي وڃي. ايمرجنسي واري حالت ۾ منصفاڻيون ۽ قابل اعتبار چونڊون مشڪل آهن ۽ عالمي برادري ايمرجنسيءَ هيٺ ٿيل، چونڊن جي نتيجن تي شڪ ڪري سگهي ٿي.

بينظير ڀٽوءِ مشرف وچ ۾ پيدا ٿيل اختلافن بابت جان نيگرو پونٽي چيو ته انتها پسنديءَ کي شڪست ڏيڻ لاءِ مشرف ۽ بينظير ڀٽو اختلاف وساري مفاهمت وارو رستو اختيار ڪن، ان سلسلي ۾ ضروري هداتيون ڪٽي آمريڪي سفير پيٽرسن پڻ بينظير ڀٽو وٽ بلاول هائوس پهتي. جڏهن ته جنرل مشرف جان نيگرو پونٽي کي جواب ڏنو ته اسان ايمرجنسي ختم ڪرڻ جو ٽائيم نٽا ڏئي سگهون“ جان نيگرو پونٽي جنرل مشرف مان مايوس ٿي هڪ اهم گڏجاڻي جنرل

اشفاق ڪياني ۽ آءِ ايس آءِ جي اڳواڻ جنرل نديم تاج سان ڪئي.
جنهن ۾ ملڪي حالتن تي ڳالهيون ڪيو ويون جنهن ۾ سوات آپريشن ڪانسواءِ ايمرجنسي هٽائڻ ۽ بينظير ڀٽو سان مفاهمت ڪرڻ موضوع گفتگو رهيا.

جان نيگرو پونٽي جون جنرل اشفاق سان ڳالهون انتهائي حساس سطح جون رهيون. وچڻ ڪان اڳ جان نيگرو پونٽي هڪ ضروري ٽاسڪ جنرل اشفاق ڪياني حوالي ڪري ويو آهي. جان نيگرو پونٽي مشرف جي رويي ڪان ناراض آهي، آمريڪا يقينن جنرل اشفاق تي شفقت جو هٿ رکيو آهي. ڇاڪاڻ جو جنرل مشرف جو سياسي گراف عالمي برادريءَ اڳيان انتهائي هيٺين سطح تي ڪري چڪو آهي. ان جو فائدو جنرل اشفاق کي ٿيندو جنهن جو گراف ملڪ ۽ ٻاهرين دنيا ۾ وڌندو ٿو وڃي. جنرل اشفاق جي اعليٰ خوبين ۽ صلاحيتن ڪري قومي مفاهمت بينظير ڀٽو ۽ جنرل مشرف وچ ۾ پيدا ٿي. جيڪا اصل ۾ ايجنڊا آمريڪا جي آهي. ان ٽاسڪ ۾ جنرل اشفاق ڪياني ڪامياب ويو هو جو جنرل مشرف دبئي هلي وڃي بينظير ڀٽو سان ڳالهيون ڪيون. قومي مفاهمت وارو آرڊيننس جاري ڪيو. جنهن سان بينظير ڀٽو سالن جي جلاوطني ختم ڪري واپس وطن آئي ۽ پنهنجون سياسي سرگرميون شروع ڪري ڇڏيون پر ٿوري وقت ۾ بينظير ڀٽو کي پنهنجي وجود لاءِ چوڌري برادران خطرو سمجهڻ لڳا آهن ۽ جنرل مشرف کي بينظير ڀٽو خلاف ڪن پريندا رهيا آهن ۽ مشرف غلطين مٿان غلطيون ڪندو رهيو. آخر نتيجو اهو نڪتو جو بينظير ڀٽو ۽ جنرل مشرف وچ اختلاف پيدا ٿيا. جنهن کي سلجهائڻ لاءِ جان نيگرو پونٽي پاڪستان پهچي ويو ۽ مشرف مان هڪ ڀيرو ٻيهر مايوس ٿي واپس آمريڪا هليو ويو. آمريڪا جي اهڙي رويي کي محسوس ڪندي جنرل مشرف سعودي حڪومت کي مصالحت لاءِ اپيل ڪئي آهي.

هاڻي آمريڪي قيادت يقينن مشرف جو متبادل ڳولي چڪي آهي. هن وقت سموري سياسي حالتن جو ٽاسڪ جنرل اشفاق ڪيانيءَ کي ڏنو ويو آهي. هاڻي اهو ڏسڻو آهي ته هو ڇاتو ڪري؟ جنرل اشفاق ڪافي وقت آءِ ايس آءِ ۾ رهڻ دوران سڀ داءَ پيچ ڄاڻي ٿو ۽ سياسي، عسڪري ۽ بين الاقوامي حالتن ڪان سني طرح واقف آهي ۽ اعليٰ صلاحيتن جو مالڪ آهي جنهن جو اعتراف نه صرف آمريڪي ڪن ٿا پر انهن سان گڏ جنرل مشرف به ڪندو رهي ٿو. ڪجهه اطلاع هي به آهن ته هڪ ٻن ڏينهن ۾ جنرل اشفاق ڪيانيءَ ۽ جنرل مشرف وچ ۾ انتهائي اهم ملاقات ٿيڻ واري آهي. جنهن ۾ جرنل اشفاق، جرنل مشرف کي قائل ڪري وٺندو ته هو جلد از جلد آمريڪي خدشن کي دور ڪري. جيڪو ملڪ ۽ قوم جي ڀلي ۾ آهي. ٻي صورت ۾ آمريڪا فوجي ۽ ٻي امداد بند ڪري ڇڏيندو.

جنهن سان ملڪ ۾ وڏو بحران پيدا ٿيندو ڪافي نقصان ٿيندو. جيئن مشرف چوي ٿو ته جمهوريت کان پهريان ملڪ وڏي اهميت رکي ٿو ته جنرل اشفاق ڪياني به ائين چوندس ته توهان جي پاليسين ۽ ذاتي انائن کان وڌيڪ ملڪ اهميت رکي ٿو. ان اهم گڏجاڻي ڪانپوءِ جنرل مشرف جيڪو هن وقت پ پ کان دور بيٺل نظر اچي ٿو ته پوءِ شايد اهي دوريون ختم ٿي سگهن. اهڙي حالتن ڪي جنرل مشرف به سنگهي ورتون آهي. تنهن ڪري هو جلد پنهنجي پاليسين تي نظرثاني ڪرڻ وارو آهي. ميڊيا تان پابندي هٽائڻ کان اڳ ۾ وردي لاهڻ وارو وعدو پورو ڪرڻ. سياسي قيدن کي رها ڪرڻ وارو عمل نگران وزير اعظم محمد ميان سومرو جي چوڻ تي شروع ٿي چڪو آهي. باقي ايمرجنسي هٽائڻ وارو مرحلو به جلد چونڊن کان اڳ ۾ حل ٿي ويندو. جنرل مشرف جتي ڊاهڻ ڄاڻي ته اتي هو ٺاهڻ جو به وڏو ماهر آهي. هن وقت هن جيڪو به ڪجهه ڪيو آهي اهو هميشه ڪيس ڦبي ويو آهي. ائين ٿي سندس ڪاميابين جو سلسلو جاري آهي. ان جو هڪ سبب اهو آهي ته سندس هٿ ۾ فوجي ڏنڊي جو هجڻ جنهن ڪري سيئي فوجي ۽ سول ادارا سندس ڪنٽرول ۾ اٿس. هڪ ادارو عدليه جو هو جنهن ۾ پي سي اوتحت ججن کي آٺي قسم کٽايو. اهو به ڪيس ڦبي ويو اٿس. اعليٰ عدالتون پنهنجو ڪم ڪري رهيون آهن. آهسته آهسته پي سي او تحت قسم کڻندڙ جج ڪورٽن ۾ ڪم ڪندا. ٿوري گهٽي گڙٻڙ وڪيلن طرفان آهي. وڏو ڳالهه اها آهي ته عدالتي بحران تي نيگرو پونتي به ڪجهه نه ڳالهايو ۽ نه وري ڪو آمريڪن پاران ان بحران تي توجهه ڏني ٿي آهي. تنهن ڪري صدر مشرف کي ان پاسي کان دلجاءِ آهي نتيجي ۾ سپريم ڪورٽ صدر جي اهليت خلاف درخواستون خارج ڪري ڇڏيون . بيون سندسن وڏو مسئلو سوات آپرشن آهن. جتي فوج ڇتي ويڙهه ۾ مصروف آهي. فوج پاران سوات ۾ طالبان تحريڪ جو خاتمي جي تاريخ ڊسمبر جي آخر تائين ۽ ملڪي چونڊن کان اڳ ۾ ڏني آهي. هن وقت طالبان ويڙهاڪن ۾ شامل پرڏيهي ويڙهاڪ جيڪي وزيرستان، اتر ۽ ڏکڻ کان پهتا آهن. انهن تي ڪنٽرول ڪري خاتمو آندو ويندو جيڪڏهن مشرف انهيءَ جنگ ۾ ڪاميابي ڪانپوءِ وڏا خطرناڪ طالبان ڪمانڊر گرفتار ڪري ورتا جن جي توقع آهي ته پوءِ آمريڪا جون سڀ ناراضگيون دور ٿي سگهن ٿيون ۽ پوءِ آمريڪا وٽ جنرل مشرف جو سياست ۾ هيٺ ڪريل گراف مٿي اچي ويندو ۽ وري اقتدار جا مزا بغير ڪنهن خوف جي پيو ماڻيندو. ٻي طرف بينظير پڻو به ڊسمبر جي آخر تائين پنهنجي رويي ۾ گهٽي تبديلي آڻيندي. چاڪاڻ جو بينظير ـ مشرف جي آڏو هڪ ڪمزور عورت آهي. هن وقت جيڪو به هو ڪري پئي ان ۾ آمريڪا جي مهربانيءَ ۽ مشرف جي شفقت شامل آهي. هن وقت جيڪي به بيان ڏئي ٿي اهو به آمريڪا جي سهاري تي ڏي ٿي. جنرل مشرف

فوجي ڏنڊي جڏهن جنرل اشفاق کي ڏيندو تڏهن جنرل مشرف هڪ ڪمزور پوزيشن ۾ هليو ويندو. ان وقت هن کي بينظير ڀٽو جي اڃا به وڌيڪ ضرورت محسوس ٿيندي. تنهن ڪري بينظير ڀٽو ۽ مشرف ڊسمبر جي آخر تائين هڪ ٻئي جي تمام گهڻو ويجها ايندا. بينظير ڀٽو جو اعتراض اهو آهي جيڪو آمريڪا جو آهي ته ڀوءِ مشرف جلد اهو پورو ڪرڻ وارو آهي جيڪو جان نيگرو پونٽي جنرل مشرف کي چئي ويو آهي ۽ وڌيڪ ٽاسڪ جنرل ڪياني کي ڏئي ويو آهي ان صورت ۾ ڀوءِ ڪنهن کي طاقت آهي جو آمريڪا سرڪار کي آڏو جواب ڏي. چاڪاڻ جو اسان کي کاڌ خوراڪ لاءِ گهڻي امداد آمريڪا مهيا ڪندو آهي تنهن ڪري بينظير ڀٽو ۽ مشرف جتان کان ٽٽا هئا اتي ئي وڃي ڳنڍيا. چاڪاڻ جو ٻنهي جي ايجنڊا هڪ آهي. اها آهي آمريڪا جي خاص ايجنڊه. عوام جي ايجنڊه ته ڪنهن وٽ به ڪونهي سيني کي آمريڪا کي راضي رکڻ کانپوءِ پنهنجي پنهنجي پيٽ ۽ کيسي ڀرڻ جي ايجنڊه آهي. چاڪاڻ جو جمهوريت هن ملڪ لاءِ هڪ بي معنيٰ لفظ آهي جتي طاقتور ان کي پنهنجي مرضي مطابق هلائي ٿو.

تاريخ:2007_11_21

# ملڪي سالميت لاءِ پنهنجن صفن ۾ اتحاد ضروري آهي.

ملڪ ۾ ايمرجنسي ( هنگامي حالتون ) نافذ ڪري عالمي سطح تي پاڪستان جي ساک کي متاثر ڪيو ويو آهي. انٽرنيشنل ميڊيا جنهن ۾ خاص ڪري پرنٽ ميڊيا شامل آهي. اڳ ۾ ئي پاڪستان جي رياست کي ناڪام ۽ خطرناڪ اسٽيٽ قرار ڏيڻ بابت ڪالم ۽ اداريا لکي چڪي آهي. نيوز ويڪ جو مضمون پاڪستان بابت انتهائي ڏکوئيندڙ هو. تازو صدر مشرف جو ايمرجنسي نافذ ڪرڻ وارو عمل ثابت ڪري ٿو تہ پاڪستان هڪ خطرناڪ اسٽيٽ بڻجي چڪو آهي جتي مسئلا ايترا ڳنڀير آهن جو حڪمرانن کي ايمرجنسي جو سهارو وٺڻو ٿو پوي، ايمرجنسي ڪنهن آزاد رياست لاءِ سندس ساک جي حوالي سان سٺو سنئوڻ ڪونهي. ان حوالي سان عالمي سطح تي پاڪستان ۾ ايمرجنسي واروي نفاذ کي ننديو ويو آهي. صدر پاڪستان ايمرجنسي نافذ ڪرڻ واري خطاب ۾ چيو تہ عدليہ ۽ انتظاميہ ۾ اعتماد جي کوٽ سبب ملڪي سالميت خطري ۾ پئجي وئي هئي. هاڻي جڏهن ملڪ جي اهم ستونن ۾ ڏار هجن ۽ انهن ڏارن جو سبب ايمرجنسي بڻجي وڃي تہ پوءِ ان رياست جا پيرا ناڪام رياست ڏانهن وڃن ٿا.

هڪ طرف صدر مشرف صاحب جي اهليت، نواز شريف جي وطن واپسي وارا ڪيس هئا ٻئي طرف پوليس ۽ اسلام آباد جي انتظاميا خلاف فيصلو هو. جنهن تي مشرف صاحب ناراض نظر پئي آيو. ان ۾ بہ ڪو وڏاءُ ناهي تہ صدر صاحب عدليہ جي هر حڪم کي اکين تي رکندو آهي پر جن پوليس آفيسرن کي عدليہ پاران سزائون مليون تہ بيوروڪريسي لڏي وئي صدر صاحب کي مشورا ڏنا ويا تہ هاڻ ججن مان ڇوٽڪارو ضروري آهي. نتيجي ۾ ٻين مسئلن يعني دهشتگرديءَ جي آڙ ۾ ايمرجسني نافذ ڪري ججن مان جان ڇڏائي وئي. ايمرجنسي يا مارشل لا جو لفظ ڪو هن ملڪ جي ماڻهن لاءِ نئون ڪونهي. هي

بئي لفظ هن ملڪ جي تاريخ ۾ نمايان حصثيت رکن ٿا. ملڪ ۾ پهرين ايمرجنسي گورنر جنرل غلام محمد 24 آڪٽوبر 1954 ع ۾ نافذ ڪري ان وقت جي وزيراعظم کان جان ڇڏي هئي. پر اها ايمرجنسي غلام محمد چيف جسٽس آف پاڪستان جسٽس منير جي مشورن سان لڳائي هئي. جڏهن تہ صدر مشرف وزيراعظم شوڪت جي مشوري سان ايمرجنسي لڳائي ۽ چيف جسٽس آف پاڪستان افتخار چوڌري کان جان ڇڏائي وئي آهي. اهڙي طرح 1954 ع کان 2007 سواءِ 1971 واري جنگ کان سڀ ايمرجنسون حاڪمن پنهنجي مفادن کي سامهون رکي لڳايون آهن. صدر رفيق تارڙ واري ايمرجنسي کي اسان درست چئون ٿا تہ ايٽمي بم ڌماڪي بعد عالمي برادري پاڪستان جي مالي امداد بند ڪري ڇڏي هئي ۽ ٻيا ڪيئي خطرا سامهون آيا هئا. پر هينئر اهڙي قسم جو ڪو بہ خطرو ڪونهي جو ايمرجنسي نافذ ڪئي وڃي.

پاڪستان جي موجوده حالتن کي پيش نظر رکندي عالمي برادري تشويش جو اظهار ڪيو آهي. ڪراچي ڪارساز بم ڌماڪو راولپنڊي ۽ سرگوڌا ۾ خودڪش بم ڌماڪن کان پوءِ عالمي ساک رکندڙ رسالن ۽ اخبارن ۾ مختلف قياس آرائيون ڪيون ويون آهن. انهن کان سواءِ عالمي سياسي ادارا، مالياتي ادارا، ٿنڪ ٽينڪ وغيره بہ پاڪستان جي رياست کي خطرناڪ ۽ ناڪام رياست تصور ڪري هيا آهن. انهن ادارن پاڪستاني حڪومت کي پنهنجي خيالن کان آگاهہ ڪري ڇڏيو آهي. خبرن جي عالمي ويب سائيٽ Star. Com اسٽار ڊاٽ ڪام پنهنجي تازي رپورٽ ۾ لکيو آهي تہ "پاڪستان ۾ ٿيندڙ خودڪش حملن ثابت ڪيو آهي تہ هي ملڪ هڪ پيرو پيهر ناڪام رياست جي درجي جي ويجهو اچي پهتو آهي. پاڻ کي دهشتگردي جي خلاف جنگ ۽ عالمي برادري جو اهم پارٽنر سڏرائيندڙ ملڪ اندروني طور ڪاچي چڪو آهي. ايندڙ چند ڏينهن ۾ موجوده صورتحال تي سنجيدگيءَ سان ڪنٽرول نہ ڪيو ويو ۽ خاص ڪري اتر وزيرستان متعلق حڪومت پنهنجي پاليسي جو پيهر جائزور نہ ورتو تہ پوءِ اهو ڏينهن پري ناهي جو پاڪستان هڪ ناڪام رياست بڻجي وڃي". ان حوالي سان فوج مان رٽائرڊ ٿيل جوائنٽ چيف آف اسٽاف، آءِ ايس آءِ جو سربراهہ جنرل احسان الحق جو واشنگٽن مان بيان سامهون آيو چيو تہ" باهرين خطرن کان وڌيڪ ملڪ ۾ اندر خطرناڪ مسئلا آهن. جيڪي ملڪي سلامتي لاءِ چئلينج بڻيل آهن. اسان جي ڪوشش هئڻ گهرجي تہ اسان پهريان اندروني مسئلن کي سياسي تدبر سان حل ڪريون" جنرل احسان جو بيان هن موقعي تي وڏي اهميت رکي ٿو. جنرل احسان جو بيان انهيءَ سوچ جي ويجهو آهي، جيڪا پاڪستان جي سلامتيءَ بابت خدشا ڏيکارين ٿا. پر جنرل احسان اندروني مسئلن کي سياسي تدبر سان حل ڪرڻ جي صلاح ڏني آهي ايمرجنسي

نافذ ڪرڻ سان نہ.

خودڪش بم ڌماڪن ۾ عراق پهريون نمبر تي هو ۽ هاڻ پاڪستان انهيءَ ڳڻپ ۾ اڳي ٿيندو پيو وڃي. جنهن کي حڪومت روڪڻ ۾ ناڪام وئي آهي. حڪومتي ترجمان ائين پيا چون تہ خودڪش بم ڌماڪن کي روڪڻ اسان جي وس ۾ ناهي. جيڪڏهن حڪومت عوام جي جان ۽ مال جي حفاظت نٿي ڪري سگهي تہ ڇا عوام ائين ئي دهشتگردن ۽ انتها پسندن جي اڳيان يرغمال بڻبو رهندو ۽ حڪومت انتهاپسندي آڏو بيوس بڻيل رهندي آخر ڪيستائين يرغمال بڻبو رهندو. اهڙي بيوس بڻيل ماڻهن ۽ حڪومت جي حالت ڏسي آمريڪا جي سينٽرل ڪمانڊ جي اڳواڻ ايڊمرل جي فالن پاڪستان جي طوفاني دوري تي پهتو. جي فالن صدر مشرف سان ملڪ جي اندورني معاملن تي ڳالهيون ڪيون خاص ڪري عسڪري امور تي غور ڪيو. جي فالن آمريڪي قيادت جي تشويش کان بہ صدر مشرف کي آگاهه ڪيو. جيڪي انتهاپسندن جي خلاف ڪارروايون بابت هيون. جي فالن صدر مشرف کي قبائلي علائقن خاص ڪري سوات ۾ انتها پسنديءَ خلاف هلندڙ فوجي آپريشن ۾ مدد ۽ سهڪار جي پيشڪش ڪئي جنهن تي صدر مشرف اعتماد ۾ وٺندي جي فالن کي ٻڌايو تہ قبائيلي علائقن ۾ آمريڪي فوج جي سهڪار سان آپريشن وڌيڪ مسئلا پيدا ڪندو. ان لاءِ پاڪستاني فورسز بهتر آهي ۽ جلد هلندڙ آپريشن جو نتيجو سامهون ايندو. بهتر ٿيندو تہ صر ف انٽيليجنس ۽ فوجي ٽيڪنيڪي شعبي ۾ سهڪار ڪيو وڃي.

گذريل هفتي ڀارتي اخبار ٽائمز آف انڊيا پنهنجي اداريي ۾ لکيو هو تہ پاڪستان ۾ اختيارن ۾ شرڪت سبب ملڪ جي ٽن طاقتن فوج, خفيہ حساس ادارن ۽ سول ۾ ورهاست تي چڪي آهي ۽ اترين علائقن ۾ طالبان جي خطرناڪ ارادن ۾ بي پناهہ اضافو ٿي رهيو آهي". هتي نوٽ ڪرڻ جهڙيون بہ ڳالهيون هي آهن تہ هڪ تہ ادارن جو پاڻ ۾ ٽڪراءَ پيو طالبانائيزيشن جو پاڪستان اندر ڦهلجڻ. يقينن اهي ٻئي مسئلا اهڙا آهن جيڪي رياست کي اڌوهي وانگر کائي رهيا آهن. وڏي ڳالهہ اها آهي تہ اسان جا ادارا بہ پنهنجي حيثيت ۽ طاقت مڃائڻ لاءِ هڪ ٻئي کي ڪمزور ڪري رهيا آهن. عدليہ کي جيڪڏهن ڏسجي تہ عدليہ جيڪو ڪجهہ ٻئي ڪيو اهو بہ پنهنجي طاقت ۽ حيثيت مڃائڻ لاءِ ڪري رهي هئي. حالانڪ ان عدالتي عمل سان عوام کي فائدو بہ رسيو پر دارصل عدليہ بہ پنهنجي وجود جي جنگ پئي وڙهندي آئي ۽ وڙهندي وڙهندي هڪ ٻئي مڪي جو نشانو بڻجي رنگ کان آوٽ ٿي وئي, اها بہ حقيقت آهي تہ جتي عدليہ جو تاريخي ويڙهہ کانپوءِ وقار بلند ٿيو آهي. ان جي پيٽ ۾ حساس ادارا جيڪي سياسي معاملن ۾ مداخلت سبب عوام مان اعتماد وڃائي ويٺا آهن. اڄ ڪالهہ

ملڪ ۾ جيڪو ڪجهہ ٿئي ٿو تہ ان جو الزام حساس ادارن مٿان هنيو ٿو وڃي. تنهن ڪري هن وقت ملڪ جي سيني فوجي ۽ سول ادارن، سول سوسائٽي، سياستدانن، ڪامورن، جوڊيشري ۽ وڪلين کي ملڪي سالميت بابت سوچ رکڻ گهرجي. پاڻ کي طاقتور بڻائڻ واري سوچ رکڻ گهرجي پنهنجن روين ۽ لهجن کي درست ڪرڻ گهرجي. ملڪ ڪنهن خطرناڪ طوفان جي زد ۾ اچي ڪنهن انجام تي پهچي ان کان اڳ پنهنجن صفن کي درست ڪرڻ گهرجي. ان عمل سان ئي پنهنجو ملڪ بچائي سگهنداسين. اسان کي اهو بہ ياد رکڻ گهرجي تہ جتي آمريڪا کان عراق ۾ مسئلا حل نہ ٿي سگهيا آهن تہ اتي آمريڪا عراق کي ٽڪرن ۾ ورهائڻ واري سازش ۾ رڌل آهي. ان حوالي سان آمريڪا، پاڪستان ۽ افغانستان ۾ طالبان، القاعده خلاف جنگ وڙهي رهيو آهي. اهو آمريڪا جڏهن پنهنجا مفاد حاصل ڪري نہ سگهندو تہ شايد پاڪستان کي ٽڪرن ۾ ورهائڻ جهڙو منصوبو جوڙي وٺي ڇاڪاڻ جو پاڪستاني رياست جي وجود بابت اڳ آمريڪي ٿنڪ ٽينڪ خطرناڪ خدشا ظاهر ڪري چڪي آهي.

# بينظير ڀٽو کي
# ڪھڙيون قوتن
# نقصان پھچائڻ گھرن ٿيون؟

ملڪ ۾ انتھا پسندي ۽ ڊاڪٽر قدير ٻه اهڙا عالمي مسئلا آهن جن تي حڪمرانن سان گڏ فوج به ورهايل نظر اچي ٿي. فوج اندر هڪ ڌڙو اهڙو به آهي جيڪو انتھاپسندي ۽ ڊاڪٽر قدير پاران مختلف ملڪن کي ڏنل ايٽمي مواد جي حوالي سان ڊاڪٽر قدير جو سخت مخالف آهي. ان فوجي ڌڙي جي رهنمائي جنرل مشرف ۽ ساٿي جنرل ڪري رهيا آهن. جيڪي لبرل آهن جڏهن ته فوج ۾ ٻيو ڌڙو اهڙو آهي جيڪو انتھا پسند سوچ جو مالڪ آهي، جن جا واسطا مختلف جهادي تنظيمن سان آهن ۽ ڊاڪٽر قدير جا زبردست حمايتي آهِن فوج ۾ مختلف سوچ هئڻ ڪري فوج اندر Divisions پيدا ٿي چڪيون آهن، اهڙي قسم جون ذهني ۽ فڪري ورهاڱو مضبوط ۽ منظم ادارن به کي تقسم ڪري وجهندو آهي، جيڪا هڪ تشويش واري ڳالھ آهي.

آمريڪا ۽ يورپي طاقتور ملڪن جي سھڪار سان پاڪستان ۾ پتھل محترمه بينظير ڀٽو به اها ايجندا کڻي آئي آهي جنھن ايجنڊه جي ڪاميابي لاءِ جنرل مشرف پاڻ پتوڙي رهيو آهي. بينظير ڀٽو ملڪ مان انتھا پسندي جو خاتمو آڻڻ، ڊاڪٽر عبدالقدير جي ٻانهن عالمي ائٽامڪ انرجي ڪميشن حوالي ڪرڻ سان گڏ اهو به مطالبو ڪيو آهي ته نه صرف ڊاڪٽر قدير خان کي پر ان جي ڪاروبار ۾ سندس ساٿارين کي به گرفتار ڪري جاچ ۾ شامل ڪيو وڃي. بينظير ڀٽو جو اهو خيال آهي ته ڊاڪٽر قدير پاران ايٽمي رازن کي منتقل ڪرڻ ۾ ڪجھ رٽائرڊ جنرل به شامل آهن جن بابت ڄاڻ پاڪتاني خفيه ايجنسي کي آهي انهن جنرلن کي جاچ ۾ شامل ڪيو وڃي حقيقت ۾ اها ڊڪٽيشن به آمريڪا جي آهي جيڪا آمريڪين جي زبان ۾ بينظير ڀٽو ڳالھائي رهي آهي. ان جو هڪڙو سبب اهو به آهي ته انهن جنرلن کي چتاءُ ڏيڻو آهي، جيڪي طالبان کي مدد ڏيئي سگھارو ڪري رهيا آهن. ظاهر آهي جڏهن اُهي رٽائرڊ بااثر

جنرل جڏهن اها ڌمڪي ڏئي رهيا هئا ته يقينن هو به منظر تي بينظير ڀٽو لاءِ پريشاني جو سامان مهيا ڪندا رهندا . باقي سوال جنرل مشرف جو ته ان وقت في الحال فوجي ڏنڊي اجان تائين هٿ ۾ آهي، تنهن هوندي به سندس مثان به پيرا خودڪش حملا ٿي چڪا آهن چاڪاڻ جو مشرف وٽ به انتهاپسندي جو خاتمو ۽ قدير خان سائنسدان جو مسئلو اڳيان آهي، جنرل مشرف ته پنهنجي ڪتاب "سڀ سي پهلي پاڪستان" ۾ ڏاڍو واضح ۽ ڪليل انداز ۾ لکيو آهي ته نومبر 2003ع ۾ اسان جاچ ڪئي ته خبر پئي ته عبدالقدير خان اهڙيون سرگرميون پهريان کان يعني 1987ع ۾ شروع ڪيون هيون. ايران کي 95-1994ع ۾ 9 سو جي تعداد ۾ پي آءِ مشيينو ن ٺاهڻ جو آرڊر ڏنو انهن مشنين کي ورهائڻ لاءِ دبئي موڪليو ويو. ان حوالي سان مجموعي طور هڪ ناگوار تصوير اڀري رهي هئي. قدير خان دبئي ۾ قائم دفتر مان پنهنجي زير زمين تنظيم ذريعي پوري دنيا ۾ ائٽمي فني مهارت وڪڻي رهيو هو. تنظيم جي ٻي شاخ دبئي ۾ هئي ۽ ان جو ڪم سامان ڪٺي اماڻڻ ۽ نيئڻ ( رسد ۽ ترسيل ) هو. ان ڪاروبار ۾ ڪيئي ڳجها غير معتبر ماڻهو ۽ يورپي ڪاروباري ادارا شامل هئا".

هن وقت دنيا تي هٿيارن جو ڪاروبار ڪندڙ ماڻهو چانيل آهن. انهن ۾ امير ترين عرب يورپ جا انگريز يهودي ۽ هاڻ ڪجهه هندو به اهڙي ڪاروبار ۾ شامل ٿي چڪا آهن. جيئن يورپين جو خيال آهي ته القاعده جو نيٽ ورڪ پوري دنيا ۾ آهي تهڙي طرح هٿيارن جو ڪاروبار جو نيٽ ورڪ پوري دنيا ۾ ڦهليل آهي. هاڻي بينظير ڀٽو به ان نيٽ ورڪ کي ڇيهو رسائڻ چاهي ٿي پر ٻي طرف ڪاروباري قسم جو نيٽ ورڪ يا انتهاپسندي جي نيٽ ورڪ کي ختم ڪرڻ اڪيلي سر بينظير ڀٽو جو ڪم ناهي، انتهاپسندي ۽ قدير خان واري نيٽ ورڪر کي ختم ڪرڻ کان اڳ خود بينظير ڀٽو جو خاتمو ٿي سگهي ٿو. چاڪاڻ جو شروع ٿيل هن جنگ ۾ بينظير ڀٽو انتهائي ڪمزور ڌر آهي جنهن کي ڪٺي ڪيڏي به آمريڪا ۽ يورپي ملڪن جي مدد يا تعاون حاصل هجي ته به نقصان بينظير ڀٽو کي ئي رسندو.

بينظير ڀٽو کي ختم ڪرڻ به ان عالمي ڪاروباري مافيا جي ايجنڊا آهي. جنهن جون لنڪ هتي جي رٽائرڊ جنرلن سان آهن. تنهن ڪري بينظير ڀٽو جي قافلي تي تازو ٿيل آپگهاتي حملو به انهن رٽائرڊ جنرلن جن کي ضياءالحق جي بقايات جو نالو ڏنو وڃي ٿو انهن جي کاتي ۾ هٽي چڙهيو آهي، انهن جنرلن جي باقيادت خفيه ادارن ۾ موجود آهي. جيڪڏهن اسان جا خفيه ادارا انهن رٽائرڊ جنرل کي فالو نه ڪن ها ته شايد ملڪ مان ڪڏهو ڪو انتها پسندي ۽ طالبانائيزيشن، لالا مسجد جهڙا واقعا جنم ئي نه وٺن ها. ان حوالي سان برطانوي حڪومت ته پاڪستان جي هڪ خفيه اداري کي ختم ڪرڻ جو به مطالبو ڪيو

هو جڏهن تہ آمريڪا بہ خفيہ ايجنسين تي عدم اطمينان جو اظهار بار بار ڪندو ٿو اچي. آمريڪا پاران اهي بہ خدشا ڏيکاريا ويا تہ رٽائرڊ جنرل افغانستان اندر طالبان کي مضبوط ڪن ٿا ۽ آپگهاتي بمبارن جو فصل تيار ڪن ٿا. اهي جنرل ئي خودڪش بم ڌماڪن جا اصل ماسٽر مائينڊ آهن.

16 آڪٽوبر تي بينظير ڀٽو پاران مشرف ڏانهن لکيل خط ۾ واضع لکيو هو تہ مون کي انتهاپسندن مان ڪوبہ خطرو ڪونهي. مون کي خطرو ضياء جي باقيات مان آهي، جيڪي مشرف جي حڪومت ۾ نظر اچن ٿا. ساڻ اهو بہ چيو تہ مون تن ماڻهن جن ۾ رٽائرڊ جنرل بہ شامل آهن. انهن جا نالا مشرف کي لکي موڪليا هئا. اُهي ماڻهو مون کي جاني نقصان رسائي سگهن ٿا. ٻي طرف 18 آڪٽوبر واري آپگهاتي حملي ڪانپو فورن آصف علي زرداري جو بيان سامهون آيو. جنهن ۾ چيائين تہ ان حملن ۾ خفيہ ادارو ملوث آهي. اسان کي مفاهمت واري ڳالهہ تي ٻيهر نظر ثاني ڪرڻي پوندي. آصف زرداري يا بينظير ڀٽو جي موقف کي ان ڪري فوقيت حاصل آهي تہ انتهاپسندن جي ڪنهن بہ گروپ يا بيت الله محسود واري گروپ 18 آڪٽوبر واري حملي جي ذميواري نہ قبولي آهي، جيڪڏهن جهادي تنظيمون ذميواري قبول نہ ٿيون ڪن تہ پوءِ بينظير ڀٽو ۽ آصف زرداري جو شڪ بلڪل درست آهي.

ماضي ۾ ڀٽو فيملي جا شهيد ٿي ويل ڪونڌر بہ فوج ۽ ڪاموار شاهي جي سازشن جوشڪار ٿيا. تنهن ڪري 18 آڪٽوبر تي بينظير ڀٽو جي قافلي تي خوني حملو بہ انهيءَ سازشي ٽولي جو منصوبو ٿو لڳي. جيڪو ملڪ ۾ ترقي پسند ۽ روشن خيالي جو سخت ترين مخالف آهي. هاڻ اُهي ساڳيا انتهاپسند، ڪاموارشاهي ۽ فوجي جنرل بينظير ڀٽو کي ختم ڪرڻ جا خواهشمند آهن. جن هميشہ ڀٽو فيملي جا لاش ڪيريا آهن. ذوالفقار ڀٽو کي آپرشين فيئر پلي هجي يا آپريشن مڊنائيٽ جئڪال ذريعي مارائڻ يا مير مرتضيٰ کي بيدرديءَ سان مارائڻ هجي يا پ پ کي ايم ڪيو ايم سان ويڙهائي. آءِ جي آءِ يا ق ليگ کي ڳاهي پ پ کي شڪست ڏيڻ هجي يا بينظير ڀٽو خلاف ديني عالمن کان فتوائون جاري ڪرائڻ هجن. عورت وزيراعظم کي سلوٽ نہ ڪرڻ جا اعلان هجن يا جنرل ظهير الاسلام جي قيادت ۾ اسلامي انقلاب لاءِ بغاوت ڪرڻ انهن سيني حوالن ۾ فوج ۽ ڪاموراشاهي سڌي طرح ملوث رهي آهي. تنهن ڪري ڀٽو خاندان کي نقصان پهچائڻ جي تاريخ ۾ اسان کي انتهاپسند ديني جماعتن جو عڪس نظر نٿو اچي. تنهن ڪري 18 آڪٽوبر تي ٿيل. بينظير ڀٽو جي قافلي مٿان حملو اهو مذهبي جهادي تنظيمن بلڪل نہ پر ڪاموراشاهي ۽ فوج جي رٽائرڊ جنرلن ۽ خفيہ ايجنسين جي مهربانين سان اهو آپگهاتي حملو ٿيو هوندو. بهرحال 18 آڪٽوبر واري حملي جي انڪوائري بين القوامي خفيہ ايجنسين

ڪان ڪرائڻ جي بينظير ڀٽو پاران مطالبو ڪيو ويو آهي. ان جو واحد سبب اهو آهي تہ بينظير ڀٽو جو خفيہ ايجنسين تي ڪو بہ ڀرسو ناهي ۽ نہ ئي ڀلائي جي ڪا توقع رکي ٿي. بينظير ڀٽو جي اهڙي مطالبي جي پيش نظر لاهور ۾ آمريڪي قونصليٽ جنرل برائن ڊي هنٽ بہ بيان ۾ چيو تہ "آپگهاتي حملي جي انڪوائري بينظير ڀٽو جي مطالبي تحت ڪئي وڃي"، ٻي طرف برائن دي هنٽ اهو بہ دعوي' سان چيو تہ "اسان کي خبر آهي تہ ان حملي ۾ ڪير ملوث آهي".

بينظير ڀٽو جي وطن ورڻ کان اڳ آمريڪا ۽ خود بينظير ڀٽو پاران سلامتي واري سوال کي وقت بوقت مشرف ۽ سندس وفد آڏو رکيو ويو هو جنهن بابت سرڪاري وفد ۽ خود جنرل مشرف تحفظ ڏيڻ جي يقين دهاني ڪرائي هئي ۽ مشرف سرڪار مڪمل تحفظ فراهم ڪرڻ جو بين الاقوامي مبصرن سميت مفاهمت واري عمل ۾ شامل سڀني ڌرين کي يقين ڏياريو هو جنهن جي ذميواري بہ مشرف کنئي هئي. پر اوچتو اُهي قوتون ڪامياب ويون جو هيڏي ساري سيڪيورٽي ۽ حفاظتي اُپاءُ باوجود بينظير ڀٽو جي قافلي مٿان خودڪش حملو ڪرڻ ۾ ڪامياب ويا. ان ڌماڪي ڪانپوءِ عالمي ليول تي مشرف جي ساک خراب ٿي ۽ اُهي قوتون آمريڪا کي اهو پيغام ڏيڻ چاهين پيون تہ آمريڪي ايجنڊا کي ڪٽي ايندڙ هر ماڻهو جو حشر ائين ٿيندو جئين بينظير جي قافلي مٿان ٿيو آهي. انهن خطرناڪ قوتون ان حملي ڪانپوءِ بينظير ڀٽو کي چونڊ مهم کان ڪارنر ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ٻي طرف بينظير ڀٽو جو عزم سامهون ڏسڻ ۾ آيو تہ هن مشرف سان ٿيل مفاهمتي عمل کي ڪنهن بہ طرح نشانو نہ بڻايو نہ وري دهشتگرد قوتن آڏو بيوس بڻجي ڪارنر ٿي ويهي رهي. بينظير ڀٽو واقعي ڪانپوءِ ٽيئن ڏينهن شهيدن جي گهر وڃي انهن جي پونيئرن سان تعزيت ڪئي ۽ مختلف اسپتالن ۾ وڃي زخمين جي عيادت ڪئي. اهڙي عمل انهن فاشسٽ ڌرين کي حيران ڪري وڌو آهي.

هاڻي ڏسڻو اهو آهي 18 آڪٽوبر جي واقعي جي ملڪي تحقيقاتي ، خفيہ ايجنسين وارين ٽيمون ڪهڙيون ٿيون رپورٽ پيش ڪن ۽ اندورني طور پر ڏيهي خفيہ ايجنسيون ڪهڙيون ٿيون رپورٽون بينظير ڀٽو ۽ جنرل مشرف حوالي ڪن. ماضيءَ ۾ رونما ٿيندڙ سانحن ۽ واقعن بابت اعليٰ عدالتي ڪميشن، پوليس ۽ خفيہ ادارن جو ن تحقياتي ٽيمون اڃا تائين ڪنهن بہ سازش کي بي نقاب ڪري عوام آڏو نہ آڻي سگهيون آهن. هن ڀيري ڏسون تہ ان قسم جا تحفيقاتي ادارا ۽ ٽيمون بينظير ڀٽو سان ڪهڙو ٿيون انصاف ڪن.

تاريخ: 24_10_2007

# هاڻي اقتدار
# ڪنهن کي ملندو؟

پاڪستان جي سياست سائوٿ ايشيا واري خطي ۾ وڏي دلچسپ رهي آهي، اقتدار جي حاصلات لاءِ جيڪي مڪاريون ۽ حرفتون هن ملڪ ۾ ٿيون آهن. اهو هڪ تاريخ جو انوکو باب آهي. 1947ع کان هن وقت تائين جيڪي به حڪمران رهيا. تن کي يا ته مارايو ويو يا استعيفائون يا برطرفين جو منهن ڏسڻو پيو هن وقت شيڪسپيئر جا لفظ ياد اچن ٿا" خدا جي واسطي اسان کي گاهه تي ويهي بادشاهن جي مرڻ جا قصا ورجائڻ ڏي، اهڙي طرح ڪن کي معزول ڪيو ويو. ڪن کي جهنگلن ۾ شڪار ڪندي قتل ڪيو ويو، ڪن جي زندگين کي سندن دشمنن تباهه ڪري ڇڏيو ڪن کي ننڊ ۾ ستل حالت ۾ موت جي واٽ ڏيکاري وئي. ۽ ڪن کي سندن زالن زهر ڏئي ماري ڇڏيو". وليم شيڪسپيئر جي لفظن ۾ پاڪستان جي اقتداري سياست جي جهلڪ نظر اچي ٿي. شيڪسپيئر جي لفظن جا عڪس دنيا جي انهن ملڪن جي اقتداري سياست جي حاصلات ڪندڙ فردن تي پون ٿا جيڪي اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار هوندا آهن.

پاڪستان جي اهڙي قسم جي سياست ۾ اهڙا ماڻهو شامل آهن. جيڪي اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ سڀ ڪجهه ڪرڻ لاءِ تيار هوندا آهن. حڪمران جي قتل، برطرفين ۽ استعيفائن جي پويان ڪي لڪل ڳجها هٿ هوندا آهن. جيڪي پنهنجي مفادن تحت رياست کي هلائڻ يا ماتحت رکندا آهن. اهي ڳجها هٿ جنهن کي شفقت جو هٿ ڇيو وجي ٿو جنهن پارٽي يا فرد مٿان رکندا اهو ملڪ جو بادشاهه ٿي ويندو آهي ۽ جڏهن هٿ ڍرو ڪندا آهن ته تخت سميت بادشاهه به ڌڙام ڪري هيٺ ڪري پوندو آهي.

هاڻي ڏسڻو اهو آهي ته موجوده حڪمران ماضي جي تجربن ۽ حالتن کي سامهون رکندي ڪهڙو سبق حاصل ڪن ٿا ۽ پنهنجي بچاءَ لاءِ ڪهڙا ٿا اپاءَ وٺڻ، هن وقت حڪومت جي خاتمي لاءِ سياسي ۽ ديني جماعتون گڏجي چڪيون آهن. عالمن جا قتل ٿين پيا. بجلي جو بحران، سرڪاري ملڪيتن کي خانگائڻ

حڪمران ڌر جي ماڻهن پاران ڪميشن طور ورتل رشوت اسٽاڪ ايڪسچينج ۾ غبن، سميت ملڪ ۾ مهانگائي. بک، بيروزگاري پاڙيسري ملڪن سان رسا ڪشي واري خارجه پاليسي، ۽ ٻيا ڪيترائي مسئلا هر حڪومت کي ڪيرائڻ لاءِ ڪافي هوندا آهن.

مخالف ڌر جي پارٽين جي اسيمبلي ميمبرن پنهنجون پنهنجون استعيفائون پنهنجن اڳواڻن جي حوالي ڪري ڇڏيون آهن صوبائي ۽ قومي اسيمبلين ٽوڙڻ ڏينهن ۾ ٽنڊڻ واريون آهن. جنهن جا چٽا امڪان موجود آهن، جنهن لاءِ نگرانن جي ڳولا به زور شور سان جاري آهي.

ملڪ جي سياسي پارٽين تي نظر ۽ ڳوڙهي مطالعي مان پتو پيو ته ايم ايم اي متحده مجلس عمل وارن کي اها پڪ آهي ته هو ايندڙ چونڊن ۾ اڪثريت سان ڪاميابي ڪو نه ماڻيندا. گذريل چونڊن ۾ ايم ايم اي کي سرحد صوبي ۾ حڪومت ۽ قومي اسيمبلي ۾ ڪافي سيٽون ملي ويون، جيڪي مٿان وارن جي شفقت سان مليون هيون. سي هاڻي ڪو نه ملنديون ڇا ڪاڻ جو هن وقت شفقت جو هٿ ڪنهن ٻي پارٽي ڏانهن ڪڇيل آهي، نواز ليگ ۽ پ پ پ وارن جي وچ ۾ ميثاق جمهوريت وارو معاهدو ٿي چڪو آهي پر هاڻي ڏسڻو اهو آهي ته نواز ۽ بينظير مان وفا ڪير ٿو ڪري، ڪير ٿو ڪنهن جا ترا ڪڍي، صدر مشرف نواز ليگ کي ڪنهن به صورت ۾ قبول نه ڪندو جڏهن ته ڊاڪٽر شير افگن به چئي ڇڏيو آهي ته، "بينظير ڀٽو لاءِ صدر مشرف ٽڏي دل رکي ٿو. ڇاڪاڻ جو بينظير ڀٽو جو ڪردار بي داغ آهي. هن تي ڪو به ڪرپشن جو ڪيس ثابت ٿي نه سگهيو آهي". هاڻي جيڪڏهن حڪومتي ڌر جي ماڻهو بينظير ڀٽو لاءِ ائين چوي ته سمجهڻ گهرجي ته هن وقت شفقت جو هٿ پ پ وارن مٿان آهي.

باقي ق ليگ وڃي رهي ٿي، جيڪا وڃي چوڌري برادران جي جهول ۾ پوندي ۽ هن وقت چوڌاري برادران لاءِ ڪيترين ئي مشڪلاتون پيش آيون آهن چوڌري ڀائرن جي سياست مان پاڪستان جا اهم ادارا ناراض ٿي پيا آهن. باقي رهيو سوال صدر مشرف جو وري هڪ ڀيرو بيهر موجوده اسيمبلين ذريعي ملڪ جو صدر چونڊرائڻ جو ان تي ڳالهائڻ يا لکڻ قبل از وقت ٿيندو ڇا ڪاڻ جو اهو عمل هڪ وڏي ڊرامي جي شڪل اختيار ڪندو.

بهر حال ان ڊرامي جي اسٽيج تيار ٿي چڪي آهي. جنهن ۾ ملڪ جا حساس ادارا مک سياسي پارٽين جا اڳواڻ ۽ بيورو ڪريسي. پنهنجو پنهنجو ڪردار نڀائيندا. جيڪو عمل شروع ٿي چڪو آهي.

مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان ته هن وقت شفقت جو هٿ پ پ وارن جي مٿان آهي. پ پ پ 1985ع وانگر چونڊن ۾ ميدان ڇڏڻ وارو خيال ترڪ ڪري ڇڏيو آهي پ پ وارا اها غلطي دهرائڻ نه ٿا چاهن . ڪارڪنن جو

قيادت مٿان دٻاءُ آهي تہ ڪهڙي بہ حالت ۾ اقتدار حاصل ڪجي. جنهن سان ڪارڪنن ۾ هڪ نئون روح. نئون اتساهہ پيدا ٿيندو ڪارڪنن جا ڪم ڪار ٿيندا نوڪريون ملنديون ۽ پارٽي ۾ نئين سري سان طاقت ۽ توازن پيدا ٿيندو . ٻي صورت ۾ جيڪڏهن هن ڀيري اقتدار کان پ پ ٻاهر رهي تہ پارٽي ڪمزور ٿي پوندي. ڪارڪن وڏيڪ قرباني جو بار برداشت ڪري نہ سگهندا ڪارڪن طويل جدوجهد ڪري ٿڪجي پيا آهن تنهن ڪري هيٺ مٿاهين ڪري اقتدار حاصل ڪجي بينظير ڀٽو صاحبہ ملڪ جي اندروني ۽ خارجي حالتن تي نظر رکيون اچي، تنهن ڪري هن اڳ ئي اعلان ڪيو آهي تہ چونڊن کان اڳ ۾ ملڪ واپس ورندي.

ٻي طرف اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ بينظير ڀٽو آمريڪا جا دورا ڪري چڪي آهي آمريڪي اسٽيٽ ڊپارٽمينٽ جي اعليٰ عملدارن ۽ آمريڪي ڪانگريس جي ميمبرن سان ملاقاتون ڪري چڪي آهي. جنهن ۾ بينظير آمريڪي مفادن جو خيال رکڻ جي خاطري بہ ڪرائي چڪي آهي، تنهنڪري آمريڪا وارن شفقت ڀريو هٿ هن ڀيري بينظير ڀٽو ۽ پ پ جي قيادت تي نظر اچي ٿو . اهي بہ اطلاع آهن تہ آمريڪا هن ڀيري تمام ڳرا شرط رکيا آهن، جنهن ۾ ايران ۽ افغان ملڪن بابت واضح پاليسي جيڪا آمريڪي مفادن وٽان هجي ۽ سائنسدان قدير خان جو هٿ ڏيڻ بہ شامل هوندو جيڪي انتهائي سخت مطالبا آهن.

هاڻي ڏسڻو اهو آهي بينظير انهن آمريڪي مطالبن جي روشني ۾ ڪهڙا ٿي فيصلا ڪري، جنهن ۾ ملڪ جو وقار ۽ عزت جو سوال بہ سامهون آهي. ٿامس ڪار لائل چواڻي تہ تاج ظاهري تہ هيرن ۽ موتين جو هوندو آهي پر حقيقت ۾ اهو ڪنڊن جو ٺهيل هوندو آهي.

تاريخ: 27_7_2006

# استيل مل، نجڪاري عمل ۽ حب الوطني وارو ماپو.

23 جون تي سپريم ڪورٽ آف پاڪستان جي نَو رڪني لاجر بئنچ پنهنجي مختصر فيصلي ذريعي استيل مل نجڪاري واري عمل کي غير آئيني غير قانوني غير شفاف ۽ رولز جي خلاف ورزي قرار ڏيندي نجڪار ي واري معاهدي کي ڪالعدم قرار ڏنو. ساڻ وفاقي حڪومت کي سفارش ڪئي تہ هن اهم نجڪاري واري مسئلي کي گڏيل مفادن واري ڪونسل جي سامهون رکيو وڃي اهو تاريخي فيصلو چيف جسٽس اف پاڪستان جسٽس افتخار محمد چوڌري پڙهي ٻڌايو. استيل ملز نجڪاري عمل کي پيپلز ورڪرز يونين عدالت ۾ چئلينج ڪيو هو. ورڪرز جو موقف هو تہ استيل مل اصل ۾ ورڪرز جي ملڪيت آهي هو ڪيترن ڏهاڪن کان هن اداري سان وابستہ آهن هنن کي اعتماد ۾ ورڻ بنا سڀ ڪجهہ تي رهيو آهي ٻيو تہ استيل مل هن وقت بہ منافعي ۾ هلي رهي آهي پر مل جي انتظاميا ملڪ جي صنعت سان وابستہ مافيا، حڪومت جي ملي ڀڳت سان مل کي هلڻ نہ تي ڏنو ۽ مل کي پرائيويٽ ڪرڻ جا بهانا ڳولهي رهي آهي. مل کي پرائيويٽ ڪرڻ سان هڪ طرف ملازمن جي جهجهي تعداد ۾ ڇانٽي ڪئي ويندي ٻي طرف مل جي زمين جيڪا اربين روپين جي ماليت جي آهي، اها سستي اگهہ ۾ وڪرو تي ويندي صرف زمين جو وڪرو ڪرڻ عيوض هتي هڪ ٻي استيل مل لڳي سگهي ٿي ۽ ٻيا ڪوڙ سارا خدشا يونين پاران ڏيکاريا ويا آهن.

سپريم ڪورٽ جي فيصلي کي ملڪ جي سيني محب وطن ماڻهن ساراهيو ۽ اکين تي رکيو. هر طرف خوشي جي لهر ڇانئجي وئي. سنڌ سان عشق رکندڙ ماڻهن کي بہ سرهائي ٿي ۽ ورڪرزيونين وارن کي ڪجهہ آٿت ملي.

گڏيل مفادن واري ڪونسل جي فيصلي موجب استيل مل کي ٻيهر نجڪاري واري عمل مان گذاريو ويندو. ڪونسل ۾ ٿي وفاقي وزير، چار وڏا وزير، ۽ وزيراعظم چيئرمين طور شريڪ هئا. هن ڪونسل جي اجلاس ۾ سرحد جي وڏي وزير اڪرم دراني استيل مل نجڪاري واري عمل جي مڪمل طور مخالفت

ڪئي. دارني سميت مل جو مزدور طبقو هڪ ڀيرو ٻيهر مايوس ٿيو ۽ عام ماڻهو ٻه هڪ ڀيرو ٻيهر پريشان ٿي ويا هئا.

ان سلسلي ۾ هڪ ٽي وي چئنل کي جواب ڏيندي خزاني واري وزارت جي صلاحڪار ڊاڪٽر سلمان شاهه چيو ته سپريم ڪورٽ جي فيصلي موجب مشترڪ مفادن واري ڪونسل ٺاهي وئي ان جي ڏنل فيصلي موجب نجڪاري واري عمل کي شفاف بڻائيبو. ساڳيو پروسس ۽ ساڳيو پروسيجر هوندو اهڙي نجڪاري واري عمل سان اسٽيل مل جو مستقبل شاندار ٿيندو ۽ قيمت به اسان کي سٺي ملندي، هن وڌيڪ چيو ته نجڪاري واري عمل ۾ موجود شڪ ۽ شبهن کي دور ڪيو ويندو.

هاڻي سوال اهو ٿو اڀري ته جيڪڏهن نجڪاري واري عمل ۾ پروسيجر ۽ پروسس ساڳيو هوندو ته پوءِ سپريم ڪورٽ جي ڏنل فيصلي جو ڇا ٿيندو. ڇاڪاڻ جو سپريم ڪورٽ جي فيصلي ۾ به ڪيترن خدشن جو ذڪر مليو ٿو. آخر ڳالهه ته وڃي اتي بيٺي جتان شروع ٿي هئي سنڌي ۾ چواڻيءَ ساڳيا لاٽون ساڳيا چگهه.

آخر ڪهڙو سبب آهي جو اسٽيل مل کي وڪرو ڪيو پيو وڃي. ڪن ماڻهن جو چوڻ آهي ته هن وڏي يونٽ کي سچائي ايمانداري سان هلايو وڃي ته هي يونٽ وڌيڪ منافعو ڪمائي سگهي ٿو آخر وڪرو ٿيڻ ڪانپوءَ به هي يونٽ انسان ئي هلائيندا ڪي ملائڪ سگورا لهي ڪو نه هلائيندا ڇا اسان جي ماڻهن ۾ ايترو ٽيلينٽ ڪونهي يا هو مل کي هلائڻ جي اهليت نٿا رکن. بلڪ اسان جي ماڻهن ۾ اهليت ۽ ٽئلينٽ موجود آهي پر حڪمرانن کي نظر نٿو اچي. الائي ڇو حڪمرانن کي پاڪستان جي هر ننڍي وڏي صنعتي اداري کي وڪڻ جي خواهش رهي آهي. هو ڪنهن ڪنهن يونٽ کي وڪرو ڪندا. هن سال ڪيترن ئي اهم ادارن کي خانگي طور وڪرو ڪرڻ جي حڪومت خواهش رکي ٿي. اسٽيل مل جيئن ته ڪراچي ۾ آهي ۽ سمنڊ ڪناري ويجهو آهي هن جي حساسيت کي به نظر ۾ رکيو وڃي ۽ ملڪي سالميت جي نقط نگاهه کان به ڏٺو وڃي.

وفاقي وزير نجڪاري زاهد حامد ٽي وي چئنل کي جواب ڏيندي چيو ته اسان گڏيل مفادن واري ڪائونسل جي فيصلي ڪانپوءِ نجڪاري واري معاملي بابت براڊبيس ۽ ڪمپريهينسو پروگرام جوڙيو آهي جنهن تحت ملڪ جي سيني وڏن يونٽن کي پرائيويٽائيز ڪيو ويندو. سوال اهو به پيدا ٿئي ٿو ته اهڙا حساس يونٽ جيڪڏهن وڪرو ڪجن ته ٻاهرين ڪمپنين ۽ ڪنسورشيم کي ڇو؟ پنهنجي ملڪ جي سٺي ساک رکندڙ سرمائيڪارن صنعتڪارن کي ڇو نه وڪرو ڪئي وڃي. ڇا ڪاڻ جو سياڻي يونٽ جي هلڻ ۽ نه هلڻ جي صورت ۾

پنهنجي ملڪ جي صنعتڪارن جي ڳچيءَ ۾ هٿ آساني سان پئجي سگهي ٿو وفاقي وزير زاهد حامد ان سلسلي ۾ چيو آهي ته اسين Potential Investors کي نجڪاري واري عمل ۾ شامل ڪنداسين. اهو ڪير هجي ۽ ڪٿان جو به هجي جيڪڏهن اهڙا خيال سائين جن جي دل ۽ دماغ ۾ آهن ته پوءِ نجڪاري وري عمل جا معيار ۽ ماپا به پاڪستاني حب الوطني جي طابع هئڻ گهرجن.

نجڪاري ڪميشن تي هيل تائين ڪيترئون آڱريون ڳچي چڪيون آهن پاڙيسري ملڪ جي صنعتي دماغ وارن ماڻهن جون ڪراچي جي صنعتي ادارن تي اکيون ڪتل آهن. تازو رئيل اسٽيٽ جي ڪاروبار ۾ افواهه پئي هليا ته پارٽي سرمايه ڪار اربين روپيا ڪمائي پڇي ويا جن ماڻهن مهانگي قيمت ۾ زمينون ۽ پلاٽ خريد ڪيا هئا اهي هاڻي منهن مٿو پٽي رهيا هئي طرف ڪراچي اسٽاڪ ايڪسچينج ۾ ڪجهه مهينا اڳ هڪ گهوٽالي جنم ورتو جنهن ۾ ماڻهن جا اربين رپيا ٻڏي ويا جنهن جي جاچ اجا تائين هلي ٿي ان معاملي پويان ممبئي اسٽاڪ مارڪيٽ جي ماڻهن جا لڪل هٿ مليا.

اسٽيل مل نجڪاري واري مرحلي ۾ جنهن روسي ڪنسوريشم . Magnitogorsk ironsteel کي مل وڪرو ٿي ان جي پويان ن به اسٽيل جي واپار سان وابستا مشهور شخصيت لڪشمي ميتل جا هٿ نظر آيا. لڪشمي ميتل رومانيه ۾ اسٽيل مل خريد ڪرڻ لاءِ برطانوي وزيراعظم ٽوئني بليئر جون خدمتون حاصل ڪيون نتيجي ۾ هن صاحب ليبر پارٽي جي اڪائونٽ ۾ هڪ لک پنجويهه هزار پائونڊ چندي طور جمع ڪرايو هو. لڪشمي ميتل اسٽيل مل جي نجڪاري واري معاملي تي هڪ پاڪستاني صنعتڪار سان لنڊن ۾ ملاقات ڪئي هئي. جتي نجڪاري وارو معاملو طئه ٿيو آهي. اهو جڏهن راز حڪمرانن جي ڪنن تي پهتو ته حڪمران به حيران ٿي ويا اسٽيل مل نجڪاري جو ٻيو وڏو پارٽنر عارف حبيب هو. جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته هو جڏهن ڪراچي اسٽاڪ مارڪيٽ جو چيئرمين هو ته هن صاحب عوام کان 300 ارب حاصل ڪري هڙپ ڪري ڇڏيا. هاڻي هي ماڻهو ماريشس ۾ ان هڙپ ڪيل ناڻي جي بنياد تي ڊي ڪمپني جي نالي سان وڏيڪ ناڻو ڪمائي رهيو آهي. ماڻهن عارف حبيب خلاف سپريم ڪورٽ ۽ هاءِ ڪورٽ ۾ ڪيس داخل ڪرايا پر ڪيس هلندا رهيا ۽ هلندا ئي رهندا ماڻهن جو الله واهي.

هاڻي حڪمرانن کي سمجهڻ گهرجي ته نجڪاري وارو معاملو ڪيترو ڏکيو ۽ خطرناڪ آهي وک وک تي نانگ ريڙهيون ڏئي گهمي رهيا آهن. ڪابينا ڪميٽي براءِ نجڪاري ڪميشن وارن تي ماڻهو آڱريون کڻي رهيا آهن. جڏهن نجڪاري ڪميٽي جي ميمبرن تي ماڻهن شڪ ظاهر ڪندي عدم اعتماد جو اظهار ڪن ته اهڙي نجڪاري واري عمل ۾ شڪ شبها ضرور پيدا ٿيندا. هاڻي

نجڪاري ڪميٽي وارا اڪيون ٻوٽي فيصلا ڪندا تہ نتيجا خراب نڪرندا. تنهن ڪري نجڪاري واري معاملي تي هر قدم چنبڙي ڦوڪي کنيو وڃي ساڻ عوام کي اعتماد ۾ ورتو وڃي سڀ نجڪاري وارا فيصلا محلاتن ۾ نہ پر کليل آسمان هيٺان عوام جي سامهون ڪيا وڃن ڇاڪاڻ جو پاڪستان جي سيني اهم اثاثن جي پويان هتان جي مظلوم ماڻهن جو پورهيو ۽ رت ۽ ست شامل آهي.

پر افسوس سان چوڻو ٿو پوي تہ هتي چند ماڻهن جو هر شئي تي قبضو آهي. عام ماڻهو مايوسيءَ جي عالم ۾ آهي. هنن مايوس ماڻهن جو آخري اعتماد صرف اعليٰ عدالتن تي رهيو آهي، جنهن مان انصاف جا روشن ترورا نظر اچن ٿا. باقي موجود حڪمرانن تي اعتماد نہ رهيو آهي ۽ نہ وري نجڪاري ڪميٽي جي نلهن آسرن تي.

تاريخ: 8_8_2006

( بلوچ عوام ڏانهن کليل خط )

# اسان بہ غمگين ڪيفيتن مان گذريا آهيون.

ڏنو ڪو ڪنهين جهو نجهار ڪو جهڳڙو
هاتين هڏ مڃائيا، ريلورت نئين،
پانئن سائين جئان جيءَ جو ڪو ٿئي
( شاهہ)

اڄ بلوچستان جي سموري سونهن ۽ سوڀيا پنهنجي سيني جلون جي انتها تي بي دردي ۽ سفاڪي سان قتل ٿي چڪي آهي. تاريخ جو وهڪرو بہ هڪ عجيب ۽ حيران ڪندڙ وهڪرو آهي جو عظمتن کي زوال جي مک دروازي تي بيهاري انت ڏانهن اماڻيندو آهي ۽ ائين تاريخ جي هڪ وهڪري ۾ استحصالي قوتن هٿان بلوچ روايتن جوپاسبان اڪبر خان مارجي ويو. هن گونگي، ٻوڙي ۽ انصاف کان وانجهيل وطن جا پائرو هن المناڪ واقعي کي ڊيرابگٽي جي ٿاڻن جي بي نورپنن تي اڪبر بگٽيءَ جي شهادت جو ڪيس رجسٽرڊ نہ ڪرائجو نہ وري اهو ڪيس اعلي' عدالتن ڏانهن اماڻجو ڇاڪاڻ جو انهن عدالتن جي ججن جي مقرريءَ جا آرڊر بہ اسلام آباد کان ايندا آهن.

بلوچ ڌرتيءَ جا دلبروا اوهان جي ماتم ۾ اسين سڀ مظلوم شريڪ آهيون. اسين ان لاءِ ڳالهائي نٿا سگهون تہ اسان جا چپ ظالمن اڳ ۾ ئي سبي ڇڏيا آهن اسان اوهان جي غم ۾ اوهان جيان غمگين آهيون. اسان اوهان جي احساسن ۽ جذبن کان واقف آهيون. غاصبن سان اڪيون اٽڪائڻ ۾ اسان جون اکيون بہ ڪڍيون ويون آهن. حق گهرن تي اسان جا بہ سينا چيريا ويا آهن. شهيد رزاق ڪامريڊ نظير عباسي، نوڙهي ڦاٽڪ جي شهيدن ۽ ايم آر ڊي جي شهيدن بہ انهيءَ راهہ ۾ جانيون قربان ڪيون آهن. اسان بہ انهن غمگين ڪيفيتن مان گذريا آهيون.

هن وقت استحصالي طبقا خوشيون ٻيا ملهائن پر اها خوشي ٿورن ڏينهن جي لاءِ آهي هو عقل کان عاري سوچن ئي نٿا تہ هو بہ بارود جي ڍير مٿان ويٺل

آهن شهيدن جو رت رائيگان نہ ويندو آهي. ڪونڌر ۾ ڪوپن جا سِر ڪپڻ ايڏو سولو ڪم ناهي، شهيد جي رت جي ڦڙي ڦڙي جو حساب ٿيندو آهي. اها رت نہ ٺرندي آهي نہ سڪندي آهي اها رت ڌرتي تي دکي دکي باهہ جيان ڀڙڪي اٿندي آهي. جنهن سان ظالمن جا سڀ منصوبا سڙي ناس ٿي ويندا آهن. پوءِ اها ڌرتي غاصب کي جاءِ نہ ڏيندي نہ ڪا وٿ ڏيندي آهي.

ياد رکو اي ظالمو! تاريخ جو هر هڪ شهيد سان وچن آ تہ تاريخ هڪ ڀيرو ضرور پاڻ کي ورجائيندي ۽ شهيدن جي خون جو انصاف ڪندي.

اي ڪوهلو جا پهاڙو! توهان جي بلندن چوٽين کي سلام، توهان جي عظمتين کي سوين سلام، توهان ڪلسٽر بمن جي گهائن کي سرور سان سهجو اڪبر خان جي وهايل ريٽي رت سان اوهان پنهنجن گهائن تي مرهم رکجو ان سان ئي شفا ۽ بقا ملندي، اوهان ئي تہ شهيد يا بچي ويل غازي آهيو اوهان ئي ان شهيد جي شهادت جا تاريخ جي ڪٽهري ۾ اکين ڏٺا اڪيلا شاهد آهيو جنهن لاءِ هو چئي ويو تہ مان جلد مرڻ تو چاهيان پر پهاڙن جي هنج ۾ ۽ هو بلند پهاڙن جي هنج ۾ ئي شهيد ٿي ويو. جنهن کي مان سقراط جي لفظن ۾ پيٽا ڏيڻ گهران ٿو "مون کي پنهنجي لاءِ عزت ۽ وقار سان ڀرپور موت تي بيشڪ ناز آهي، جو تہ مقدمن ۾ جنگين ۾ مون لئہ يا ڪنهن بئي لاءِ اها ڳالهہ درست قرار نٿي ڏئي سگهجي تہ سِر بچائڻ لاءِ هر ڪڏو ڪم ڪرڻ لاءِ تيار ٿي وڃجي".

هر عظيم ۽ معتبر انسان هر ڪُڏي ڪم ڪرڻ کان پري رهندو آهي ، ڇا ڪاڻ جو ان ۾ ان جون ئي عظمتون لڪل هونديون آهن، اسين سمجهون ٿا تہ ان عظيم ماڻهو جو جهڙوڪ ٻڙ جي گهاٽي ڇانو جهڙو پاڇو توهان مٿان هٽايو ويو آهي، يقينن جيڪڏهن هو هيڏي عظمتن وارو شخص نہ هجي ها تہ هيڏي وڏي عظمتن وارو موت ڪيس نہ ملي ها.

اي وادي بولان جا بهادرو! اڪبر خان جي ڪمزور جسم ما ن لال لهوءِ جي ڪرڻ سان بلوچ عوام سميت هن وطن جي سيني مظلومن جي ڇيلهہ ڇپي ڪانہ ٿي آهي اوهان مير بيورخ رند ۽ پهرين گوريلا بلوچ اڳواڻ مير بالاچ گورگيز جي انقلابي راهہ جا پيرو ڪار آهيون. توهان جي وڏڙن جي تاريخ ۾، جهڪڻ کان وڌيڪ مرڻ کي ترجيهہ ڏني وئي آهي. صرف پاڻ ۾ محبت ڪريو هڪ ٻئي سان انصاف ڪريو. مير چاڪر خان ۽ مير گهرام ا خان جي وچ ۾ تاريخي خوني لڙاين مان سبق حاصل ڪريو پنهنجو پاڻ کي ضابطي ۾ رکندي اهڙيون غلطيون ٻيهر نہ ورجايون جن جي ڪري پراڻا ڏينهن وري واپس موٽي اچن. اوهان تي واجب آهي تہ ڪليل حواسن سان ملڪ جي سياسي صورتحال جو جائزو ونو. عالمي سازشن کي منهن ڏيڻ لاءِ صف بندي ڪريو. هن وقت بلوچستان جي اهميت هر اعتبار کان اهميت واري آهي، چئوطرف جي حالتن تي عقابي اک

رکو. هن وقت تاريخ توهان کي وڏو موقعو ڏنو آهي ان کي ضايع نہ ڪيو. اسان کي احساس آهي جو اسان سنڌ واسين ڪيئي تاريخي موقعا پنهنجي هٿان وڃايا آهن توهان ڀرپور فائدو وٺڻ جي لاءِ اڳتي اچو. خاص ڪري حاڪمن جي Divide & Rule وارن حربن کان بچو ۽ پنهنجي منزل ڏانهن اڳتي قدم کڻي وڌندا هلو.

اي شفقت ۽ عظمت ڀريون مائرو! اڪبر خان جي المناڪ موت تي ڳوڙها نہ ڳاڙيو جو سنڌ جي سورٺ بہ اوهان سان گڏ آهي.

گل چنـــو گرنار جـــو پتـــن تيـــون پتين،
سـهـسـيـن سـورٺ جـهـڙيـون ايـيـون اوسـاريـن،
چوٽا چارڻ هٿ ۾ سـيـنـــگاريو ڏيـن
نـــاريـــون نـاڏڪـــريـن راڄـا رات رڳـيـو.
(شاه)

سورٺ کي ڏسو جنهن راءِ ڏياچ کي سينگاري سرچارڻ جي حوالي ڪري قرباني ڏني. ٺنڊو ٻهاول جي مائي جندان بہ اوهان جي غم ۾ شريڪ آهي، ڊاڪٽر شازيہ بہ اوهان جي غم ۾ شريڪ آهي، سنڌ جي هر ماءُ بہ اوهان جي غم ۾ شريڪ آهي، جن پنهنجا ڪونڌر ڪهايا. سنڌ ڇائي ڊاڪٽر شازيہ سان ڏاڍ واري واقعي تي اڪبر خان ان ڏاڍ جي خلاف آواز اٿاريو اها بہ سوڳوار آهي، ان جي عصمت دريءَ واري واقعي بنگال جي معصوم عورتن جي لڄالٽ واري واقعي جي ياد تازي ڪري ڇڏي آهي، پر هوءَ ڳوڙها نہ ٿي هاري، چاڪاڻ جو اوهان جي ڌرتيءَ تي خوني چنبا ۽ هن جي جسم تي وحشي چنبن جا نشان ساڳي ڏوهيءَ جا آهن.

ها عظيم ماڻهو بہ جنگين ۾ ماريا ويندا آهن جنگ ۾ هارجيت ٿيندي آهي. جيڪڏهن عظمت وارو ماڻهو مارجي ويندو آهي تڏهن بہ عظمتون هن جي پيرن کي چهي سلام ڪنديون آهن اڪبر خان استحصالي قوتن جي طاغوتي طاقت ڏينان ڇتجي ڇپياتجي ويو پر هو تاريخ جي ورقن ۾ امر ۽ افضل ٿي ويو. زنده جاويد ٿي ويو. هن جي عظمتن جي واڪاڻ ۾ سوين ڪتاب لکبا. وستين واهڻ ۽ ٻهاڙن جي چوٽين تان هن جي ثنا ۾ گيت ڳيا گونجبا چاڪاڻ جو هو مظلوم ۽ محڪوم ماڻهن جي جنگ ۾ سرواڻي ڪندي ماريو ويو. ان موقعي تي آمريڪي نيگرو اڳواڻ مارٽن لوٿر ڪنگ (جونيئر) جنهن کي 1964 ۾ نوبل انعام سان نوازيو ويو. ان جا هي لفظ اوهان کي وڏو اتساهہ بخشيندا "جيتوڻيڪ آسان طرحين طرحين تڪليفون ۽ عذاب سهي جهونا ٿي چڪا آهيون پوءِ بہ ايمانداري سان ڪم ڪندا رهون ٿا بنا ڪنهن قصور جي آيل تڪليف ئي دراصل آزادي

آهي. جيل ڪتيننداسين ۽ آزادي لاءِ همقدم ٿي بيهنداسين چاڪاڻ جو اسان کي هڪ ڏينهن پنهنجي چوٽڪاري جي پڪ هوندي ۽ اهڙو ڏينهن ضرور ايندو" سو اوهان لاءِ ضرور اهڙو ڏينهن ايندو جنهن ۾ بلوچ عوام آزادي، سک ۽ خوشحالي ماڻيندو.

وادي بولان جون غيرتمند پينروا وڏيون خوش نصيب آهيو اوهان جي ترقي، خوشحالي ۽ بهتر مستقبل لاءِ سوچيندڙ ۽ اوهان جي عصمتن جو رکوالو جنگ جي ميدان مان پڳو ناهي، موت کي خوشي سان قبولي مرڪي منهن ڏنو آهي.

پـــــڳو آئـــــــون نـہ چـــوان مـــاريو تـہ وسـها،
ڪـانـڌ مــنـهـن ۾ ڌڪـڙا سـيـڪـيـنـدي سـهـان،
تـہ پـــڻ لــــــج مـران جـــــي هـونـس پـٹ ۾
(شاهہ)

اڪبر خان انهن قوتن سان منهان منهن وڙهي شهادت جو جام پيتو آهي، هن جي پٺي ۾ گهاءَ ناهن هن جو سينو گولين سان گهائيو ويو آهي اوهين سرهيون ٿيو. اوهان جو سر فخر سان بلند هجي اڪبر خان وطن جي سينڌ سنواري آهي. هاڻي اوهان تي فرض آهي تہ اوهين اهڙن بلوچ سورمين سان گڏجي انهن قوتن کان پنهنجا حق حاصل ڪرڻ ۾ پنهجن پائرن سان ڪلهو ڪلهي ملائي ہاگهل بائي، بختاور، ليلا خالد مرضہ احمد اسڪوئي. جميلا بوپاشا ۽ زرقا وانگر ميدان ۾ نڪري نروار ٿيو. چاڪاڻ جو هر انقلاب ۾ عورت جو هڪ وڏو ڪردار آهي.

اي بلوچ نوجوانو! اوهان ئي بلوچ قوم جا هر اول دستو آهيو اوهان ماٺهو حق ۽ سچ تي آهيو. پر اهو سڪي چڏيو تہ رهزن کي چيپائڻ لاءِ هڪ عظيم هستي هجي ٿي. توهان مان اج فولادي سوچ رکڻ واري هستي (اڪبرخان) جسماني طور جدا ٿي وئي آهي. پر هن جون سوچون اوهان جي اڳيان مشعل راهہ آهي. اڪبر تہ هئن بہ چئي ويو آهي. ڪتاب بلوچستان " شخصيات ڪي ائيني مين " جي مهاڳ ۾ هيئن لکيو اٿائين.

. " هن دنيا مان رخصت ٿيڻ کان اڳ اسان کي گهرجي تہ اسان پنهنجي بلوچ قومي ورثي کي جمع ڪريون ۽ ذميواريءَ سان پنهنجي (نوجوان نسل) ٻارن جي محفوظ هٿن تائين پهچايو اڪبربگٽي 18.10.1983ع)

اڪبر خان نئين نسل کي ورثي ۾ قومي غيرت، همٿ ۽ جوانمردي سان مقابلو ڪرڻ جهڙيون سوچون ڏنيون آهن. اهي سوچون ڪٺي جڏهن نئون نسل ميدان ۾ لهندو تہ فتح انهن جا پير چمندي. ڳوڙها ڳاڙڻ ۾ ڪابہ قباحت ڪانهي

درد جي واديءَ مان سڏڪن ڪي روڪي نٿو سگهجي. اوهان ئي اڪبر خان جي اصل ۾ حقيقي مشن جا مرڪزي ڪردار آهيو توهان ئي مظلومن جي قسمت جا سونهري تارا آهيون.

اي نوجوانو! هن وقت سڀ ڪجهه اوهان جي هٿن جي لڪيرن ۾ پوشيده آهي. پر خبردار رهجو گهڻي خوشامند چاپلوسي کان پاسيرا ٿجو پنهنجا هڏ ۽ دماغ اعلي ۽ ڪارائتا بڻائجو جو پنهنجي ڌرتي تي وڏي مهانتا ماڻڻ ۽ پنهنجي ضمير جي قيمت نه لڳائين توهان تي فرض آهي ته هنبوچيون هڻڻ کان بهتر ڪم چڙوچڙ نوجوانن کي منظم ڪري سائنسي ۽ انقلابي تعليم جي زيور سان سنواريو. توهان ئي پنهنجا حق حاصل ڪريو ۽ ظالمن, جابرن ۽ وحشين سان اکيون اکين ۾ ملائي بيهو. بهادر ٿيڻ لاءِ پاڻ ۾ صبر پيدا ڪرڻوآهي Wait & Watch واري پاليسي تي هلڻ به ضروري آهي. وڏي جاهه وجلال وارو اعتماد قوم ۾ پيدا ڪرڻو آهي. جيئن توهان تي موت ۾ ماڻهن جو اعتماد ٿئي, انهن ڳالهين جي روشني ۾ ثابت قدمي سان اڳتي سفر طئہ ڪرڻو آهي.

اي بلوچ روايتن جا پاسبان! شهيد اڪبر خان! اسين هن بدنصيب ملڪ جا مظلوم ماڻهو تنهنجي بهادري ۽ تنهنجي عظمتن کي سلام پيس ڪيون ٿا ۽ جڳ مشهور ڏاهي سقراط جي هينين لفظن سان مظلومن جي حقن گهرڻ خاطر شهادت ماڻڻ تي هنن لفظن سان پيتا ڏيندي حاڪمن کي تاريخي پيغام ٿا ڏيون :

”جن مون کي موت جي سزا ڏني آهي, تن کي مخاطت ٿيندي اڳڪتي ٿو ڪريان ته سندن مستقبل ڏاڍو خراب ٿيندو چاڪاڻ جو جنهن عمر ۾ آئون آهيان موت به ويجهو آهي. اهڙي ڪيفيت ۾ ماڻهوءَ جي ادراڪ ۾ ايتري گهرائي اچي ويندي آهي. هو مستقبل جون گهڻيون سچائيون بيان ڪرڻ جي قابل ٿي پوندو آهي,

...ته منهنجا لفظ غور سان ٻڌو! سگهوئي توهان کي سخت سزا ملندي ۽ خدا توهان کي بد تر عذاب ۾ اڇلائي ڇڏيندو“.

تاريخ : 8_9_2006

# آمريت جو تصور

# ۽ مظلوم ماڻهو

1946ع ۾ جڏهن پاڪستان جي قيام لاءِ تحريڪ پنهنجي پرپون جوبن ۾ هلي رهي هئي، تہ انهن ئي ڏنيهن ۾ برٽش آرمي جي هڪ مسلمان آرمي آفيسر برگيڊيئر گلزار سردار نشتر جي معرفت قائداعظم محمد علي جناح کي مسلمان فوجين جي طرفان هڪ فوجي بغاوت جو منصوبو پيش ڪيو. جنهن کي قائداعظم سختي سان رد ڪيو. اهڙيءَ طرح 1947ع ۾ پاڪستان وجود ۾ آيو ۽ گڏيل هندستان جي فوج کي بہ ورهايو ويو ان وقت ڪجهہ انگريز فوجي آفيسرن جون خدمتون پاڪستان حوالي ٿيون. 15 آگسٽ 1947ع ۾، جنرل سرفرينڪ واٽر ميزوري پاڪستان جي هٿياربند فوج جو ڪمانڊر انچيف مقرر ٿيو. ورهاڱي کان پوءِ هڪ سازش 4 ڊسمبر 1949ع جو انڪشاف ٿيو. جيڪا جنرل نظير جي قيادت ۾ تيار ٿي ان سازش جو راز جلدي کلي پيو ۽ اها سازش اتي ئي دٻجي وئي. وزير اعظم لياقت علي خان جي دور ۾ 8 ۽ 9 مارچ 1951ع ۾ وڏي بغاوت ٿي جيڪا چيف آف جنرل جي نگراني ۾ ٿي. هيءَ بغاوت مشهور راولپنڊي سازش ڪيس نالي سان مشهور ٿي.

ملڪ جي صدر سڪندر مرزا جي دور ۾ جنرل ايوب خان جي سربراهي ۾ ڪور ڪمانڊر ليفٽيننٽ جنرل اعظم خان جي نگراني ۾ لاهور شهر م پهرين مارشلا لڳي 8 - آڪٽوبر 1958ع تي ملڪ جي ڪامورن، فوجي آفيسرن ۽ آمريڪي فوجي صلاحڪارن جو خيال هو تہ پاڪستان ۾ چونڊون ڪرائڻ خطري کان خالي ناهين. تنهن ڪري هن ملڪ ۾ مارشلا هنئي وڃي. هي اهو دور آهي جو جيڪڏهن جمهوريت کي پروان چڙهڻ ۾ مدد يا هٿي ملي ها تہ شايد آمريت اسان جي جهول ۾ نہ پوي ها. هر ڳالهہ هر شي جو پنهنجو هڪ دور ٿيندو آهي. بهر حال اهو دور نڪري ويو. اهڙي طرح جنرل ايوب خان کي ملڪ جو سياسي اقتدار سنڀالڻ لاءِ چيو ويو سڪندر مرزا کي استعيفيٰ ڏئي ملڪ ڇڏڻ لاءِ مجبور ڪيو. حوالو ڪتاب ”ٽين دنيا جون فوجي آمريتون“.( باب ٽيون: بندوق ۽ ٽوپلو)

17 اڪتوبر 1958ع ۾ جنرل ايوب خان مارشلا هڻي ملڪ جو مالڪ بڻجي ويو. اهڙي طرح اهي ملڪ مڪمل طور تي فوجي جنتا جي چنبي هيٺان اچي ويو. مٿين حوالي سان معلوم ٿئي ٿو آمريڪا، ڪاموراشاهي ۽ فوج جو مقصد هو ته پاڪستان ۾ جمهوريت نه پر فوجي راڄ ئي بهتر رهندو ۽ ٽنهين ڌرين جي ماڻهن جا مفاد حاصل ٿيندا رهندا .هن وقت حالت اها آهي ته آمريڪا جي ملڪي معاملن ۾ ايتري مدا خلت آهي جو جڏهن ملڪ جو سائنسدان ڊاڪٽر قدير خان جڏهن اسلام آباد مان علاج لاءِ ڪراچي اچي ٿو ته آمريڪا چوي ٿو اسان کان اجازت وٺو ۽ مڪمل معلومات فراهم ڪيو. ٻئي طرف ڪامورا شاهي آهي جيڪا عوام مٿان غلط فيصلا مڙهي عوام جو جيئڻ جنجال ڪري ڇڏيو اٿائين ٽين قوت فوجي قوت آهي جيڪي سرحدون ڇڏي اچي عوامي ادارن تي قابض ٿي سربراه بڻيا ويٺا آهن. ڪي سياستدان بڻجي اتي پيا جاوا ڪن، بهرحال جنرل ايوب خان فوجي بادشاهت جو اهڙو بنياد وجهي ويو آهي جو عوام ڪيترين صديون آمريت خلاف جدوجهد ڪري تڏهن به هو ڪجھ نه ڪري سگهندو نه ئي ڪا وڏي ڪاميابي ماڻي سگهندو سواءِ هن جي ته هو نمازون پڙهي دعا گهرن ته ڪا سولي سٺائي ٿي.

25 مارچ 1969ع تي يحيٰ خان مارشل لاءِ هڻئي ان کان پوءِ 20 ڊسمبر 1971ع تي ذوالفقار علي ڀٽي جي نگراني ۾ سول مارشل لاهڻئي وئي 5 جولاءِ 1977ع تي جنرل ضياءِ الحق ملڪ ۾ مارشلا هڻئي سول چيف مارشل لا ائڊمنسٽريٽر ذوالفقار ڀٽي کي ڦاهي تي چاڙهي ڇڏيو 12 آڪٽوبر 1999ع تي جنرل مشرف ملڪ جو فوجي چيف ايگزيڪيٽو بڻجي ويو.

اهڙي طرح جنرل مشرف به جنرل ايوب خان ضياءِ الحق جهڙن جنرلن جي نقش قدم تي هلندي ملڪ کي ڏنڊي ۽ طاقت جي زور سان هلائي رهيو آهي. پاڪستان جي 59 سالن جي سياسي تاريخ تي نظر وجهبي ته چڱو خاصو وقت فوج ئي عوام تي حڪمراني ڪندي آئي آهي. حقيقت ۾ هي ملڪ انگريزن ڪجھ قوتن کي سندن خدمتن عيوض مالِ غنيمت طور ڏنو هو. جيئن انگريز سرڪار انگريز ڪاز لاءِ ڪم ڪندڙ اميرن ۽ نوابن کي هند ۽ سنڌ ۾ جاگيريون ڏنيون تيئن ئي ڪجھ قوتن کي خدمت عيوض هي ملڪ هڪ جاگير جي حيثيت ۾ عطا ڪيو ويو. هاڻي هن ملڪ ۾ جمهوريت قطئي طور اچڻي ناهي نه ايندي هي ملڪ هلندو فوجي حڪمرانن جي طابع هلندو. اسان کي آمرن جي آمريت کي هر حالت ۾ سِهڻو پوندو ان جو سبب اهو آهي ته 59 سالن ۾ فوج پاڪستاني عوام کي جيترو ڪچليو ۽ ذهني طور چيڀاٽيو ويو آهي ساڻ معاشي مسئلا پيدا ڪري ڪشڪول هٿن ۾ ڏنو آهي ۽ مذهبي ۽ لساني طور ماڻهن کي ورهايو ويو ديني عالمن جا قتل ٿيا. سماجي طور ماڻهو پيچ ڊاهه جو شڪار ٿي ويا

آهن. ملڪ ۾ موجود افراتفري، نسل پرستي .امن امان جي خراب ٿيندڙ حالتون ، عدم تحفظ جو شڪار زندگي، انساني قدرن جي لتاڙ بدحال معيشت، رياستي ادارن جو زوال رشوت ۽ اقربا پوري جهڙيون بيماريون اڏوهي جيان کائي رهيون هن.

هن وقت ڪيترائي ملڪ اهڙا آهن، جن وٽ دنيا جي منظم ۽ موثرفوج آهي پر انهن ملڪن جي سياستدانن ڪڏهن بہ سول معاملا فوج حوالي نہ ڪيا، نہ وري فوج کي حڪمراني جي ضرورت پيش آئي، ڇا ڪاڻ جو انهن رياستي Institution جو بنياد جمهوري بنيادين تي رکيل آهن آمريڪا فرانس چين، جرمني، جپان جون فوجون، طاقتور آهن پر ملڪي سياست کان ڏور آهن، اسان جي ملڪ ۾ فوجي آمريت مظبوط آهي ۽ هر اداري ۾ موجود آهي ساڻ سياست ۾ بہ سڌي طور ملوث آهي اهڙي طرح آمريت اسان کي 59 سالن کان ورثي ۾ مليل آهي ۽ اسان جا ايندڙ نسل ان آمريت جي انڌيري ۾ پنهنجو وقت گذاري ويندا، جي ايندڙ ٿهي ڪو ٻارڻ ٻاري وجهي تہ انهن لاءِ بهتر ٿيندو باقي الله واهي آهي.

ملڪ جي سياسي، سماجي ۽ معاشي حالتن کي ڏسي ملڪ جو هر باشعور ماڻهو مونجهاري جو شڪار رهيو آهي. اهڙي صورتحال ۾ هن ملڪ جو عوام مجموعي طور بيوس تي ڇڪو آهي. بيوس ماڻهو ساڻو تي ڪري پوندو آهي ۽ ڪجهہ بہ نہ ڪري سگهندو آهي ۽ پوءِ مجبور تي غلامي جو طوق ڳچيءَ ۾ پائي هڪ ڪنڊ ۾ ويجي مٿو پٽيندو رهي ٿو. سو هن وقت هر ماڻهو بيوسي جي عالم ۾ هڪ ڪنڊ ۾ ويهي پنهنجي حالت تي ڳوڙها ڳاڙهي رهيو آهي. ذوالفقار علي ڀٽي جو قتل ۽ اڪبر بگٽي جو قتل مظلوم قومن جي حقن کان انڪاري حڪمران، عوام جي جذبن ۽ امنگن کي نہ سمجهن ٿا نہ ڏيان ڏئي ڪو ازالو ڪن ٿا. ڀلا حڪمران ائين ڇو ڪن! ڇاڪاڻ جو آمريت ۾ عوام جي ڳالهہ نہ هلندي آهي صرف بندوق ۽ گولي جي. شهري ۽ عوامي حقن واري علم جو ماهر پروفسير وي اوڪي چوي ٿو تہ ”جيڪڏهن اجتماعي سياسي معاملن جي جوڙ جڪ ۾ عوام جي خيالن کي مناسب جاءِ نہ ڏني ويندي تہ جمهوريت جي باري ۾ جيڪو ڪجهہ چيو ويندو اهو گارين کان سواءِ ڪجهہ نہ هوندو“.

هاڻي جڏهن عوام جي خيالن کي بوٽن هيٺان چٿي ڇيپاڻي ڇڏجي تہ اُتي جمهوريت جي ڳالهہ گارين جي برابر آهي. هتي آمريت جي وصف بيان ڪرڻ ضروري ٿو سمجهان تہ جيئن آمريت کي سمجهڻ ۾ آساني ٿي تہ آمريت ڇا ٿيندي آهي ساڻ آمريت جون خاصيتون بہ سامهون رکان ٿو تہ پڙهندڙ پاڻ فيصلو ڪن تہ اسين آمريت ۾ زندگي گذاريون ٿا پيا يا جمهوريت ۾.

**فوجي آمريت جي وصف**

هي حڪومت طاقت جي زور تي قائم ڪئي ويندي آهي. جديد دور ۾ آمريت جو سڀ کان عام قسم فوجي آمريت آهي. هڪ فوجي جنرل فوج جي پنيرائي تي ملڪ ۾ قائم ڪندو آهي. انهيءَ ڪري هو هميشه فوج سان پنهنجي وابستگي برقرار رکندو آهي. فوج کي مظبوط ۽ خوش رکندو آهي. آمريت ۾ اقتدار فرد واحد وٽ هوندو آهي. سياست جا سڀ اختيار فوجي حڪمران وٽ هوندا آهن. هڪ مرڪز هوندوآهي. اهو مرڪز آمريت واري نظام ۾ آمر جي شخصيت کي اياڙڻ ۾ هر طرح جي ڪوشش ڪندو آهي. مثال طور جڳ مشهور ڏاهو ارسطو حڪومتين جي درجه بندي ڪجهه هيئن ڪئي آهي.

فرد واحد جي حڪومت + غير سماج + بادشاهي حڪومت + جابرانه ۽ غير جمهوري حڪومت. گهڻن جي حڪومت+ منظم سماج + جمهوري حڪومت

مٿي ڏنل ارسطو جي چارٽر موجب فرد واحد جي حڪومت هڪ جابرانه ۽ غير جمهوري حڪومت ۾ شمار ٿئي ٿي.

آمريت ۾ رياست کي مقدس ترين ادارو سمجهيو ويندو. رياست کي وڏو مقام حاصل هوندو آهي، رياست جون بيون لاڳاپيل وحدتون ويل ۾ ڦاٿل هونديون آهن رياست جي مظبوطي جو پرچار ڪري آمر دراصل ذاتي شهرت ۾ اضافو آڻيندو آهي آمريت ۾ هڪ پارٽي جي حڪومت هوندي آهي، هڪ رياست اندر هڪ جماعت ۾ هڪ ليڊر آمرڻي نظام جو نعرو هوندو آهي. صرف آمر جي جوڙيل جماعت کي ملڪ ۾ ڪم ڪرڻ جي اجازت هوندي آهي. ٻيون سياسي پارٽيون قانون جي خلاف قرار ڏنل هونديون آهن ملڪ اندر ڪنهن به شخص کي آمر جي ڪاروائين تي ڪنهن قسم جي تنقيد جو حق ناهي هوندو جيڪڏهن ڪا تنقيد ٿئي ٿي ته ان کي سختي سان چيپاٽيو ويندو آهي. هن نظام ۾ عام شهرين جا حق ۽ آزاديون ضبط هونديون آهن. عدليه جون سڀ سرگرميون آمر جي منشا مطابق هلنديون آهن. ان لاءِ هي چوڻ مناسب آهي ته عدليه ۽ انتظاميه جا سڀ آختيار مڪمل طرح آمر جي هٿ وس هوندا آهن. هر آمر رياست اندر ترقي جا وڏا معاشي منصوبه عوام آڏو پيش ڪندو آهي. جيئن عوام معاشي استحڪام ۽ ترقي جي لالچ ۾ هن جا ساٿي بڻجن هن مقصد خاطر هو قومي مفادن جي تحفظ جي پرچار ڪندو آهي. هن نظام ۾ آمر جي اقتدار جو انحصار فوجي قوت تي هوندو آهي . انهي ڪري فوجي قوت جي واڌاري تي خاص ڌيان ڏنو ويندو آهي،

اهڙي طرح آمرآڻي نظام ۾ شخصي آزادي ۽ ذهني ترقي ختم ٿي ويندي آهي ماڻهو جي خودي عزت النفس، جرئت ۽ سوچڻ سمجهڻ واريون صلاحيتون

ختم ٿي ويندیون آھن! اھڙو ماحول ۽ حالتون ملڪ ۽ ماڻھن لاءِ خطرناڪ ثابت ٿينديون آھن.

جڏھن ڪنھن ملڪ ۾ اھڙيون حالتون ڏسڻ ۾ اچن تہ اتي آمريت ئي ھوندي آھي. اھڙي ملڪي حالتن کي مد نظر رکندي ڪتاب, فڪرو نظر ڪي نئي زاوي " ۾ مصنف مشتاق احمد ھيئن ٿو لکي."جڏھن عام ماڻھو آمرن جي سازشن جو مقابلوڪرڻ جي سگھہ وڃائي ويھي. سوچ ۽ تخليق جي سگھہ وڃائي ويھي ھو ظلم ۽ ناحق سامھون ٿيندو ڏسي ۽ ڪجھہ چئي نہ سگھي، جستجو ڪندڙ ڪردار ۽ فڪري طور سگھارا ماڻھو بہ لاچار ٿي ويھن تہ اتان ھڪ مڪافاتي عمل شروع ٿئي ٿو. جنھن جا ظاھري طور سبب ڪٿي ڪھڙا بہ ھجن اھو مڪافاتي عمل عوام جي آزادي لاءِ ھوندو".

چاڪاڻ تہ الله ئي ھر شئي تي قادر آھي. سورت ق آيت 14 ترجمو : "۽ اسان انسان کي پيدا ڪيو ۽ جيڪي خيال ھن جي دل ۾ گذرن ٿا اسان انھن کي سمجھون ٿا. اسان ھن جي ساھہ جي رڳ کان وڌيڪ قريب آھيون".

تاريخ : 15_9_2006

# افغانستان جو حالتون ۽ آپريشن ميڊوسا

تازو صدر مشرف برسلز ۾ خطاب ڪندي چيو تہ "پاڪستان ۾ طالبان جو ڪو بہ نيٽ ورڪ ڪونهي، وزيرستان ۾ طالبان وارن سان نہ پر مقامي قبائلي ماڻهن سان جنگ بندي جو ناهہ ٿيو آهي".

"صدر صاحب هڪ ڀيرو ٻيهر بيان ڏئي طالبان مان جند ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي انهيءَ ڏينهن اليڪٽرونڪ ميڊيا تي برطانوي وزيراعظم ٽوني بليئر ۽ آمريڪن ڪونڊا ليزا رائيس نيٽو ۾ شامل اتحادي ملڪن جي سربراهن کي اپيل ڪئي آهي تہ افغانستان ۾ وڌيڪ فوج موڪلي وڃي. آمريڪا بيوس ٿي پيو آهي. اڍائي هزار فوج افغانستان موڪلڻ جي گهر ڪئي آهي ڪونڊا ليزا رائيس تہ اهو بہ چئي ڏنو تہ" طالبان هڪ قوت طور اڀري رهيا آهن ۽ اسان جو پيڇو ڪري رهيا آهن".

ٻي طرف جرمني وارن پنهنجي فوجن کي اتر افغانستان مان ڏکڻ طرف وڃڻ کان روڪڻ جا حڪم جاري ڪيا آهن. هن وقت ڏکڻ وارو علائقو سخت جنگ جي حالت ۾ آهي افغانستان جي ڏاکڻي علائقي جون سيئي سرحدون پاڪستان جي سرحدن سان لڳن ٿيون ڏاکڻي پنجن صوبن ۾ طالبان قابض ٿي چڪا آهن. آمريڪي فوج سميت نيٽو فوج جو سخت نقصان ٿي رهيو آهي ٻي طرف آمريڪا پنهنجي شڪست کي محسوس ڪندي الزام پاڪستان مٿان مڙهي رهيو آهي ساڻ اهو سوال ڪري رهيو آهي تہ بارڊر تي پاڪستان جي 80 هزار فوج جي تعينات هجڻ باوجود پاڪستان مان طالبان کي ڪيئن ٿي مدد ملي؟. اهڙا سوال پاڪستان صدر ۽ پاڪستان جي انتظاميا کان پڇيا وڃن ٿا ان سبب ڪري صدر مشرف جتي بہ وڃي ٿو اتي اهڙن سوالن کي منهن ڏيڻو پوي ٿو ۽ صدر صاحب پاڪستان جو موقف پيش ڪندي بار بار اهو چوي ٿو تہ طالبان نيٽ ورڪ پاڪستان مان ختم ٿي چڪو آهي.

جولاءِ مهيني جي شروعات ۾ 12 هزار افغان سرڪاري فوج جا ماڻهو طالبان سان ملي ويا. جنهن سان طالبان سگهارا ٿي پيا آهن ۽ هو طويل جنگ

جي تياري ڪري نيٽو فوج سان جنگ جوٽين پيا. نيٽو جي دعويٰ آهي تہ طالبان ۽ القاعده ڪانسواءِ هن وقت افغانستان جو طاقتور فيڪٽر منشيات جو اسمگلر طالبان جي زبردست امداد ڪري رهيو آهي نيٽو جي جنرل جيمس جونز هڪ بيان ۾ چيو تہ افغانستان جو منشيات اسمگلر طالبان جي هٿ هيٺ آيو تہ هي ملڪ دنيا ۾ هيروئن جي پيداوار ۾ سر فهرست ايندو. گذريل سال 4500 ٽن آفيم پوري دنيا ڏانهن سمگل ٿي، دنيا ڏانهن 90 فيصد منشيات جي سپلاءِ افغانستان مان ٿي آهي جنهن سان افغانستان جو اسمگلر معاشي طور طاقتور ٿي چڪو آهي.

آمريڪا اخلاقي طور ڪريل حرڪتون ڪري افغانستان جي عوام کي بيزار ڪري ڇڏيو آهي. افغان جنگي قيدين سان بدسلوڪي پناڻ ڪڏهن بہ برداشت نٿا ڪن. پيو سبب اهو تہ آمريڪي فوج جڏهن طالبان پويان ڊوڙي گرفتاريون ڪن ٿا هو انهن غيرتمند پناڻن جي گهر ۾ گهري وڃن ٿا ۽ عورتن ۽ ٻارن سان غير اخلاقي ۽ ڪريل حرڪتون ڪن ٿا. جنهن سبب ڪري اتحادي فوجون افغانستان مان پنهنجي حمايت وڃائي چڪيون آهن اڪثر پناڻ طالبان وارن کي نجات ڏيارينڌڙ سمجهي انهن سان اخلاقي طور مدد ۽ سهڪار ڪن ٿا. قنڌار، هلمند، پڪتيا، ارزگان، زابل ۾ سخت ويڙهہ هلي رهي آهي هن طرف پاڪستان جي 80 هزار فوج جي باوجود غير قانوني طور ماڻهو جي اچ وڃ رڪجي نہ سگهي آهي . سمورو پهاڙي علائقو آهي ڪيترين ئي سرنگون زير زمين آهن جنهن جي فوج کي بہ خبر ناهي. اهڙي حالتن کي مد نظر رکندي آمريڪي فوج جي ڪمانڊر پاڪستان تي الزام مڙهيو آهي تہ پاڪستان کان ماڻهو سرحد پار ڪري افغانستان اچن وڃن ٿا. جنهن کي روڪڻ ۾ پاڪستاني انتظاميا ۽ فوج ناڪام ٿي وئي آهي. افغانستان جي هاڻوڪي جنگ جي شروعات ۾ افغان ڏاکڻي علائقن ۾ نيٽو جي 9 هزار فوج طالبان سان وڙهي رهي هئي ويڙهہ جي شدت کي محسوس ڪندي طالبان کي منهن ڏيڻ لاءِ نيٽو 16هزار فوجين جي ڊمانڊ ڪئي. هاڻي تہ 16 هزار فوج کان ڳالهہ چڙهي وئي آهي طالبان کي شڪست ڏيڻ ڏکيو ٿي ويو آهي نيٽو وڌيڪ اڍائي هزار فوج جي طلب ڪئي آهي هن وقت يورپ جون فوجون ڏاکڻي علائقن ۾ وڃڻ کان ڪيٻائين ٿيون نہ ختم ٿيندڙ طالبان جنگ کان يورپي فوج بيزار ٿي چڪي آهي.

ڪيترن ئي برطانوي فوجن جي وارثن ٽوني بليئر کي اپيل ڪئي آهي تہ اسان جي فوجي جوانن کي افغانستان مان واپس گهرايو وڃي فوج بہ پريشان آهي جنهن کي برطانوي انتظاميا محسوس بہ ڪري ٿي. ڪيترين ئي ننڍين فوجي بغاوتون نيٽو فوج جي اندر ٿي چڪيون آهن پر اهي بغاوتون دٻجي ويو آهن ۽ ميڊيا تائين پهچي نہ سگهيون آهن پر آمريڪي ۽ برطانوي انتظاميا حالتن کان

بلڪل باخبر آهي هر شئي کان واقف آهن طالبان مزاحمت ذريعي پنهنجي قوت جي زبردست اظهار ڪري رهيا آهن. افغانستان جو صدر حامد ڪرزئي صاحب قبائلين جي حمايت وڃائي چڪو آهي جيڪي قبيلا انقلاب جي ابتدائي ڏينهن ۾ حامد ڪرزئي جا زبردست حمايتي هئا. اهي به هاڻي حامد ڪرزئي کان ڪافي دور بيهي طالبان جي اندروني طور حمايت ڪري رهيا آهن. حامد ڪرزئي جو اقتدار صرف ڪابل ۽ افغانستان جي اترين علائقن تائين محدود رهيو آهي حامد ڪرزئي جيڪو صرف ڪابل جي سرڪاري پروگرامن ۾ به آمريڪي ڪمانڊورز جي نگراني ۾ شريڪ ٿئي ٿو. جولاءِ 2006ع جي شروعات ۾ افغان وزير خارجه رنگين داد واشنگٽن ۾ تقرير ڪندي چيو هو ته "پاڪستان طالبان خلاف نتيجا خيز يا خاطر خواهه اپاءُ نٿو وٺي". حالت اها آهي ته حالتون هنن جي هٿ وس کان ٻاهر ٿي چڪيون آهن هو صرف پاڪستان خلاف رڙيون پيا ڪن ته جيڪا شڪست اسان کي طالبان وارا ڏين پيا ان ۾ پاڪستان جو هٿ آهي. پاڪستان وارا اهو چئي چڪا آهن ته الزام هڻڻ کان بهتر آهي ته پنهنجي گهر کي نيڪ ڪريو صدر مشرف جو تازو افغان دورو به ان سلسلي جي هڪ ڪڙي هئي ته هو افغان انتظاميا سان ملي انهن کي يقين ڏياري ته پاڪستان اوهان جو سٺو دوست آهي ۽ اوهان جي دهشتگردي خلاف جنگ ۾ مدد ڪري رهيو آهي.

افغان وزير دفاع عبدالرحيم وردڪ چيو آهي ته القاعده ۽ طالبان خلاف هن وقت سڀ کان وڏو آپريشن شروع ڪيو ويو آهي. طالبان خلاف جنگ جاري رکنداسين. افغانستان کي امن جو گهوارو بڻائيندا سين. ٻي طرف نظر اهو پيو اچي ته افغانستان جو بحران ڏينهون ڏينهن سنگين ٿيندو پيو وڃي. طالبان جي پوزيشن مظبوط کان مظبوط تر ٿيندي پئي وڃي . اهڙي حالت کي مدنظر رکندي افغانستان ۾ موجود نيٽو فورس جو سربراهه جنرل ڊيوڊ رچرڊ پنهنجي بيان ۾ چيو آهي ته "برطانوي فوج, ٻي جنگ عظيم کانپوءِ افغانستان ۾ هن وقت مشڪل ۽ طويل جنگ وڙهي رهي آهي. هن صاحب چيو ته افغانساتن ۾ جنگ طويل ٿيندي ٿي وڃي اهڙي صورتحال ٻي جنگ عظيم ۾ ڪورين جنگ ۾ رهي آهي".

آمريڪي سارجنٽ اينڊريو پيڊي ڪارڊ جيڪو عراق ۾ رهي چڪو آهي ۽ هن وقت افغاستان ۾ تعينات آهي افغان جنگ کي وڏي دوربيني سان ڏسي تجربيا ڪري رهيو آهي. تنهن صاحب چيو ته "افغانستان م ڇهن مهينن ۾ رهڻ دوران مون محسوس ڪيو آهي ته عراق ۾ هڪ سال اندر حملن کان وڌيڪ حملا هتي ٿي رهيا آهن. طالبان, گوريلا ويڙهه نئين صف بندي ۽ وڏي هوشياري سان وڙهي رهيا آهن ويڙهاڪ طالبان جنن وانگر نمودار ٿي ڪارروائي ڪري

گم ٿي وڃن ٿا. انهن کي اتحادي فوجي ڳولي نٿا سگهن“. قنڌار جو گورنر گل آغا شيرازي انڪشاف ڪيو آهي تہ خودڪش حملن جا ماهر عرب مجاهد افغانستان ۾ داخل ٿي چڪا آهن. ان ڳالهہ کي افغان وزير خارجہ نيويارڪ ٽائيمز کي انٽرويو ڏيندي هيئن تو بيان ڪري”اسان ڏسي رهيا آهيون تہ افغانستان ۾ القاعده جا ماڻهو جمع ٿي رهيا آهن افغانستان جي مختلف حصن ۾ غير ملڪي مجاهد جهجهي تعداد ۾ گڏ ٿي چڪا آهن ۽ هڪ وڏي جنگ جي تياري ۾ مصروف آهن. اقوام متحده جي نمائندي فرانس سان واسطو رکندڙ جان ارنو پنهنجي بيان ۾ چيو آهي تہ ”افغانستان ۾ زميني صورتحال تشويشناڪ ٿي چڪي آهي. افغان مجاهدن وٽ ڀهريان کان وڌيڪ ۽ بهتر وسيلا ۽ جديد اسلحو موجود آهي“.

سي آءِ اي ۾ سابق بن لادن يونٽ جي انچارج مائيڪل شاور چيو آهي تہ 1996ع کان 1999ع وارا حملا ۽ هن وقت ٿيندڙ طالبان پاران حملا ڏسي ائين ٿو محسوس ٿئي ٿو هاڻي بہ اهائي ويڙهہ واري حڪمت عملي استعمال ڪئي وڃي پئي وڌيڪ سي آءِ اي رپورٽ ۾ چيو ويو آهي تہ القاعده طالبان کي هن وقت آمهون سامهون ويڙهہ کان منع ڪري گوريلا ويڙهہ وڙهڻ لاءِ هدايتون جاري ڪيون آهن.

آپريشن مائونٽ ٿرسٽ اپريل مئي ۾ زابل، پڪتيا، قنڌار هلمند، ارزگان صوبن ۾ شروع ڪيو ويو. هن آپريشن ۾ آمريڪا ڪئناڊا، برطانيا جي فوجن جديد اسلحي ۽ ساز سامان سان طالبان خلاف جنگ وڙهيا، جنهن ۾ اتحادي فوج کي زبردست نقصان ٿيو. هن سال جي شروعات ۾ جنوري 2006ع کان مارچ تائين افغان مجاهدن پارن 21 خودڪش حملا ڪيا ويا. جنهن ۾ اتحاد فوج کي زبردست جاني نقصان ٿيو هن وقت انتهائي خطرناڪ آپريشن ميڊوسا نالي اتحادي فوجن پاران شروع ڪيو ويو آهي. هن آپريشن ۾ اتحادي فوج سميت حامد ڪرزئي جو تخت بہ ڏڏي ويو آهي. جڏهن هڪ خودڪش بمبار خوست صوبي جي ٽاني ضلعي ۾ پڪتيا جي گورنر عبدالحڪيم تانيوال کي موت جي ننڊ ۾ سمهاري ڇڏيو. ان جي ٻئي ڏينهن تي جڏهن عبدالحڪيم جي مڙهہ کي دفنائي رهيا هئا تہ هڪ ٻيو خودڪش ڌماڪو اتي ٿيو جنهن ۾ پوليس جي عهديدار سميت 6۔ماڻهو مارجي ويا. پڪتيا جي گورنر عبدالحڪيم سان گڏ ان جو ڀائيجو ۽ سندس سيڪيورٽي چيف بہ مري چڪا هئا . اهڙي حالتن مان صاف ظاهر آهي تہ طالبان ڪيترا طاقتور ۽ هوشيار آهن جو حڪمرانن جي صفن ۾ وڃي اتي پاڙ کي بمن سان اڏائي ٿا ڇڏين.

اهڙي حالتن کي مدنظر رکندي آمريڪي صدر کي آمريڪي فوجي ڪمانڊرن صلاح ڏني آهي تہ طالبان جي داخلا پاڪستان مان ٿي رهي ۽ مدد بہ

پاڪستان ڪان ملي ٿي تنهنڪري پاڪستان ۾ آمريڪي فوج کي موڪلي طالبان جي اهم اڳواڻن ملا عمر ۽ اسامہ بن لادن کي گرفتار ڪجي. جنهن سان القاعده ۽ طالبان جو نيٽ ورڪ ٽٽي ويندو. ان حوالي سان ڪجھ ڏينهن اڳ آمريڪن اسپيشل فورسز آمريڪن ڪانگريس کي رپورٽ پيش ڪئي آهي جنهن ۾ سي آءِ اي جي هڪ ميمبر چيو آهي تہ اسامہ بن لادن چترال جي پهاڙن ۾ لڪل آهي ۽ ملا عمر جي باري ۾ ٻڌايو آهي تہ هو ڪوئيٽا ۾ موجود آهي. اهڙي رپورٽ ڪانپوءِ صدر بش ان ڳالھ جو اظهار پاڪستاني حڪومت سان ڪيو تہ آمريڪي فورسز کي پاڪستان ۾ داخل ڪري اسامہ ۽ ملا عمر کي ڳولي گرفتار ڪيو وڃي پر پاڪستان سرڪار اهڙي ڳالھ مڃڻ کان انڪار ڪيو آهي پاڪستان طرفان جنوري 2006ع ۾ جڏهن آمريڪي اسپيشل فورسز جي هڪ دستي پاڪستان جي هڪ ڳوٺ سيداگي ۾ داخل ٿي طالبان اڳوان جي ڳولا ڪئي جنهن تي پاڪستان پاران شديد احتجاج ڪيو ويو هو. هن وقت جڏهن صدر مشرف هوانا ۾ آهي ۽ ان ڪانپوءِ آمريڪا ويندو ان وقت هوڏانهن صدر بش آمريڪي ميڊيا آڏو چيو آهي تہ اسان آمريڪي فورسز کي پاڪستان جي پهاڙي علائقن ۾ ڪو نہ داخل ڪنداسون پر انٽيليجنس جي بنياد تي طالبان اڳواڻن ۽ جنگجوئن کي ڳولي لهنداسين . هاڻي اها ڳالھ طئہ آهي تہ پاڪستان انٽيليجنس سان گڏجي آمريڪي ايف بي آءِ ۽ سي آءِ اي ملا عمر ۽ اُسامہ ۽ ٻين جنگجوئن کي ڳولي گرفتار ڪنديون پر تجزيہ نگارن جو چوڻ آهي تہ هن وقت طالبان گوريلا جنگ کي روڪڻ لاءِ ڪيترا بہ آمريڪا اُپاءَ وٺي اهي ناڪافي آهن.

هاڻ حالتون پاڪستان وارن جي بہ وس کان ٻاهر آهن. آمريڪا نواز حامد ڪرزئي جي افغان حڪومت انتهائي خطرناڪ مرحلي مان گذري رهي آهي. هن وقت افغان عوام جون دليون طالبان جي حمايت ۾ ڌڙڪن ٿيون. اگر هن جنگ ۾ آمريڪا کي شڪست ملي تہ پوءِ طالبان ۽ القاعده کي ڪڏهن بہ طاقت ذريعي شڪست نہ ٿي ڏئي سگهجي.

**تاريخ: 19_9_2006**

# جوهري پروگرام ۽ جنگ جي ٻہ واٽي تي بيٺل ايران

آمريڪي صدر جارج بش هڪ ڀيرو وري يورپي يونين جي ملڪن جي سربراهن کي اپيل ڪئي آهي تہ هو جلد ايران کي ايٽمي جوهري پروگرام ختم ڪرڻ لاءِ زوريرن آمريڪي صدر جلدي جو لفظ استعمال ڪرڻ جو مطلب آهي تہ هو اڳتي ايران خلاف گهڻو ڪجهہ ڪرڻ چاهي ٿو. آمريڪي صدر جي بيان کان اڳ آمريڪي سينيٽ ۽ ايوان نمائندگان پاران ايٽمي پروگرام ۾ معاونت ڪرڻ وارين شين تي پابندي هٽڻ جي منظوري ڏئي اهو بل صدر صاحب ڏانهن اماڻي ڇڏيو. صدر بش ان بل تي بنا دير صحيح ڪري ڇڏي آهي. ايراني خلاف صدر بش جي جارحياڻي رويي تي مختلف ملڪن ۾ آمريڪا خلاف سخت تاءُ پڪڙجي چڪو آهي.

هن وقت آمريڪا جي خطرناڪ منصوبن ۽ ارادن کي سامهون رکندي انديشو ظاهر ڪيو وڃي ٿو تہ آمريڪا ايران سان ضرور هڪ هڪاڻي ڪندو جيڪا جنگ جي صورت ۾ هوندي آمريڪا اسرائيل کي حزب الله پاران ڏنل شڪست جو بدلو ايران کان وٺڻ چاهي ٿو. ڇاڪاڻ جو حزب الله جي ويڙهاڪن جي تربيت ايران مان ٿي هئي ۽ اسرائيل مٿان جيڪي حزب الله وارن ميزائل اڇلايا آهن اهي ايران جا ناهيل هئا. اهڙي طرح آمريڪا جا هي بہ الزام ايران مٿان هنيا ويا آهن تہ فلسطين جي حماس ۽ عراق ۾ جيش المهدي جي مدد ڪري رهيو آهي. جيڪي تنظيمون آمريڪا جي نظر ۾ دهشتگرد تنظيمون آهن ۽ آمريڪي مفادن جي خلاف ڪم ڪري رهيون آهن.

ان ڪانسواءِ ايران جي ايٽمي مسئلي تي آمريڪا جو تنازعو گذريل ڪيترن ئي سالن کان هلي رهيو آهي . ايران پنهنجي ايٽمي جوهري پروگرام کي

ختم نہ ڪرڻ بابت ڪيترائي پيرا آمريڪا کي چئي چڪو آهي ايران ان مسئلي تان ڪنهن بہ صورت ۾ هٽ ڪٽڻ لاءِ تيار ڪونهي چاهي ان کي ڪيتري بہ قرباني ڏيڻي پوي، يا ايتمي جوهري پروگرام کي ڪامياب بڻائڻ لاءِ ڪيترو بہ ڪٽي وڃائڻو ڇو نہ پوي. ان سلسلي ۾ ايراني صدر جو اهو بيان بہ سامهون آيو آهي تہ اسرائيل هجي يا آمريڪا جيڪڏهن جنگ مڙهي وئي تہ ان جو ڀرپور جواب ڏنو ويندو.

آمريڪا ۽ ايران جي اهڙي صورتحال جي پيش نظر مشرق وسطي ۾ هڪ نئين صورتحال جنم وٺي رهي آهي. ايراني صدر جي بيان ڪانپوءِ آمريڪا پنهنجي بحريہ کي حرڪت ۾ اچڻ جو حڪم ڏئي ڇڏيو آهي. حالتون سنگين ٿي ويون آهن ۽ جنگ جا بادل آسمان تي ڇائنجي چڪا آهن. اها جنگ شروع ٿي تہ وڏي نقصان ٿيڻ جو انديشو آهي اها جنگ بہ افغانستان ۽ عراق جيان طويل ٿي سگهي ٿي. خطي ۾ امن بگڙجي ويندو ان حوالي سان صدر بش جي منفي پاليسين خلاف سخت تنقيد ٿي رهي آهي. پر آمريڪي صدر پنهنجي هوڏ تي قائم آهي. هاڻي هتي سوال اهو ٿو اڀري تہ جيڪڏهن ايران جي جوهري پروگرام مان عالمي طاقتن کي خطرو آهي تہ انهن طاقتن کي ايران جي سيڪيورٽي بابت خدشن کي بہ نظر ۾ رکيو وڃي جو اسرائيل طرفان ايران کي درپيش آهن. جنهن جي پشت پناهي سنڌوسنئون آمريڪا ڪري رهيو آهي. مشرق وسطيٰ کي هٿيارن کان پاڪ ڪرڻ جو زور صرف ايران تي ڇو؟ اسرائيل کان بہ ايتمي قوت وارو حق کسيو وڃي. هن وقت اسرائيل کي لبنان ۽ فلسطين اندر جنگي ڏوهن ۾ ملوث قرار ڏنو ويو آهي پهرين ان کان اخلاقي طور پڇاڻو ڪيو وڃي. اسرائيل ايران شام ۽ ٻين مسلمانن ملڪن کي ڌمڪيون ڏئي خطي ۾ امن کي خراب ڪري رهيو آهي. پهريان اسرائيلي وحشياڻي ڪارروايئن جي مذمت ڪيو. پاڻ تہ دنيا آڏو صاف ٿيو پوءِ اڳتي وڌي ايران سان ڳالهايو.

بهرحال ايران هر خطري کي منهن ڏيڻ لاءِ پنهنجي عوام کي ذهني طور تيار ڪري چڪو آهي ۽ هر طرح جي ويڙهہ (فضائي زميني) جي تيارن ۾ رڌل آهي. هن وقت ايران پنهنجي سيني شهرن ۾ ميزائيل ۽ ريڊار نصب ڪري چڪو آهي. ٻي طرف آمريڪا پاران پنهنجي بحريہ کي آڪٽوبر مهيني ۾ ايران تي حملي لاءِ تيار رهڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي . ان سلسلي ۾ آمريڪا هڪ جنگي آبدورز هڪ ايڪس ڪلاس ڪروز بہ عدد بارودي سرنگهہ صاف ڪرڻ وارا جهاز ۽ بہ عدد مائن هنٽرز کي ايران جي ايرندي ساحلي علائقن ڏانهن روانگي جو حڪم ڏئي چڪو آهي. چيف آف نيول آپريشنز فوجي ماهرن کي هدايتون ڏنيون آهن تہ خليج فارس ۾ ايراني تيل جي ٻن بندر گاهن جي ناڪابنديءَ جو منصوبو تيار ڪن ان سلسلي ۾ بارودي سرنگهہ صاف ڪرڻ وارن جٿن کي هر دم تيار رهڻ

جو حڪم ڏنو ويو آهي. پهريون حملو ايران جي شهر هرمز ۾ تيل جي بندرگاهه تي ڪيو ويندو. جتان روزانو دنيا جي مختلف ملڪن ڏانهن 40 سيڪڙو تيل روانو ڪيو وڃي ٿو. اهڙي ناڪابندين وارن منصوبن مان آساني سان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته جنگ جو خطرو ڪيتري حد تائين وڌي ويو آهي. جيڪڏهن آمريڪا صرف تيل ۽ گئس جي تنصيبات تي حملي جي ڪوشش ڪندو ته هن کي روس جي مفادن کي اڳيان ڏسڻو پوندو. ڇا ڪاڻ هن وقت روس ۽ ايران جا تيل ۽ گئس بابت معاهدا ٿيل آهن ۽ روس جي ڪمپنين جي وڏي لاڳت سان ايران ۾ تيل ۽ گئس جي منصوبن تي ڪم هلي رهيو آهي. جنگ جي حالت ۾ روس جو ڪافي سرمايو تباهه ٿي ويندو. روس ڪڏهن برداشت نه ڪندو ۽ ان جنگ ۾ هو ايران جو ڀرپور ساٿ ڏيندو. ان سلسلي ۾ روس ۽ آمريڪا جا سفارتي ذريعا پاڻ ۾ ڳالهيون ڪري رهيا آهن ته جنگ کان ڪيئن ٽارو ڪجي. ان سلسلي ۾ آمريڪا ۽ روس جا صدر پاڻ ملاقات ڪرڻ جو ارادو رکن ٿا. ٻي طرف ايران جو اڳوڻو صدر سفارتي ذريعا استعمال ڪري جنگ واري عمل کان پري رهڻ جي ڪوشش ۾ رڌل آهي. اڳوڻو ايراني صدر آمريڪا پهتل آهي هاڻي ڏسڻو آهي هي صاحب پنهنجي مشن ۾ ڪيتري قدر ڪامياب ٿئي ٿو. جڪڏهن روس ۽ ايران جا سفارتي ذريعا ۽ ٽياڪڙي ڪندڙ ڌريون ناڪام ٿي ويون ۽ آمريڪا کي جنگ واري ارادي کان پري ڪري نه سگهيا ته پوءِ ايران ان حالت ۾ هڪ فيصلا ڪن جنگ لاءِ تيار هوندو.

گذريل مهيني خليج فارس واري علائقي تي آمريڪي سينٽرل ڪمانڊ جي سربراهه جنرل جان ابي زيد جي سربراهيءَ هيٺ هڪ ڪمانڊر ڪانفرنس ٿي جنهن ۾ ايران جي صورتحال خاص ايجنڊا تي هئي.

اتي اهي سوال به ٿيا ته ڇا آمريڪا ايران سان جنگ جي پوزيشن ۾ آهي؟ ڇاڪاڻ جو واشنگٽن جا اتحادي.آمريڪا تي واضح ڪري چڪا آهن ته هاڻي هو ڪنهن ٻي مصيبت ۾ آمريڪا جو ساٿ نه ڏيندا. ان جو تازو مثال سامهون آهي ته افغانستان ۾ آمريڪا پاران نيٽو جي ملڪن کي اپيل ڪئي وئي ته افغانستان ۾ طالبان کي منهن ڏيڻ لاءَ وڌيڪ فوج موڪلي وڃي پر انهن اتحادي ملڪن پاران فوج موڪلڻ کان ڪتو جواب ڏنو ويو. جرمن ته افغانستان ۾ موجود پنهنجي فوجن کي هداتيون جاري ڪيون آهن ته جرمني فوج اترين علائقن مان ڏاکڻي علائقن ڏانهن طالبان سان جنگ ڪرڻ نه وڃن. اهڙي عمل ڪانپوءِ آمريڪا دنيا ۾ اڪيلو ٿي چڪو آهي ۽ جڏهن ايران تي آمريڪا حملو ڪندو ته هو صرف اڪيلو ئي هوندو ۽ آمريڪا کي جنگ کٽڻ لاءَ وڏي قيمت چڪائڻي پوندي.

هن وقت مسلم دنيا جون عسڪري قوتون ايران جي حمايت ۾ اڳتي وڌي

چڪيون آهن گوريلا ۽ خودڪش حملو ڪندڙ ماڻهن جي هڪ وڏي کيپ تيار ٿي چڪي آهي. جيڪا حملي جي صورت ۾ آمريڪي مفادن خلاف ويڙهه وڙهندا. هن جنگ جا دنيا تي وڏا اثر پوندا طويل جنگ هئڻ سبب ڪيترائي ملڪ جنگ جي ليپٽ ۾ ايندا. ڪيترن ئي ملڪن اندر ننڍيون ننڍيون جنگيون. بغاوتون اڀري پونديون. علائقائي تبديليون رونما ٿينديون. تي سگهي ٿو ته دنيا ۾ ٽين عالمي جنگ جو سبب به ايران جنگ بڻجي. هن وقت آمريڪا تي هڪ وڏي ذميواري عائد ٿئي ٿي ته هو دنيا کي تباهي کان بچائي ۽ هو هڪ سنجيده ڪردار ادا ڪري اهو مسلمان ملڪن کي سيڪت ڏيڻ عيوض پنهنجي ملڪ جي بقا ۽ سلامتي پنهنجن ئي هٿان کان وڃائي نه ويهي.

منهنجي خيال موجب آمريڪا جي حڪمت عملي اها آهي ته ايران تي حملي جي صورت ۾ ايٽمي پلانٽ ۽ اسلحي جون فيڪٽريون تباهه ڪري ايران کي ايٽمي قوت ٿي اڀرڻ کان اڳئي ختم ڪري سگهجي. حملي واري صورتحال ڪانپوءِ ايران ايٽمي معاملي ۾ ڪيترائي سال پوئتي ڌڪجي ويندو ۽ معاشي طور ڪمزو رٿي ويندو ٻيو ته طويل جنگ جي صورتحال ۾ ايراني عوام مذهبي حڪومت جي خلاف اٿي کڙو ٿيندو ۽ هڪ نئين حڪومت جي گهر ڪندو. آمريڪا ٽيون خيال اهو ٿو رکي ته جيڪڏهن ايران ايٽمي قوت بڻجي اڀريو ته سعودي عرب ۽ مصر به ايٽمي قوت بنجڻ جو خواب رکن ٿا. اهي ملڪ ائٽمي قوت بنجڻ لاءِ اڳيرو ٿيڻ ۾ دير نه لڳائيندا. اهڙي طرح مسلمان ملڪ جڏهن ايٽمي پاور بڻبا ته اهي آمريڪا لاءِ خطرناڪ ثابت ٿيندا ايران آمريڪي حملي ڪانپوءِ مصر ۽ سعودي عرب جهڙا ملڪ ايٽم بم ناهڻ جي خواهش پنهنجي دل ۽ دماغ مان ڪڍي ڇڏيندا. هو سوچيندا ته ايٽمي معاملي تي اسان جو حشر به اهڙوئي ٿيندو جهڙو ايران سان ٿئي پيو. ايران تي حملي لاءِ ڪونڊوليزا رائيس جو18 مهينن تائين مختلف ملڪن جو دورو ڪري پنهنجو مشن مڪمل ڪري ورتو آهي ۽ رپورٽ ايوان صدر ۾ پيش ڪري ڇڏي آهي. جنهن جي روشني ۾ صدر بش فيصلا ڪندو. ايران ۽ آمريڪا جي وڌندر تنازعي جي پيش نظر ۽ آمريڪي دٻاءَ تحت پاڪستاني وزارت خارجا پاران هڪ حڪم نامو جاري ڪيو آهي جنهن سان پاڪستاني زائرين کي سخت پريشاني جو منهن ڏسڻو پيو آهي. جنهن حڪم نامي موجب ايران ويندڙ زائرين کي پابند بڻايو ويو آهي ته اهي ويزا جي درخواست سان گڏ وزات مذهبي امور کان اين او سي حاصل ڪن بي صورت ۾ان درخواست تي غور نه ڪيو ويندو. پاڪستان اهو قدم پنهنجو پاڻ کي محفوظ ڪرڻ لاءَ ڪنيو آهي. سياڻي جنگ جي صورت ۾ آمريڪا اهو الزام نه مڙهي ته پاڪستان مان مجاهد ايران ۾ اچي وڙهين ٿا ٻئي طرف آمريڪي صدر اقتصادي ۽ مالي پابندي هئڻ لاءِ ايران کي ڌمڪي ڏيئي ڇڏي آهي ساڻ انهن

ملڪن کي ڌمڪي ڏني آهي جيڪي ايران جي ايٽمي جوهري پروگرام ۾ مدد يا سهڪار ڪن ٿا. هاڻي آمريڪا ۽ واڻي تي بيٺل آهي يا ته هو ايران کي ايٽمي طاقت طور قبول ڪري يا وري ايران جي ايٽمي قوت کي طاقت ذريعي ختم ڪري ڇڏي بهر حال ايران هر صورت ۾ مقابلي لاءِ تيار آهي.

تاريخ: 4-10-2006

# ڪاسترو جي موت جو منتظر صدر بش

10 مارچ 1952ع تي رات جو جنرل فالنگينشو بٽستا جي آنڌل فوجي بغاوت ڪانپوءِ هڪدم فيڊل ڪاسترو محسوس ڪري ورتو ته ارٿو ڊوڪس پارٽي جي معتبرن ۾ خاص ڪري پروفيسر رابوتو ايگرامونٽ تي پاڙڻ اجايو آهي ڇاڪاڻ جو هي ڪنهن اهڙي فوجي جنرل خلاف جنگ ۾ شامل ٿي نٿا سگهن جنهن جي پويان هڪ مضبوط فوج هجي. تنهنڪري فيڊل ڪاسترو هڪ وقتائتو فيصلو ڪري شاگردن کي ساڻ ڪٽي جنگ وڙهڻ جي تياري ڪري ورتي. اهڙي طرح ڪاسترو ملڪ جي ڪاليجن ۽ يونيورسٽين مان پڙهيل لکيل ۽ جذباتي قسم جا نوجوان ساڻ ڪري ورتا ۽ 26 جولاءِ 1953ع ۾ صبح جو اوچتو اورينئنٽ صوبي جي گادي واري شهر سانيتاگو جي مونڪاڊا فوجي بيئرڪس مٿان زبردست حملو ڪيو. جنهن ۾ ڪيترائي بٽستا فوجي حڪومت جا سپاهي مارجي ويا. وڏي ويڙهه ڪانپو بٽستا جي فوج ان حملي تي ڪنٽرول ڪري ورتو آهي. ڪاسترو جا ان خوني حملي ۾ ڪيترائي ساٿي مارجي ويا. ڪيترائي باغي گرفتار ڪيا ويا. جن مٿان بٽستا جي جاسوس اداري ايس آءِ ايم پاران ظلم ڪيا کين گرفتار ڪري سخت عذاب ڏنا ويا. 16 آڪٽوبر 1953ع تي ڪاسترو پنهنجي ڀاءُ رائول سميت گرفتار ٿيو. جن تي بغاوت جو ڪيس هلايو ويو.

فيڊل ڪاسترو اسپين مان لڏي ايندڙ هڪ خاندان مان هو سندس جنم 1927ع ۾ ٿيو. هوانا ۾ تعليم پرائڻ وقت شاگرد سياست ۾ شامل ٿي ويو روس جي ڪميونسٽ انقلاب مان سخت متاثر ٿيو. ٿوري وقت ۾ اهڙو انقلابي ٿي اڀريو جنهن ڪيوبا جي آمر حاڪمن خلاف عوام کي بيدار ڪري ننڊون حرام ڪري ڇڏيون.

پائينس جي بيٺ ۾ ڊگهي سزا گهارڻ ڪانپوءِ حڪمرانن ڪيوبا جي قيدين کي عام معافي ڏني جنهن ۾ ڪاسترو ۽ سندس باغي ساٿين به آزادي ماڻي.

جنهن ڪانپوءِ ڪاسترو پنهنجي ساٿين سميت ڊسمبر 1956ع ۾ مئڪسيڪو ۾ پناهه ورتي اتي ڪيوبن انقلاب جي رٿابندي ڪئي. اهڙي طرح 82 ماڻهن جي انقلابي جٿي سميت مئڪسيڪو مان ڪيوبا جي صوبي اوريئينٽ ۾ اچي پهتو. انهن 82 ساٿين ۾ سندس انقلاني ساٿي ۽ دوست چي گويرا به گڏ هو. چي گويرا گوريلا جنگ جو ماهر هو. ڪاسترو جا ساٿي سموري ڪيوبا ۾ ڇانئجي ويا. جنهن سان بئتستا جي حڪومت جون متيون منجهي پيون سندس جاسوس اداري ايس آءِ ايم جا ماڻهو لڪي جان ڇڏائڻ ۾ پورا هئا. سمورو عوام ڪاسترو جي حملن ۾ مدد لاءِ رستن تي نڪري آيو. اهڙي حالتن آڏو آمريڪا به بي وس نظر آيو. آخر 1956 ۾ گهٽي رت وهائڻ ڪانپوءِ سرخ انقلاب آيو ڪاسترو جي انقلابي فوجن هوانا تي قبضو ڪري ورتو ۽ پنهنجي حڪمراني قائم ڪري ورتي. هن جنگ جو اصل هيرو چي گويرا هو جيڪو 9 آڪٽوبر 1967 ع ۾ بوليويا ۾ جنگ وڙهندي مارجي ويو. چي گويرا جي مرڻ وقت سندس دوست ڪاسترو جا هي لفظ هئا. "زندگي جا آخري ڪلاڪ هن لاءِ ڏاڍا عذاب ڀريا گذريا هوندا. پر يقين ڪريو ته انهيءَ صورتحال کي بهتر طريقي سان منهن ڏيڻ لاءِ چي گويرا کان وڌيڪ بهادر ماڻهو ڪنهن ماءُ نه ڄڻو هوندو". هي لفظ هوانا ۾ انقلابي چوڪ تي چي گويرا جي ڏک ۾ ماڻهن جي ميڙ کي خطاب ڪندي چيا. 1964ع ۾ ويڙهه جي محاذ تان چي گويرا ڪاسترو کي آخري خط لکيو جنهن ۾ هن لکيو ته "اسان کي اها ڄاڻ 1964ع ۾ ٿي هئي ته انقلاب ۾ يا سوپ ٿيندي آهي يا موت مقدر بڻبو آهي. موت جتي به اسان کي مليو آئون ان جي آجيان ڪندس".

80 ورهين جو پوڙهو فيڊل ڪاسترو ڪنهن به ملڪ تي حڪومت ڪرڻ وارو دنيا ۾ سڀ کان وڌيڪ ڊگهي عمر وارو سياسي اڳوڻ طور سڃاتو وڃي ٿو. هن جي سموري عمر آمريڪا سان وڙهندي وڙهندي گذري آهي. هيڏي ساري طاقت هوندي آمريڪا ڪڏهن به ڪاسترو سان اکيون اکين م ملائي نه سگهيو آهي. ڪاسترو جو آمريڪا جي حڪمرانن ۽ انهن جي پاليسين خلاف سخت ۽ چٽو موقف رهيو آهي. صدر بش جي باري ۾ سندس راءِ آهي ته صدر بش هڪ ظالم ۽ سفاڪ قسم جو ماڻهو آهي.

فيڊل ڪاسترو 1959ع کان ڪيوبا ڪميونسٽ حڪومت قائم ڪئي ۽ اڄ تائين جوانمردي سان جنگي جنون رکندڙ آمريڪا سان هر محاذ تي ٽڪر کائيندو اچي. اڄڪلهه ڊگهي عمر ۽ طبعيت ۾ ناچاقيءَ سبب فيڊل ڪاسترو ڪيوبا جي حڪومت جون واڳون پنهنجي ڀاءُ رائول ڪاسترو جي حوالي ڪري ڇڏيون آهن. رائول ڪاسترو جو به اوتروئي ڪيوبن انقلاب ۾ هٿ آهي جيترو فيڊل ڪاسترو جو آهي. رائول چي گويرا سان گڏجي ڪيوبا جي ويڙهاڪ جٿن

ڪي منظم ڪيو ۽ چي گويرا سان هر جنگي محاذ تي گڏجي جنگ وڙهيو ڪيوبا جي انقلاب ڪانپوءِ رائول ڪاسترو کي دفاع جو وزير ۽ فوجي انقلابي ڪونسل جو سربراهہ بڻايو ويو.

صدر فيڊل ڪاسترو جي طبعيت ارجنٽائن جي دوري ڪانپوءِ جلد ئي ڪيوبا جي انقلاب جي سالگرهہ جي موقعي تي خراب ٿي پئي هئي. ڊاڪٽرن جي چيڪ اپ ڪانپوءِ ٻڌايو ويو تہ ڪامريڊ ڪاسترو جي آنڊن ۾ زخم هئڻ ڪري خون وهڻ شروع ڪري ڏنو آهي. جنهن ڪانپوءِ ڪاسترو جو مڪمل علاج ڪيو ويو. اڄڪلهہ علالت سبب آرام هيٺ آهي.

فيڊل ڪاسترو آمريڪا سميت يورپي ملڪن جي انساني حقن بابت ڪوششن کي هڪ ڍوڪو قرار ڏئي چڪو آهي. آهي ڪاسترو جو چوڻ آهي تہ انساني حقن جي حفاظت جا نعرا هڻن ٿا پر عملي طور اُهي ملڪ دنيا کي بارود ۽ بمن جا تحفا ڏيئي رهيا آهن. حقيقي خدمت ڪيوبا جا ڊاڪٽر ڪن پيا آمريڪا ۽ يورپي ملڪ تہ ايتري خدمت بہ نہ پيا ڪن.

هن وقت آمريڪا سان جيڪو اڪيون اکين ۾ ملائي ڳالهائي ٿو اهو ڪاسترو ئي آهي 1959ع کان اڄ تائين ڪاسترو جي اڳيان 10 آمريڪي صدر گذريا آهن. پر ڪاسترو هر آمريڪي صدر سان پنهنجي سخت گير لهجي ۾ ڳالهايو آهي.

ٿورو وقت اڳ ۾ فيڊل ڪاسترو ڪيوبن عوام ڏانهن منسوب هڪ بيان ۾ چيو تہ منهنجي ڀاءُ رائول ڪاسترو کي ڪيوبا جو اقتدار عارضي طور سونپيو ويو آهي. جيڪڏهن منهنجي بيماريءَ جو فائدو وٺي آمريڪا ڪيوبا تي حملو ڪري تہ ڪيوبن عوام ان لاءِ تيار ٿي منهن ٽوڙ جواب ڏي. ڪاسترو وڌيڪ چيو تہ آءٌ "آپريشن ڪانپوءِ صحتمند ٿي رهيو آهيان. صحتمند ڪاسترو هڪ نئين جذبي سان ميدان تي ايندو ۽ ملڪ جي خدمت ڪندو".

ڪيوبن حڪومت آمريڪا تي سخت تنقيد ڪئي آهي ۽ ڪندو پيو اچي ڪاسترو الزام مڙهيو هو تہ آمريڪا ڪيوبن فوجي اڏي گوانتانامو بي جيل ۾ دهشتگردي جي الزام هيٺ گرفتار ڪيل افغانستان جي ويڙهاڪن سان غير انساني سلوڪ ڪري رهيو آهي. غير انساني سلوڪ جي باري ۾ ڪيوبا جي پارليامينٽ بہ هڪ قرار داد پيش ڪئي جنهن ۾ آمريڪا کي مظلوم ماڻهن جو دشمن قرار ڏنو ۽ آمريڪا کان مطالبو ڪيو تہ گوانتانامو بي جيل اندر غير انساني ۽ شرمناڪ سزا ڏيڻ وارو عمل بند ڪيو وڃي.

آمريڪا ڪيوبا کان گوانتانامو بي فوجي اڏو هڪ معاهدي تحت ليز تي حاصل ڪري ورتو هو. هي معاهدو 1959ع واري انقلاب کان اڳ جي حڪمرانن جي وچ ۾ ٿيو هو. آمريڪا هر مهيني فوجي اڏي جو ڪرايو ڪيوبا حڪومت کي

باضابطا طور ۽ معاهدي موجب پئسن جا چيڪ موڪليندو آهي پر اُهي پئسن وارا چيڪ ڪيوبا حڪومت واپس آمريڪا حڪومت کي موڪلي منهن تي چماٽ وهائي ڪڍندو آهي. ڪاسترو آمريڪا جي انهن چيڪن کي وٺڻ کان اڄ تائين انڪاري آهي. ٻي طرف آمريڪا طرفان ڪيوبا مٿان اقتصادي پابندين مڙهيل آهن پر هي مرد مجاهد "پلي بک پرمر جي شال نه وجي شان" جي اصول تي پابند آهي. پوڙهو ڪاسترو ڪڏهن به نه جهڪو نه ڪنبيو ۽ نه وري ڪنهن ڏاڍ آڏو سرنمايو هن پنهنجي غريب عوام کي عزت ۽ غيرت سان جيئڻ جو فن سيکاري ڇڏيو آهي.

فيدل ڪاسترو جي عظمت جي هڪ دلچسپ ڳالهه اها آهي ته هن صاحب پنهنجي ملڪ ۾ زنده حيات ماڻهن جي مجسمن ناهڻ ۽ سرڪاري آفيسن يا ديوارن يا چوارهن تي هڻڻ جي سموري ملڪ ۾ پابندي هڻي ڇڏي آهي. ان بابت ڪاسترو چوي ٿو ته هو پنهنجي ذات سان ڪنهن به قسم جي پوڄا وارا احساس رکڻ جي ڪنهن کي به اجازت نه ڏيندو هوانا ۾ انقلابي ساٿي چي گويرا ۽ ٻين 1959ع جي انقلاب ۾ شهيد ٿيندڙ باغين جون تصويرون لڳائڻ ڪرڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي آهي. پر 47 سالن کان ڪيوبن عوام جي دلين تي راڄ ڪندڙ ڪاسترو جي ڪا به تصوير ڪنهن چوراهي يا روڊ تي آويزان ٿيل نظر نه ايندي.

ڪاسترو ڪنهن جلسي ۾ عوام آڏو تقرير ڪرڻ ايندو آهي ته پنڊال ۾ موجود ماڻهن تي سحر طاري ڪري ڇڏيندو آهي. ڪاسترو جو وڏو ڪمال اهو آهي ته هو حڪمران به آهي ته وري پنهنجي حڪومت جو پاڻ ئي وڏو تنقيدنگار آهي. هو عوامي مسئلن کي پاڻ ٻڌندو آهي ۽ پاڻ ئي حل ڪندو آهي. ايتري قدر جو روز مره جي کاڌ خوراڪ جا مقرر ريٽ پاڻ چيڪ ڪندو آهي. ان سلسلي ۾ وڏي احتياط کان ڪم وٺندو آهي. عوام جي ننڍڙن مسئلن تي چيڪ ۽ بئلنس واري نظر رکندو آهي ۽ انهن کي وڏي اهميت ڏيندو آهي. آمريڪا جي خواهش موجب ڪاسترو جهڙي مخالف جو جيترو جلد خاتمو ٿي سگهي اهو ان جي لاءِ فائديمند آهي. ڪجهه وقت اڳ جڏهن ڪاسترو بيمار ٿي پيو ته آمريڪا جي ميڊيا ڪاسترو جي مرڻ جا اطلاع ڏنا. فلوريڊا ۾ ماڻهن خوشيون پئي ملهايون وري جڏهن ڪاسترو جو بيان ميڊيا آڏو آيو ته آمريڪي حڪمرانن جون سڀ خوشيون ختم ٿي ويون.

فلوريڊا ۾ ڪيوبن رفيوجيز جو انگ لڳ ڀڳ چار لک آهي جيڪي ڪيترن سالن کان اتي مقيم آهن ۽ آمريڪا انهن کي پالي رهيو آهي. ڪو وقت اهڙو آيو جو 1991ع جي اڳ تائين ڪيوبا جي معاشي حالت ڪمزور ٿي چڪي هئي ملڪ سخت اقتصادي گهوٽالي جو شڪار ٿي پيو. اهڙو گهوٽالو ٽينهن سالن ۾ نه آيو روس جون ڪميونسٽ رياستون ٽٽي پيو. سوبت روس وکري

چڪو هو. ڪيوبا سان روس جو مال بدلي مال وارو معاهدو ختم ٿي چڪو هو. ڪيوبا جي مهانگي کنڊ جي بدلي ۾ روس سستو تيل ڏيڻ بند ڪري ڇڏيو ٺيڪ انهيءَ وقت آمريڪا موقعي جو فائدو وٺندي فلوريدا جي ڪيوبن پناهگيرن جي هڪ ڪيمپ تيار ڪري اسلحي ۽ ٻيو جنگي ساز و سامان سان ليس ڪري ڪيوبا تي حملو ڪرايو. آمريڪا جا نوازيل جٿا جڏهن Bay of pig سوئرن جي سمنڊ جي ڪناري تي لٿا ته ڪين ڪيوبا جي جان نثار فوجن جي مزاحمت کي منهن ڏيڻو پيو. سخت ويڙهه کانپوءِ آمريڪي جٿن کي شڪست نصيب ٿي ۽ دنيا آڏو آمريڪا لچارو ٿيو ڇاڪاڻ جو هڪ جمهوري ملڪ تي راتاهو ڪنهن به طرح دنيا کي قابل قبول ڪو نه هو. اهڙي طرح ڪاستروان جنگ ۾ پنهنجي عوام آڏو سرخرو ٿيو.

هاڻ جڏهن ڪاسترو بيماري جي بستر تي آهي هڪ ڀيروري آمريڪا هن موقعي کي غنيمت ڄاڻي ڪيوبن رفيوجيز کي منظم ڪري رهيو آهي ساڻ آمريڪي ٽوين جو رخ ڪيوبا طرف ڪيو ويو آهي انتظار صرف فيڊل ڪاستروجي مرڻ جو آهي. ميامي يونيورسٽي ۾ انسٽيٽيوٽ آف ڪيوبن، ڪيوبن ائنڊ ڪيوبن آمريڪا اسٽيڊي جي سربراه جيمر سٽچلڪي جو چوڻ آهي ته ڪيوبا اندر تبديلي لاءِ ڪاسترو جي موت جو انتظار ڪرڻو پوندو. ڪاسترو جي موت جو منتظر آمريڪا گورنمينٽ دراصل ڪيوبا ۾ پنهنجي من پسند پاليسيءَ جي نفاذ لاءِ بي چين آهي. ڪاسترو جي حياتيءَ ۾ اهو سڀ ڪجهه ممڪن ناهي ڇاڪاڻ جو ڪاسترو ڀهريان ئي آمريڪي صدر کي پاڳل ۽ جنوني جي خطاب ڏئي چڪو آهي. ڪاسترو جي ڪيوبا تي حملي وقت ڪيوبا جي عوام کي ڪاسترو جو اهو عدالتي بيان تاريخ مون کي بي ڏوهي قرار ڏيندي هٿيار طور ڪم ايندو ڇاڪاڻ جو ان تاريخي عدالتي بيان کانپوءِ 1959ع وارو انقلاب آيو ان عدالتي بيان ڪيوبا جي عوام کي انقلاب لاءِ بيدار ڪري ڇڏيو. هاڻي هڪ ڀيروري ساڳيو دشمن وقت جي انتظار ۾ آهي. ته ڪاسترو جو هڪ طرف موت تي ته ٻي طرف آمريڪا آزاد ڪيوبا تي حملو ڪري پنهنجو غلام ۽ طابع بڻائي.

تاريخ: 17_10_2006

# حڪومت ڪي اڳواٽ رٿا بندي ڪرڻ گهرجي

ڪجهہ ڏينهن اڳ ڪن ذميوار ماڻهن پاران انڪشاف ڪيو ويو آهي تہ ملڪ جي اهم شخصيت تي آپگهاتي حملي جي منصوبا بندي ڪئي وئي آهي، ان لاءِ لال مسجد جي مکيہ ڪردار مولانا عبدالعزيز جي گهر واري امِ حسان شاگرديائين کي آپگهات لاءِ تيار ڪري رهي آهي، اسلام آباد جي هڪ پوليس عملدار انهيءَ حوالي سان چيو آهي تہ هن کي ڪجهہ ڏينهن اڳ هڪ خط مليو هو تہ جنهن ۾ ڄاڻايل هو تہ ڊبل ڪيبن گاڏيون ان واردات ۾ استعمال ٿي سگهن ٿيون.

امِ حسان لال مسجد واقعي جو ٽيون اهم ڪردار آهي. غازي عبدالرشيد جي مرتئي ۽ مولانا عبدالعزيز جي جيل ياترا کان پوءِ امِ حسان لال مسجد ۽ جامعہ حفصہ جي شاگرديائين کي منظم ڪيو آهي ۽ اهڙي ٽولي کي لشڪر عبدالله جو نالو ڏنو ويو آهي ۽ چيو ويو آهي تہ جن اسان مٿان گوليون هلايون انهن کان قصاص ورتو ويندو. امِ حسان جي لفظن کي غور سان جاچيندي اهو معلوم ٿئي ٿو تہ جن ماڻهن لال مسجد آپريشن ۾ حصو ورتو تن جو قصاص ورتو ويندو. ام حسان جن ماڻهن جا نالا وٺي اشارو ڪري ٿي، ان جو مطلب تہ انهن شخصيتن کي قصاص عيوض ماريو ويندو. ساڳي انٽرويو ۾ هوءَ چوي ٿي تہ "اسان مٿان پيٽرول بم، فاسفورس بم، مارٽرگن استعمال ڪئي وئي پر مان سلام پيش ٿي ڪريان انهن شاگردن ۽ شاگرديائين کي جن بهادري سان ۽ هڪ جذبي جي بنياد تي چوڏهن ڏينهن تائين اڪيلي سِر مقابلو ڪيو.

ظاهر آهي تہ جذبو ئي هڪ انتها جي نقطي تي پهچي، ڪو نہ ڪو نتيجو آڻيندو آهي. جيڪڏهن لال مسجد وارن قصاص وٺڻ جو جذبو آهي تہ هو ضرور ڪارروايون ڪندا. پوءِ ان سرڪاري عملدار جو بيان درست ٿي سگهي ٿو تہ اُم حسان آپگهاتي حملن جي منصوبہ بندي ڪئي هوندي. آمريڪا پاران بار بار

اسلام آباد ۾ ايٽمي اثاثن کي طالبان طرفان قبضي ڪرڻ بابت بيانن مان اشارو ڏي ٿو تہ ان جو مطلب جامع حفصہ جي طالبان ڏانهن بہ اشارو ٿي سگهي ٿو "جيتوڻيڪ "آپريشن سائيلينس" کي هڪ سال مڪمل ٿي چڪو آهي، ان هڪ سال اندر امِ حسان انهن شاگردن جي تربيت ڪئي آهي، انهن کي منظم ۾ متحد ڪيو آهي جيڪي گذريل سال آپريشن سائلينس دوران مختلف علائقن ۾ ٽڙي پکڙجي ويا هئا. انهن جو مظاهرو ان ڏينهن ڏسڻ ۾ آيو جڏهن آپريشن سائلينس کي سال مڪمل ٿيڻ تي امِ حسان جامعہ حفصہ جي شاگردن کي اسلام آباد ۾ ڪٺو ڪري هڪ وڏو اجتماع ڪيو. جنهن ۾ هزارين شاگرديائين آپريشن ۾ مارجي ويلن جي ياد کي تازو ڪيو ان اجتماع ۾ جذبہ ايماني تحت پنهنجي مشن کي جاري رکڻ جو اعلان ڪيو ويو. ان کان چند ڏينهن اڳ لال مسجد اڳيان آپريشن سائلينس، ۾ مارجي ويلن جي ياد ۾ ميڙاڪو ٿيو جنهن ۾ انهن نوجوان شاگردن شرڪت ڪئي، جيڪي ان آپريشن ۾ متاثر ٿيا هئا. انهيءَ موقعي تي هڪ اعلان نامو جاري ڪيو ويو جنهن جو خاص مقصد اهو ئي هو تہ هو قصاص وٺندا ۽ پنهنجي مشن کي جاري رکندا. انهيءَ ڏينهن واري اجتماع جي پڄاڻي تي اسلام آباد ۾ بم ڌماڪو ٿيو. جنهن ۾ ڪيترائي بي گناهہ پوليس وارا مارجي ۽ زخمي ٿي پيا.

ان موقعي تي حڪومتي عملدار جو جيڪو پهريون بيان سامهون آيو اهو هي هو "جيڪي تحفظ ڏيڻ آيا هئا. هنن انهن کي بہ ماري ڇڏيو". ان بيان مان ائين ٿو لڳي ڄڻ هو لال مسجد وارن ڏانهن اشارو ڪري رهيو آهي، اهو حڪومتي عملدار بار بار پيو چوي تہ جيڪي مارجي ويا آهن، اهي بہ مسلمان، پائر آهن، انهن کي مارڻ ڪهڙي مسلماني چئبي". هڪ طرف حڪومت کي لال مسجد ۾ امِ حسان مان خطرو آهي تہ ٻي طرف انهن کي جلسن توڙي اجتماع ڪرڻ جي اجازت بہ ڏني وئي. مولانا عبدالعزيز کي رها ڪرڻ جون ڳالهيون بہ هلي رهيون آهن.

بهرحال پ پ پ حڪومت جي اها وڏي خوبي آهي جو هنن دشمن کي معاف ڪرڻ ۽ ديني سياسي چر پر جي اجازت ڏئي ڇڏي آهي، حڪومت اهو بہ سمجهي ٿي تہ لال مسجد وارن کي ڪير ٿو منظم ڪرڻ ۾ مدد فراهم ڪري ۽ ڪير ٿو مالي سهڪار ڪري سگهارو بڻائي" لال مسجد واقعي کي سال گذرڻ بعد رٽائرڊ فوجين جي تنظيم جي اڳواڻن مان هڪ اڳواڻ تہ ائين چئي ڏنو" لال مسجد آپريشن ۾ فوج ڪهڙي محاذ تي هئي ۽ ڇا فتح ڪرڻ پئي چاهيائين." ان کان پوءِ جنرل اسد دراني، جنرل حميد گل وارن جا بيان سامهون آيا. جيڪي آپريشن جي مخالفت ۾ جامع حفصہ وارن جي حمايت ۾ ڏنل هئا. هاڻي تہ چوڌري برادران بہ ائين پيا چون تہ لال مسجد آپريشن بابت اسان کان راءِ نہ ورتي وئي

هئي، نہ وري اسان جي ڳالهہ کي تسليم ڪيو ويو هو. چوڌري برادران ائين ٿا چون تہ لال مسجد وارن سان زيادتي ٿي هئي، ان قسم جي ڳالهہ شيخ رشيد بہ ڪري ٿو. اعجاز الحق ان وقت مذهبي معاملن جو وفاقي وزير هو. ان وقت هو خاموش هو پر هاڻي هو بہ چوي ٿو تہ آپريشن سائيلينس هڪ قتل عام هو“

تازو اعجاز الحق امِ حسان سان رابطو ڪري پنهنجي غلطين جي ڪائونس معافي ورتي آهي، ان قسم جي درخواست هن سابق ايم اين اي شاهہ عزيز کي بہ ڪئي آهي تہ هو وچ ۾ پئي امِ حسان ۽ مولانا عبدالعزيز کان ڪيس معافي وٺرائي ڏي ان معافي جي تصديق لال مسجد جي نائب خطيب مولانا عامر صديق بہ ڪئي آهي، اعجاز الحق جي والد جنرل ضياءُ الحق لال مسجد وارو پلاٽ مولانا عبدالله کي ڏنو هو جتي لال مسجد جوڙي اسلامي ۽ شرعي نظام جو درس تدريس ڏيڻ شروع ڪيو ويو. جنرل ضياءُ الحق بہ ان سوچ جو مالڪ هو جيڪا اڄ مولانا عزيز ۽ لال مسجد طالبان تحريڪ جي روپ ۾ سامهون آئي آهي. ۽ ايندڙ وقت ۾ وڏا رنگ ڏيکاريندي، پاڻ مولانا عبدالله هڪ دهشت گرد حملي ۾ مارجي ويو جڏهن تہ ضياالحق جهاز حادثي ۾ فوت ٿي ويو. ان وڏڙن جي دوستي جي حوالي سان اعجاز الحق اڄ امِ حسان کان معافي جو طلب گار آهي.

هڪ ڀيرو ٻيهر لال مسجد جي ڪريز تي آيل امِ حسان ۽ سندس ڪتابي اسلام آباد جي رستن ۽ گلين ۾ نظر اچي رهيا آهن. ۽ هر جمعي جي نماز کان پوءِ غازي رشيد جو قصاص ۽ مولانا عبدالعزيز جي رهائي بابت جلوس ۽ احتجاجي مظاهرو ڪري رهيا آهن. غازي عبدالرشيد جو اهو آخري خطبو بہ جن ماڻهن کي ياد هوندو تہ جنهن ۾ هن چيو تہ، ”شهادت کي مقدر سمجهون ٿا. ۽ اسلام جي سر بلندي لاءِ جان بہ قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهيون ۽ هاڻي لال مسجد تحريڪ پنهنجي مقصد جي حصول تائين جاري رهندي“. غاري رشيد لال مسجد تحريڪ جو متحرڪ ڪردار هو هن جا واسطا افغانستان ۽ ملڪ جي جهادي تنظيمن سان هئا. غازي رشيد کي آپريشن سائلينس خلاف لاجسٽڪ سپورٽ ڪرڻ واريون جهادي تنظيمون امِ حسان جي مالي ۽ جاني سهڪار ڪرڻ لاءِ اڳيرو آهن. 1997ع جي خفيہ ايجنسين جي رپورٽن مطابق لال مسجد وارا بم ڌماڪن ۾ ملوث رهيا آهن. تنهنڪري هي گروپ انتهائي خطرناڪ آهي. شهيد بينظير ڀٽو جي شهادت ۾ ڪجهہ حلقن ان گروپ ڏانهن اشارا بہ ڪيا هئا. ڇاڪاڻ جو لال مسجد اشو خلاف بينظير جو سخت موقف رهيو لال مسجد گروپ هن وقت سرحد ۾ انصارالسلام، لشڪر اسلام، منگل باغ وارو امر بالمعروف وغيره. سوات ۾ فضل الله گروپ ۽ بيت الله محسود وارن گروپن کان وڌيڪ منظم ۽ طاقتور آهي. لال مسجد طالبان وٽ خواتين جو هڪ وڏو حلقو موجود آهي، جيڪو فڪري طرح سگهارو آهي، جنهن جي سوچ کي ڪو بہ تبديل نٿو ڪري سگهي،

جڏهن تہ ڪتاپين جو وڏو انگ جيڪي Teen Ages آهن، جذبي اسلامي سان پرپور آهن. انهن کي پنهنجي مقصد تان ڪو هٽائي نٿو سگهي، اهي نوجوان اسلامي انقلاب جو هر اول دستو آهن، اهو ئي نوجوان طبقو آهي، جيڪو موت سان ٻہ اکيون اکين ۾ ملائي بيهي سگهي ٿو امِ حسان جي تربيت ۽ غازي عبدالرشيد جا خطبا انهن نوجوانن لاءِ مشعل راهہ بڻبا، ٻي طرف آمريڪا سميت اسان جا حڪمران ۽ اسان جهڙا ٻہ چار سيڪيولر ۽ روشن خيال ماڻهو اهڙي قسم جي انقلاب جي حمايت اصل نہ ڪندا، چاڪاڻ جو هنن جي سوچ ۾ ماڻهن کي ذبح ڪرڻ اسڪولن ۾ نياڻين کي صرف ديني تعليم ڏيڻ ۽ علم تعليم کان محروم رکڻ ملڪ ۾ جمهوري سياست جو انت آڻڻ، سيڪيولر سوشلسٽ ۽ لبرل سوچ وارن ماڻهن کي چيپاٽڻ سندن مقصد هوندو تنهن ڪري حڪمرانن کي امِ حسان جي سرگرمين تي نظر رکڻ کپي. ايتري چڙواڳي ڏيڻ نہ عالمي ليول تي قبول پوندي، نہ حڪمرانن کي پاڻ ۽ پوندي تنهن ڪري مستقبل جي خطرناڪ طوفان کي منهن ڏيڻ لاءِ اڳواٽ رٿابندي ڪرڻ گهرجي.

تاريخ : 14_07_2008

# فاٽا آپريشن ۾ ڇا وڃايو ۽ ڇا حاصل ڪيوسين؟

سيني مذهبن جي مجيندڙن کي پنهنجي ديني تبليغ جي اجازت آهي پر ڪنهن مهذب معاشري ۾ ان جي اجازت ڪانهي ته ڪو مذهبي گروهه طاقت جي زور تي پنهنجا نظريا، عقيدا عام ماڻهن مٿان ٿاڦي ماڻهن کي مجبور ڪري. خاص ڪري صوبي پختونخوا ۾ ڪجهه طاقتور ماڻهو اڄڪلهه طاقت جي ذريعي شرعي نظام آڻڻ جي ڪوشش ڪري رهيا آهن، ايتري قدر جي هنگو ۽ پارا چنار جهڙن شهرن ۾ رهائش پذير ماڻهن کي ماريو ۽ ڪُٽيو وڃي ٿو. هنگو ۾ جيڪڏهن آپريشن نه ڪيو وڃي ها ته شايد وڏي قتل عام ٿيڻ جو خدشو هو. هنگو آپريشن ۾ فوج کي ٻه وڏا مقصد حاصل ٿيا. هڪ ته انهن شر پسند گروهن کان علائقا خالي ڪرائي ورتا، جيڪي هنگو ۾ فساد جا محرڪ هئا، ٻيو ته القاعده جا ڪجهه اهم اڳواڻ گرفتار ٿيا آهن، هڪ وڏي ڪاميابي اها به ٿي آهي جو بيت الله محسود جو ساڄو هٿ ڪمانڊر رفيق الدين به گرفتار ٿي ويو آهي. اهڙي پسپائي کان پوءِ بيت الله محسود گروپ وارن هنگو پوليس اسٽيشن تي قبضو ڪيو ۽ ڪجهه سيڪيورٽي فورسز جي آفيسرن کي اغوا بعد قتل ڪري ڇڏيو ان کان پوءِ بيت الله محسود وارن سرحد حڪومت کي پنجن ڏينهن جو الٽيميٽم ڏئي ڇڏيو آهي ته عوامي نيشنل پارٽي وارن انهن پنجن ڏينهن اندر سرحد حڪومت تان استعفيٰ ڏين. ٻي صورت ۾ صوبي اندر وڏو نقصان ڪيو ويندو. بيت الله محسود جي ترجمان مولوي عمر جي ڌمڪين کان پوءِ سرحد جي گورنر سميت اي اين پي وارن مرڪزي حڪومت تي دٻاءُ وڌو ته طالبان ترجمان جي ڌمڪي يعني پنجن ڏينهن جي پڄاڻي کان اڳ ۾ مسئلي جو ڪو نه ڪو حل ڪڍيو وڃي.

ان سلسلي ۾ سرحد جي وزير اعليٰ ۽ گورنر، وزير اعظم ۽ جنرل اشفاق پرويز ڪياني سان ملاقات ڪري مطالبو ڪيو ته طالبان سان جنگ ڪرڻ بدران ڳالهيون ڪيون وڃن. طالبان پاران ڏنل ڌمڪي پنجين ڏينهن جي آخري ڏينهن تي شام جو هڪ اعليٰ سطحي اجلاس وزير اعظم سيد يوسف رضا گيلاني جي صدارت هيٺ ٿي گذريو. جنهن ۾ سرحد ۽ پنجاب جي وڏي وزيرن، مختلف ادارن

جي سربراهن، جنرل ڪياني، جنرل طارق مجيد سميت آصف علي زرداري، اسفند يار ولي ۽ مولانا فضل الرحمان شرڪت ڪئي. اجلاس ۾ فاٽا ۾ هلندڙ آپريشن کي فورن بند ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ويو. بهر حال ان اجلاس ۾ ٿيل فيصلي کان پوءِ فورن ڏي جي، آءِ ايس پي آر جنرل اطهر عباس ميڊيا کي ٻڌايو ته فاٽا آپريشن بند ڪيو ويو آهي. ان آپريشن ۾ پنهنجي حاصلات ۽ مقصدن ۾ ڪامياب ويا آهيون تنهن هوندي به سيڪيورٽي فورسز فاٽا ۾ بدستور موجود رهندي، هٿيار ڦٽا ڪندڙن سان ڳالهيون ڪيون وينديون. قومي سلامتي ۽ خود مختياري تي ڪا به سودي بازي نه ٿيندي انهيءَ ڏينهن وزير خارجه مخدوم شاهه محمود قريشي بيان ڏنو "ته انتها پسندي، دهشتگردي کي طاقت سان نٿو روڪي سگهجي. ان ۾ ڪو شڪ نه آهي ته انتها پسندي ۽ دهشتگردي بابت ڊائلاگ ڪري امن قائم ڪري سگهجي ٿو. ڊائلاگ ۾ وڏي طاقت آهي، اهو ئي هڪ جمهوري عمل آهي" پر جتي انتها پسندي وڌي وڃي ۽ فڪر ۽ عقيدي جي بنياد تي ڳالهه نه ٿي ته ڇا اتي به ڊائلاگ ضروري هجي ٿو؟ اهو هڪ سوال آهي. دنيا جا مسئلا، وڏيون جنگيون هڪ فيصلا ڪن، ويڙهاند کان پوءِ آخر ڊائلاگ ٽيبل تي اچي حل ٿينديون آهن. پاڪستان کي مڪمل اسلامي شرعي رياست بڻائڻ جي حق ۾ آهن. ان لاءِ جدوجهد پيا ڪن. جيڪي ماڻهو سيني سان بم ٻڌي ڪارروايون ڪري سوين ماڻهن کي ماري سگهن ٿا، ڇا اهي ڊائلاگ ٽيبل تي صرف حڪومتي رٽ تسليم ڪرڻ يا نه ڪرڻ جون ڳالهيون ڪندا؟. سرحد ۾ جيڪي ماڻهو ڇوڪرين جي اسڪولن کي بمن سان تباهه ڪرڻ، وڊيو سي ڊي ۽ ڊي وي ڊي مارڪيٽن کي تباهه ڪن ٿا يا وري حجمن جي دڪانن ۽ هوٽلن کي باهيون ڏيڻ واريون ڪارروايون ڪن ٿا. ڇا ان قسم جو فڪر رکندڙ ماڻهو حڪومت پاڪستان جي رٽ کي قبوليندا؟. ڇا مصر، ترڪي، ايران، دبئي، سعودي ۾ اسلام جا داعي ڪونهن ڇا؟ انهن ملڪن ۾ ان قسم جون ڪارروايون ڪونه پيون ٿين. اسلام روشن خيالي جو تصور پيش ڪري ٿو ذهني دقيانوسي جي خلاف آهي. دنيا جي 157 مسلمان ملڪن ۾ اهڙو ويل ڪونهي جهڙو پاڪستان ۽ افغانستان ۾ نظر اچي ٿو پاڪستان جون افغان نواز پاليسيون جيڪي جنرل ضياءَ واري دور ۾ هيون. اڄ انهن غلط پاليسين جو نتيجو اڄ ڀوڳي رهيا آهيون. حڪومت کي گهرجي ته هو پاڪستان کي بچائڻ لاءِ پراڻيون افغان نواز پاليسيون ترڪ ڪري، ٻي صورت ۾ پارٽ جيڪو هن خطي جو اقتصادي ۽ ائٽمي دادا بڻجي چڪو آهي، هاڻي نيٽو جو ميمبر بڻجڻ جي خواهش رکي ٿو. اهو جڏهن به نيٽو جو ميمبر بڻيو ته هن جو پهريون ٽارگيٽ پاڪستان هوندو. تنهنڪري پاڪستان ۾ رهندڙ سيني طبقن سان وابسته ماڻهن کي پنهنجي ذميواري محسوس ڪرڻ کپي. ڪنهن جو هٿيار بڻجي پنهنجي ملڪ کي

ڪمزور ڪرڻ سٺو سنوڻ ڪونهي.

گذريل اعليٰ سطحي اجلاس ۾ اهو به فيصلو پڻ ڪيو ويو ته پرڏيهي فوج کي پاڪستان جي سرحدن اندر داخل ٿيڻ نه ڏبو. ملڪي سالميت جو ڀرپور دفاع ڪيو ويندو پرڏيهي وزير شاه محمود قريشي جو بيان آيو ته دهشتگردي خلاف جنگ جي نالي تي پرڏيهي فوج قبائلي علائقن تي حملو ڪيو ته قوم رد عمل ضرور ڏيکاريندي. پاڪ فوج ملڪ ۾ امن ۽ سلامتي جو ماحول قائم ڪرڻ جي اهليت رکي ٿي. بهرحال هنگو آپريشن کي تڙ تڪڙ ۾ ختم ڪرڻ تي ڪيترن ئي سنجيده حلقن اندر ڪي سوال اڀريا ته آخر ڪهڙي ماجرا هئي جو تڪڙ ۾ هنگو آپريشن کي ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو. آمريڪا به آپريشن کي تڪڙو ختم ڪرڻ تي حيرانگي جو اظهار ڪيو آهي. آمريڪا ان آپريشن ختم ڪرڻ تي اهو بيان ڏنو ته "طالبان لاءِ قبائلي علائقا محفوظ پناهه گاهون آهن. آخر اها ڪهڙي مجبوري هئي، جو هنگو آپريشن کي جلد ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو".

اجلاس ۾ اي اين پي. مولانا فضل الرحمان ۽ شهباز شريف هڪ پاسي يعني فاٽا ۾ آپريشن ختم ڪرڻ جا حمائتي ۽ جڏهن ته پ پ پ ٻئي پاسي بيٺل نظر آئي. تنهنڪري پ پ پ قيادت آمريڪا جي ناراضگي کي برداشت ڪندي اجلاس ۾ ٿيل فيصلن کي صدق دل سان قبول ڪيو. هاڻي وزير اعظم يوسف رضا گيلاني فاٽا ۾ جنگ بند ڪرڻ جو اعلان ڪيو. پ پ پ قيادت کي خبر آهي ته انتها پسند ڪڏهن به خاموش ٿي نه ويهندا امن معاهدو ڪري وري ڦري ويڃڻ سندن عادت آهيٰ. معاهدن تان ڦري وڃڻ جو خاص سبب سندن خلاف ڪا به ڳالهه برداشت نه ڪرڻ آهي. جيڪڏهن ڊائلاگ جي ڳالهه آهي ته طالبان پاران شرعي نظام آڻڻ، اسلامي ڪورٽون قائم ڪرڻ ۽ ماڻهن جا هٿ وڍڻ ۽ ڳچيون ذبح ڪرڻ واريون ڳالهيون ڇا حڪومت تسليم ڪندي؟ جي نه ڪندي ته وري جنگ جو اعلان ٿيندو بمبارن پاران ڌماڪا ڪيا ويندا، جيڪڏهن آمريڪا کي طالبان يا القاعده جو پيڇو ڪرڻ جي ضرورت پوندي ۽ اهي جڏهن انهن قبائلي علائقن تي حملا ڪندا ته ان صورت ۾ طالبان وارا معاهدا ختم ڪري سرڪاري ملڪيتن کي نشانو بڻائي نقصان ڪندا، ان صورتحال ۾ اسان جي سرڪار به واٽي تي بيٺل نظر ايندي: هڪ طرف آمريڪا وارا ته ٻئي طرف انتها پسنُد هوندا ۽ حڪومت آمريڪا ۽ طالبان جي ڏنبي کان خائف ٿي خبر ناهي ڪهڙا غلط فيصلا ڪري اهو ايندڙ وقت ئي ٻڌائيندو.

بهرحال سرڪار پاران جنگ بندي ڪري طالبان کي هنگو ۽ ڀر پاسي وارن علائقن مان تڙي ڪڍيو ويو آهي، سرڪار کي هن وقت ضروري آهي ته اهي طالبان اڳيان پنهنجا مطالبا رکن. مثال طور مقامي طالبان جنگجو سرحد پار

وچي افغان جنگ جو حصو نہ بڻجن، نہ وري جنگي ڪارروايون ڪن، ان ڪان سواءِ انهن ڪان اهو بہ قسم ورتو وڃي تہ هو سوات، باڙا، مالاڪنڊ ايجنسي ۾ پر امن رهن، مطالبن ۾ اهو بہ مطالبو شامل هجي تہ پاراچنار ۽ هنگوءِ جهڙن علائقن ۾ عام ماڻهن جي جان ۽ مال جي حفاظت جا ضامن بڻجن، سرڪار آمريڪي قيادت کي باور ڪرايو آهي تہ هو ملڪي سالميت لاءِ ڀرپور ڪردار ادا ڪندا رهندا. اهڙي طاقت جو مظاهرو فوجي قيادت پاران بہ ڪيو آهي. تازو آمريڪي ايڊمرل مائيڪل مولن پاڪستاني دوري تي جڏهن اسلام آباد پهتو تہ حڪومت انهن تي واضع ڪيو تہ پاڪستاني سرحدن اندر نيٽو جون ڪارروايون جاري رهيون تہ پوءِ آمريڪا سان گڏ اتحادي طور ڪردار نڀائڻ اسان لاءِ مشڪل ٿي پوندو. ان قسم جو جرئت مند موقف تاريخ ۾ پهريون ڀيرو ظاهر ٿيو آهي جو سرڪار ۽ فوجي قيادت آمريڪا جي ڪارروايئن خلاف سخت موقف اختيار ڪيو هجي مولانا فضل الرحمان اسلام آباد ۾ فوجي ۽ سياسي قيادت جي گڏيل اجلاس ڪان پوءِ ميڊيا آڏو چيو تہ ملڪ جي سلامتي کي خطرو درپيش آهي، ان لاءِ سيني ڌرين کي متحد ٿي فيصلا ڪرڻا پوندا. اهي فيصلا پارليامينٽ ذريعي ڪيا ويندا. مولانا فضل الرحمان جو ان موقعي تي چوڻ تہ ملڪي سلامتي کي خطرو آهي تہ اهو جملو ڪو معمولي جملو ناهي، تنهنڪري نہ صرف سياسي ۽ فوجي قيادت پر ان سان گڏ سماجي، سول سوسائٽي ۽ عام ماڻهن کي بہ انهن اهم فيصلن ۾ شامل ڪرڻ گهرجي، جيڪڏهن عوامي حڪومت عوام کي ساڻ کڻي، ادارن کي اعتماد ۾ وٺي فيصلا ڪيا تہ ملڪ جي تقدير بدلائي ڇڏيندا، باقي بند ڪمرن ۾ ذاتي فيصلا ملڪ جي بنيادن کي ڏوڙي ڇڏيندا.

تاريخ : 28_08_2008

# آصف علي زرداري ۽ نواز وچ ۾ بيٺل بيورو ڪريسي

آصف علي زرداري جتي سياسي ڪاميابيون حاصل ڪيون آهن، اتي ماضيءَ ۾ هن ڪردار جي حوالي سان ڪجهه وڃايو به آهي، هن وقت قسمت جي ديوي سندس ساٿ ڏيئي رهي آهي، جيڪا اڳتي هلي رسوائي جي اونداهي کوهه ۾ ڦٽو به ڪري سگهيس ٿي، آصف علي زرداري جيئن چيو ته "معاهدا قرآن يا حديث ناهن ٿيندا، جن تان ڦري نه ٿو سگهجي". هڪ باڪردار ۽ بهترين صلاحيتن جو مالڪ ۽ سٺي سوچ وارو شخص پنهنجي قول ۽ فعل تي قائم ۽ مستحڪم رهندو آهي، ان جو مطلب آهي ته آصف علي زرداري جي ڳالهه تي ڪو به يقين يا ڀروسو نه ڪري، معاهدا قومن، تهذيبن جي قسمت بدلائي ڇڏيندا آهن ۽ جنهن ماڻهو کي معاهدن جي سياست جي خبر نه هجي ته سوال اهو ٿو ايري ته اهو ملڪ جو سربراهه ڪيئن ٿو ٿي سگهي ۽، ان تي ڪير اعتبار ڪندو؟ آصف علي زرداري ڪجهه ڏينهن ۾ صدارت جي منصب تي رسندو جتي ملڪ جي سربراهه جي ناتي دنيا سان زباني ۽ لکت ۾ ڪيئي معاهدا ڪندو ڇا انهن اهم معاهدن تان به ڦري ويندو ۽ ائين ئي پنهي ڏئي ويهي رهندو جيئن نواز شريف کي ڏني اٿائين!.

جيڪڏهن آصف علي زرداري مستقبل جي سياست ۾ اهڙو رويو رکيو ته عالمي برادري ويساهه ڪرڻ ڇڏي ڏيندي، پوءِ عوام جا مسئلا به اتي ئي رهجي ويندا، صرف پنهنجي غلطين سبب ايريل مسئلن کي حل ڪرڻ ۾ وقت گذاريندو. آصف علي زرداري جي ڪاميابين ۾ آمريڪا ۽ ان جي نمائنده جماعت "بيورو ڪريسي" آصف علي زرداري کي پنهنجي استادي ۾ سڀ ڪجهه سيکاري رهي آهي ۽ زرداري پنهنجا پتا بهتر انداز ۾ کيڏي رهيو آهي. حقيقت ۾ هُو سياسي تاش جا پتا هڪ چالاڪ رانديگر وانگر کيڏي رهيو آهي، بيورو ڪريسي مٿس ان لاءِ شفقت جو هٿ رکيو آهي ته آصف علي زرداري انهن لاءِ سولو آهي، جڏهن ته نواز شريف پراڻو کلاڙي ۽ بيورو ڪريسي جي خلاف آهي،

تنهنڪري ڏکيو آهي، بيورو ڪريسي کي جيڪڏهن نواز شريف کان بنا نوازليگ ملي وڃي ها تہ شايد ان کي قبول ڪن ها، تنهن هوندي بہ جتي بيورو ڪريسي آصف علي زرداري کي آشيرواد ڏئي اڳتي منزل تائين رسائيندي نظر اچي ٿي تہ ٻئي طرف بيورو ڪريسي ان ڪم ۾ بہ رڌل آهي تہ نواز ليگ جي جاويد هاشمي ۽ نواز شريف مان جند ڇڏائجي ۽ ان جي متبادل طور شهباز شريف ۽ چوڌري نثار علي کي ن ليگ ۾ اڳتي آڻجي."

تنهنڪري نواز ليگ هن وقت ٻن سوچن ۾ ورهائجي چڪي آهي. هڪ سوچ جيڪا چوڌري نثار وارن جي آهي، ان کي بيورو ڪريسي جي حمايت حاصل آهي. جڏهن تہ سوچ مخدوم جاويد هاشمي واري سوچ آهي جنهن جو حمايتي نواز شريف آهي، هاڻي شهباز شريف لاءِ اهو مسئلو انتهائي ڏکيو ٿي پيو آهي تہ نواز شريف کي مستقبل جي سياست بابت ڪيئن سمجهائي، بيورو ڪريسي نواز شريف کي سياست ۾ ڏسڻ نہ ٿي چاهي، وڏي ڳالهہ تہ بيورو ڪريسي پنجاب ۾ سياست کي پنهنجي ماتحت ڏسڻ گُهري ٿي. جنهن پنجاب جي سياست کي هاڻي گورنر سلمان تاثير جي ماتحت ٻڌائي ڇڏيو آهي. سلمان تاثير هڪ طرف پ پ پ جو ٽيو گهمي رهيو آهي تہ ٻي طرف بيورو ڪريسي جو ڏنل تاسڪ بہ پورو ڪندي نظر اچي ٿو.

در اصل سلمان تاثير بہ بيورو ڪريسي جو مهرو آهي، جيڪو بيورو ڪريسي جي حڪمن جي تڪميل لاءِ خدمتون سر انجام ڏئي رهيو آهي. بيورو ڪريسي جو ماڻهو هجڻ ڪري نواز ليگ کي سلمان تاثير بابت تحفظات آهن پر سلمان تاثير بيورو ڪريسي جو نمائندو آهي، تنهن ڪري هن جي سياست نواز ليگ جي سياست مٿان حاوي رهندي. هن وقت هو صدارتي چونڊن ۾ آصف علي زرداري جي پنجاب ۾ زبردست مهم هلائي رهيو آهي. ماضي ۾ ڏسجي ٿو تہ سلمان تاثير آصف جو گهاٽو دوست ناهي رهيو جو ائين سمجهون تہ هي ڪو پارٽي يا آصف سان دوستي ملهائي رهيو هجي پر اهو سمجهڻ گهرجي تہ سلمان تاثير بيورو ڪريسي جو ڪم ڪري رهيو آهي. بيورو ڪريسي آخر نواز شريف خلاف ڇو آهي؟ ان جو سبب هي آهي تہ هن صاحب پنهنجي اقتدار واري ڏهاڙن ۾ بيورو ڪريسي کي اکيون ڏيکاريون هيون، ياري ميندينٽ هجڻ سبب 1998ع ۾ قومي اسيمبلي ۾ بغير بحث جي پندرهين ترميم منظور ڪرائي ڇڏي، اها ترميم شرعي نظام جي نفاذ بابت هئي پر سينيٽ ۾ اڪثريت نہ هجڻ ڪري هو نہ شريعت نافذ ڪري نہ سگهيو ۽ نہ وري ملڪ جي امير المومنين جو خطاب ماڻي تاحيات اقتدار جا مزا ماڻن وارو خواب پورو ڪري سگهيو. نواز شريف تي طالبان ۽ القاعده اڳواڻن سان رابطا هجڻ جا الزام پڻ لڳايا ويا. خاص ڪري 1992ع ۾ آرمي چيف آصف نواز جنجوعہ سميت ٽن ادارن جي سربراهن کي تبديل ڪرڻ جو حڪم ڏنائين. جنهن تي نواز شريف جا آصف نواز جنجوعہ

سان اختلاف ٿيا. انهيءَ ڇڪتاڻ دوران آصف جنجوعا هارٽ اٽيڪ ذريعي فوت ٿي ويو اهڙي طرح جنجوعہ صاحب جي گهر واري قتل جو الزام شريف برداران مٿان هنيو۔ ڇاڪاڻ جو آصف نواز جي جسم جي وارن جي ٽيسٽ ٻاهرين ملڪ مان ڪرائي وئي، جنهن جي رپورٽ ۾ هن کي زهر ڏنل هو.

اڄ جيڪا سياست نواز شريف ڪري رهيو آهي، ان ۾ سندس مددگار اهي آهن. جيڪي يا تہ مذهبي ماڻهو آهن يا وري اهي مذهبي رٽائرڊ فوجي جنرل آهن يا وري اهي سياسي ڌڙا آهن. جيڪي بيورو ڪريسي جي خلاف آهن. نواز شريف جي جي سياست مان آمريڪا ۽ ملڪي بيورو ڪريسي جان ڇڏائڻ جي چڪر ۾ آهي. ڪجهہ فوجي ادارن جا رٽائرڊ ماڻهو نواز شريف جي ويجهو آهن. جنهن ڪري آمريڪا نواز شريف کان سخت خوفائتو آهي آمريڪا هڪ ٽاسڪ بيوروڪريسي کي ڏنو تہ هو نواز شريف کي سياست کان دور رکي تہ اهو بهتر آهي. تنهنڪري نواز شريف جو آصف علي زرداري کان دور ٿيڻ بہ آصف علي زرداري لاءِ پلي جو ڪم آهي پر جيئن تہ آصف علي زرداري جا استاد سياڻا آهن. تنهنڪري اهي نواز شريف سان آصف ذريعي ائين سياست ڪندا رهندا. جيئن آصف واعدا ۽ معاهدا ڪندو آيو ۽ نواز شريف کي ويجهو رکي ساڻ گڏ بہ ڪڻندو آيو ڇاڪاڻ نواز شريف هڪ سياسي حقيقت آهي. جيڪو پاري مينڊيٽ سان گڏ پنجاب ۾ حڪومت هلائي رهيو آهي.

بيورو ڪريسي جي سياست آهي تہ حڪومت ذريعي ججن کي بحال ڪرائي نواز شريف کي پسپا ڪيو وڃي. ڇاڪاڻ جو نواز شريف ججن جو اشو ڪڻي پنجاب جي ماڻهن کان ووٽ ورتا. هاڻ جڏهن ججن جو مسئلو حل ٿيڻ وارو آهي، جنهن ۾ سنڌ جي اٺن ججن ۽ پنجاب جي 5 ججن حلف ڪڻي ورتو آهي. ان عمل کان پوءِ نواز شريف جي سياست کي ڌڪڪو لڳندو.

28 تاريخ تي ڏنل وڪيلن پاران ڌرڻي جو سڏ ڪو ٻوٽو پاري نہ سگهيو آهي، سنڌ. سرحد ۽ بلوچستان ۾ وڪيل تحريڪ ڪمزور ٿي چڪي آهي. جنهن جو اندازو اعتزاز احسن سميت ٻي ليڊر شپ کي ٿي چڪو آهي. تنهنڪري اينڊڙ ڏينهن ۾ نواز شريف ۽ اُن جي همنوائن جي سهڪار سان وڪيل تحريڪ اهي نتيجا حاصل ڪري نہ سگهندي ۽ جڏهن وڪيل ۽ ججن جو مسئلو حل ٿي ويندو تہ پوءِ نواز شريف لاءِ سياست ۾ ڪو بہ اشو نہ رهندو. رح نواز شريف جي ناڪام سياست جو فائدو آصف علي زرداري کي ملندو. بيورو ڪريسي اهڙي خطرناڪ ۽ بي رحم آهي جو اقتدار جي ڪرسي تي ويٺل ماڻهو کان ڪرسي ائين ڇڪي وٺندي جو مالڪ کي خبر ئي ڪا نہ پوندي آهي هاڻي ڏسڻو آهي تہ اها بي رحم بيوروڪريسي، جا نواز شريف جي خلاف آهي اها آصف سان ڪيتري وفا ڪندي.

تاريخ : 02_09_2008

# فاٽا ۾ آمريڪي حملا
# ڪجھ حقيقتون

فاٽا ۾ آمريڪي حملن ڪان پوءِ ملڪ ۾ بحث ڇڙي پيو آهي تہ آخر انهن حملن ڪي ڪيئن منهن ڏجي؟.ان سلسلي ۾ ٻہ رايا سامهون آيا آهن. هڪڙن ماڻهن جو چوڻ آهي تہ آمريڪي حملن جو منهن توڙ جواب ڏنو وڃي، جڏهن تہ ٻين جو خيال آهي تہ انتهائي هوشياريءَ سان ان مسئلي تي قابو پائجي. آمريڪا سان ٻہ تعلقات بهتر رهن. هاڻي جيڪي چون ٿا تہ آمريڪا طرفان مسلسل حملن جو منهن توڙ جواب ڏنو وڃي، ان ۾ خاص ڪري مذهبي تنظيمون جيڪي طالبان ۽ القاعده جي فڪر جي ويجهو آهن، اهي مطالبو ڪن ٿيون. ٻيو رٽائرڊ فوجي جنرل جيڪي روس خلاف جنگ ۾ افغان وار جا ماسٽر مائينڊ هئا اهي جيڪي ان وقت آمريڪا جا دوست هئا ۽ ان جنگ مان لکپتي مان ارب پتي ٿي ويا، اهي ماڻهو ميڊيا تي اچي شدّ ۽ مد سان سان آمريڪا خلاف بيان ڏين ٿا.

ڪجھ لبرل ۽ ترقي پسند ماڻهن جو خيال آهي تہ آمريڪي حملن جي ڪٿي مذمت ڪجي پر ان سان ٽڪر ڪائڻ بيوقوفي چئبي، ڪٿي تہ ڪجھ لبرل ماڻهو آمريڪا جي ان حملن ڪي ساراهن ٿا. چاڪاڻ جو لبرل ماڻهو هڪ طرف ملڪ ۾ شرعي نظام ڪان پري رهڻ چاهين ٿا تہ ٻئي طرف طالبان ۽ القائده وارا ملڪ تي قبضي جا خواب ڏسي رهيا آهن طالبان ڦاسيون ڏيڻ، ماڻهن ڪي زندھ ذبح ڪرڻ، هٿ وڍڻ جهڙن اذيت ناڪ ۽ انسانيت سوز ڪارروائين ۾ ملوث آهن ۽ انهن جي ان عملن ڪري ڪنڌ شرم ڪان جهڪي ويندا، دنيا ۾ رسوا ٿيندا سين، پرڏيهي امدادون بند ٿي وينديون، ان ڪري لبرل ماڻهو طالبان جي مخالفت ڪن ٿا. هاڻي ڏسڻو اهو پوندو تہ آخر آمريڪا وارا ڇو ٿا پاڪستاني سرحدن اندر داخل ٿي حملا ڪن ۽ ڪنهن جي خلاف جنگ ڪن ٿا. ان جو هڪڙو ننڍڙو مثال اسان جي سامهون آهي: ڪجھ ڏينهن اتر وزير ستان جي هيڊ ڪواٽر ميران شاھ جي پر پاسي واري علائقن ۾ گائيڊيڊ ميزائلن سان حملو ڪيو ويو انهن ميزائلن مان هڪڙو ميزائل افغان ڪمانڊر جلال الدين حقاني جي گهر ۽

مدرسي مٿان اچي ڪريو جنهن ۾ پارنهن مرد ۽ عورتون مارجي ويا. هاڻي جيڪڏهن جلال الدين حقاني جي گذريل تاريخ جو ورق اٿائيندا سون تہ جلال الدين حقاني انهن اهم ڪمانڊرن مان هڪ آهي، جنهن روس جي خلاف جنگ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو هو. انهيءَ زماني ۾ آمريڪا جو بهترين اعتماد وارو دوست هو هن ڪمانڊر جا پاڪستاني فوج جي ان وقت جي اهم قيادت سان ويجها تعلقات هئا. اڄ اهو ئي جلال الدين حقاني جيڪو آمريڪا جو اڳ دوست هو هاڻي ان جو دشمن ٿي پيو آهي. 1996ع واري طالبان قتدار ۾ جلال الدين حقاني قبائلي علائقن ۾ سرحدي امور جو وزير رهيو هو هن وقت سندس پٽ سراج الدين حقاني سندس جانشين آهي، جنهن وقت جلال الدين حقاني افغانستان ويل هو تنهن وقت آمريڪا جو ٽارگيٽ جلال الدين حقاني هو آمريڪا بار بار چوندو اچي تہ پاڪستان جا سرحدي علائقا، القاعده جون محفوظ پناهہ گاهون آهن. انهن ئي علائقن ۾ خود ڪش بمبارن جي ڪيپ تيار ٿئي ٿي ۽ اهي ڪمانڊر جهاد جي تربيت ڏين ٿا. يقينن آمريڪا جي جاسوسي ادارن جا اطلاع درست آهن. ثابت ٿيو آهي تہ جيڪي بہ هن وقت خود ڪش بمبار گرفتار ٿيا آهن يا جن خود ڪش بمبارن جي ماسٽر مائينڊ بابت پاڪستاني انٽيليجنس کي رپورٽ ملي آهي، اهي سڀ فاٽا جي قبائلي علائقن سان واسطو رکن ٿا. انهن خود ڪش حملا آورن ۾ جيڪڏهن صرف آمريڪا خلاف جهاد آهي تہ سوال اهو ٿو ايري تہ پوءِ پاڪستان جي معصوم ماڻهن کي خود ڪش بمن ذريعي حملا ڪري ڇو ٿو ماريو وڃي يا وري اهي ايڏا محب وطن قبائلي آهن تہ پوءِ فوج ۽ سيڪيورٽي فورسز تي حملا ڇو ٿا ٿين؟. اصل ۾ ڳالهہ هي آهي تہ جيڪي محب وطن قبائلي آهن، اهي خودا شر پسندن خلاف دل ۾ نفرت رکن ٿا. جيڪي فوج ۽ عوام جي مٿان حملا ڪن ٿا، اصل ۾ هي اهي ئي ماڻهو آهن، جيڪي افغانستان مان ترڙجي فاٽا کي پناهہ گاهہ طور استعمال ڪن ٿا. انهن ۾ غير ملڪي جنگجو بہ شامل آهن. ٻيا اهي پاڙيتو ماڻهو جيڪي قبائلي تہ آهن پر اصل ۾ اهي ڪرمنل هئا. جيڪي ان جنگ دوران طالبان ۽ القاعده جي پئسن تي ڪک پتي مان لک پتي بڻجي شهرن ۽ قبيلن جا ڪمانڊر بڻجي ويا. مثال طور لشڪر اسلام جو امير منگل باغ خير ايجنسي جو ڪنهن زماني ۾ داداگيرءِ بس جو ڪنڊيڪٽر هوءِ هن وقت هو بلين ڊالر جو مالڪ آهي، اهڙي طرح صوفي محمد وارا معمولي ماڻهو هئا پر اڄ اهي لشڪرَ جا ڪمانڊر آهن ۽ اربين روپين جا مالڪ ٿي ويا آهن. وادي سوات جيڪا جنت نما وادي هئي، ان کي دوزخ نما بڻائڻ ۾ صوفي محمد ۽ مولانا فضل الله جو هٿ آهي. اهڙي طرح افغان سرحد سان ملحقہ پاڪستان علائقن ۾ ننڍڙن قبائلي داداگيرن افغان جنگجوئن کي پناهہ ڏئي امير تہ ٿي ويا ۽ پاڪستان جي معيشت کي داءَ تي لڳائي وينا آهن. پاڪستان فوج جو اصل ۾ آپريشن انهن

ماڻهن خلاف آهي، جيڪي پاڪستان جي سالميت خلاف آهن، جيڪي ڪرمنل آهن، جيڪي هيروئن ۽ اسلحي جا اسمگلرآهن، جيڪي پاڪستان جي بنيادن کي لوڏي رهيا آهن، هاڻي ان قسم جي جنگ ۾ جتي افغانستان ۽ پاڪستان بيڪ ڊور ڊپلوميسي تحت آمريڪي حملن جي حمايت ڪري رهيو آهي، جڏهن ته حامد ڪرزئي جيڪو پاڪستان جي نئين حڪومت سان ڪافي ويجهڙائپ رکي ٿو. اهو چوي ٿو ته "پاڪستان سرحدي علائقن ۾ آمريڪي فوجي ڪارروائي جي نئين حڪمت عملي جي آجيان ڪريون ٿا"، اسان جي مشترڪ ڪارروايئن سان طالبان جا مضبوط ٺڪاڻا جلد ختم ٿي ويندا. آمريڪا جي نئين حڪمت عملي جنهن جي جولاءِ ۾ صدر بش منظوري ڏني چڏي هئي، اها حڪمت عملي ٽن مرحلن ۾ طئي ٿي ۽ آمريڪين اسپيشل فورسز پاڪستان قبائلي علائقن اندر فيصلا ڪن جنگ ڪري طالبان ۽ القاعده جي جهادي ڪئمپن کي تباهه ڪرڻ. ان حوالي سان آمريڪا افغان قيادت ۽ پاڪستان جي نئين قيادت کي اعتماد ۾ ورتو هو. ان حوالي سان هڪ اهم گڏجاڻي جيڪا بحر هند ۾ موجود آمريڪي بحري ٻيڙي ۾ پاڪستان فوج جي سربراهه ۽ آمريڪي چيئرمين چيف آف اسٽاف ايڊمرل مائيڪ مولن جي وچ ۾ ٿي هئي، جنهن ۾ مٿين حڪمت عملي جوڙي وئي، اها ميٽنگ خفيه رکي وئي هئي پر ان خفيه گڏجاڻي واري راز کي آمريڪا جي هڪ اخبار پڌرو ڪري ڇڏيو ان گڏجاڻي ۾ فوجي حڪمت عملي تحت فوجي دستن کي خفيه معلومات هڪ ٻئي کي ڏيڻ سميت جنگي معاملن جون ڳالهيون طئه ٿيون. ان ملاقات کان پوءِ آمريڪي فورسز پاران طالبان ٺڪاڻن تي حملا شروع ٿيا. گذريل آمريڪي دوري دوران صدر بش سميت آمريڪي دفاعي قيادت وزير اعظم يوسف رضا گيلاني کي چيو هو ته "عسڪري رازداري ۽ طالبان کي معلومات پاڪستان جا خفيه ادارا ڏئي رهيا آهن. پاڪستاني خفيه ايجنسي خلاف اخبارن رڻ ٻاري ڏنو هو ته اتي وزير اعظم گيلاني آمريڪي قيادت سان شڪايت ڪئي ته "آمريڪا کي پنهنجي ميڊيا تي ڪنترول ڪرڻ گهرجي ميڊيا ڪيڏي خفيه گڏجاڻي واري راز کي افشان ڪيو ۽ پاڪستاني فوج جي سربراهه کي هرو ڀرو ڏنو ڪيو".

بهرحال هڪ طرف عسڪري ۽ سرڪاري قيادت اهو چئي ٿي ته اسان آمريڪي حملن جي خلاف آهيون، ٻي طرف اندرون خاني هو انهن حملن سان به سهمت آهن. بهرحال اسان حڪومت جي موقف جي حمايت ڪريون ٿا، ڇاڪاڻ ته حڪومت جي ڳچي ۾ به فاٽا جنگ پنجي ڇڪي آهي، حڪومت جو اهو فيصلو درست آهي ته پر امن قبائلين سان ڳالهيون ڪري سگهجن ٿيون پر دهشت گرد ۽ شرپسندن سان ڳالهيون نه ڪندا سين. وزير اعظم جو اهو بيان اميد افزا آهي ته آمريڪي فوجي سربراهه جي بيان تي عوام تڪڙ نه ڪري،

منهنجو ۽ ڪياني جو موقف ساڳو آهي، يعني فوجي ۽ سياسي قيادت متفق آهي.
بهرحال سياسي حڪومت هڪ طرف آمريڪا کي اعتماد ۾ وٺي هلي ٿي ته ٻي
طرف عوام کي بہ مطمئن ڪندي اچي ٿي. حڪومت سمجهي ٿي ته هي ملڪ
آمريڪا جي امداد تي هلي ٿو جيڪڏهن آمريڪا امداد بند ٿي ته هتان جو عوام
بک سبب مري ويندو عالمي بئنڪون، ادارا جيڪي امداد اسان کي ڏين ٿا، اهي
امدادون آمريڪا جي چوڻ تي بند ٿيون تہ هن ملڪ جو غريب عوام خود
ڪشيون ڪرڻ شروع ڪندو هن ملڪ کي چين ۽ سعودي عرب جي امداد تمام
ٿوري ملي آهي ۽ وڏي امداد آمريڪا ڏي ٿو. تازو هڪ معاهدي تحت هڪ اڌ
مهيني ۾ آمريڪا ڪٽڪ موڪلي رهيو آهي، تنهن ڪري جيڪي ماڻهو
آمريڪا سان جنگ جو مشورو ڏين ٿا. در اصل اهي پاڪستان کي تباهيءَ ڏانهن
وٺي وڃڻ جي خواهش رکن ٿا.

تاريخ : 14_09_2008

# صدر زرداري جو آمريڪي دورو
# من موهن سنگهہ سان ملاقات
# ۽ ڪشمير مسئلو

صدر آصف علي زرداري آمريڪا جو دورو مڪمل ڪري اسلام آباد پهچي ويو آهي، ان دوري کي ڪي ڪامياب تہ ڪي ورې ناڪام چون ٿا ان دوري دوران عالمي توڙي پاڪستاني اخبارن جو فوڪس آصف علي زرداري جون آمريڪي مصروفيتون ٿي رهيون جن تي تجزيہ نگار پنهنجو پنهنجو رايو پيش ڪري رهيا آهن. منهنجي نظر ۾ آصف علي زرداري جو آمريڪي دورو ڪامياب ثابت ٿيو آهي. هن صاحب اقوام متحده جي جنرل اسيمبلي ۾ ڪيس مضبوطي سان پيش ڪيا آهن. ان ۾ هڪ شهيد بينظير ڀٽو جي شهادت وارو ڪيس ٻيو سندس پنهنجي ملڪ جي اقتصادي، دفاعي ۽ دهشتگردي واري جنگ جي حوالي سان ڪيس هو. صدر آصف علي زرداري جي جنرل اسيمبلي واري تقرير هڪ يادگار تقرير هئي. هن اقوام عالم جي سربراهن کي پنهنجي تقرير ذريعي زبردست متاثر ڪيو! جڏهن تہ جنرل اسيمبلي ۾ تقرير کان سواءِ مختلف عالمي اڳواڻن سان ملاقاتون ڪري پاڪستان جي دوست ملڪن جي ايسوسيئيشن (Friends of Pakistan) کي پاڪستان جي معيشت کي سگهارو ڪرڻ ۽ واپار وڌائڻ جي سلسلي ۾ اعتماد ۾ ورتو آصف جي سيني مصروفيتن جا بهتر نتيجا اسان کي چند مهينن ۾ ملي ويندا. ان مان صاف ظاهر آهي تہ آصف علي زرداري پاڪستان جي بقا ۽ ترقي لاءِ وڌو فڪر مند آهي.

صدر آصف علي زرداري اهو سمجهي ٿو تہ اڳوڻي آمر مشرف جي غلط پاليسين ملڪ کي مفلوج ڪري ڇڏيو آهي. ان لاءِ ملڪ کي سگهارو ڪرڻ نهايت ضروري آهي. ان حوالي سان آصف علي زرداري مٿان فوج ۽ عوام جو مڪمل اعتماد آهي، انهيءَ اعتماد سان هو عالمي اڳواڻن ۽ مسئلن تي ڳالهائي رهيو هو.

نيويارڪ ۾ صدر آصف علي زرداري جي وزير اعظم من موهن سنگهہ سان

ڏيڊ ڪلاڪ جي ملاقات وڏي اهميت رکي ٿي. هي ملاقات ظاهر آهي ته ٻنهي ملڪن جي سفارتي نمائندن اڳ ۾ طئي ڪري ڇڏي هئي، ان ملاقات ۾ ٻنهي اڳواڻن مختلف مسئلن تي ڳالهايو ۽ هڪ ٻئي کي اعتماد ۾ ورتو آصف علي زرداري جي مزاح واري طبيعت مان وزير اعظم من موهن سنگهه گهڻو متاثر ٿيو بريفنگ دوران آصف علي زرداري کيس پنجابي ۾ ڳالهائڻ جي خواهش ظاهر ڪئي، تنهن تي وزير اعظم من موهن سنگهه چيو ته”آئو جي پنجابي وچ گل ڪريئي“ ٻنهي ملڪن وچ ۾ واپار وڌائڻ ۽ پاڻي کي روڪڻ واري معامري تي آصف علي زرداري پاران سنڌ طاس معاهدي جي روح مطابق عمل ڪرڻ لاءِ زور ڀريو. جنهن تي من موهن سنگهه واعدو ڪيو ته ”سنڌ طاس معاهدي جي روح مطابق پاڻي واري مسئلي کي حل ڪيو ويندو“.

1960ع سنڌ طاس معاهدي خلاف ورزي ڪري ڀارت جهلم درياهه مٿان ڪشن گنگا هائڊرو پراجيڪٽ وولر بئراج ۽ چناب درياهه مٿان خطرناڪ بغليار ڊيم ٺاهي رهيو آهي، جنهن سان اولهندي دريائن جو پاڻي انڊيا جي ڪنٽرول هيٺ هليو ويندو. پاڪستان جي پيداوار ۽ خوشحالي زراعت تي ٻڌل آهي، جيڪڏهن پاڻي نه مليو ۽ ڀارت روڪي ڇڏيو ته پوءِ پاڪستان جي زرعي صنعت تباهه ٿي ويندي، هن وقت جيڪڏهن ڏٺو وڃي ته ڪشمير کان وڌيڪ اشو پاڻي جو آهي. جيڪو هاڻي هن جمهوري حڪومت ۾ حل نه ڪيو ويو ته پوءِ شايد ڪنهن کان به حل نه ٿي سگهندو.

ٻيو اهم مسئلو ڪشمير جو آهي جيڪو سٺ سالن کان ڳچيءَ ۾ پيل آهي. هي مسئلو ڪشميري عوام جي حق خود اراديت جو مسئلو آهي. ان باري ۾ اقوام متحده جي قرارداد به پاس ٿيل آهي. پر ڀارت پنهنجي طاقت جي استعمال ذريعي ڪشميرين کي غلام بڻائيندو ٿو اچي، اهو ئي ڪشمير جو مسئلو آهي. جنهن ڪري ٻنهي ملڪن وچ ۾ ثقافتي ريتن ۽ رواجن ۾ هم آهنگي هوندي برادراڻو تعلق پيدا نه ٿي سگهيو آهي، آصف علي زرداري صدر ٿيڻ وقت چيو ته هو جلد ڪشمير بابت خوشخبري ٻڌائيندو. ظاهر آهي ته جڏهن هي جملو چيو ويو هو ته ان جي پس و پيش ڪو منظر هوندو ان مان اهو ظاهر ٿئي ٿو ته ڪو پس پرده ڪشمير بابت فيصلو ٿي رهيو آهي.

جنوري 2004ع ۾ جنرل مشرف ۽ اٽل بهاري واجپائي ملاقات ٿي، ان ملاقات کان اڳ ۽ پوءِ ڀارت ۽ پاڪستان جي سفارتي نمائندن ورڪنگ رليشن قائم ڪئي، نتيجي ۾ آمدرفت ۽ واپار ۾ زبردست اضافو ٿيو خاص ڪري انساني بنيادن تي ٻنهي ملڪن ۾ قيد ماهيگيرن کي آزاد ڪيو ويو. جنهن سان ٻنهي ملڪن جي عوام سک جو ساهه کنيو. خاص ڪري ڪشمير ۾ ٺاپر ٿي به هئي، جنرل مشرف ڪشمير جي سيني جهادي تنظيمن جي سر تان هٿ کنيو. ۽ انهن

جهادي تنظيمن جي ويڙهاڪ جٿن تي پابندي مڙهيائين. اهڙي عمل سان پاڪ ڀارت تعلقات ڪافي بهتر ٿيا. اهي ويڙهاڪ جٿا هتي اچي طالبان سان وڃي ساٿاري ٿيا. نتيجي ۾ وري طالبان انهن جٿن کي پنهنجي لاءِ استعمال ڪيو جيڪي پاڪستان لاءِ وڌيڪ خطرناڪ ثابت ٿيا آهن. ڇاڪاڻ جو اهي جٿا جيڪي ڪشمير ۾ مصروف هئا ۽ جديد فوجي سکيا ورتل هئا انهن جٿن وري سرحدي صوبي ۾ وڙهڻ شروع ڪيو جيڪا ويڙهه هاڻي خطرناڪ ٿيندي ٿي وڃي جنهن ڪري ملڪ دفاعي ۽ معاشي طور ڪمزور ٿيندو پيو وڃي.

پاڪستان جي نئين جمهوري حڪومت جي چونڊجڻ کان پوءِ ڪشمير پاليسي ٿوري تبديل ٿيندي نظر اچي ٿي. جڏهن تہ ڀارتي ڪشمير جا مجاهد اڳواڻ تنظيم ڪاري ڪري نئين سر منظم ٿي ڀارت سرڪار خلاف بيان ڏيندا رهن ٿا. نئين سري سان مجاهدن ڀاران ڀارت سرڪار خلاف جلسا جلوس شروع ڪيا ويا آهن. ڀارتي فوجن تي حملا ڪيا ويا. ان وچ ۾ جيڪي ڀارت جي شهرن ۾ بم ڌماڪا ٿيا. ڀارت ڀاران الزام پاڪستان مٿان مڙهيا ويا. خاص ڪري ڪابل بم ڌماڪي جو الزام پاڪستاني خفيہ ايجنسي مٿان لڳايو ويو ايڏي وڏي عرصي کان پوءِ پاڪ ڀارت تعلقات خطرناڪ حد تائين بگڙندي نظر آيا ڪشمير ۾ خاص ڪري شرائن بورڊ ڀاران زمين واري تڪرار تي وڏو جهيڙو شروع ٿيو نتيجي ۾ ڪشميري اڳواڻ شيخ العزيز ڀارتي فوج جي گولي سان مارجي ويو. هڪ طرف اهو مسئلو ٻئي طرف هندستان طرفان افغانستان ۾ ڪيترائي قونصليٽ جنرل قائم ڪرڻ ۽ پاڪستان اندر عليحدگي پسند تنظيمن جي پٺ ڀرائي ڪرڻ سان پاڪستان سرڪار کي سخت تشويش آهي.

ايتريون وڇوٽيون پيدا ٿيڻ کان پوءِ صدر آصف علي زرداري ۽ وزير اعظم من موهن سنگهہ جي ملاقات تمام وڏي معنيٰ رکي ٿي. اهڙي ملاقات کان پوءِ ڀرڏيهي سيڪريٽري شو شنڪر مينن چيو تہ صدر زرداري کي ڀارت جو سرڪاري دورو ڪرڻ جي دعوت ڏني وئي آهي. نتيجي ۾ آصف علي زرداري بہ وزير اعظم من موهن سنگهہ کي پاڪستان اچڻ جي سرڪاري دعوت ڏني. ان سلسلي ۾ ايندڙ مهيني آصف علي زرداري ڀارت جو دورو ڪندو. ان لاءِ سفارتي سطح تي ٻنهي ملڪن جا وزير خارجا ايجنڊائون مرتب ڪري رهيا آهن. آمريڪي ڀرڏيهي وزير ڪونڊبو ليزا رائيس، آصف علي زرداري لاءِ بيان ڏنو تہ ”آصف علي زرداري ملڪ کي پيش ايندڙ موجوده چئلينجن کي منهن ڏيڻ لاءِ پر عزم نظر اچي رهيو آهي“ اسان کي يقين ڪرڻ گهرجي تہ هو جڏهن هاڻي ڀارتي سرڪاري دوري تي ويندو ۽ مختلف اهم ايجنڊائن تي ڳالهائيندو ۽ پرعزم نظر ايندو تہ عوام واقعي ڪشمير بابت خوشخبري ٻڌندو. ڇاڪاڻ جو من موهن سنگهہ جي هن بيان مان اهو مقصد نڪري ٿو تہ پاڪستان ۾ جمهوريت جي

آجيان ڪريون ٿا ڳالهين ذريعي مسئلا حل ڪرڻ چاهيون ٿا. اسان يوٿان، نيپال ۽ پاڪستان ۾ غربت ختم ڪرڻ ۽ ترقي لاءِ ڪم ڪرڻ جا خواهشمند آهيون“.

هي جملا ڀارتي وزير اعظم من موهن سنگهه جنرل اسيمبلي کي 20 منٽن جي خطاب دوران چيا، انهن جملن مان صاف ظاهر آهي تہ ڀارت علائقي ۾ هڪ طاقتور ملڪ جي حيثيت سان امن ۽ ترقي جو خواهشمند آهي. انهيءَ جملن جي پسمنظر ۾ صاف ظاهر آهي تہ ايندڙ مهيني ٻنهي اڳواڻن جي وچ ۾ رٿيل گڏجاڻي ۾ اهم مسئلا طئي ڪيا ويندا، صدر آصف علي زرداري جي اها ڪاميابي آهي جو هن فرينڊز آف پاڪستان ملڪن جي اجلاس ۾ هڪ ڪنسوريشم ٺاهڻ لاءِ وزنائتي ڳالهه مڃرائي جنهن جو اجلاس ايندڙ مهيني ابو ظهبي ۾ رکيو ويو آهي، جتي ڪنسوريشم کي باقاعده جوڙيو ويندو. ان اجلاس ۾ اقتصادي ۽ معاشي معاملن ۾ اڳڀرو ٿيڻ لاءِ پاڪستان انهن دوست ملڪن کي قائل ڪندو.

آصف علي زرداري جو ائين چوڻ تہ صدر بش جي ڪري دنيا محفوظ ٿي وئي آهي، آصف علي زرداري جو هي ڪو معمولي بيان ڪونهي، هن بيان پويان ڪاميابي ڊپلوميسي لڪل آهن جن جا نتيجا بعد ۾ سامهون ايندا. آصف علي زرداري جتي صدر بش کي مطمئن ڪري موٽيو آهي هو عوامي طبقن جي نمائندگي ڪري پاڪستان لاءِ بهترين اخلاقي سپورٽ حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيندو. هاڻي جڏهن چين ويندو تہ اتي بہ پنهنجي صلاحيتن کي مڃرائيندو. اهڙي طرح چين کان پوءِ انڊيا ويندو تہ يقينن ڪشمير وارو مسئلو حل ڪرڻ ۽ سنڌ طاس معاهدي جي اصل روح تي عمل در آمد ڪرڻ لاءِ ڀارتي قيادت کي مجبور ڪندو.

آصف علي زرداري اهو بہ سمجهي ٿو تہ آمريڪي ايوان نمائندگان ڀاران ڀارت ۽ آمريڪا وچ ۾ جوهري معاهدي جي حق ۾ قرارداد منظور ٿيڻ کان پوءِ آمريڪا ڀارت کي هن خطي ۾ چين جي مقابلي ۾ آڻڻ چاهي ٿو. تنهنڪري ڀارت هڪ طاقتور ملڪ آهي ان حقيقت کي تسليم ڪندي پاڪستان پنهنجي پاليسي مرتب ڪندو ۽ آصف علي زرداري ان پاليسي تي عمل ڪندي پاڪستان جي وڃايل ساک ٻيهر بحال ڪندو.

تاريخ : 04_10_2008

# ڀارت- آمريڪا جوهري معاهدو ۽ پاڪستان جو آئيندو

ميريٽ هوٽل بم ڌماڪي کان پوءِ پاڪستان جي سياسي صورتحال عالمي منظر نامي ۾ ڪافي تبديل ٿيندي نظر اچي رهي آهي. ميريٽ واقعي کي نائن اليون واري آمريڪي سانحي سان ڀيٽيو وڃي ٿو. هن واقعي کان پوءِ دنيا جا طاقتور سيڙپڪار ملڪ خوف ۾ مبتلا ٿي چڪا آهن. هو اهو سوچڻ تي مجبور آهن ته هن ملڪ ۾ سيڙپ ڪرڻ پئسي ۽ وقت جو زيان آهي. تنهن ڪري ويسٽ جا سيڙپڪار هاڻي پاڪستان بجاءِ ڀارت ۽ ايشيا جي ٻين اسرندڙ ملڪن ڏانهن سيڙپڪاري لاءِ واجهائي رهيا آهن. مفادن جي حاصلات خاطر آمريڪا پنهنجا رشتا وڌيڪ مضبوط ڪرڻ لاءِ هاڻي پاڪستان بجاءِ ڀارت ڏانهن دوستي جو هٿ وڌائي رهيو آهي. اهو ئي سبب آهي جو ائٽمي سول معاهدو پاڪستان بدران ڀارت سان ڪيو ويو آهي.

ان جو خاص مقصد هي آهي ته ڀارت سياسي، اقتصادي طور مضبوط ملڪ آهي. آمريڪي سينيٽ پاران ائٽمي سول معاهدي جي منظوري کان پوءِ فرانس به ڀارت ۾ سيڙپڪاري ڪري رهيو آهي، ائٽمي سول معاهدي بابت فرانس ۽ ڀارت جي سرڪاري نمائندن وچ ۾ ڳالهه ٻولهه ٿي چڪي آهي. ڀارت جڏهن فرانس ۽ آمريڪا سان معاهدا ڪري چڪو هوندو ته پوءِ يقينن يورپ جا ٻيا طاقتور ملڪ ڀارت ۾ سيڙپڪاري ڪندا. آمريڪي ۽ فرانس جي معاهدي کان پوءِ ڀارت کي سي ٽي بي ٽي ۽ اين پي ٽي جي قانوني ڪهاڙن کان ڇوٽ ملندي، سي ٽي بي ٽي ۽ اين پي ٽي کان ڇوٽ مِليل ملڪ ڀارت اڳتي هلي ڏهن ويهن سالن اندر ويٽو پاور به حاصل ڪري وٺندو جڏهن ته ڀارت ويٽو پاور جا خواب هن وقت ڏسي رهيو آهي، اهي ساڀيان جو روپ وٺندا ته ان جو ڀيريون ٽارگيٽ خطي ۾ وڏي علائقائي تبديلي آڻيندو. ايٽمي ڀارت خطي ۾ ڪمزور ملڪن کي زبردستي طابع بڻائيندو

اڳرائيون ڪندو ان جو ڀهريون شڪار پاڪستان ٿيندو.

ٻئي پاسي پاڪستان ڏينهون ڏينهن ڀارت جي مقابلي ۾ ڪمزور ٿيندو پيو وڃي. روز جي بم ڌماڪن ۽ امن امان جي بگڙجندڙ صورتحال سبب ملڪ اقتصادي طور ڏيوالي جو شڪار آهي. ايتري قدر جو عالمي مارڪيٽ ۾ پاڪستاني ڪرنسي Devalue تي پهچي آهي پاڪستان جي ڪرنگهي جي هڏي واري حيثيت رکندڙ زراعت شعبو پاڻي نه هجڻ ڪري فصل وڌيڪ اپت ڏيندڙ نه رهيا آهن. ايندڙ ڏهن سالن ۾ ڀارت مقبوضه ڪشمير وٽان پاڻي تي ڪنٽرول ڪري وٺندو ۽ نتيجي ۾ هن ملڪ جون زرخيز زمينون خشڪ سالي جو شڪار ٿينديون. ايندڙ ڏهن سالن ۾ جنگي حالتون رهيون ته فوج جهڙو مضبوط ادارو به گهرو جنگ جي ڪري ڪمزور ٿي ويندو. باقي بيوروڪريسي ۽ حڪمران طبقي، جنهن ۾ خاص ڪري فوجي آمر اچي وڃن ٿا. انهن هن ملڪ کي جڻ پيننگ ڪري ڇڏيو آهي، تنهن ڪري هن پيننگ ٿيل ملڪ مان آمريڪا کي جيڪي مفاد حاصل ڪرڻا هئا. اهي ڪري چڪو آهي، باقي هڪ ڪم جيڪو اڌ ۾ رهيل آهي، اهو آهي دهشتگردي خلاف جنگ.

دهشتگردي خلاف جنگ ۾ آمريڪا ڪجهه مالي فائدا، ته ڪجهه ڏٺا پوزيون ڏئي پاڪستان سان تعاون ڪري رهيو آهي جڏهن اهو مفاد حاصل ڪري وٺندو ته آمريڪا پاڪستان سان تعاون ته پري جي ڳالهه رهي پر اک کڻي به نه ڏسندو. بهرحال جيستائين طالبان خلاف جنگ هلي ٿي، آمريڪا ٽڪڙ ۾ پاڪستان مان هٿ نه ڪيندو پر مستقبل جي سياسي ۽ اقتصادي، اسٽريجڪ پلاننگ ۾ ڪيس اڪيلو ڪري ڇڏيندو ڇاڪاڻ جو آمريڪا مستقبل جي پلاننگ ۾ صرف ۽ صرف چين تي اک رکندو ۽ چين جي مقابلي ۾ هو ڀارت کي طاقتور ڪندو. ڇاڪاڻ جو ڀارت علائقي ۾ افرادي ۽ معاشي طور هڪ وسيع Capacity رکي ٿو.

اهڙي عالمي صورتحال کي محسوس ڪندي ڀارت پنهنجون ترجيحون علائقائي سطح تي تبديل ڪري رهيو آهي. سياسي ۽ اقتصادي طور ڀارت مضبوط آهي، وڏي ڳالهه ته اتي جمهوريت هجڻ ڪري عام ماڻهو حڪمرانن ۽ ادارن تي اعتماد ڪن ٿا. تنهنڪري ڀارتي حڪومت جتي ٻين شعبن ۾ سگهاري ٿيڻ جي ڪوشش ۾ مصروف آهي اتي پنهنجي دفاعي نظام کي طاقتور بڻائي رهيو آهي. ان لاءِ گذريل ٽن سالن جي دفاعي بجيٽ تي نظر وجهندا سين ته ڀارت دفاعي تاريخ ۾ مسلسل 18٪ اضافو ڪري رهيو آهي. جيڪڏهن ڀارت ان دفاعي پاليسي تي مسلسل عمل ڪندو رهيو ته ايندڙ پنجن سالن ۾ ڀارت جي دفاعي بجيٽ برطانيا جي دفاعي بجيٽ سان مد مقابل ٿيندي.

ڀارت هن وقت 15 ارب پائونڊ دفاع تي خرچ ڪري ٿو. 2013ع تائين هي

بجيٽ 34 ارب پائونڊ کان مٿي ٿي ويندي. ڀارت جي ايڏي وڏي رقم خرچ ڪرڻ تي چين پاڪستان جپان انڊونيشيا، سريلنڪا، تائيوان، ويٽ نام، بنگلا ديش، نيپال ۽ ڀوٽان جهڙن غريب ملڪن کي سخت اعتراض آهن. پر ڀارت سيني ملڪن جي اعتراضن کي ٺڏي ائٽمي جنون ۾ اچي نہ صرف آمريڪا، فرانس پر روس ۽ اسرائيل سان ائٽمي معاهدن جي چڪرن ۾ آهي. ان لاءِ ڪافي اڳتي بہ نڪري چڪو آهي. سال 2004ع جي هڪ دفاعي رپورٽ موجب ڀارت ترقي پذير ملڪن ۾ سڀ کان وڏيڪ اسلحو خريد ڪرڻ وارو ملڪ هو. انهيءَ سال ڀارت 5.7 بلين ڊالرن جو اسلحو خريد ڪري چين کي پريشان ۽ حيران ڪري وڌو هو. 2001_2004ع ۾ چين پنهنجي دفاعي بجيٽ ۾ اضافو ڪيو. جنهن جي رد عمل ۾ چين واري بجيٽ کان ڀارت وڏيڪ ٻيڻو اضافو ڪيو ۽ اسلحي جي ڊوڙ ۾ ڀارت پهرين فهرست ۾ شمار ٿيڻ لڳو. 2004ع ۾ ترقي پذير ملڪن ۽ ترقي يافتہ ملڪن ۾ اسلحي جو مجموعي وڪرو 37 ملين ڊالر هو جنهن ۾ سڀ کان وڏيڪ سودو ڪرڻ وارو ملڪ آمريڪا هو. ان کان پوءِ روس ۽ برطانيا ٻي نمبر تي رهيا. ترقي يافتہ ملڪن ترقي پذير ملڪن جي جنگي جنونيت مان زبردست فائدو حاصل ڪيو. روس، آمريڪا برطانيا غريب اسرندڙ ملڪن کي اسلحو وڪرو ڪري زبردست پئسو ڪمايو. 2004ع ۾ ڀارت اسرائيل کان هڪ معاهدي تحت 10 ارب 10 ڪروڙ ماليت جو اسلحو خريد ڪيو. اصل ۾ اهو ئي معاهدو هو جنهن ڪري 2008ع ۾ آمريڪا سان ائٽمي سول معاهدي جي راهہ هموار ٿي. اسرائيل 2004ع واري معاهدي کان پوءِ اسرائيل هندستان ۾ عملي طور پير جمائڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ ڪامياب ويو. اسرائيل جيڪي هٿيار ڀارت کي وڪرو ڪيا، ان لاءِ سکيا ڏيندڙ بہ اسرائيلي فوجي ماهر هئا. جيڪي ان بهاني هندستان ۾ پنهنجون خفيا سرگرميون جاري رکندا اچن. اسرائيل جون خفيا سرگرميون چين ۽ پاڪستان لاءِ ڪنهن خطري کان خالي ناهن چاڪاڻ تہ رپورٽون مليون آهن تہ اسرائيلي ايجنٽ پاڪستان سان ملحق ڪشميري سرحد تي ڪم ڪري رهيا آهن. ان سلسلي ۾ اسرائيل جو دفاعي وزير ۽ اسرائيل جا فوجي ماهر گذريل مهيني ڪشمير جو دورو ڪري چڪا آهن.

ٻي طرف برطانوي وزير دفاع اهو بيان ڏنو تہ "دهشتگردي خلاف جنگ ۾ ڀارت مغرب جو بهترين اتحادي ثابت ٿي سگهي ٿو" ان قسم جو بيان ٽن ڏينهن جي دوري تي پهتل آمريڪي وزير خارجہ ڪونڊوليزا رائيس جو ڀارت ۾ ڏنل بيان تي غور ڪرڻ جي سخت ضرورت آهي جنهن چيو تہ "ائٽمي سول معاهدي سان آمريڪا ۽ ڀارت جا "Deep Relation" قائم ٿيندا. مستقبل ۾ ڀارت جو اهم ڪردار هوندو". ٻي طرف جوزف بائيڊن نرم لفظن ۾ جڏهن تہ ساره پيلن سخت لفظن ۾ پاڪستان ۽ ايران کي خطرناڪ ملڪ جو اعزاز ڏنو آهي. هنن رهنمائن

چيو آهي تہ ائٽمي هٿيارن سان ليس پاڪستان غير مستحڪم آهي، ۽ خدشو آهي تہ پاڪستان ائٽمي هٿيارن سان ڀارت ۽ اسرائيل کي نشآنو بڻائي سگهي ٿو.
آمريڪا جي اڳواڻن جي بيانن مان صاف ظاهر آهي تہ ڀارت تي هنن کي وڏو اعتماد آهي، جيئن اسرائيل جي ڳُٽتي آمريڪا کي هميشہ کان رهندي آئي آهي. تيئن هاڻي ڀارت بہ اسرائيل جي صف ۾ بيهڻ نظر اچي ٿو. جنهن جي هر مفاد جي نگراني ۽ نگهباني آمريڪا ئي ڪندو. اسان کي ائين سمجهڻ گهرجي تہ ايشيا ۾ آمريڪا کي اسرائيل جي روپ ۾ ڀارت ملي چڪو آهي. هاڻ ڀارت ائين ئي انگل ڪندو جيئن اسرائيل ڪندو اچي. ڀارت ۾ هن وقت 17 جوهري ري ايڪٽر ڪم ڪن ٿا. جيڪي آبادي جي لحاظ کان بجلي جو پورائو ڪن ٿا. پر اهي ٿورا آهن ان معاهدي سان ڀارت مڪمل طور يورينيم آمريڪا کان حاصل ڪرڻ لاءِ آزاد هوندو ۽ يورينيم پاڻ بہ تيار ڪندو. جنهن سان ايندڙ ڏهن سالن ۾ بجلي جي معاملي ۾ ڀارت خود ڪفيل ٿي ويندو. آمريڪا ۽ ڀارت وچ ۾ ٿيل معاهدي جا ڪجهہ نقطا هيٺ ڏجن ٿا:
پهريو نقطو آهي تہ جوهري توانائي جي جديد ترين تحقيق ۽ ترقي ۾ اشتراڪ ٻيو جوهري توانائي متعلق حفاظتي معاملن ۾ تعاون. ٽيون ٻنهي ملڪن جا جوهري سائنسدان باهمي تحقيق خاطر هڪ ٻئي جي ملڪن ۾ وڃي گڏجاڻيون ڪندا. چوٿون صنعتي سطح تي ٻنهي ملڪن وچ ۾ جوهري مٽيريل ۽ جوهري ٽيڪنالاجي مٽا سٽا ڪري سگهندا. پنجون معاهدي جي مدت ختم ٿيڻ تائين ڀارت ائٽمي مواد ذخيرو ڪرڻ ۾ آزاد هوندو. ڇهون نيوڪليئر سائنس جي ايڊوانس تحقيق ۾ اشتراڪ، ستون جوهري ساز سامان جي سپلاءِ. اٺون ڀارت ۾ ائٽمي ري ايڪٽرس آءِ اي اي اي جي نگراني ۾ ڪم ڪندا ۽ نائون آءِ اي اي اي (I AEA) کي ڀارت ۾ سيني ري ايڪٽر جي جاچ جو حق حاصل هوندو.
هي معاهدو 40 سالن لاءِ هوندو پر وڌيڪ ڏهہ سالن تائين هن عرصي کي وڌائي سگهجي ٿو. هاڻي اندازو هڻو تہ آمريڪا 40 سالن تائين ڀارت سان گڏجي ڪم ڪندو تہ هن جا ناتا فطري طور ڀارت سان وڌيڪ مضبوط ٿيندا ۽ پاڪستان سان ڪمزور۔ ان لاءِ پاڪستان کي گهرجي تہ پنهنجون ترجيحات مرتب ڪري ۽ آمريڪا کان آهستي آهستي جند ڇڏائڻ لاءِ پاليسيون جوڙي، دوستي جو وڌيڪ رشتو چين سان پڪو رکي، ڇاڪاڻ جو ماضي گواهہ آهي تہ مشڪل گهڙين ۾ چين ئي پاڪستان جي سهڪار ۽ مدد ڪندي نظر آيو آهي. ان لاءِ حڪومت کي گهرجي تہ ملڪ جي اقتصادي، سياسي ۽ دفاعي صورتحال کي پيش نظر رکندي ملڪ جي سموري سياسي ڌرين کي اعتماد ۾ وٺي ۽ پارليامينٽ آڏو اهم مسئلا رکي پوءِ فيصلا ڪيا وڃن.

تاريخ : 2008_10_11

# شهيد بينظير ڀٽو
# جي قاتلن کان
# حساب ڪير وٺندو؟

گذريل سال 16 _ آڪٽوبر تي شهيد بينظير ڀٽو صدر مشرف ڏانهن لکيل هڪ خط ۾ اظهار ڪيو هو تہ "مون کي انتها پسندن مان ڪو خطرو ڪونهي، مون کي خطرو جنرل ضياءَ جي باقيات مان آهي. جيڪي مشرف جي حڪومت ۾ بہ وينل نظر اچن ٿا". 18 آڪٽوبر تي بينظير ڀٽو ڪراچي هوائي اڏي تي پهتي تہ عوام جي زبردست آجيان ڀٽو خاندان جي دشمنن کي چتاءُ ڏنو تہ بينظير ڀٽو ئي عوام جي محبوب رهنما آهي. بينظير ڀٽو جو قافلو جيئن ڪارساز وٽ پهتو تہ اتي بہ خطرناڪ بم ڌماڪا ٿيا. جنهن ۾ سوين ڪارڪنن جو رت وهايو ويو. ڪيترائي شهيد ۽ زخمي ٿيا. 18 آڪٽوبر واري سانحي جي تحقيقاتي ادارن تي بينظير ڀٽو عدم اعتماد جو اظهار ڪندي چيو تہ هو تہ "ملڪي تحقيقاتي ادارن جو نظام بيڪار ۽ ناڪاره آهي، تنهنڪري آمريڪا ۽ برطانيا کان مدد حاصل ڪئي وڃي، اهڙي قسم جي درخواست بينظير ڀٽو صاحبہ صدر مشرف کي لکت ۾ ڏني هئي، ان درخواست ۾ دليل ڏيندي لکيو تہ وزير اعظم لياقت علي خان، اڳوڻي آمر ضياءُ الحق، جنرل آصف نواز ۽ مير مرتضيٰ ڀٽو جي قتل جي حوالي سان ڪا بہ واضع تحقيقاتي رپورٽ سامهون ڪا نہ آئي آهي.

بينظير ڀٽو صاحبہ ان سانحي ۾ ملوث ٽن ماڻهن جا نالا لکي صدر مشرف ڏانهن اماڻيا هئا. انهن ماڻهن تي F.I.R ان ڪري لاڳ ٿي نہ سگهي، ڇاڪاڻ جو انهن نالن ۾ هڪ وزير اعليٰ بہ شامل هو جڏهن تہ ٻيو خفيہ اداري جو ڊائريڪٽر جنرل هو جڏهن تہ ٽيون همراهہ رٽائرڊ فوجي عملدار هو جنهن روس خلاف افغان وار ۾ اربين رپيا ڪمايا. هاڻي سوال اهو آهي تہ اهي ماڻهو بينظير ڀٽو جا مخالف ڇو هئا ۽ آهن ۽ انهن جو خاص مقصد پ پ پ مخالفت ۽ بينظير ڀٽو کي صفحہ هستي تان مٽائڻ جو ڪهڙو سبب هو؟

ان جو هڪ ئي سبب آهي آهي تہ جڏهن آمريڪا ڊاڪٽر قدير جي ٻانهن

گهري هئي تہ محترمہ بينظير ڀٽو آمريڪا کي خاطري ڪرائي هئي تہ هوءَ جڏهن اقتدار ماڻيندي تہ ڊاڪٽر قدير جي ٻانهن عالمي اٽامڪ انرجي ڪميشن جي حوالي ڪندي، خاص ڪري انهن کي بہ حوالي ڪندي، جيڪي ائٽمي راز ظاهر ڪرڻ ۾ ٻين ملڪن کي ائٽمي مواد وڪرو ڪرڻ ۾ ساٿاري رهيا آهن. هاڻي جڏهن ان معاهدي جون خبرون انهن جي ڪنن تي پيون تہ انهن جون ننڊون حرام ٿي ويون. ساڻ ضياءُ جي باقيات بہ ڀڙڪو کائي انهن سان ساٿاري ٿي، بينظير ڀٽو جي زندگيءَ جو ڏيئو اجهائڻ لاءِ سازشون سٽڻ لڳي.

18 آڪٽوبر جي سال پوري ٿيڻ تي سنڌ حڪومت ٻيهر ڪارساز سانحي جي F.I.R داخل ڪرڻ جو اعلان ڪيو ساڻ اهو فيصلو ڪيو تہ ڪارساز سانحي ۾ ملوث جوابدارن جي گرفتاري ۾ اهم معلومات فراهم ڪندڙ لاءِ انعام واري اعلانيل رقم 50 لک مان وڌائي هڪ ڪروڙ روپيا ڪئي وئي آهي. داخل F.I.R ۾ پرويز الاهي حميد گل ۽ اعجاز شاهہ جا نالا درج ڪيا ويا آهن. جوابدارن جي گرفتاري لاءِ وفاقي ۽ سنڌ جا ادارا گڏيل ڪارروائي ڪندا. ڪيس هاءِ پروفائيل هجڻ ڪري شاهديون ملڻ بعد گرفتاريو عمل ۾ ايندون.

سنڌ حڪومت جي اعلان کان پوءِ پ پ پ پنجاب جو هنگامي اجلاس جنرل سيڪريٽري غلام عباس ۽ راجا رياض جي صدارت هيٺ ٿي گذريو. اجلاس ۾ ڪارساز سانحي جي مکيہ جوابدارن جي گرفتاري جو مطالبو ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح وفاق ۾ شامل ڪجهہ وزيرن ٻاران جوابدارن کي گرفتار ڪرڻ جو مطالبو ڪيو ويو جنهن سان سموري ملڪ جي پ پ پ ورڪرن ۾ جيالن ۾ هڪ خوشي جي لهر پيدا ٿي تہ پ پ پ حڪومت F.I.R ۾ ڄاڻايل ماڻهن کي ڪٺهڙي ۾ بيهاريندي ۽ محترمہ جو خون رائيگان نہ ويندو.

اهڙي سخت موقف کان پوءِ ضياءُ جي باقيات ۽ F.I.R ۾ ڄاڻايل ماڻهن جي ويجهن ساٿين، انهن جي هٿان جوڙيل سياسي پارٽين جي اڳواڻن جا سخت بيان رڪارڊ تي آيا. هڪ رٽائر فوجي جنرل جي نياڻي عظميٰ گل جو بيان آيو تہ "تربيلا ۾ آمريڪي اڏي جي قيام کي بي نقاب ڪري سندس والد خلاف ڪارروائي ڪئي وڃي ٿي ۽ منهنجي والد هميشہ اصولن واري زندگي گذاري آهي. سندس خلاف ڪيس ڪوڙو آهي." جڏهن تہ حميد گل جو چوڻ آهي تہ تربيلا ۾ آمريڪي فوجي اڏي جي انڪشاف بعد ڪارروائي ڪئي وئي آهي. ڪيس آمريڪي دٻاءَ ڪري داخل ڪيو ويو آهي." اپوزيشن رهنما چوڌري نثار جنهن جا عزيز گهڻي ڀاڱي فوجي اداري سان سلهاڙيل آهن. ان صاحب جو بيان آيو تہ "چوڌري پرويز الاهي کي قتل ڪيس ۾ ملوث ڪرڻ سان حڪمرانن جا عزائم سامهون اچي چڪا آهن. حميد گل کي انهيءَ ڪيس ۾ ملوث ڪرڻ ڏوهہ کان گهٽ ڪونهي. ان اڳواڻ سنڌ حڪومت جي فيصلي جي مذمت ڪئي، ان

جو بيان تہ حميد گل کي ڪيس ۾ ملوث ڪرڻ ڏوهہ کان گهٽ ڪونهي وارا لفظ حميد گل کي گناهن ۽ ڪيسن کان پاڪ ڪري هڪ فرشتو ڪري بيهارين ٿا، جڏهن تہ تاريخ گواهہ آهي تہ جنرل حميد گل ـ آمر ضياءُ الحق جي زماني کان وٺي بينظير ڀٽو جي حڪومت 1988ع تائين زبردست سياسي غلطيون ڪيون آهن. مثال طور هن صاحب آءِ جي آءِ جو بنياد وجهي آمر ضياءُ جي حمايتي سياسي قوتن کي ڪٺو ڪري پ پ پ خلاف چونڊن ۾ بيهاريو. هن صاحب جي پلاننگ سان پ پ پ حڪومت جي خلاف عدم اعتماد وارو ماحول جڙي ويو بئنڪن مان پئسا ڪيرائي قومي اسيمبلي جي ميمبرن کي خريد ڪرڻ ۽ لوٽا ڪريسي جو بنياد وڌو هو.

هن جي غلط صلاحن ۽ پاليسين ڪري افغان جنگ زوري ڳچيءَ ۾ وڌي وئي، چند ڏوڪڙن ڊالرن سبب افغان جنگ کي مضبوط بنياد فراهم ڪيا ويا، اڄ جيڪو عوام پوڳي پيو يا بمن ذريعي مارجي وڃي ٿو ۽ ماڻهو زخمي ٿين ٿا، گهر اجڙن ٿا، اهو سڀ انهيءَ شخص جي بدولت آهي، هي شخص ايترو تہ طاقتور هو جو محمد خان جوڻيجي جي دور ۾ ضياالحق جهڙي آمر جي ڳالهہ ٻولهہ رڪارڊ ڪندو هو نتيجي ۾ محمد خان جوڻيجو ۽ ضياالحق وچ ۾ دوري پيدا ٿي. هن ايم آر ڊي تحريڪ کي ڪچلڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو 1984ع ۾ ضياءُ الحق کي ريفرينڊم ذريعي ڪامياب ڪرائڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو 1985ع ۾ غير جماعتي چونڊن ۾ پ پ پ کي پوئتي ڌڪڻ جو ڪردار ادا ڪيو. 10 اپريل 1988ع اوجڙي ڪيمپ واقعي وقت موصوف هڪ وڏي فوجي اداري جو ڊائريڪٽر جنرل هو. هاڻي اهو راز فاش ٿي چڪو آهي تہ اوجڙي ڪيمپ وارو واقعو چوءِ ڇا لاءِ ڪرايو ويو هو.

چوڌري نثار اپوزيشن اڳواڻ حميد گل بابت چوي ٿو تہ ان کي شهيد بينظير ڀٽو ڪيس ۾ ملوث ڪرڻ ڏوهہ کان گهٽ ڪونهي. هن کان پڇڻ گهرجي تہ ان همراهہ جي فوجي ۽ تاريخي ڪيل ڏوهن جو ازالو ڪير ڪندو؟

مارڪ سيگل کي شهيد بينظير پاران موڪليل (Email) ۾ مشرف جو بہ نالو شامل آهي. اهڙي طرح ق ليگ وارن جو بہ لاهور ۾ اجلاس ٿيو جنهن ۾ چوڌري پرويز الاهي کي ڪيس ۾ شامل ڪرڻ تي احتجاج ڪيو ويو ۽ چيو ويو تہ نئين داخل F.I.R جو مقصد مخالفن کي پريشان ڪرڻ آهي، جيڪڏهن شهيد بينظير جي لفظن مطابق ضياءُ جي باقيات مان هن کي خوف هو تہ چوڌري نثار علي، چوڌري پرويز الاهي ۽ حميد گل، اعجاز شاهہ سميت ايڪس مين سوسائٽي جا رٽائر جنرل سڀ ضياءُ الحق جي باقيات آهن ۽ شهيد بينظير ڀٽو جي قتل واري F.I.R خلاف سيئي گڏ آهن ۽ سيني جو موقف هڪجهڙو آهي. تنهنڪري اهڙي خطرناڪ گروهہ سان مهاڏو اٽڪائڻ هڪڙي آصف علي

زرداري يا سنڌ حڪومت جو اڪيلو ڪم ناهي. ملڪ جا بادشاهہ بہ اهي تہ امير ترين ماڻهو بہ اهي ئي آهن. عام ماڻهوءَ کي نظر نہ ايندڙ حڪومت سميت طالبان ويڙهہ جا محور ۽ مرڪز ۽ کربين روپيين جا مالڪ بہ اهي ئي آهن. جنهن سان جيڪڏهن هيءَ حڪومت مهاڏو اٽڪائيندي تہ حڪومت جي جهول ۾ حڪمراني ڪرڻ جا ٽورا ڏينهن وڃي پوندا.

هاڻي هڪ پاسي شهيد راڻي جو ڪيس آهي تہ ٻي پاسي سياسي مصلحتون آهن. سياسي مصلحتن کي ڏسندي جيئن ق ليگ جي اڳواڻ چوڌري پرويز الاهي سان سوين اختلاف رکندڙ مخالف ڌرجو اڳواڻ چوڌري پرويز الاهي جي مٿان ڇپر ڇانئَو ٿي بيٺو آهي تہ ٻئي پاسي وزير اعظم سيد يوسف رضا گيلاني بہ چوڌري پرويز الاهي جي لاءِ همدردي رکندي ان جي حمايت ۾ بيان ڏئي ٿو. ان جو سبب هي ٿي سگهي ٿو تہ پ پ پ، پنجاب ۾ ق ليگ جي ميمبرن جون همدرديون حاصل ڪري ساڻ کڻي هلڻ چاهي ٿي، جنهن سان پنجاب ۾ پ پ پ جي طاقت ۾ اضافو ٿيندو. جيڪڏهن پ پ پ قيادت جو مصلحت پسند ۽ حڪومتون بچائڻ وارو رويو رهيو تہ شهيد بينظير ڀٽو جي قتل وارو ڪيس ماضي ۾ مير مرتضيٰ ڀٽو جي ڪيس جيان لڙهي ويندو. هاڻي فيصلو آصف زرداري ۽ پ پ پ جي قيادت تي ڇڏيل آهي تہ هو شهيد بينظير ڀٽو جو ڪيس کڻي وقت جي ويرين سان پلاند ٿا ڪن يا سياسي مصلحتون اڳيان آڻي حڪومت جا مزا ٿا ماڻين.

تاريخ : 30_10_2008

# ڇا اوباما
# مارٽن لوٿر ڪنگ
# جو خواب آهي؟

اوباما پهريون سياه فام شخص آهي، جنهن آمريڪي صدر جو اعزاز ماڻيو آهي. اوباما جي ڪٽڻ جي خوشي ۾ شڪاگو ۾ زبردست اجتماع ٿيو. جنهن کي خطاب ڪندي اوباما آمريڪي عوام جا ٿورا ميڃيا لڪين ماڻهن جي ان اجتماع ۾ گورا ۽ ڪارا ماڻهو نوجوان، پوڙها، ٻار عورتون سڀ شريڪ هئا، اوباما جي صدر ٿيڻ تي دنيا جي مظلوم عوام ۾ خوشي جي لهر ڊوڙي وئي ڪينيا جي حڪومت عام موڪل جو اعلان ڪيو. ڪينيا جا ڪارا ماڻهو اوباما جي فتح تي رستن تي ۽ شاهراهن تي خوشي مان رقص ڪرڻ لڳا. عالمي ليول تي اوباما کي مبارڪون ڏئي نيڪ خواهشن جو اظهار ڪيو ويو. يورپي يونين جي ترجمان خيالن اظهار ڪندي چيو تہ " اوباما دنيا کي پر امن بنائڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪندو ۽ آمريڪا يورپي ملڪن وچ ۾ تعلقات کي نئين سر ترتيب ڏئي مظبوط ڪندو". آفريڪي يونين جي ترجمان چيو تہ اوباما تي تمام آفريڪي عوام کي فخر آهي. اوباما آمريڪا ۽ آفريڪا وچ ۾ بهترين تعلقاتن جو سبب بڻبو. اهڙي طرح دنيا جي اسرندڙ ملڪن پاڪستان سميت اوباما ڏانهن مبارڪن جا خط اماڻيا ويا آهن طالبان بہ اوباما مان پر اميد آهن. طالبان جو چوڻ آهي تہ اوباما دنيا ۾ امن جي نئين دور جو آغاز ڪندو. طالبان اوباما کان اهو بہ مطالبو ڪيو تہ صدر بش جي پاليسين کي تبديل ڪري افغانستان مان فوج کي واپس گهرائي وڃي جنهن سان خطي ۾ جنگ جو خاتمو ٿيندو.

دنيا نئين صدر ۾ اميدوارن انڪري رکي ٿي تہ هن چيو تہ "پنهنجي جيت دنيا کي بدلائي ڇڏيندي". هاڻي ڏسڻو اهو آهي تہ ڇا هو اڳوڻي صدر بش جي پاليسين تي عمل ڪندي دنيا کي بدلائيندو يا پنهنجي سياسي ترجيحات تحت

پاليسيون مرتب ڪري دنيا جي حالتن کي بدلائڻ جي ڪوشش ڪندو جيڪڏهن پاڪستان بابت اوباما جا بيان ڏسنداسين تہ هو چوي ٿو تہ بر صغير ۾ پائيدار امن لاءِ ڪشمير جي مسئلي جو حل ۽ قبائلي علائقن ۾ شدت پسندي خلاف جنگ جاري رکڻ ضروري آهي پاڪستان ۾ ڪنهن ڊڪٽيٽر کي نہ پر جمهوريت کي ڏسڻ پسند ڪندا سين. آمريڪا ۽ دنيا بش جي پاليسين مان بيزار ٿي چڪي آهي. هاڻي دنيا کي مسئلن کان نجات ڏيارينڊس" اهو ايندڙ وقت ثابت ڪندو تہ هو دنيا جي مسئلن کي ڪيئن ٿو حل ڪري.

ريپبلڪن پارٽي جو اوباما تي وڏو الزام اهو آهي تہ هو لبرل ۽ روشن خيال ماڻهو آهي. آمريڪا جتي وڏي جمهوريت آهي پر اتي مذهب جو خاص اثر بہ آهي. چاليهہ سالن جي چمار کان مٿي وارا ماڻهو سخت مذهبي آهن. جيڪي ريپبلڪن پارٽي جا حامي آهن. نوجوان نسل اوباماجو حامي آهي تنهن ڪري هن وقت آمريڪا جا پاليسي ساز پوڙها، اسٽيبلشمينٽ ۽ فوجي جرنيل ۽ خاص ڪري ڳوٺاڻي آبادي سان تعلق رکندڙ گورا سڀ جا سڀ مذهبي ماڻهو آهن. جن جي مذهبي سوچ، سياست هجي يا بزنس سڀ جاءِ تي ڇانيل نظر ايندي آهي.

آمريڪا ۾ هن وقت گورا آبادي اڪثريت ۾ آهي. جنهن کي "واسپ"چيو وڃي ٿو. وائيٽ اينگلو سيڪسن پروٽيسٽنٽ. وائيٽ اينگلو سيڪسن دنيا جون وڏيون نسل پرست جماعتون آهن. جيڪي ڪارن يعني لاطيني ماڻهن کي "انسان" نہ سمجهندا آهن. هنن جي نظرن ۾ ڪارا نيگرو (آفريڪي نسل وارا آمريڪي) قابل نفرت آهن. اها سوچ اڄ بہ آمريڪا ۾ گوري نسل جا ماڻهو رکن ٿا. رومن ڪيٿولڪ عيسائي اڪثريت ۾ آهن. جن کي آمريڪي پروٽيسٽنٽ سوچ رکڻ واري آمريڪي اسٽبلشمينٽ برداشت ئي نہ ڪندي آهي، اڳوڻي صدر جان ايف ڪينيڊي کي 22 نومبر 1963ع تي ڊيلاس ٽيڪساس ۾ صرف ان لاءِ قتل ڪيو ويو تہ هو ڪيٿولڪ فرقي وارن مان هو. ان وقت گوري ۽ ڪاري نسل جا ماڻهو نفرت رکندا هئا. تنهن ڪري پروٽيسٽنٽ اسٽيبلشمينٽ فوجي جرنلن ۽ سي آءِ اي ۾ ويٺل ماڻهن کيس مارائي ڇڏيو.

منهنجي خيال ۾ اوباما جي حالت صدر ڪينيڊي کان مختلف نہ هوندي ڇاڪاڻ تہ اوباما هڪ ڪاري نسل جو ۽ پيو سندس ڏاڏو مسلمان وري لبرل ۽ دنيا کي بدلائڻ جون ڳالهيون ڪرڻ واري کي آمريڪا جا پاور فل طبقا ڪيئن برداشت ڪندا؟ ۽ ڪيئن وري پاليسيون بدلائڻ ڏيندا.؟ ان سان گڏ اوباما نرم اميگريشن پاليسي جوڙي اسپيني نسل کي فائدو ڏيڻ جو اعلان بہ ڪيو آهي جنهن سان اهو اسپيني نسل لاطيني آمريڪا مان هجرت ڪري آمريڪا اچي آمريڪي شهريت حاصل ڪري سگهي ٿو. ان قسم جي سوچ سان اوباما لاءِ ڪيتريون ئي مشڪلاتون پيش اينديون.

آمريڪي ميڊيا اوباما کي لوٿر ڪنگ جي خوابن جي تعبير سمجهي وڏي پذيرائي ڏني آهي. جيڪڏهن اوباما مارٽن لوٿر ڪنگ جي خوابن جي تعبير آهي تہ ٿورو لوٿر ڪنگ جي باري ۾ ۽ ان جي تقرير ”منهنجو هڪ خواب آهي“ جو ذڪر ڪرڻ بہ ضروري آهي. مارٽن لوٿر ڪنگ عيسيٰ مسيح واري فڪري راهہ جو پرچارڪ ۽ آمريڪي ڪارن ماڻهن جي شهري حقن جي حاصلات لاءِ ٿيندڙ جدوجهد جو اڳواڻ ٿي گذريو آهي. هو بنيادي طور هڪ مذهبي شخص هو ۽ الباما رياست جي شهر مونٽگمري ۾ ڊيڪسٽر ايونيو بيپٽسٽ چرچ سان لاڳاپيل هو. هن 1964ع ۾ نوبل پرائيز ماڻيو. ستت ٽينيسي رياست جي شهر ممپس Memphis ۾ هڪ مزدور ريلي کي خطاب ڪرڻ کان ٿورو اڳ ۾ قتل ڪيو ويو. لوٿر ڪنگ 14 اپريل 1967ع تي سٽي رورسائيڊ چرچ نيويارڪ ۾ تقرير ڪندي هن ويتنامي جنگ خلاف آمريڪا جي ڀرپور مذمت ڪندي مطالبو ڪيو تہ آمريڪي فوجون جلد ويتنام مان واپس گهرايون وڃن. ٺيڪ هڪ سال بعد 4 اپريل 1968 تي کيس قتل ڪيو ويو. سندس مشهور تقرير ”منهنجو هڪ خواب آهي“ 28 آگسٽ 1963ع ۾ واشنگٽن ڊي سي ۾ منعقد سائوٿ ڪرسچن ليڊر شپ ڪانفرنس جي موقعي تي هُن خاص مهمان جي حيثيت ۾ ڪئي.

”توهان سان گڏجندي اڄ آئون ڏاڍو خوش آهيان. ڇاڪاڻ جو مون کي پڪ آهي تہ اسان جو هي اڄوڪو آزادي لاءِ عظيم اجتماع ملڪي تاريخ ۾ نهايت اهم جاءِ والارينديو. اڄ کان هڪ سئو سال اڳ جنهن عظيم آمريڪي اڳواڻ آزادي جي دستاويز تي صحي ڪئي هئي اسين اڄ ان جي علامتي ڇانو ۾ بيٺل آهيون (علامتي ڇانو ابراهيم لنڪن جو مجسمو) سندس اهو وزندار فيصلو انهن ڪروڙين ڪارن غلامن لاءِ اميد جي مشعل ثابت ٿيو. اونداهي ڀريل غلامي جي رات کان پوءِ اسان لاءِ پرهہ ڦٽيءَ جهڙو ثابت ٿيو. منهنجو خواب آهي تہ ڪنهن ڏهاڙي جارجيا جي ڳاڙهن جبلن تي ڪارن غلامن ۽ گورن مالڪن جا پٽ گڏ ٿي، هڪ ٽيبل جي چوڌاري ويهي ڀائيپي جو اعلان ڪندا. منهنجو خواب آهي تہ هڪ ڏينهن ميسيپي جهڙي بيابان رياست، جتي بي انصافي جي باهہ آهي، سا بہ آزادي ۽ انصاف جي نخلستان ۾ تبديل ٿي ويندي. منهنجو خواب آهي تہ هڪ ڏينهن منهنجا چار ننڍا ٻار انهي قوم جو حصو هوندا جتي سڃاڻپ سندن چمڙي جي رنگ منجهان نہ پر سندن ڪردار مان ٿيندي. اهڙيون حالتون پيدا ٿينديون جو ڪارن جا ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون گورن جي ڇوڪرن ۽ ڇوڪرين جي هٿ هٿ ۾ ڏئي کلندا ۽ ڪڏندا. هڪ ٻئي جا ڀائر ۽ ڀينرون ٿي رهندا. اسين پنهنجي قوم جي نفرت کي ڀائيپي ۾ تبديل ڪري سگهون ٿا. انهي ويساهہ جي صدقي اسين گڏجي ڪم ڪرڻ جهڙا ٿي سگهندا سين. دعا ڪري سگهندا سين. جيل

ڪاتيندا سين ۽ آزادي لاءِ همقدم ٿي بيهندا سين. ڇاڪاڻ جو اسان ڪي هڪ ڏينهن پنهنجي ڇوٽڪاري جي پڪ هوندي اهڙو ڏينهن به ايندو.“

مارٽر لوٿر ڪنگ جي قتل کان اڳ ڪارن جي آزادي واري جدوجهد ۾ اهم ڪردار ابراهيم لنڪن جو هو 1863ع ۾ ڪارن کي جهنگلي جانور جيان پڪڙي بحري جهازن ذريعي آمريڪا اماڻيو ويندو هو اهڙي طرح غلامن جي تجارت شروع ٿي جيڪا اٺويهن صدي تائين جاري رهي. انهي غلامن سان جيڪي جنيون ٿيون اهو هڪ اذيتناڪ باب آهي، لنڪن اڻٿڪ جدوجهد سان انهيءَ اذيتناڪ باب جي پڄاڻي ٿئي ٿي.

غلامن جي آزادي لاءِ پاڻ پتوڙيندڙ ابراهيم لنڪن جو نالو ڪارن جي دلين تان ميسارجي ناهي سگهيو. ابراهيم لنڪن ڪارن جي حقن لاءِ آمريڪي رياستن اندر هڪ طويل جدوجهد ڪئي. 1863ع ۾ ابراهيم لنڪن آمريڪي غلامن لاءِ آزادي جو فرمان جاري ڪيو.

1865ع ۾ آمريڪي آئين ۾ مشهور زمانه 13 هين ترميم ڪرائي جنهن تحت غلامي کي ممنوع قرار ڏنو ويو. ڪارن جي ڀلائي ۽ خوشحالي جا خواب ڏسندڙ ۽ انهن لاءِ جدوجهد ڪندڙ ابراهيم لنڪن کي 15 اپريل 1865ع ۾ قتل ڪيو ويو. 1855ع ۾ ڪاري عورت روزا پاڪس هڪ جدوجهد جو آغاز ڪيو. هن عورت گوري قانون خلاف بس ۾ هڪ گوري کي سيٽ ڏيڻ کان انڪار ڪيو. اهڙي طرح ان عورت کي گرفتار ڪيو ويو. نتيجي ۾ ڪارن سموري آمريڪا ۾ احتجاج ڪيو هو. اهڙي طرح ان هڪ عورت جي هڪ انڪار جي نتيجي ۾ ٿيل جدوجهد رنگ لاتو ۽ ڪارن مٿان نافذ ٿيل ڪارو قانون آمريڪي حڪومت پاران ختم ڪيو ويو. هاڻي ڏسڻو اهو آهي ته ڇا بارڪ اوباما ابراهيم لنڪن. مارٽن لوٿر ڪنگ وانگر ڪارن جي مستقبل لاءِ اپاءَ وٺندو؟ ڇا سي آءِ اي پينٽاگون ۽ اسٽيبلشمينٽ ۾ ويٺل مذهبي پروٽسنٽنٽن مٿان حاوي ٿي دنيا کي بدلائي ڇڏيندو؟ جيڪو هڪ مشڪل مرحلو نظر اچي ٿو.

تاريخ : 2008_11_07

# صدر زرداري جو خطاب خطي ۾ پائيدار ترقي ۽ امن جي ضمانت

هندستاني جي ليڊر شپ کي وڊيو خطاب ڪندي صدر آصف علي زرداري تاريخي ۽ سياسي ڳالهيون ڪري هندستان ۽ دنيا کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو آهي. وڊيو خطاب دنيا جي سيني نيوز چئنلز تان لائيو ڪاسٽ ڪيو ويو. سندس خطاب کي آمريڪا ۾ پڻ ساراهيو ويو. آصف علي زرداري چيو ته هو خطي ۾ ويزن جي تبديلي لاءِ ڪم ڪري رهيو آهي، هن قسم جي ڳالهه پهريون ڀيرو پاڪستان جي ليڊرن مان آصف علي زرداري ڪئي آهي. جنهن ۾ سياسي سماجي ۽ علائقائي ويزن Vision تبديل ڪرڻ واري ڳالهه شامل آهي. آصف علي زرداري وڌيڪ چيو ته اسان ڪشميري عوام جي خواهشن موجب ڪشمير وارو مسئلو حل ڪندا سين. پاڪستان ۽ ڀارت جا سياستدان ۽ عوام ملي ڪري ڪشمير وارو مسئلو حل ڪري سگهن ٿا. ٻي ڳالهه آصف علي زرداري اها ڪئي ته ”هو چاهي ٿو ته يورپ وانگر ڏکڻ ايشيا ۾ اقتصادي تجارتي ۽ عوام جي ترقي لاءِ پاڪستان ۽ ڀارت گڏجي ڪم ڪن. پاڪستان هن وقت مشڪل دور مان گذري رهيو آهي. اختلافن باوجود ٻنهي ملڪن جو مستقبل شاندار آهي. ڀارت سان بهتر تعلقات ۽ دوستي کي نئين طور طريقي سان اڳتي وڌائڻ چاهيان ٿو. ڀارت ۽ چين جهڙن طاقتور ڀائيوارن سان تجارت وڌائڻ جي حق ۾ آهيون.“ آصف علي زرداري ان ڳالهه تي زور ڏنو ته پاڪ ڀارت ملڪن وچ ۾ تجارت وڌائڻ گهرجي. واپار واحد ذريعو رهيو آهي جنهن ڪري مختلف ملڪن جا تعلقات بهتر ۽ مضبوط ٿيندا رهيا. ماڻهن وچ ۾ پيار محبت وڌندو ۽ دشمنيون ختم ٿينديون رهيون. اهو ئي سبب آهي جو صدر آصف علي زرداري ڀارت سان تجارت کي وڌيڪ اهميت ڏئي ٿو ته جيئن عوام جو تجارت ذريعي ڪو رشتو يا ڳانڍاپو ٿئي ۽ دشمنيون ختم ٿي سگهن.

آصف علي زرداري ان سلسلي ۾ ڪشمير ۾ تجارت تان پابنديون هٽايون، جنهن سان آزاد ڪشمير مان فروٽ ۽ ٻيو کاڌي خوراڪ جو سامان پارٽي ڪشمير موڪليو ويو اهڙي رويي سان نہ صرف آزاد ڪشمير ۽ انڊين ڪشمير جي ماڻهن وچ ۾ ويجهڙائپ پيدا ٿيندي ۽ حڪومتي سطح تي بہ دوستيءَ پنهنجائپ وارو رويو پيدا ٿيندو. گذريل هفتي ڪراچي جو دوري دوران گورنر هائوس ڪراچي ۾ امن امان بابت صورتحال بابت خطاب ڪندي چيو تہ ڪراچي کي محفوظ بنائڻ حڪومت جي اولين ترجيحات ۾ شامل آهي تہ جيئن ملڪي معيشت سرمائيڪاري ۽ صنعت ڪاري کي مضبوط ڪجي. هن ڪا بہ اهڙي ڳالهہ ناهي ڪئي جنهن مان عالمي برادري غلط تاثر ورتو هجي يا مٿس تنقيد ٿي هجي. آصف علي زرداري ايترو بہ چئي چڪو آهي تہ جيڪڏهن ملڪ مان ڪرپشن ختم ڪري نہ سگهيس تہ گهر واپس هليو ويندس.

ڪنهن کي بہ سياسي انتقام جو نشانو نہ بڻائيندس اهي لفظ هڪ ميچوئر سياستدان ئي چئي سگهي ٿو. ڪنهن رسالي ۾ پڙهيو هو تہ "جيل لائف آصف علي زرداري جي زندگي تبديل ڪري ڇڏي آهي هو هاڻي پنهنجي ذات لاءِ نہ پر ملڪ لاءِ سوچي ٿو". وڊيو ڪانفرنس کي خطاب ۾ چيل جملا ۽ اڳ آڪٽوبر جي پهرين هفتي ۾ وال اسٽريٽ جنرل کي ڏنل انٽرويو ۾ بہ ساڳيا جملا دهرايا ها. وال اسٽريٽ جنرل ۾ زرداري چيو تہ "مان دعويٰ ٿو ڪريان تہ ڀارت پاڪستان جي لاءِ خطرو ناهي رهيو. مان ۽ منهنجي جمهوري حڪومت ان ڳالهہ کان خوف نہ ٿي ڪري، اسان ڀارت سان اقتصادي شعبي ۾ تعاون چاهيون ٿا. چاڪاڻ جو اسان جهڙن غريبن ملڪن لاءِ اقتصادي بقا کان سواءِ ٻيو ڪو بہ رستو ڪونهي"، آصف علي زرداري ڀارت تي زور ڏنو آهي تہ هو اهڙيون پاليسيون مرتب ڪري، جنهن سان هڪ ٻئي جي ويجهو اچي سگهجي ۽ ملڪن جي عوام وچ ۾ اعتماد پيدا ٿي سگهي.

ماضي جي خراب روين ۽ رنجشن کي ڀلائي ٻنهي ملڪن کي اڳتي اچڻو پوندو. اسان گڏجي محبت ۽ امن جو پيغام ڏيون ٿا. ان قسم جي رويي سان ئي پاڪستان جي قسمت نئين سري سان بدلائي سگهجي ٿي. اسٽيفن ڪوهن جي ڪتاب "دي انڊين آرمي" جي صفحي 170 تي مصنف لکي ٿو تہ" ڪجهہ اهڙا عوامل هئا جنهن جي ڪري ڀارت ۽ پاڪستان جو رخ مختلف رخن ۾ ورهائجي ويو نهرو خارجہ امور ۽ ڪانگريس پارٽي جو دماغ ۽ آواز رهيو ۽ جڏهن آزادي ملي تہ هو پنهنجي غير جانبداري، سوشلزم ۽ ايشين ازم جي تصور واري پاليسي نافذ ۾ ڪامياب ويو. ٻي طرف مسلم ليگ کي ڪا خارجا پاليسي ڪو نہ هئي اها صرف اسلام جو نالو کڻي اڳتي آئي. جنهن بنياد تي خارجا پاليسي تشڪيل ڏيڻ مشڪل هو." فوجي آمرن جي غلط پاليسين ڪري ملڪ 1971ع ۾ ٽٽي ويو

باقي بچيل ملڪ خلاف خطرناڪ سازشون ٿي رهيون آهن. اسلام جي نالي تي قائم انتها پسند تنظيمن هن ملڪ جو ڪباڙو ڪري ڇڏيو آهي. هن بد نصيب ملڪ جي صدر آصف علي زرداري کي ايترو وقت ملڻ گهرجي جو پاڪستان جي 62 سالن جي تاريخ ۾ ٿيل گندگي کي صاف ڪري ان لاءِ گهٽ ۾ گهٽ زرداري کي ڏهہ سالن جو وقت درڪار آهي. تہ جيئن هو ملڪ کي سياسي اقتصادي طور طاقتور ۽ دهشتگردي کان پاڪ بڻائي سگهي.

جيڪڏهن ڏيهي پاليسين تي نظر وجهندا سين تہ آصف علي زرداري جا چيل ڊپلوميٽڪ جملا ڪنهن کان وسري نہ ٿا سگهن. چيائين تہ "الطاف حسين جي بهادري اي اين پي جي برداشت ۽ پير پاڳاري جو وڏ ماڻهپو اسان سان گڏ آهي" هي جملا ڪي معمولي جملا نہ آهن ان مان صاف ظاهر آهي تہ آصف علي زرداري ملڪ جي صدر جي حيثيت سان سندس سوچ ۽ فڪر قومي مفاهمت واري عمل سان مالا مال آهي انهيءَ جي بدولت ملڪ جون سياسي پارٽيون گڏجي قومي تعمير ۽ ترقي لاءِ ڀرپور ڪردار ادا ڪنديون ۽ ملڪ ۾ جمهوريت جو بنياد مضبوط ٿيندو. آصف علي زرداري ان موقعي تي ميان نواز شريف لاءِ چيو تہ هن کي ورغلايو ويجي ٿو تہ جيئن هو اسان جو ساٿ ڇڏي ڏي پر اسين ميان نواز شريف کي ڪو نہ ڇڏينداسين هن کي اسين سدائين گڏ ڪٺي هلندا سين.

آصف علي زرداري چيو تہ قومن مٿان امتحان ايندا آهن اسان سيني لاءِ امتحان جي گهڙي آهي اسان کي متحد ٿي اڳتي وڌڻو پوندو ڇاڪاڻ تہ مون کي پاڻ تي ۽ پاڪستان جي عوام مٿان پورو اعتماد ۽ ڀروسو آهي. جيڪڏهن آصف علي زرداري کي يقين آهي تہ سمورو عوام بہ هر مشڪل گهڙي ۾ سان هن گڏ آهي اسان کي اميد آهي تہ آصف علي زرداري جون ڏيهي توڙي پرڏيهي پاليسيون وقت ۽ حالتن موجب جڙنديون رهنديون ۽ مشرف جي پاليسين کان ڇوٽڪارو ملندو پاڪستان خوشحالي ۽ ترقي جون منزلون طئہ ڪندو پر ان لاءِ آصف علي زرداري ۽ ان جي حڪومت کي وقت ملڻ گهرجي.

تاريخ 28_11_2008

# آمريت جي پناهہ ۾ پلندڙ پارٽيون پناهہ ڳولي رهيون آهن

پ پ پ ۽ اتحادي جماعتن پاران نامزد وزير اعظم سيد يوسف رضا گيلاني قومي اسيمبلي جي چونڊ ۾ وڏي اڪثريت ماڻي ورتي آهي. يوسف رضا گيلاني پنهنجي پهرين پريس ڪانفرنس ۾ چيو تہ "مان وزير اعظم نہ پر عوام جو خادم آهيان" اهي جملا گيلاني صاحب جي اخلاق، ڪردار ۽ سياسي بصيرت کي ظاهر ڪن ٿا. يوسف رضا گيلاني جي وزير اعظم نامزدگي کان پوءِ ايم ڪيو ايم روايتي چالاڪيءَ جو مظاهرو ڪندي، مقابلي ۾ بيٺل پنهنجي اميدوار فاروق ستار کي غير مشروط طور هٽ ڪٽائي ورتو. ايم ڪيو ايم جي ڏکهي سياسي تاريخ اسان جي سامهون آهي تہ هنن ڪڏهن بہ ڪنهن ڏر جي بغير ڪنهن مفاد حاصل ڪرڻ جي غير مشروط حمايت ناهي ڪئي ۽ ايم ڪيو ايم هميشہ مفادن جي حاصلات واري سياست ڪئي آهي. ان مان ظاهر آهي تہ غير مشروط پ پ پ جي حمايت ڪرڻ ۾ بہ هنن جو فائدو ضرور هوندو. جيتري قدر پهرين وک جي ڳالهہ آهي تہ اها وک الطاف حسين پاران کنئي وئي، جو هن صاحب آصف علي زرداري سان ڳالهايو جيتري قدر آصف علي زرداري جو سوال آهي تہ آصف علي زرداري مٿان پارٽي ۽ پنجاب جي عوام جو دٻاءُ آهي تہ هو متحده کان پاسو ڪري. پر آصف علي زرداري انهن ڪوششن ۾ رڌل آهي تہ ڪنهن بہ طرح متحده تي هٿ رکجي ۽ انهن کي Engage ڪجي. ٿاهہ يا غير مشروط حمايت ڪرڻ جا ڪيئي سبب موجود آهن. هڪ تہ متحده وارا عوامي پارٽين جي اقتدار ۾ اچڻ سان اڪيلا ٿي چڪا آهن، ملڪ جون عوامي سگهہ رکندڙ جماعتون هنن تي اعتماد ڪرڻ لاءِ تيار ناهن تنهن ڪري متحده مختلف خوفن ۾ مبتلا ٿي چڪي آهي. پهريون خوف اهو آهي تہ عوامي پارٽين جو اقتدار ۾ اچڻ سان سنڌ صوبي ۾

15 سيڪڙو آبادي 85 سيڪڙو عوام مٿان آمرن جو آشيروارد سان اقتدار ۾ اچي قابض ٿي ويڃڻ وارو حق ويچائي ويهندي، متحده پنهنجي دور حڪومت ۾ جيڪي ڪجهه ڪيو مثال طور سرڪاري ۽ غير سرڪاري ادارن ۾ پرتيون ڪرڻ، پلاٽن جا وڪرا، مخالفن کي ڪچلڻ، مارڻ ۽ جيل جي حوالي ڪرڻ، وڪيلن جي تحريڪ ۾ اتڪاءُ وجهڻ واري عمل جو مستقبل ۾ احتساب جو ڪارڻ بڻجي سگهن ٿا. ان ڪان بچڻ لاءِ پ پ پ سان ناهه ڪري پناهه حاصل ڪرڻ آهي. بيو خوف ايم ڪيو ايم حقيقي جو آهي جيئن ئي 18 فيبروري جي چونڊن کان پوءِ ايم ڪيو ايم حقيقي وڏي جوش ۽ جذبي سان منظر تيڻ لڳي آهي.

ايم ڪيو ايم حقيقي جي طاقت جو پهريون مظاهرو 12 مئي تي پريس ڪلب ڪراچي آڏو عورتن جو مظاهرو ڪرڻ هو. هن مظاهري مان اهو تاثر مليو ته ڪي طاقتون ايم ڪيو ايم حقيقي کي هڪ ڀيرو ٻيهر ميدان ۾ متحده جي سامهون بيهارڻ گهرن ٿيون. حقيقي جي عورتن اڳيان متحده جون عورتون به جلوس جي شڪل ۾ اچي پهتيون جتي تصادم ٿيو. ان ڪان سواءِ حقيقي وارن بيت الحمزه کي آباد ڪيو آهي بيت الحمزه کي متحده وارن 2002ع وارين چونڊن بعد اقتدار حاصل ڪرڻ کان پوءِ پهريون ڪم حقيقي جي مرڪزي دفتر بيت الحمزه کي ڪراچي بلڊنگ اٿارٽي وارن جي مدد سان بلڊوز ڪرائي پٽ ڪري ڇڏيو ۽ چيئرمين آفاق احمد ۽ عامر خان کي گرفتار ڪري جيل اماڻي ڇڏيو هاڻي حالتون جيئن تبديل ٿيون آهن ته حقيقي وارن آفاق احمد ۽ عامر خان جي رهائي جا مطالبا شروع ڪري ڇڏيا آهن. انهن ٻنهي اڳواڻن جي رهائي ڪانپوءِ حقيقي وڏي زور شور سان متحده خلاف مورچا بند ٿيندي ۽ جيڪا ڪراچي ۾ هڪ وڏي ويڙهاند ڪانپوءِ متحده کي ڪمزور ڪري سگهي ٿي. طاقتور ڌرين جي سازش کان متحده بلڪل باخبر آهي. تنهنڪري متحده هميشه پنهنجي مفادن جي سياست ڪئي آهي. هن وقت متحده ان ۾ پنهنجو خير سمجهي ٿي ته ڪنهن به طرح سان پ پ پ سان راضي رهي طوفان جو رخ موڙي ڇڏجي. ٻيو وڏو سبب اهو آهي ته هاڻي متحده جو مزاج ئي چڪو آهي ته ڪنهن به طرح اقتدار کان ٻاهر نه رهجي ۽ اقتدار ۾ رهي مزا ماڻجن. متحده جتي روشن خيالي جو ليبل هڻي واعظ ڪندي ٿي وتي اتي هنن مشرف جهڙي آمر جي جق ۾ ايل ايف او ۽ سترهين ترميم واري بل کي پاس ڪري هڪ ڊڪٽيٽر جو ساٿ ڏنو. چوڌري پرويز الاهي ۽ شجاعت وارن تي يا ايم ايم اي وارن تي ڪا به ميار نه هئي. اهي هميشه کان آمرن جا ساٿارا رهيا آهن پر متحده جيڪو گناهه ڪيو آهي پهرين ته ان جي معافي وٺي. هنن جي تعاون سان مشرف کي وڏيڪ عرصو حڪومت ڪرڻ جو موقعو مليو. ايتري قدر جو 12 مئي وارو واقعو به سندن ڳچيءَ ۾ پيوي ٿو متحده ان حوالي سان پ پ پ جي ويجهو رهڻ جي خواهشمند

آهي جو جيڪڏهن چوڌري افتخار بحال ٿو ٿئي تہ 12 مئي واقعو سندن ڳچي ۾ نہ پوي.

جتي هڪ طرف حقيقي ڪٺ پئجي وڃي ۽ ٻئي طرف عدليا تہ پوءِ متحده جو ڇا حشر خراب ٿيندو. آصف علي زرداري هن وقت تائين هوشياري سان پنهنجا پتا کيڏندو پيو اچي هو اتحادي پارٽين سان ناتا بهتر رکندو پيو اچي اتي متحده لاءِ پنهنجي دل جا دروازا کولي سندن آجيان ڪري ٿو. وزير اعظم جي چونڊ وارو مرحلو ختم ٿي چڪو آهي. متحده يوسف رضا جي حمايت بہ ڪئي پر ميان نواز شريف سميت سمورو پنجاب متحده بابت پنهنجن تحفظات ۽ خدشن جو اظهار ڪري رهيو هو. ٻئي هلي ڏسندا سين تہ يوسف رضا گيلاني جو رويو متحده ڏانهن ڪيئن ٿو جڙي جڏهن تہ نامزد وزير اعليٰ سنڌ قائم علي شاهہ چوي ٿو تہ "سنڌ ڌرتي پيار ۽ محبت جي ڌرتي آهي هتي نفرتون پيدا ڪندڙ پهريان بہ ناڪام ٿيا هئا ۽ هاڻي بہ ناڪا ٿيندا. صوبي جي مسئلن کي حل ڪرڻو آهي تہ متحده سميت هر ڪنهن کي بهتر ۽ مثبت رويا اپنائڻا پوندا. هاڻ تائين متحده جو رويو بهتر آهي." ان قسم جي بيان ۾ جتي قائم علي شاه جو لهجو نرم آهي تہ ڪجهہ سخت بہ ڇئي سگهجي ٿو. ٻئي طرف پ پ پ پارليامينٽرين سنڌ وارن متحده سان اتحاد ۽ حڪومت ۾ شامل ڪرڻ جي سخت مخالفت ۾ قررداد منظور ڪئي آهي. متحده جتي چوڌرين کي اڪيلو ڪري پ پ پ واري ڇٽيءَ هيٺان پناهہ ڳولي ورتي آهي اتي چوڌرين اڪيلي سر مخالف ڌر جو ڪردار ادا ڪرڻ لاءِ ميدان ۾ لهڻ جو فيصلو ڪيو. جيڪڏهن متحده ۽ ق ليگ جو جائزو وٺنداسين تہ اقتدار جي ڏينهن ۾ جڏهن متحده پنجاب ۾ دفتر کوليا ۽ ميمبر سازي ڪئي تہ ان لاءِ وڏي رڪاوٽ ق ليگ ۽ چوڌري برادران بڻيا. چوڌرين الزام هنيا تہ متحده جي پنجاب ۾ اچڻ سان اسٽريٽ ڪرائيم وڌيو آهي. ايتري قدر جو متحده وارن جا جوابي بيان رڪارڊ تي آهن تہ "چوڌري شجاعت لوٽن جو سردار آهي." نتيجي ۾ ق ليگ ۽ متحده جي لٺ سردار صدر جنرل مشرف وچ ۾ پئي صلح ڪرايو.

هاڻي چوڌري پرويز الاهي جو اهو بيان حيرت جوڳو آهي تہ "عام چونڊون جلد ٿيڻ واريون آهن" ان بيان مان بہ مقصد صاف ظاهر آهن. هڪ يا تہ چوڌري برادارن شڪست کان مايوس ٿي چڪا آهن يا وري ڪجهہ ڏينهن اڳ صدر مشرف سان ملاقات ۾ صدر مشرف پاران چونڊن ۾ هارائجي وڃڻ جو اشارو ڏنو آهي. چاڪاڻ جو چوڌرين چونڊن کانپوءِ صدر مشرف جي حمايت ۽ اسٽيبلشمينٽ جو راضپي سان آپريشن گڊ نائيٽ پلان" جوڙيو هو جيڪو اتحادي پارٽين ناڪام بڻائي ڇڏيو. هن پلان ۾ مخدوم امين فهيم 24 ميمبرن جو اسيمبلي ۾ فارورڊ بلاڪ ٺاهيو ۽ نواز شريف سان ٺاهہ نہ ڪندڙ فرد ۽ جماعتون

عدليا ۽ ميڊيا جا مخالف گروپ شامل هئا. چوڌري شجاعت سميت ڪجهه فوجي ۽ ڪامورن جي حمايت حاصل هئي. ان پلان تحت حامد ناصر چٺا کي وزير اعليٰ پنجاب بڻائڻو هو ۽ پ پ ۽ پ پ پ پارليامينٽرين وچ ۾ ورڇ ڪرڻي هئي ان سلسلي ۾ امين فهيم اسٽيبلشمينٽ پ پ شيرپائو بي اين پي عوامي، جي يو آءِ (ف) ڪانسواءِ آزاد اسيمبلي ميمبرن سان گڏجاڻيون ڪري آپريشن گڊ نائيٽ پلان کي ڪامياب بڻائڻ جون ڪوشش ڪيون. اهڙين ڳجهين گڏجاڻين جو پهريون اطلاع نواز شريف کي مليو جنهن آصف علي زرداري کي آگاهه ڪيو امين فهيم جو اهو بيان ته سيني گڏجاڻين جو اطلاع آصف زرداري کي هو سو بلڪل غلط آهي. امين فهيم جي ڳجهي گڏجاڻين جو تفصيل پ پ پ پاران سندس پٽ ايم پي اي جميل الزمان کي ڏنو ويو هو جنهن کان پوءِ جميل الزمان ۽ امين فهيم وچ ۾ ڳالهيون ٿيون جميل الزمان صاف چئي ڏنو ته " اسان پ پ پ ۾ ڪو به فارورڊ بلاڪ نه پيا ٺاهيون" جميل الزمان جي بيانن کان پوءِ امين فهيم به اهڙي قسم جا بيان ڏنا. امين فهيم ن ليگ جي اڳواڻ خواجه آصف خلاف عدالتي نوٽيس موڪليو ۽ احتجاج ڪيو پر نواز ليگ يا وري خود خواجه آصف معذرت ڪا نه ڪئي پر هو انهيءَ ڳالهه تي اڄ به قائم آهن ته شهيد بينظير ڀٽو جي شهادت واري ڏينهن مشرف سان امين فهيم ملاقات ڪئي هئي. ن ليگ وارن خاص ڪري خواجه آصف اهو به چئي ڏنو ته "سندس اهو بيان نه صرف هن جي راءِ هئي پر پارٽي جو موقف به هو ان ڪري امين فهيم کان معذرت جو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي" امين فهيم مخدوم آف هالا پنهنجن غلط روين ڪري وزير اعظم جو عهدو وڃائي وينو ۽ هڪبئي مخدوم آف ملتان وزير اعظم جي ڪرسي ماڻي ورتي. يوسف رضا گيلاني جيڪو ملڪ جو 24 وزير اعظم آهي جيڪو امين فهيم جيان پ پ جو اعتماد جوڳو ماڻهو چيو وڃي ٿو.

# پ پ ۾ آصف زرداري جي قيادت؟

نئون ڏيرو واري ڪونايل CEC ميٽنگ ۾ آصف زرداري ميمبرن کي خطاب ڪندي چيو تہ "ماضي ۾ سياستدانن کي ڪنهن خاص مقصد خاطر پاڻ ۾ ويڙهايو ويو هو پر مان قوم کي مفاهمت وارو اهڙو نظام ڏيندس، جنهن سان روايتي سياسي تنازعا ازخود ختم ٿي ويندا" آصف علي زرداري جو مٿيون بيان ائين ٿو لڳي ڄڻ جمهوريت جا نوان آرگنز متعارف ڪرائي رهيو آهي. بهرحال اها آصف زرداري جي ذاتي سوچ آهي ان قسم جا خيال محترمہ بينظير شهيد جا بہ هئا پر ظالمن هن کي انقلابي خيالن جي تڪميل کان اڳ ۾ ئي شهيد ڪري ڇڏيو آصف علي زداري جتي انقلابي قدم کڻي عوام کي سگهارو بڻائڻ ۾ سياسي قوتن کي مضبوط ڪرڻ جي ڪوشش ۾ مصروف آهي تہ ٻي طرف سندس پارٽي اندروني طور ڪاج جو شڪار ٿي چڪي آهي. آصف زرداري زيرڪ سياستدان ڪونهي. هن جيڪو ڪجھ سکيو آهي اهو وقت ۽ حالتن مان سکيو آهي. آصف علي زرداري کي انقلابي ڳالهيون ڪرڻ کان اڳ ۾ استيبلشمينٽ، بينظير پٽو ۽ مشرف ڊيل واري خفي مان نڪرڻ گهرجي، هن وقت آصف علي زرداري جا فيصلا استيبلشمينٽ ڊويزن جي آفيس مان Edit ٿي اچن ٿا. استيبلشمينٽ جيڪا ملڪ تي هميشہ حڪمراني ڪندي رهي آهي ۽ آمريڪا وٽ مستقل طور گروي رکيل آهي، بظاهر آصف علي زرداري صاحب نيگرو پونتي ۽ رچرڊ بائوچر کي اهو چئي سخت موقف اختيار ڪيو تہ "دهشتگردي خلاف جاري جنگ ۾ آمريڪا جي باري ۾ موجوده پاليسيون تبديل ڪرڻ يا نہ ڪرڻ جو فيصلو پارليامينٽ ڪندي" حقيقت ۾ ان قسم جو بيان ميان نواز شريف آمريڪي وفد آڏو ڏئي چڪو هو. ساڳيو بيان آصف زرداري ڏنو آهي، جتي آصف علي زرداري بہ آمريڪي وفد کي ظاهري طور واپس ڪري ڇڏيو آهي پر آمريڪي نمائندن جا فيصلا اندروني طور استيبلشمينٽ ذريعي قبول ڪيا ويا

آهن.

آصف علي زرداري وڏي خوشفهمي ۾ مبتلا آهي تہ هو جيڪي ڪجهہ ڪري رهيو آهي ان سان عوام جي تقدير بدلبي ۽ پ پ مضبوط ٿيندي. هن ملڪ جي بدقسمت عوام لاءِ سک ۽ خوشحالي مقدر ۾ لکيل ئي ناهي. هي ملڪ فوج ۽ فيوڊل ڪلاس لاءِ ٺاهيو ويو هو ۽ اهو ئي ڪلاس هن ملڪ جي غريب عوام مٿان حڪومت ڪندو رهندو هن ملڪ جي غريب عوام لاءِ شهيد ذوالفقار ڀٽو. بينظير ڀٽو بهتر سوچيو هو. جنهن کي عالمي طاقت آمريڪا ملڪ جي ڳجهن هٿن ذريعي شهيد ڪرائي ڇڏيو! محمد خان جوڻيجو ۽ نواز شريف سان ڪهڙو حشر ڪيائون اها سياسي تاريخ اسان جي اڳيان آهي تاريخ مان سبق سکي اڳتي وڌڻ گهرجي. اڃو تہ آصف علي زرداري جي ڪجهہ فيصلن تي نظر وجهون، جيڪي هن صاحب پنهنجي دماغ سان نہ پر انهن ڳجهن هٿن جي صلاح مشوري سان ڪيا آهن جيڪي عوامي خواهشن جي ابتڙ آهن:

متحده سان ٺاهہ: متحده سان ٺاهہ جي اندروني ڪهاڻي هي آهي تہ متحده جيئن تہ فوج ۽ صدر جي من پسند جماعت آهي ماضي ۾ متحده انهن ٻنهي قوتن جي آشيرواد سان سنڌ ۾ عوامي قوتن کي ڪچلڻ جنهن ۾ خود پ پ بہ سندس ظلم جو شڪار رهي آهي 18 آڪٽوبر تي بينظير ڀٽو جي آمد جي موقعي تي بينظير ڀٽو جي قافلي تي ٿيل خوني حملي جي سازش جا پيرا بہ ان جي 90 ڏانهن پڻ وڃن ٿا.ساڻ 12 مئي وارو واقعو جنهن ۾ وڪيلن جي مٿان خوني حملو ٿيو هو.ان لاءِ وڪيل برادري ۽ نواز شريف ۽ سول سوسائٽي جي نمائندن متحده کي جوابدار سڏيو آهي ۽ ان حوالي سان عدالتن ۾ ڪيس بہ داخل آهن. جيڪا تنظيم صدر مشرف جي غلط فيصلن کي هميشہ تحفظ فراهم ڪندي رهي ۽ ان جي غلط آرڊيننس ۽ آرڊرن کي اکين تي رکي لبيڪ چوندي رهي ان جماعت سان ٺاهہ ڪرڻ يا ويجهو وڃڻ ۾ اسٽيبلشمينٽ ۽ ان جي نمائندي رحمان ملڪ جو وڏو ڪردار آهي، اهو رحمان ملڪ ئي آهي جنهن جي سحر ۾ آصف زرداري ڦاٿل نظر اچي ٿو. اڄڪلهہ آصف زرداري جا سڀ فيصلا رحمان ملڪ ڪري رهيو آهي پ پ ۾ رحمان ملڪ جي ڪردار کي جاچڻ جي ۽ پرکڻ جي سخت ضرورت آهي، متحده سان جيڪڏهن ٺاهہ جو سوال آهي تہ آصف زرداري ۽ رحمان ملڪ کي خبر هئڻ گهرجي تہ سنڌ جو عوام ان ٺاهہ جي حق ۾ ناهي ۽ نہ وري سنڌ جي پارلياماني پارٽي ان جي حق ۾ آهي. سنڌ جي پ پ پارلياماني پارٽي ميمبرن پير مظهر جي رهائش گاهہ تي متحده سان اتحاد ۽ حڪومت ۾ شموليت جي مخالفت ۾ قرارداد پيش ڪري چڪي آهي، هاڻي جڏهن سنڌ جي عوام جي چونڊيل ميمبرن جي قرارداد کي پٺي ڏئي آصف علي زرداري متحده سان ٺاهہ ڪري ٿو تہ اهو سمجهيو تہ اها سنڌي عوام جي ووٽ جي

توهين آهي. سنڌي عوام سان مذاق آهي. متحده جو ماضي گواهہ آهي تہ هنن سياست ۾ ڪنهن سان بہ وفا نہ ڪئي آهي هنن هميشہ پنهنجي مفادن جي سياست ڪئي آهي. اسان جو خيال آهي تہ پ پ متحده سان مفاهمت ضرور ڪري باقي اسٽيبلشمينٽ ۽ رحمان ملڪ جي چوڻ تي حڪومت ۾ ڪين شريڪ نہ ڪري. اهو عمل سنڌي عوام جي ڦٽن مٿان لوڻ ٻرڪڻ جي برابر هوندو.

متحده سان ٺاهہ نہ صرف پ پ کي نواز شريف کان ڊار ڪرڻ جو سبب بڻبو پر پنجابي، بلوچ ۽ پٺاڻ عوام بہ پ پ کان نفرت ڪرڻ لڳندو. اهائي ايجنڊا آهي اصل ۾ ڳجهن طاقتن جي آهي، آصف علي زرداري کي انهن ڳجهن هٿن اهو تاثر ڏنو آهي تہ نواز شريف پنجاب ۾ طاقتور آهي. هو ڪنهن بہ وقت اتحاد مان نڪري پ پ لاءِ پريشاني جو سبب بڻجي سگهي ٿو ٻيو خوف اهو ويهاريو ويو آهي تہ جيڪڏهن جسٽس افتخار محمد چوڌري بحال ٿيو تہ اين آر او کي عدالتي فيصلي ذريعي ختم ڪري ڇڏيندو جنهن سان آصف علي زرداري خلاف سيئي ڪيس هڪ ڀيرو ٻيهر کلي سگهن ٿا. چيف جسٽس افتخار جي مسئلي تي CEC نئون ديرو واري اجلاس ۾ اعتزاز احسن کي خاصي ڇنڊ ڇڻ وئي. آصف علي زرداري چيو تہ " مون کان وڌيڪ انهن ججن کي ڪير ٿو سڃاڻي، جنهن جي اعتزاز احسن وڪالت ڪري رهيو آهي. مان انهن ججن جي سامهون ڪيسن ۾ پيش ٿيندو رهيو آهيان اهي جج مون کي ۽ شهيد بينظير ڀٽو کي سزا ڏيڻ جا بهانا ڳوليندا هئا. اها جوڊيشري ان وقت ڪٿي هئي جڏهن ذوالفقار علي ڀٽو جو عدالتي قتل ٿيو هو" آصف علي زرداري ججن جي باري ۾ چيو تہ" هو اعلان مري جو پابند رهندو ججن جي باري ۾ فاروق نائيڪ جيڪو پيڪيج ٺاهي رهيو آهي ان تي عمل ڪيو ويندو". فاروق نائيڪ جي ٺاهيل پيڪيج مان يقينن ن ليگ يا اعتزاز احسن مطمئن ڪو نہ ٿيندا، فاروق نائيڪ جو پيڪيج اهو آهي، جيڪو الطاف حسين جو آهي جنهن بابت الطاف حسين بيان ڏئي چڪو آهي. آصف علي زرداري اعتزاز احسن کي داٻا ڏئي خاموش ڪرائي سگهي ٿو پر ن ليگ کي ڪيئن مطمئن ڪندو؟ جيڪي عدليہ جي بحالي سميت جسٽس افتخار چوڌري کي چيف جسٽس واري ڪرسي تي ڏسڻ چاهن ٿا. ان کان پوءِ وڏو مسئلو سائنسدان عبدالقدير خان جي رهائي جو آهي، اهي مسئلا اهڙا آهن جن تي ن ليگ ڪنهن بہ طرح سوديبازي نہ ڪندي، ن ليگ پ پ پ پاران متحده سان ٺاهہ جي صورت ۾ ميثاق جمهوريت جي توهين ڪرڻ واري ڪوڙي گوري ڳڙڪائي سگهي ٿي پر ججن جي بحالي تي سودو ڪرڻ نواز ليگ جي وس ۾ نہ هوندو. ڇاڪاڻ جو نواز ليگ عوام سان ججن جي بحالي جا وچن ڪري ووٽ حاصل ڪيا هئا. هاڻي سوال اهو ٿو اڀري تہ ڇا نواز ليگ پ پ

پ پاران ناهيل پيڪيج کي قبول ڪندي؟ يا وري اتحاد مان ڌار ٿيندي. چاڪاڻ جو آصف علي زرداري کي اسٽيبلشمينٽ اهو فارمولو ڏنو آهي تہ متحده, اي اين پي, جي يو آءِ ۽ آزاد ميمبرن جي اتحاد سان وفاق ۾ حڪومت برقرار رکي, آصف علي زرداري جتي ڏاهپ ۽ مفاهمت جون ڳالهيون ڪري ٿو هو هاڻي ڪيترن امتحانن مان گذرندو جتي هو سياسي مستقبل بابت فڪر مند هوندو. هن وقت هڪ طرف عوامي پارٽين جو اتحاد آهي تہ ٻي طرف ڳجها هٿ آهن ٻنهي جي وچ ۾ آصف علي زرداري سئنڊوچ بڻيل آهي جيئن نواز ليگ پنهنجي پنهنجي موقف تي چٽي بيٺل نظر اچي ٿي, يا وري اين اين پي وارن جو صاف موقف آهي تيئن آصف علي زرداري جو موقف ڏنڌ ۽ ڪوهيڙي ۾ ورتل نظر اچي ٿو. عوامي نيشنل پارٽي جي اڳواڻن جو پشاور ۾ آمريڪي قونصليٽ جنرل سان ملاقات نہ ڪرڻ. سرحد اسيمبلي اجلاس ۾ آمريڪا خلاف قرارداد پيش ڪرڻ ۾ سندن موقف صاف نظر اچي ٿو تيئن پ پ جو موقف واضع ڪانهي پ پ جي واضع موقف نہ اچڻ, ايندڙ ڏينهن ۾ ڪيئي مشڪلاتن جو سبب بڻيو. صدر مشرف جي باري ۾ نواز ليگ سخت موقف رکي ٿي نواز ليگ صدر مشرف واري مسئلي تي آمريڪي وفد کي جواب ڏئي ڇڏيو آهي. پ پ صدر مشرف خلاف ڳالهائڻ کان ڪيٻائي ٿي. ان قسم جي نظرياتي ڇڪتاڻ آئنده لاءِ ڪو سنو سنوڻ ڪونهي. نواز ليگ جو موقف عوام جي ترجماني ڪري ٿو. تنهن ڪري پ پ سياسي پارٽيءَ وارو اعتماد وڃائي ويهندي. هن وقت پارٽي متحد نظر اچي ٿي سا اندروني طور اعتزاز احسن, امين فهيم ۽ ٻيا پ پ جا وفادار وفاداريون نڀائڻ جو وچن ڪيون وينا آهن. في الحال اقتدار جي سيج تي پ پ ويٺل آهي. تنهن ڪري پ پ اندر پيچ ڊاهہ وارو عمل ڍيل رهندو پر جڏهن پارٽي اقتدار وڃائي ويهندي يا اقتدار جي ڪرسي لوڏي ۾ ايندي تہ پارٽي ماضيءَ جيان ٽڪر ٽي ويندي اصل اهو ئي مقصد ڳجهن هٿن جو آهي, تنهنڪري آصف علي زرداري کي انهن ڳجهن هٿن جي پنجوڙ مان نڪرڻ گهرجي. عوام جي پارٽي کي عوام جا فيصلا قبول ڪرڻ گهرجن. ان ۾ پ پ جي بقا آهي هن پيري اها ڳالهہ نہ هلندي تہ پ پ مان ڪيترائي اڳواڻ نڪري ويا پر پ پ زنده رهندي آئي ان جو خاص سبب ڀٽو فيڪٽر جو پارٽي ۾ نہ هجڻ آهي. هاڻي تمام گهڻو فرق پوندو. خاص ڪري CEC پاران آصف جو جو ذاتي فيصلو ٿاڦڻ درست نہ ٿيندو CEC جي اڪثريت راءِ سان فيصلن کي اهميت ڏيڻ گهرجي.

تاريخ : 08_04_2008

# متحده

# مخالف ڌر ۾ ويهڻ جو فيصلو حقيقت يا دڙڪو؟

ڪراچي ۾ پ پ قيادت سان ڳالهين کان پوءِ ايم ڪيو ايم جي ڪنوينر ڊاڪٽر فاروق ستار ميڊيا آڏو سنڌ توڙي مرڪز ۾ مخالف ڌر ۾ ويهڻ جو اعلان ڪندي الزام هنيو آهي ته پ پ وارا ناهه لاءِ مخلص ناهن. تنهن ڪري هاڻي هو اپوزيشن ۾ ويهندا. جڏهن ته ان سلسلي ۾ پ پ جي سينيئر اڳواڻ ۽ سنڌ اسيمبلي جي اسپيڪر نثار کهڙي بيان ڏنو ته ماڻهن کي خدشا آهن ته متحده پنهنجا رويا بهتر ڪري جيڪڏهن متحده جي روين جو ذڪر ڪندا سين ته متحده ۾ اجا تائين سياسي بصيرت پيدا ئي ڪو نه ٿي آهي، ان حوالي سان سنڌي ماڻهن سميت پناڻن، پنجابين ۽ بلوچن، سرائيڪين ۽ سياسي اڳواڻن سميت وڪيل ۽ سول سوسائٽي جي ماڻهن کي متحده جي روين تي سخت اعتراض آهن. متحده جو مزاج يا ڪلچر جيڪو ماضي ۾ رهيو آهي، اهو هاڻي به ساڳيو آهي، عوامي پارٽين سان گڏجڻ بجاءِ حڪومتي ڌرين جرنيلن يا ڳجهن هٿن جا اتحادي ٿيڻ پسند ڪندا آهن ان جو نفسياتي مسئلو آهي ته متحده ملڪ ۾ 15 سيڪڙو آبادي هجڻ باوجود هنن جي خواهش آهي ته ملڪ جي اڪثريتي آبادي مٿان حڪومت ڪري. طاقتور ڌرين جي پناهه ۾ لڪي پنهنجا مفاد حاصل ڪن. هن وقت تائين متحده ڪو به ايڏو وڏو تير نه هڻي سگهي آهي، جنهن مان اهو ثابت ٿئي ته هو عوامي اشوز جي سياست ڪري رهيا آهي متحده جي تنظيمي اسٽرڪچر ائين آهي جيئن ممبئي يا ڪولمبيا جون ڪجهه انڊر گرائونڊ (انڊر ورلڊ) تنظيمون آهن جن جو مقصد صرف ذاتي ڪاروبار ڪرڻو هجي. متحده جي سياست صرف اقتدار ۾ رهڻ ۽ ناڻو ڪمائڻ آهي. جيڪڏهن متحده کي اقتدار کان ٻاهر رکجي ته متحده ائين رهندي جيئن مڇي پاڻي بنا.

متحده جي سياست مان فائدو وٺڻ واريون قوتون متحده کي بهتر پناهه ڏيڻ لاءِ تيار رهونديون آهن. تنهن ڪري متحده به قرباني ڏيڻ لاءِ هميشه تيار رهندي آهي، 12 مئي وارو واقعو هجي يا 9 اپريل وارو واقعو هجي متحده پنهنجي اتحادي ڌرين لاءِ بغير ڪنهن پرواهه جي سڀ ڪجهه ڪري سگهي ٿي.

2 اپريل تي آصف زرداري 19 سالن بعد نائين زيرو تي پهتو آصف زرداري سنڌ جي خوشحالي ۽ ترقي جو خيال کڻي متحده جي دروازي تي پهتو ان موقعي تي هڪٻئي جا ماضيءَ ۾ ڪيل ڏوهه گناهه معاف ڪيا ويا. آصف زرداري جي زبردست آجيان ڪئي وئي، سموري ملڪ ۽ خاص ڪري سنڌ جي عوام جي اعتراضن جي باوجود آصف زرداري 90 تي پهتو ۽ اتي ڌرين وچ ۾ ٿيل فيصلن کي مانُ ڏنو ويو پ پ پاران به اڳواٽن جي ڪيل فيصلن کي اکين تي رکيو ويو ۽ پر جڏهن سنڌ اسيمبلي اندر ارباب رحيم تي هڪ همراهه جوتي سان حملو ڪيو ۽ وري ٻئي ڏينهن تي ڊاڪٽر شير افگن کي وڪيلن پاران لاهور ۾ مارڪٽ جي بدلي ڪراچي جي طاهر پلازه کي باهه ڏئي پنجن وڪيلن کي ساڙي ويو. ان کان سواءِ ڪراچي ۾ رتو چاڙ ڪري 12 ماڻهن کي ماريو ويو. ساڻ ڪيترين ئي گاڏين کي باهيون ڏئي ساڙيو ويو. ان موقعي تي الطاف حسين ڪراچي ۾ متحده جي قيادت کي ٽيليفونڪ خطاب ڪندي ن ليگ ۽ پ پ خلاف ڳالهايو ڊاڪٽر شير افگن ڪيس ۾ ن ليگ کي ملوث قرار ڏنو اهو ان ڪري روبو اپنايو ويو ته اهو موقف جيڪو متحده رکيو اهو صرف متحده جو نه پر ايوان صدر کان وٺي انهن ڳجهن هٿن جو هو جيڪي نواز ليگ تي دٻاءَ وجهندا پئي آيا جڏهن 9 اپريل واري قتل عام جا ثبوت برطانوي حڪومت کي ڏنا ويا جنهن ۾ متحده جي ڪارڪنن جا Footage جنهن ۾ متحده جا دهشتگرد پستولن جا فائر ڪندا شهر ۾ گشت ڪندي ڏيکاريا ويا. اهڙا منظر مختلف ٽي وي چينلن تان ڏيکاريا ويا جنهن تي برطانوي حڪومت متحده جي سربراهه الطاف حسين کي وارننگ ڏني ته "ان تنظيم جو سربراهه جيڪو عام ماڻهن جي قتل عام ۾ ملوث هجي جن جون ثابتون هجن اهو اڳواڻ برطانيا ۾ رهي نه ٿو سگهي". برطانوي حڪومت جي وارننگ کان پوءِ متحده جي اڳواڻ الطاف حسين 9 اپريل جي واقعن کي تسليم ڪندي، پارٽي قيادت تان استعفيٰ ڏيڻ جو اعلان ڪيو. الطاف حسين هڪ طرف ته برطانيا کي اهو باور ڪرايو ته مان استعفيٰ ڏئي چڏي آهي، چاڪاڻ جو منهنجي پارٽي شهر ۾ حالتن تي ڪنٽرول ڪرڻ ۾ ناڪام رهي ٻئي طرف متحده پنهنجي قائد کي اپيلون ڪرڻ وارا ڊرامو شروع ڪيو ته " الطاف ڀائي پارٽي قيادت تان استعفيٰ واپس وٺي" ان قسم جو ڊرامو ميڊيا ذريعي رچايو ويو اهڙي قسم جي چال کي نه صرف برطانوي چينلن ۽ ٻين ملڪن ۾ پڻ ڏيکاريو ويو. پاڪستان جي ترقي پسند ساڃاهه وند سياستدانن

وڪيلن، سول سوسائٽي جي اڳواڻن ڊرامو قرار ڏيندي 9 اپريل تي ٿيل رتو ڇاڻ ۾ متحده کي ملوث قرار ڏنو. اي اين پي جي نائب صدر زاهد خان بيان ڏنو تہ "متحده کي ڊرامو ڪرڻ جي ڪا ضرورت ڪانهي ماڻهو سيڪجهہ سمجهن ۽ ڄاڻين ٿا". زاهد خان جي بيان سان سموري پاڪستاني سوسائٽي سهمت آهي پر پنهنجن ڊرامن کي متحده بہ سمجهي ٿي پر نفسياتي طور متحده پاران ڊراما ڪرڻ سندن ڪلچر بڻجي چڪو آهي، يا ائين ڪٿي چئجي تہ انهن جي مجبوري آهي/تہ ڏڪ بہ هڻندا تہ رڙيون بہ ڪندا آهن. ان قسم جي ڪلچر کي "دغاباز ڪلچر" چئجي ٿو. جنهن گروهہ جو ڪلچر دغا بازي هجي اهو گروهہ ڪنهن سان بہ وفا ڪري نٿو سگهي.

1988ع ۾ متحده پ پ سان اتحاد ڪيو پر ٿوري ئي عرصي ۾ متحده پ پ کي خدا حافظ چئي فوجي جنرل جي ٺاهيل جماعت آءِ جي آءِ ۾ وڃي شامل ٿي ۽ پوءِ پ پ جي سنڌ ۽ مرڪز ۾ حڪومت لاءِ رڪاوٽ بڻي. پ پ جي ٻئي دور حڪومت ۾ نصير الله بابر جي سربراهي ۾ ڪراچي آپريشن شروع ٿيو. جنهن ۾ متحده سان لاڳاپيل ڪيئي خطرناڪ دهشتگرد ماريا ويا. متحده جو گهيرو تنگ ڪيو ويو. پر ڪجهہ جنرلن جي مداخلت تي اهو آپريشن روڪيو ويو. هاڻي ٽيون ڀيرو پ پ اقتدار ۾ آئي آهي ۽ متحده کي حڪومت ۾ شامل ڪرڻ لاءِ جتن ڪري رهي آهي ان جو سبب اهو آهي تہ متحده کي ڪجهہ ڏيئي وٺي راضي رکجي ۽ اقتدار جي ڪرسي جا مزا بہ ماڻجن. متحده جو مطلب اهو آهي تہ اسان کي تنگ نہ ڪريو. اسان کي بہ مزي سان ڪائڻ ڏيو. گورنر، سٽي ناظم ۽ ڪجهہ وزارتون اسان جي حوالي ڪيون وڃن تہ توهان بہ خوش ۽ اسان بہ خوش. هاڻي پ پ ۽ متحده وچ ۾ ڳالهين جا دور هلن ٿا نيٽ ڪو فيصلو ايندو. ڪو بہ فيصلو ايندو تہ ٻئي ڌريون سوچي سمجهي فيصلو ڪنديون پر آصف علي زرداري ان حق ۾ آهي تہ متحده کي حڪومت ۾ ڪهڙي بہ طرح شريڪ ڪجي.

آصف علي زرداري جو متحده کي اقتدار ۾ شريڪ ڪرڻ جو مقصد امن امان جي حوالي سان آهي متحده کي شريڪ ڪري مٿي تي هٿ گهمائي انهن کي پيار سان سمجهائڻو بہ آهي، جيڪو آپريشن ڪلين اپ نصير الله بابر متحده خلاف ڪيو هو اهو آپريشن يقينن هاڻي بہ ٿي سگهي ٿو پر متحده تي هٿ رکيو ويندو. وزير اعليٰ قائم علي شاهہ ۽ ذوالفقار مرزا جو بيان آيو آهي تہ ڪراچي ۾ امن امان قائم ڪرڻ لاءِ دهشتگردن خلاف ڪارروائي ۾ ڪا ڪسر نہ ڇڏيندا سين. جتي آپريشن ڪرڻو پيو اتي ضرور ڪنداسين. ٻي طرف شعيب سڊل آءِ جي سنڌ ۽ واجد دراني کي ڊي آءِ جي ڪراچي مقرر ڪرڻ سميت ڪراچي پوليس جون بدليون ڪرڻ جو مقصد ڇا آهي؟. ذوالفقار مرزا جهڙو ڳڇهو ماڻهو سنڌ جو وزير داخلا هجي تہ ان مان اهو يقينن سمجهڻ گهرجي تہ دهشتگردي کي

وڏيڪ برداشت نہ ڪيو ويندو. انهن فردن جي ان قسم جي چر پر مان اها اميد ڪري سگهجي ٿي ۽ گذريل چند هفتن جي رپورٽ آهي تہ ايم ڪيو ايم حقيقي ۽ سني تحريڪ جي سرگرم ڪارڪنن کي قتل ڪرڻ جن جو تعداد سوجي لڳ ڀڳ آهي. ان جو الزام بہ متحده مٿان مڙهيو ويو آهي تہ بار ڪراچي جي سيڪريٽري سميت نديم قريشي جو گهر ساڙڻ جو الزام بہ متحده تي مڙهيو ويو آهي ڪراچي بار جي اڳواڻ الزام مڙهيو آهي تہ منهنجي قتل جي ذميوار متحده هوندي آهي، اهي سڀ قوتون ايندڙ ڪجهہ ڏينهن ۾ متحده خلاف تيزي سان رد عمل ڏيکاريندا. اندروني خاني متحده مخالف قوتن کي پ پ جي سهڪار حاصل هوندي پ پ حڪومت, متحده ۽ صدر مشرف کي اوستائين برداشت ڪندي جيستائين صدر بش جي آمريڪا ۾ حڪومت آهي، ڊيموڪريٽس سينٽيرز صدر بش کي خط لکي آگاهہ ڪيو آهي تہ پاڪستان ۾ هڪ شخصيت جي حمايت ڪرڻ کان بهتر آهي تہ پاڪستاني ادارن سان بهتر تعلقات رکيا وڃن ۽ پاڪستاني عوام جي خواهش جو احترام ڪيو وڃي. سالن کان پوءِ جڏهن ڊيموڪريٽ آمريڪا جا حڪمران ٿيندا تہ صدر مشرف ۽ ان جون سياسي پارٽيون ڪمزور پوزيشن ۾ هليون وينديون تنهن ڪري هن سال پ پ ۽ ن ليگ اتحاد ۾ ڏار وجهڻ لاءِ گهڻيون ڪوششون ٿينديون هاڻي آصف علي زرداري مٿان وڏي ذميواري آهي جيڪو ٻنهي پاليسيون هلائي رهيو آهي. هڪ طرف ن ليگ سان اتحاد تہ ٻئي طرف متحده جنهن بابت پاڪستان جي سياسي اڳواڻن، وڪيلن کي خدشا آهن انهن کي ساڻ کڻي هلڻ ڪنهن خطري کان خالي ناهي تنهنڪري سوال اهو ٿو اڀري تہ ڇا آصف علي زرداري قوم کي ڇرڪائيندڙ نتيجا ڏيندو يا ڪانو وانگر ٻہ ٽنگو ڦاسي پوندو.

تاريخ : 15_04_2008

# صوبائي خود مختياري، اين ايف سي ايوارڊ ۽ پ پ مان اميدون

وزير اعظم يوسف رضا گيلاني وزير اعليٰ هائوس سنڌ ۾ صوبائي ڪابينا جي خاص اجلاس ۾ چيو تہ صوبائي خود مختياري، اين ايف سي ايوارڊ، پاڻي جي ورڇ بابت يونيفارم پاليسي جوڙي ويندي، جن تي صوبا عمل ڪندا. وزير اعظم جي اعلانيل يونيفارم پاليسي تحت چئن صوبن جي وڏن وزيرن سميت هر ڪاتي جي صوبائي وزير سان اسلام آباد ۾ ون باءِ ون ملاقاتون ڪئي وينديون، جنهن ۾ اين ايف سي ايوارڊ، صوبائي خود مختياري، پاڻي جي ورڇ ۽ ٻين اهم صوبائي اشوز تي ڳالهہ ٻولهہ ڪئي ويندي، وزير اعظم صوبائي وزيرن تي زور ڏيندي چيو تہ هو پنهنجي صوبن جا پاڻ وڪيل بڻجي اسلام آباد اچن. اهو اجلاس صوبن ۽ مرڪز ۾ ذميوارين جو تعين ڪرڻ لاءِ مددگار ثابت ٿيندو.

هن وقت سنڌ جو وڏو وزير ۽ سندس ڪابينا جا وزير سنڌ جا وڪيل ٿي جڏهن اسلام آباد پهچندا تہ انهن وٽ سنڌ جا اهم مسئلا ۽ انهن جي حل بابت طاقتور تجويزون هجڻ گهرجن. هن وقت گهڻي عرصي کان پوءِ سنڌ جو اقتدار سنڌ جي اصل نمائندن جي نصيب ۾ آيو آهي. تنهنڪري سنڌ جي نمائندن تي اهو قومي فرض ٿو عائد ٿئي تہ سنڌ جو ڪيس طاقتور ۽ سگهارو ڪري وفاق آڏو پيش ڪن. اقتدار اچڻ وڃڻ شيءِ آهي. اقتدار ۾ رهي سنڌي عوام کي رليف ڏيڻ ۽ انهن جي حقن لاءِ ويڙهہ ڪرڻ هڪ تاريخي ڪم هوندو. سنڌ ڪيس ۾ ڪاميابي سنڌ جي عوامي نمائندن کي تاريخ ۾ وڏو مرتبو بخشيندو.

هي حقيقت آهي تہ ملڪ کي سنڌ صوبو ڪل آمدني جو 70_ 65 سيڪڙو ڏئي ٿو. ملڪ جون بندرگاهون سنڌ ۾ هئڻ سبب واپار جي ڪمائي جو وڏو حصو سنڌ مهيا ڪري ٿي. گئس ۽ تيل جي ذخيرن مان حصو لکين بئرل جي

حساب سان سنڌ مان نڪري ٿو پر ان جي رائلٽي کان سنڌ محروم آهي. تيل ۽ گئس جي اهم ادارن ۾ مقامي ماڻهن کي ترجيح ڏيڻ کپي پر سنڌي ماڻهن جو تعداد اٽي ۾ لوڻ جي برابر آهي. وڏي ۾ وڏيون آٽو موبائيل، ٽيڪسٽائل ڪمپنيون يوريا کاڌ جون ڪمپنيون سنڌ ۾ آهن پر انهن ادارن ۾ ڪم ڪندڙ ماڻهو ٻاهران گهرايا ويندا آهن. جيڪي اصل سنڌي ماڻهن جي حقن تي ڌاڙو هڻڻ برابر آهي. مرڪزي خزاني جو اصول آهي تہ جيڪو صوبو يا رياست قومي آمدني ۾ گهٽي کان گهٽو حصو ڏئي ٿو. ان کي حق يا امداد ان جي تناسب سان ملڻ گهرجي.

ملڪ جون سموريون ڌريون تسليم ڪن ٿيون تہ سنڌ زرخيز ۽ معدنيات سان مالا مال صوبو آهي. پر ان حساب سان سنڌ جو حصو وفاق نٿو ڏي. تنهن ڪري هاڻي ائين نہ ٿيڻ گهرجي. هن وقت سنڌي عوام جيڪڏهن وفاق کان خوش ڪونهي تہ ان جو واحد سبب ماضي ۾ ڪيل ناانصافيون آهن. هن وقت سنڌ ۾ بيروزگاري سبب نوجوان نسل سخت ذهني دٻاءَ جو شڪار آهي. انهن دٻاءَ ڪري هو مختلف ڌوهن ۾ پنهنجي گذر معاش کي ڳولي رهيو آهي. جيڪڏهن هو ائين بہ نٿو ڪري سگهي تہ پوءِ خودڪشيون ڪري انت آڻي ڇڏي ٿو تنهن ڪري سنڌ جي نوجوان نسل کي بچائڻ لاءِ پڙهيل ڳڙهيل نوجوانن کي نوڪريون ڏئي انهن جون توانائيون صرف ڪيون وڃن ۽ کين يتڪڻ خودڪشين ۽ ٻي راهہ روي کان بچايو وڃي. اها ذميواري هن وقت سنڌ جي نمائندن تي آهي. سنڌ جا نمائنده پنهنجيون ذميواريون فرض سمجهي ادا ڪن.

گڏيل مفادن واري ڪونسل هجي يا قومي مالياتي ڪميشن، جيڪڏهن انهن جي فيصلن تي عمل نٿو ٿئي تہ پوءِ مايوسي پيدا ٿئي ٿي، جيڪا هن حڪومت کي نہ ٿي جڳائي. هي حڪومت جيڪا عوامي اڪثريت سان چونڊجي آئي آهي ۽ ملڪ جي سياسي پارٽين ۾ مفاهمت وارو ماحول موجود آهي، تنهن ڪري اها اميد ڪري سگهجي ٿي تہ مخدوم يوسف رضا گيلاني جي زير صدارت ٿيندڙ اسلام آباد ۾ گڏجاڻي اندر اين ايف سي ايوارڊ سميت ٻين اهم مسئلن تي هڪ هڪاٽي ٿيندي ۽ سنڌ سان انصاف ٿيندو.

ماضي ۾ ان قسم جون گڏجاڻيون ٿيون آهن پر خاطر خواهہ نتيجا نہ نڪري سگهيا آهن. 14 جنوري سال 1991ع تي گڏيل مفادن واري ڪونسل ۽ قومي مالياتي ڪميشن جون گڏجاڻيون اسلام آباد ۾ ٿيون هيون. ان وقت سنڌ جو وزير اعليٰ ڄام صادق علي منصب تي هو. ان وقت اسان سمجهيو هو تہ هي زور آور مڙس آهي. سنڌ جي حقن تي سودي بازي نہ ڪندو پر جڏهن هو اسلام آباد کان موٽيو تہ هن زور آور وزير اعليٰ سواءِ مايوسين ۽ تڪليفن جي ڪجهہ نہ ڏنو. ڇاڪاڻ جو وفاق هن صاحب کي پ پ سميت سنڌي عوام کي ڪچلڻ جو ٽاسڪ ڏنو هو. تنهن ڪري 1991ع ۾ گڏيل مفادن واري ڪونسل مان لاڀ

حاصل ڪري نہ سگهيا سين پر هينئر جڏهن عوامي حڪومت وڏي مينڊيٽ سان اقتدار حاصل ڪري ورتو آهي. انهن تي عوام جو حق آهي تہ هو بہ عوام ڏانهن ذميواري جو ثبوت ڏين.

اڳوڻي ق ليگ حڪومت هجي يا هاڻوڪي پ پ پ حڪومت هجي، انهن جو هاڻي مقصد صوبن کي صوبائي خود مختياري ڏيڻ ضروري بڻجي ٿو. ان جو وڏو سبب اهو آهي تہ ملڪ جي طاقتور اداري اسٽيبلشمينٽ بہ فيصلو ڪري ڇڏيو آهي تہ صوبن کي خود مختياري ملڻ گهرجي. اسٽيبلشمينٽ هاڻي ملڪ ۾ مضبوط وفاقي سياست جي حق ۾ ناهي. جڏهن کان نواز ليگ پنجاب ۾ قومي پارٽي ٿي اڀري آهي. ساڻ نواز ليگ جو محور پنجاب جي ترقي آهي تنهن ڪري پنجابي عوام وٽان موٽ بہ نواز ليگ کي بهتر ملي آهي. گذريل چونڊن ۾ محترمہ بينظير ڀٽو جي پنجاب ۾ شهادت بہ پ پ پ کي سوڀارو نہ ڪري سگهي. جڏهن تہ نواز ليگ پنجاب جي ماڻهن جي ڳالهہ ڪئي. انهن جي اهم اشوز خاص ڪري ججن جي بحالي واري مقصد نواز شريف کي پنجاب ۾ قومي سوچ کي هٿي وٺرائي آهي. جڏهن تہ سنڌ ۾ پ پ پ ۽ متحده اڳ ۾ ئي صوبائي سطح تي سنڌ جي مسئلن ۽ محرومين جي ڳالهہ ڪري رهي آهي. ٻي طرف بلوچستان ۾ بلوچ، اسلم رئيساڻي جي اڳواڻي ۾ پناڻ، اي اين پي جي قيادت ۾ قومي سياست کي طاقت بخشي رهيا آهن، ان جو واحد سبب هي آهي تہ اهو سڀ ڪجهہ اسٽيبلشمينٽ چاهي ٿي. اسٽيبلشمينٽ چاهي ٿي تہ ملڪ ۾ هاڻي وفاقي سياست ڪنهن بہ طرح مضبوط نہ هجي سياست ورهايل ۽ منتشر هجي تہ جيئن عوام جو ڪو بہ واحد اڪثريتي مينڊيٽ وفاقي پارليامينٽ ۾ اڀري نہ اچي سگهي. انهن حالتن ۾ جيڪو بہ حڪمران هوندو اهو سندن مفادن جو خيال رکندو. چاڪاڻ جو اهو حڪمران - پارليامينٽ يا سياسي جماعت ڪمزور هوندي، سدائين ٻيو اتحادي پارٽين کان ڇڙڪندو. ان ڇرڪڻ جي نتيجي ۾ اها پارليامينٽري اقتداري پارٽي اسٽيبلشمينٽ جي سهاري تي هوندي، هاڻي جيئن پ پ پ جو ڪردار آهي. ان عمل سان اسٽيبلشمينٽ جو ڪاروهنوار هلي ويندو ساڻ عملي طور ملڪ ۾ وفاقي سياست جو خاتمو ٿي ويندو.

اسٽيبلشمينٽ اوستائين عمل نہ ٿي ڪري سگهي. جيستائين سندس آقا جي رضامندي شامل نہ هجي. تنهن ڪري وفاق جي سياست جو خاتمو اصل ۾ آمريڪا جي خواهش آهي. آمريڪا صوبن کي خود مختياري ڏيڻ جي حق ۾ آهي. آمريڪا صوبن کي با اختيار بنائي ڪانئن وڏو ڪم وٺڻ جو خواهشمند آهي ۽ تنهن ڪري آمريڪا پناڻن تي حامد ڪرزئي ذريعي بلوچ قوم پرستن تي انڊيا ذريعي. جڏهن تہ سنڌ ۾ متحده ذريعي هٿ رکي پنهنجي مقصدن ڏانهن وڌي رهيو آهي.

حقيقت هي آهي تہ هاڻي ملڪ ۾ وفاقي پارٽين بجاءِ سگهاريون صوبائي. قوم پرست پارٽيون اڳتي هلي فعال ٿينديون. جنهن سان طاقت جو توازن تبديل ٿي سگهي ٿو۔ چاڪاڻ جو آمريڪا نيوڪان نظريي ۾ پاڪستان جي رياست کي غائب ڪري ڇڏيو آهي، تنهن ڪري ايندڙ ڏهاڪي ۾ هن خطي جي سياست جا خدو خال بيا هوندا. تنهن ڪري وقت جي تقاضا آهي تہ جيڪا جاءِ متحده وارن عالمي ادارن آڏو پنهنجي بڻائي آهي اها پ پ پ کي ڻاهڻ گهرجي چاڪاڻ جو متحده عالمي ادارن ۾ ملڪن آڏو پنهنجو موقف ميرائي چڪي آهي تہ سنڌ جي وارثي جو حق صرف ۽ صرف متحده کي هجڻ گهرجي، چاڪاڻ جو متحده وڏيرن جي نہ پر غريب عوام جي پارٽي آهي. تنهن ڪري اهو تاثر جيڪو متحده عالمي ادارن کي ڏئي چڪي آهي، در اصل اهو ڪم پ پ پ وارن کي ڪرڻ گهرجي. چاڪاڻ جو عوام پ پ پ کي ووٽ ڏئي سنڌ جي اقتدار جو والي بڻايو آهي، تنهن ڪري پ پ پ کي وفاق آڏو سنڌ جي صوبائي خود مختياري ۽ اين ايف سي ايوارڊ سميت بين معاملن تي هاڻي جنگ ڪرڻي پوندي ۽ وفاقي سياست کان وڌيڪ صوبائي سياست جي مسئلن تي توجهہ ڏيڻي پوندي خاص ڪري امن امان جو مسئلو دهشتگردي، اغوا، رهزني، ڌاڙن ۽ ڦرن جو خاتمو آڻي عوام کي سک ۽ سلامتي وارو ماحول ڏيڻو پوندو. جيڪڏهن هاڻي پ پ پ سنڌ لاءِ ڪجهہ نہ ڪري سگهي تہ پوءِ شايد اهڙو موقعو پ پ پ کي وري بيهر ڪو نہ ملندو.

تاريخ : 22_04_2008

# جمهوري حڪومت خلاف ڪير ٿو سازشون ڪري؟

دبئي معاهدي ۾ شريڪ سعودي عرب، آمريڪا، لبنان جا سفير ۽ عرب امارات جي اعليٰ شخصيتن آصف علي زرداري ۽ ميان نواز شريف تي زور رکيو ته ججن جي بحالي لاءِ اهڙو طريقو اختيار ڪيو وڃي، جنهن سان صدر مشرف جي ساک قائم رهي ۽ صدر مشرف کي به اهو ئاهه پسند هجي. جنهن لاءِ آصف علي زرداري تي عالمي ليول جي اڳواڻن ۽ ادارن جو سخت دٻاءُ آهي. جڏهن ته نواز شريف پنهنجي پارٽي، پاران انهن سفيرن کي دٻاءُ جو چٽي جان ڇڏائي ويٺو آهي.

نواز شريف دبئي واپسي کان اڳ يا پوءِ اهو بيان بار بار ڏئي چڪو آهي ته ايوان صدر سازشن جو گڙهه بڻجي چڪو آهي. موجوده خراب حالتن جو ذميوار به "مشرف" ايوان صدر آهي ججن جي بحالي جو مسئلو هجي يا ضمني اليڪشن ملتوي ڪرائڻ هجن. راتو رات ملڪ مان ناڻي جي منتقلي هجي ۽ رپئي جو عالمي مارڪيٽ ۾ اگهه ڪرڻ هجي، يا پنجاب ۾ ٻه سئو فلور ملون بند ڪري عوام جو اٽو ڦري کين بکون ڪاٽڻ تي مجبور ڪرڻ هجي اهي سڀ خوفائتا ڪم ايوان صدر مان ٿي رهيا.

نواز ليگ پاران پنجاب صوبي ۾ ٻه روپيا اٽي جي اگهه تي رعايت ڏيڻ پلائي وارو ڪم ڪٿي ٿو ايوان صدر کان برداشت ٿئي. انهن حالتن کي مد نظر رکندي سڌ سماءُ جي وفاقي وزير شيري رحمان بيان ڏنو هو ته "غير جمهوري قوتون سرگرم آهن. جمهوري حڪومت کي De_Establise ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پئي وڃي، وفاقي وزير شيري رحمان جي بيان پوئتان ڪيئي سوال ڪرَ کنيون بيٺا آهن.

آخرا هي ڪهڙيون قوتون آهن، جيڪي جهوريت خلاف ڪم ڪري رهيون آهن؟ هن وقت پ پ پ جي حڪومت آهي پ پ کي انهن سازشي ٽولن خلاف ڪريڪ ڊائون ڪرڻ جي سخت ضرورت آهي. جيڪڏهن انهن سازشي

عنصرن کي نروار نہ کيو ويو ۽ چشم پوشي اختيار ڪئي وئي تہ اڳتي هلي پ پ سرڪار لاءِ نقصانڪار ثابت ٿيندو. جيڪڏهن ڪنهن برائي جي پاڙ پٽڻي آهي تہ پوءِ ان ۾ دير نہ ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن اسان آصف علي زرداري جي سياسي ڏاهپ جو اڀياس ڪندا سين تہ آصف علي زرداري اهي غلطيون ڪري رهيو آهي جيڪي ماضي ۾ ذوالفقار ڀٽو ۽ بعد ۾ شهيد بينظير ڀٽو کان ٿيون هيون. انهن غلطين ۾ اهم غلطي اسٽيبلشمينٽ جي ڪلهن تي سوار ٿي حڪومت حاصل ڪرڻ هئي. آصف علي زرداري اين آر او جي انعام سان نوازجي وطن موٽي آيو تنهن ڪري هاڻ هو مشرف ۽ اسٽيبلشمينٽ کان ڪنهن بہ طرح منهن موڙي نٿو سگهي. ٻي طرح ڏسجي ٿو تہ اسٽيبلشمينٽ ۽ صدر مشرف پنهنجي وجود جي آخري جنگ وڙهي رهيا آهن. ان لاءِ آصف علي زرداري سندن لاءِ وقتائتو ۽ بهترين هٿيار ثابت ٿيو آهي. جنهن کي استعمال ڪرڻ جي بهترين چاڻ بہ رکن ٿا. تنهن ڪري آصف علي زرداري توڪل تي ڪم هلائي رهيو آهي پوءِ ڪتائنس ڀاڳ. آصف علي زرداري جنهن وٽ سياسي علم يا سوچ شهيد بينظير ڀٽو جيان ڪونهي پر وقت ۽ حالتن تڪليفن ۽ سختين کان پوءِ پاڪستان ۾ سياست ڪرڻ جا گُر هن سکي ورتا آهن سندس خاص مددگار رحمان ملڪ ۽ فاروق نائيڪ بہ سياسي علم کان وانجهيل نظر اچن ٿا.

ٻي طرف صدر مشرف پنهنجي خلاف مواخذو هجي يا ججن جي بحالي واري قرارداد هجي. مشرف هر محاذ تي مقابلي ڪرڻ لاءِ تيار آهي. مشرف پنهنجي بچاءِ لاءِ هڪ ڀيرو ٻيهر مسلم ليگ کي منظم ڪرڻ جون ڪوششون ڪري رهيو آهي ان سلسلي ۾ هن گذريل هفتي مسلم ليگ جي چڱن مڙسن سان ايوان صدر ۾ ملاقاتون ڪيون. ساڻ گورنر سنڌ عشرت العباد کي تڪڙو اسلام آباد گهرائي جوڙ توڙ واري سلسلي ۾ هدايتون ڏنيون. ممڪن آهي تہ چوڌري برادران کي مائينس ڪري باقي اڳواڻن کي گڏي مسلم ليگ جو نئون بنياد وڌو وڃي. جنهن ۾ مسلم ليگي ڌڙن جوڻيجو. فنڪشنل. چٺا. فيصل صالح حيات ۽ ٻيا شامل هوندا.

ٻي پاسي اسٽيبلشمينٽ انهن سازشن ۾ شريڪ آهي تہ جيڪڏهن ججن جي معاملي تي نواز شريف ۽ آصف علي زرداري ڏار ٿين ٿا تہ پوءِ آصف علي زرداري تي هٿ رکي. ايم ڪيو ايم ۽ مسلم ليگ جي سهڪار سان پ پ حڪومت کي هلايو وڃي ڇاڪاڻ جو اسٽيبلشمينٽ جا ناز نخرا صرف آصف علي زرداري برداشت ڪندو شريف برادران مان ڪا خاص اميد نظر نٿي اچي. تنهن ڪري ايم ڪيو ايم کي سنڌ حڪومت کي ويجهو آڻڻ ۾ رحمان ملڪ جو وڏو هٿ رهيو آهي. رحمان ملڪ جي سوچ اها آهي جيڪا موجوده اسٽيبلشمينٽ جي آهي.

قانوندان مجيب پيرزادي جو بيان بہ حيرت جوڳو آهي، جنهن چيو تہ ججن جو بحران وڌيو تہ مارشل لا لڳي سگهي ٿي. ڇا اسلام آباد ايوان صدر ۾ اهڙي سوچ بہ جنم وٺي چڪي آهي؟ جن جو اظهار صدارتي ٽنڪ سان لاڳاپيل مجيب پيرزادو ڪري رهيو آهي. رچرڊ بائوچر ۽ نينگرو پونٽي جو تازو دورو ناڪام ثابت ٿيو آهي. ٻنهي آمريڪي رهنمائن ملڪ جي سيني سياسي پارٽين جي اڳواڻن سان ملاقات ڪري مشرف لاءِ خير گهرندا رهيا پر پاڪستاني سياسي اڳواڻن ڪان سٺي موٽ ڪو نہ ملي سگهي تنهن ڪري هو مايوس ٿي آمريڪا موٽي ويا.

هاڻي ڏسڻو آهي تہ اهڙين خطرناڪ سازشن کي آصف علي زرداري ۽ نواز شريف ڪيئن ٿا منهن ڏين ۽ جمهوريت کي بچائن، ٻنهي اڳواڻن تي جمهوريت کي مستحڪم ڪرڻ ۽ بقا بخشڻ واري وڏي ذميواري عائد ٿئي ٿي ۽ ڪين قوم جو مئنڊيٽ بہ مليل اٿن ان جو احترام ڪري سگهن ٿا يا نہ. ملڪ ۾ اقتصادي ۽ سياسي معاملن کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي ايوان صدر جي چالاڪين، سازشن ۽ حرفتن کي شڪست ڏئي عوام آڏو سرخرو ٿي سگهن ٿا يا نہ، اهو سڀ ڪجهہ 12 مئي ( نواز شريف پاران حڪومت ۾ شامل رهڻ يا نہ رهڻ جو دڙڪو)کان پوءِ چٽو ٿيندو.

تاريخ : 09_05_2008

# جمھوري قوتن جي ٽڪراءَ ۾ فائدو ڪنھن جو؟

پنجاب صوبي کي حڪومتي سطح تي اھو اعزاز حاصل آھي تہ ھو باقي ننڍين صوبن کي پنھنجي ڪالوني سمجھي انھن مٿان حڪومت ڪندو رھي ٿو اھو اعزاز اسٽيبلشمينٽ پاران عطا ڪيل آھي. تنھن ڪري پاڪستان جي سٺ سالن جي تاريخ ۾ اسٽيبلشمينٽ ڪڏھن بہ ان صوبي کي سرگرم سياست جو محور نہ بڻايو آھي. اسٽيبلشمينٽ ڪڏھن بہ ان صوبي ۾ سياست جي حامي ناھي رھي. ڇاڪاڻ جو اھو اڪثريتي صوبو ٿي اسٽيبلشمينٽ ۾ حڪمران ڌرين جي اليڪشن ڪاليج رھي آھي. ٻي طرف ڏسجي ٿو تہ ھن وقت اھو صوبو سياست جو مرڪز بڻجي رھيو آھي. وڪيلن واري تحريڪ ھجي يا اسٽيبلشمينٽ خلاف نواز شريف جو محاذ ھجي يا پ پ پ جو طاقتور ٿيڻ جون ڪوششون ھجن. اھي سڀ دنگل پنجاب ۾ ٿي ٿيندا. اسٽيبلشمينٽ ن ليگ کي ڪمزور ڪرڻ لاءِ سندس مخالف جماعتن کي اڳتي آندو آھي ۽ خاص ڪري پ پ پ کي اتحاد مان ٽوڙي مخالف بڻائڻ جون سازشون ڪيون ويون آھن. ق ليگ جو گھڻو حصو نواز شريف پنھنجي پاسي ڪري چڪو آھي. سا پ پ پ لاءِ ھڪ وڏي ڌمڪي آھي تہ جيڪڏھن پ پ پ پنجاب حڪومت مان ڌار ٿيندي تہ پوءِ ن ليگ وارا، ق ليگ جي فارورڊ بلاڪ سان گڏجي پنجاب جي اقتدار تي قائم رھندا.

ٻي طرف منظور وٽو جي قيادت ۾ ڏڙو پ پ پ حڪومت ۾ شامل ٿي چڪو آھي. جنھن سان پ پ پ پنجاب ۾ طاقتور ٿيندي نظر اچي ٿي. جيڪڏھن ججن جي مسئلي کي ڏسجي تہ اھو مسئلو بہ پ پ پ جدا طريقي سان بغير دٻاءَ جي حل ڪرڻ چاھي ٿي تہ جيئن ججن جي بحالي جو Credit پ پ پ کي ملي سگھي. ججن جي بحالي جي سلسلي ۾ آئيني پيڪيج تيار ڪرڻ ۽ قرارداد

اسيمبلي ۾ پيش ڪرڻ جون تياريون مڪمل ٿي چڪيون آهن. اسيمبلي اجلاس مان آئيني پيڪيج جو مسودو پ پ پ جي سينٽرل ايگزيڪيوٽو ڪاميٽي آڏو رکيو ويندو. جتان منظوري ملڻ کان پوءِ قومي اسيمبلي جي اجلاس ۾ قرارداد جي شڪل ۾ پيش ڪيو ويندو.

پنجاب ۾ گورنر شپ تي ن ليگ کي اعتراض آهن. ان جو چوڻ آهي ته سلمان تاثير خلاف تحفظات آهن اسان کي اعتماد ۾ نه ورتو ويو آهي. ان کان اڳ پنجاب اسيمبلي ۾ پ پ پ جي اسيمبلي ميمبرن ۽ صوبائي وزيرن، ن ليگ سان اختلاف ڪيا هئا ته سرڪاري ڪامورن جي بدلين بابت کين اعتماد ۾ نٿو ورتو وڃي. ايتري قدر جي پ پ پ جي صوبائي وزيرن کي نواز ليگ سان همدردي رکندڙ سيڪريٽري ۽ ايڊيشنل سيڪريٽري بدلي ڪري ڏنا ويا آهن. جيڪي پ پ پ جي وزيرن جا حڪم مڃڻ بجاءِ سڌا سوان وزير اعليٰ پنجاب ميان شهباز جا حڪم مڃي رهيا آهن. اهڙي طرح پ پ پ جي وزيرن آصف علي زرداري کي ن ليگ جي رويي جي شڪايت ڪئي هئي. آصف علي زرداري نواز شريف سان فون تي رابطو ڪري پ پ پ جي صوبائي وزيرن جي شڪايتن جو ازالو ڪرڻ جي درخواست ڪئي، پوءِ هڪ ڪاميٽي ٺاهي رنجشون دور ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون پر ڳالهه شايد اتي ئي رهجي وئي جڏهن وزير اعظم يوسف رضا گيلاني لاهور جي دوري تي پهتو ته ساڳيون شڪايتون پ پ پ جي ميمبرن وزير اعظم آڏو رکيون. وزير اعظم ان موقعي تي پ پ پ جي وزيرن کي يقين ڏياريو ته پنجاب ۾ پ پ پ جي وزيرن کي مڪمل اختيار حاصل آهن. صوبائي وزير پنهنجو ڪم آزادي سان ڪن. ساڻ اهو به چيو ته پارٽي جي ڪارڪنن سان ڪا به زيادتي ٿيڻ نه ڏبي، ان موقعي تي پ پ پ لاهور جي صدر حاجي عزيز الرحمان چن تجويز پيش ڪئي ته وزير اعظم لاهور ۾ هر مهيني عوامي مسئلن کي حل ڪرڻ لاءِ کُلي ڪچهري ۾ شرڪت ڪري عام ماڻهن جا مسئلا هڪدي حل ڪري.

عزيز چن جي اهڙي تجويز کي پارٽي پاران قبول ڪيو ويو آهي. پ پ پ جي سينيئر صوبائي وزير راجه رياض احمد ان سلسلي ۾ ڪافي سرگرم رهيو. پارٽي قيادت جي اشاري کان پوءِ پ پ پ پنجاب جا اڳواڻ ۽ ميمبر انتهائي ذميواري سان ڪم ڪرڻ لڳا ان جو خاص مقصد پ پ پ کي پنجاب ۾ طاقتور بنائڻو آهي. هاڻ جڏهن پ پ ۽ نواز ليگ مختلف رخن ۾ ڪم ڪري رهيون آهن ۽ ايجنڊائون به مختلف آهن تنهن ڪري ويجهي مستقبل ۾ مڪمل طور راهون جدا ٿي سگهن ٿيون. ٻي طرف سلمان تاثير جهڙو ماڻهو جيڪو هن وقت پ پ پ جو ورڪر گهٽ آهي پر اصل ۾ اسٽيبلشمينٽ جو ماڻهو آهي. سلمان تاثير کي گورنر مقرر ڪرڻ پ پ پ جي خواهش ڪو نه هئي پر اسٽيبلشمينٽ آصف علي زرداري کي اهو تاثر ڏيڻ ۾ ڪامياب وئي ته نواز ليگ کي ڪمزور

ڪرڻ ۽ پ پ پ کي طاقتور بنائڻ ۽ اسٽبلشمينٽ جي ايجنڊائن کي سلمان تاثير ئي اڳتي کڻي ڪاميابي جي ڪناري تي رسائيندو. معنيٰ اسٽيبلشمينٽ هڪ تير سان ٻه شڪار ڪرڻ چاهي ٿي.

هن وقت نواز شريف کي اسٽيبلشمينٽ هر محاذ تي ڪمزور ڪرڻ چاهي ٿي. نواز ليگ جو جيئڻ ته سمورو سياسي زور پنجاب تي آهي- تنهن ڪري اسٽيبلشمينٽ ايڏي سولائي سان نواز شريف کي پنجاب ۾ من ماني ڪرڻ نه ڏيندي نواز شريف کي اسٽيبلشمينٽ ضياءَ الحق جي زماني ۾ جيئڻ ٺاهيو ۽ اپاريو هو جو هو بدستور ائين رهي ها ۽ هڪ جاءِ تي اچي اسٽيبلشمينٽ کي اکيون نه ڏيکاري ها ته شايد نواز شريف کان وڌيڪ اسٽيبلشمينٽ کي ويجهو ۽ عزيز دوست ڪو به ڪو نه هو. موجوده حالتن ۾ نواز شريف پاڻ کي سياسي ڏر ثابت ڪيو آهي ۽ پنهنجي رويي کي گهڻو تبديل ڪيو آهي. نواز شريف باقاعده سياست جي اڱڻ تي پير ڄمائي چڪو آهي. ساڻ بين الاقوامي حيثيت به ماڻي چڪو آهي. خاص ڪري جلا وطني کان پوءِ وطن واپسي تي هن کي ججن جو اهڙو سياسي پلس پوائنٽ مليو جو هن ججن جي مسئلي کي اڳتي کڻي گڏريل چونڊن ۾ پنجاب مان سوپ ماڻي ورتي. ججن جوُ مسئلو اسٽيبلشمينٽ لاءِ مٿي جو سور بڻيل آهي تنهن ڪري هاڻي پنجاب ۾ نواز شريف لاءِ گهيرو تنگ ڪيو ويندو نواز شريف لاءِ پنجاب ۾ سولائي سان سياست ڪرڻ هڪ وڏو چئلينج هوندو. اسٽيبلشمينٽ ايڏي گهري سازش ڪئي آهي جو پنهنجي ٺاهيل پارٽي ق ليگ کي هڪ طرف فارورڊ بلاڪ جي صورت ۾ نواز ليگ ۾ ضم ڪرائي ويني آهي ته ٻي طرف منظور وٽو جي قيادت ۾ ق ليگ جو ڏڙو پ پ پ ۾ شموليت اختيار ڪري چڪو آهي. بهر حال ق ليگ جا پ پ پ ۽ نواز ليگ ۾ گهڙيل ايندڙ اسيمبلي ميمبر ڪنهن به طرح ٻنهي پارٽين جا خير خواه ڪونهن. هو اهو ڪم ڪندا، جيڪو اسٽيبلشمينٽ ايجنڊا طور ڏنو هوندو. ائين کڻي سمجهجي ته اهي ق ليگ جا ماڻهو پ پ پ ۽ نواز ليگ اندر رهي انهن عوامي پارٽين ۾ ڏار وجهي ڪمزور ڪندا.

مصر جي شرم الشيخ ۾ صدر بش ۽ وزير اعظم يوسف رضا گيلاني جي وچ ۾ اهم ملاقات ٿي. وزير اعظم جي آمريڪي صدر سان هيءَ پهرين ملاقات هئي، ان ملاقات ۾ پاڪستان اندر طالبان خلاف جنگ کي اثرائتو بڻائڻ ۽ مشرف کي پريشان نه ڪرڻ ۽ ججن جي مسئلي تي مائنس ون واريون تجويزون صدر بش، وزير اعظم گيلاني آڏو رکيون. وزير اعظم گيلاني صدر بش کي ملڪ جي حالتن کان آگاهه ڪندي چيو ته دهشتگردي خلاف جنگ ۾ دنيا سان گڏ آهيون. انتها پسندن سان ويڙهه ۾ اسان پنهنجي ليڊر محترمه شهيد بينظير ڀٽو کي وڃائي وينا آهيون. تنهن ڪري انتها پسندن وارو مسئلو ۽ ڪشمير وارو مسئلو پنهنجي

طريقي سان ڊائلاگ ذريعي حل ڪنداسين. ٻي طرف ججن جي بحالي واري مسئلي تي وزير اعظم اهو بيان ڏنو تہ هڪڙي چيف جسٽس هوندي ٻيو چيف جسٽس مقرر نٿو ڪري سگهجي ججن جي بحالي تي ڪو بہ دٻاءُ قبول نہ ڪندا سين. نواز ليگ سان ججن جي بحالي بابت طريقيڪار تي اختلاف آهن. اسان جا مقصد واضع آهن. اسان ڪو بہ ٻاهريون دٻاءُ نہ قبوليندا سين.

وزير اعظم يوسف رضا گيلاني جي انهيءَ بيان مان صاف ظاهر آهي جسٽس حميد ڊوگر جي هوندي ٻي چيف جسٽس افتخار محمد چوڌري کي چيف جسٽس طور بحال نہ ڪندا. اهو موقف صرف وزير اعظم يوسف رضا گيلاني جو نہ پر پ پ پ، ايوان صدر مشرف ۽ اسٽيبلشمينٽ. ايم ڪيو ايم. ق ليگ وارن جو بہ آهي. جڏهن تہ اي اين پي ۽ جي يو آءِ وارا ان مسئلي تي وچ ٿرو موقف رکن ٿا. اي اين پي تہ اهو واضع ڪري ڇڏيو آهي تہ ججن وارو مسئلو اسان جو ناهي. اهو پنجاب ۾ نواز شريف جو مسئلو آهي. ان ۾ ڪو بہ شڪ ناهي تہ نواز شريف ججن جي مسئلي کي کڻي پنجاب ۾ سوڀ ماڻي، صوبائي اقتدار ماڻي ورتو آهي. هاڻي سوال اهو ٿو پيدا ٿئي تہ ڇا پ پ پ طرفان جوڙيل آئيني پيڪيج نواز شريف قبول ڪندو يا وري آئيني پيڪيج جي مخالفت ڪري وڪيلن جي تحريڪ ۾ شامل ٿي حڪومت خلاف مزاحمت جو اعلان ڪندو؟

هڪ طرف وزير اعليٰ پنجاب ۽ وزير قانون رانا ثناءُ الله معزول چيف جسٽس کي پنجاب ۾ مڪمل سرڪاري پروٽوڪول ڏيڻ جو اعلان ڪيو آهي، جڏهن تہ پ پ پ ۽ وزير اعظم يوسف رضا گيلاني افتخار محمد چوڌري کي چيف جسٽس مڃڻ لاءِ تيار ناهن. ان قسم جي سوچن ۾ تضاد جي معنيٰ قومي ادارن ۽ جمهوري قوتن جو پاڻ ۾ ٽڪرائجڻ سان ٿيندو تنهن ڪري جمهوري ۽ قومي پارٽين کي خاص ڪري پ پ پ ۽ نواز ليگ کي ڪاوڙ ۽ جذباتي ٿيڻ، ڀڙڪائي ۾ ڪو اهڙو قدم کڻڻ کان اڳ ۾ سوچڻ گهرجي تہ ٻن جمهوري قوتن جي ٽڪراءُ ۾ ڪهڙي ڌر جو فائدو ٿيندو.....؟!

تاريخ : 22_05_2008

# آصف زرداري عوام سان گڏ آهي يا مشرف سان؟

تاس جي راند ۾ چالاڪ رانديگر هميشہ پنهنجا پتا لڪائيندو ۽ هٿي جا پتا اک تيڏي ڪري ڏسڻ واري حرفتن جي چاڻ رکندو آهي. سياسي ميدان ۾ آصف علي زرداري هڪ چالاڪ ڪلاڙي وانگر پنهنجا پتا ظاهر نٿو ڪري، تنهن ڪري عوام لاءِ آصف علي زرداري جي سياست کي سمجهڻ ٿورو مشڪل آهي. بينظير ڀٽو جي شهادت کان پوءِ پ پ پ جي واڳ سنڀالڻ بعد هن جي ڏنل سياسي بيانن تي غور ڪندا سين تہ هو هميشہ جيڪا ڳالهہ ڪري ٿو تہ هٿي ڏينهن ان ڳالهہ تان ڦريو وڃي. صدر مشرف خلاف ڪڍهن مواخذي جو اعلان ڪري ٿو تہ وري ڪڏهن چوي ٿو تہ اسيمبلي ۾ اڪثريت ناهي، ڪوهہ مري ۾ ججن جي بحالي جو ٽيهن ڏينهن اندر واعدو ڪري اٿي ٿو تہ وري آئيني پيڪيج آڻي ن ليگ کي ناراض ڪرڻ جون ڳالهيون ڪري ٿو. صدر مشرف بابت چوي ٿو تہ هو استعفيٰ ڏئي هليو وڃي. اسان محفوظ رستو ڏيندا سين يا چوي ٿو تہ مشرف کي وري آئيني صدر نٿو مڃان. وري هاڻي چوي ٿو تہ مشرف جي مستقبل جو فيصلو عوام ۽ پارليامينٽ ڪندي، مون ڪيس استعفيٰ لاءِ تاريخ ناهي ڏني.

هڪ طرف آصف علي زرداري چوي ٿو تہ ججن کي بحال ڪنداسين تہ وري ٻي هنڌ چوي ٿو تہ ججن کي ايگزيڪيوٽو آرڊر ذريعي بحال ڪرڻ سان ملڪ ۾ مارشل لا لڳي سگهي ٿي. هڪ طرف پنجاب ۾ نواز شريف سان جمهوريت جي بقا لاءِ اتحاد کي قائم رکڻ تي زور ڏئي رهيو تہ ٻي طرف گورنر سلمان تاثير جي نامزدگي وقت هو اتحادي پارٽي کان پڇڻ بہ گوارا نٿو ڪري، هڪ طرف گورنر سلمان تاثير ذريعي پ پ پ پنجاب کي ق ليگ جي باقيات سان ويجهو ٿيڻ لاءِ اشارو ڏئي ٿو تہ ٻي طرف نواز شريف ۽ شهباز شريف جو چونڊن ۾ اهليت خلاف پٽيشن داخل ڪرڻ تي خوش آهي.

آصف علي زرداري جو روزانو نئون بيان حيرت ۾ وجهندڙ آهي، هو اصل ۾ نواز ليگ، ججن وارو مسئلو ۽ صدر مشرف جي استعفيٰ يا مواخذي سميت ٻين مسئلن کي اڳيان آڻي ميڊيا ذريعي ان جو ڦهلاءُ ڪري عام ماڻهن جو مهانگائي سميت ٻين بحرانن کان ڌيان هٽائڻ چاهي ٿو. اصل ۾ چاهي ته اڳوڻي ق ليگ حڪومت معاشي طور پاڪستان کي ايترو ڪمزور ڪري وئي آهي جو ان کي سنڀالڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ ڏهه سال درڪار آهن. روپئي جي ملهه ۾ لاٽ، ڪاڌ خوراڪ وارين شين جي اگهن ۾ واڌ اٽو ڪير، گيهه جيڪي هر ماڻهو جي پيٽ سان ڳنڍيل آهن. انهن جو اگهه وڌيڪ هئڻ ڪري عام غريب ماڻهن جو جيئڻ جنجال ٿي چڪو آهي. ساڻ بجلي، گئس، گاسليٽ، پيٽرول ۽ ڊيزل جي اگهن ۾ روز بروز وڌندڙ اگهه عام ماڻهن کي پريشان ڪري ڇڏيو آهي. تنهن ڪري آصف علي زرداري روز چرڪائيندڙ بيان ڏئي عوام جي ڪاوڙ جو رخ پاڻ يا حڪومت کان هٽائي رهيو آهي. عام ماڻهو ايندڙ بجيٽ جي انتظار ۾ آهن. ڇاڪاڻ جو آصف علي زرداري اهو بيان ڏئي چڪو آهي ته ايندڙ بجيٽ عوامي هوندي. ساڻ اهو به چيائين ته عوامي بجيٽ سان گڏ واپاري طبقي وارن جي بجيٽ هوندي. وقت ثابت ڪندو ته ايندڙ بجيٽ عوامي گهٽ ۽ واپارين جي تحفظ ۽ فائدي واري وڌيڪ هوندي. وڏ ۾ وڏ سرڪاري ملازمن جون پگهارون وڌائيندا، ڇا اٽي، گيهه، کير، کنڊ، پيٽرول ۽ بجلي جي اگهن کي گهٽائي سگهندا. جن جو سڌو سنئون واسطو غريب عوام سان آهي، هن بجيٽ ۾ عوام مٿان جيڪي ڳرا ٽئڪس لڳندا، ان جو بار به غريب عوام سهي نه سگهندو. عوام کي چند نوڪريون ڏيڻ جي اعلان سان غريب عوام جي غربت ۾ گهٽتائپ ڪا نه ايندي. بجيٽ کان پوءِ آصف علي زرداري جي ست رنگي بيانن تي ڪو به ڌيان نه ڏيندو عوام وڌندڙ بک، بيروزگاري ۽ مهانگائپ خلاف اٿي کڙو ٿيندو ۽ پوءِ عوام کان ججن وارو مسئلو صدر مشرف جي استعفيٰ ۽ مواخذي وارو مسئلو وسري ويندو. عوام صرف ملڪ مان مهانگائي ختم ڪرڻ جي ڳالهه ڪندو! ان حالت ۾ آصف علي زرداري عوام جي عدالت ۾ هوندو ۽ عوام مٿس جرح ڪندو.

آصف علي زرداري کي خبر آهي ته گذريل سال دبئي ۾ ڏيهي پرڏيهي نمائندن وچ ۾ بينظير ڀٽو ۽ مشرف ڊيل ٿي هئي، ان جي پاسداري رکڻ ضروري هوندي ان ڊيل کي قانوني شڪل ڏيڻ لاءِ اين آر او آرڊيننس جنرل صدر مشرف جاري ڪيو. جنهن ۾ آصف علي زرداري ۽ بينظير ڀٽو خلاف ڪيس ختم ڪيا ويا، ان ڊيل کي آصف علي زرداري هڪ طرفو ڪيئن ختم ڪندو. صدر مشرف ۽ پ پ پ جي ويڇوڙائپ واري تاثر کي ختم ڪرڻ لاءِ آصف علي زرداري صدر مشرف خلاف شوشا ڇڏي ٿو. پر ٻئي طرف آمريڪا چاهي ٿو ته صدر مشرف بدستور پنهنجو ڪم جاري رکي.

اڄڪلهه آمريڪي سفير پيٽرسن اها ايجنڊا کڻي نڪتي آهي تہ ڪهڙي بہ طرح صدر مشرف کي بچايو وڃي، هڪ طرف ميان نواز شريف صدر مشرف خلاف هٺ ڏوئي ڪيو پيو آهي تہ ٻئي طرف آمريڪا صدر مشرف جي اقتدار کي بچائڻ جي ڪوشش ۾ مصروف آهي. تازو آمريڪي صدر بش ۽ صدر مشرف وچ ۾ فون تي ڳالهين کان پوءِ آمريڪي وائيٽ هائوس جي ترجمان جو هڪ بيان آيو تہ اسان مشرف سان گڏ آهيون. صدر بش ۽ مشرف پاڪ آمريڪا لاڳاپا بهتر بڻائڻ لاءِ ڪردار ادا ڪندا رهندا. آمريڪي صدر بش صدر مشرف کي پنهنجي ڀرپور حمايت جي خاطري ڪرائي ٿو تہ پوءِ آصف علي زرداري کي ڪهڙي طاقت جو صدر مشرف خلاف مواخذي جي تحريڪ يا صدارتي عهدي تان استعفيٰ جي گهر ڪندو.

آئيني پيڪيج ۾ صدر مشرف جي اختيارن کي گهٽائڻ جي ڳالهہ ڪرڻ يا آرمي چيف جي توڙي جو اختيار وزير اعظم جي حوالي ڪرڻ يا صدر مشرف پاران صدارتي عهدي لاءِ بہ ٻيهر بيهڻ تي پابندي عائد ڪرڻ بہ صرف نواز شريف ۽ اي پي ڊي ايم پارٽين کي دلاسو ڏئي ڪري پنهنجي ساک بحال ڪرڻ آهي. عوام ۾ وڌندڙ نفرت کي محسوس ڪندي جنرل (ر) مشرف خود پريشان آهي، تنهن ڪري هو ڪو بہ ڀهرائپ وارو ڪم نہ ڪندو آرٽيڪل 58 ٽو بي جو استعمال هرگز نہ ڪندو ڇاڪاڻ جو هن جو هاڻي نہ آرمي جي ڏنڊي هٿ ۾ آهي، نہ وري فوج جي سپورٽ آهي. ان سلسلي ۾ آرمي چيف جنرل ڪياني پنهنجي ملاقاتن ۾ جمهوريت کي پائمال ڪرڻ خلاف ڌمڪي ڏئي چڪو آهي تنهنڪري صدر مشرف 58 ٽو بي وارو اختيار هجڻ باوجود بہ اسيمبليون توڙي نہ سگهندو.

ماضي ۾ جيئن عوامي صدر جهڙوڪ فاروق لغاري يا اسحاق خان کي سئو سيڪڙو اسيمبليون توڙڻ جي حمايت فوج پاران حاصل هئي. جڏهن تہ جنرل ضياءَ الحق جهڙو فوجي آمر فضائي حادثي ۾ مارجي وڃڻ سبب اقتدار کان محروم ٿيو. تاريخ سان منسلڪ ماڻهن کي خبر آهي، آمر اقتدار تان خوشي سان ڪو نہ هٽندو آهي جيستائين ان آمر خلاف خوني انقلاب اچي يا تہ وري طبعي موت مارجي وڃي يا جيستائين آمريڪا نٿو چاهي. تنهن ڪري ڪو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي جو جنرل (ر) پرويز مشرف جنهن ڏنڊي جي زور تي اقتدار جا مزا ماڻيا هجن ۽ بي شمار دولت ڪٺي ڪئي هجي. اهو نواز شريف يا آصف علي زرداري جي مطالبن تحت اقتدار رضا خوشي سان ڇڏي هليو ويندو. پاڪستاني تاريخ جيڪا آمرن سان ڀريل آهي. ان ۾ اڳ ۾ ڪو اهڙو مثال موجود ڪونهي، تنهن ڪري ان ڳالهہ ۾ ڪا صداقت ڪانهي تہ صدر مشرف عوامي دٻاءَ يا سياسي پارٽين جي دٻاءَ ذريعي اقتدار ڇڏي هليو ويندو.

آئيني پيڪيج ۾ ٽيون مسئلو آرمي چيف جي مقرري جا اختيارات ڪسي

وزير اعظم ڏانهن منتقل ڪرڻ آهي، جنهن سان مارشل لا جو رستو روڪي سگهجي ٿو. ماڻهن کي خبر آهي تہ ذوالفقار علي ڀٽو کي بہ آرمي چيف مقرر ڪرڻ جا سڀ اختيار حاصل هئا پر هو انهن کي استعمال نہ ڪري سگهيو. اهڙيءَ طرح ميان نواز شريف جي دور ۾ صدر کان 58 ٽو بي وارا اختيار پارليامينٽ ۾ قرارداد پاس ڪندي کسيا ويا هئا پر جڏهن مشرف اقتدار تي قابض ٿيو تہ وزير اعظم نواز شريف کي مليل آئيني اختيار کيس بچائي نہ سگهيا. تنهن ڪري هن ملڪ ۾ آئين جي ڳالهہ ڪرڻ مذاق جي برابر آهي. هتي آئين لانگ بوٽن هيٺان دٻيل رهيو آهي. جنرل ضياءُ الحق پارليامينٽ مان پاس ٿيل 1973ع جي آئين جي چير ڦاڙ ڪري حليو بگاڙي ڇڏيو جو 1973ع وارو آئين اڄ تائين درست شڪل ۾ نہ اچي سگهيو آهي.

آئيني پيڪيج ۾ صدر کي بہ پيرا ٻيهڻ جي حق ڏيڻ يا نہ ڏيڻ سان صدر مشرف جو ڪو واسطو ڪونهي، هو بہ پيرا آئيني صدر تي ڇڪو آهي. تنهن ڪري هاڻي مشرف جو ڪو سوال ئي پيدا نٿو ٿئي تہ هو چونڊن ۾ بيهي. هاڻي اهم مسئلو جيڪو آهي، اهو آهي صدر مشرف کي باقائده پارليامينٽ مان اعتماد جو ووٽ حاصل ڪرڻ. هن وقت آصف علي زرداري کي اهو مسئلو حل ڪرڻ گهرجي. آصف علي زرداري صدر مشرف آڏو مطالبو رکي تہ هو پارليامينٽ مان اعتماد جو ووٽ وٺي. ان صورت ۾ کيس صدر تسليم ڪيو ويندو. پوءِ خبر پوندي تہ آصف علي زرداري ڪنهن جو ٿو ساٿ ڏئي. باقي روز مشرف خلاف بيانن سان ڪجهہ نہ ورندو ساڻ ان ڏينهن آصف جي سياسي بصيرت جو امتحان هوندو.

تاريخ : 03_06_2008

# نواز شريف جي واپسي
# ۽ اينڊرسياسي سيٽ اپ بابت سوال

نواز شريف ستن سالن جي جلا وطني ختم ڪري لاهور پهچي ويو ائير پورٽ تي پارٽي ڪارڪنن سندس استقبال ڪيو. پارٽي ڪارڪنن کي خطاب ڪندي چيائين ته "مشرف ڪنهن به صورت ۾ اسان کي قبول ناهي." اهڙي قسم جو بيان بينظير ڀٽو به وطن واپسي وقت ڏنو هو. مشرف پنهنجي جلا وطن اڳواڻن کي قبول ڪندي وطن ۾ اچڻ جي اجازت ڏني ته ۽ سندن مٿان ڪرپشن جا ڪيس ختم ڪري ۽ سيڪيورٽي جا بندوبست ڪري ته ۽ پوءِ اهو ئي مشرف جيڪو بينظير ڀٽو ۽ نواز شريف جي اربين روپيا ڦٻائڻ وارن ڪيسن کي قومي مفاهمت آرڊيننس ذريعي ليگلائيز ڪري ٿو ته آخر اهو ڪهڙو سبب آهي جو اهي ٻئي ليڊر مشرف کي ڪنهن به صورت ۾ قبول ڪرڻ لاءِ تيار ناهن؟. اهو ئي مشرف آهي جنهن نواز ۽ شهباز جي وطن واپسي کان اڳ سعودي بادشاهه شاهه عبدالله سان ملاقات ڪري نواز شهباز کي وطن واپس ورڻ جو اشارو ڏنو. اهو ئي شاهه عبدالله آهي جنهن نواز شريف کي هڪ معاهدي تحت جيل مان ڇڏائي سعودي عرب وٺي ويو ۽ هاڻ به شاهه عبدالله مشرف سان هڪ معاهدي تحت نواز ۽ شهباز کي پنهنجي شاهي جهاز ۾ پاڪستان روانو ڪيو.

بينظير ڀٽو جي واپسي ۽ قومي مفاهمتي آرڊيننس کان پوءِ نواز شريف ۽ سندس ويجهن ساٿين جن ۾ ق ليگ جا ڪجهه وزير ۽ قومي اسيمبلي جا ميمبر شامل آهن. انهن مشرف تي نه صرف اهو زور وڌو ته نواز کي واپس وطن اچڻ جي اجازت ڏني وڃي. ٻي طرف انهن ئي ماڻهن شاهه عبدالله ۽ ڪجهه ٻين برطانوي طاقتور ماڻهن سان رابطا ڪري مشرف تي دٻاءُ وجهرايو ته هو نواز ۽ شهباز شريف جي وطن واپسي کي يقيني بنائي، نواز شريف شاهه عبدالله کي پنهنجو پياءُ جو درجو ڏنو آهي. جنهن جي ڳالهه کي ٽارڻ هن لاءِ مشڪل آهي. ٻي طرف مشرف کي اها به خبر پئجي چڪي هئي ته جڏهن عدالت جي حڪمن تي نواز واپس وطن ورڻ جو پروگرام جوڙيو هو ته ان وقت ق ليگ جا 42 قومي اسيمبلي ميمبر نواز ليگ ۾ واپس وڃڻ جو فيصلو ڪري چڪا هئا. ان جي روشنيءَ ۾ ق ليگ جي اڳواڻن ۽ ڪجهه جنرلن فيصلو ڪيو آهي ته اينڊرسيٽ اپ ۾ ق ليگ وارو

ڪم نواز ليگ کان ورتو ويندو. چاڪاڻ جو ن ليگ ۽ ق ليگ وارن جو خيال هو تہ پ پ پ مسلسل اقتدار کان ٻاهر رهڻ ۽ بينظير ڀٽو جي جلا وطن ٿيڻ ڪري پ پ پ ختم ٿي چڪي آهي. پر جڏهن ق ليگ ۽ ڪامورن جو ڪجھ ماڻهن ۽ فوج جي جنرلن 30 لک عوام کي ڪراچي ۾ بينظير ڀٽو آجيان لاءِ آيل ڏٺو هو سمجهي ويا تہ بينظير ڀٽو کي اقتدار کان ڪنهن بہ طرح روڪڻ ناممڪن آهي. بينظير ڀٽو جڏهن لاهور يا اسلام آباد پهتي تہ بينظير ڀٽو کي عوامي اجتماع ڪرڻ کان روڪيو ويو. لانگ مارچ ڪرڻ کان روڪيو ويو ۽ نظر بند ڪيو ويو. جڏهن تہ ٻي پاسي پرويز الاهي وڏا وڏا اجتماع ڪري بينظير ڀٽو خلاف ڳالهائيندو رهيو. جماعت اسلامي، ايم ڪيو ايم وارا بہ جلسا ڪندا رهيا. بينظير ڀٽو سان ڊيل کان پوءِ ۽ صدارتي چونڊن بعد شجاعت ۽ شوڪت عزيز ائين چئي ڏنو" رات گئي بات گئي" ايتري قدر ڪيسن کي اٿلائڻ جون بينظير ڀٽو کي ڌمڪيون ڏنائون. ٻي طرف بينظير ڀٽو پنهنجي موقف تي ثابت قدمي سان ٻيهندي منزل ڏانهن وڌندي رهي. نواز جي واپسي وقت بينظير ڀٽو اهو بيان ڏنو تہ نواز جي واپسي قومي مفاهمتي آرڊيننس تحت ممڪن بڻي آهي، جيڪا اسان جي مشرف سان ڳالهين جو نتيجو آهي. بينظير ڀٽو جي اهڙي بيان ۾ وزن تہ آهي پر هڪ واپاري ۽ ٻيو فوج جو تعمير ٿيل مجسمو نواز شريف بينظير ڀٽو سان اڳتي هلي ڪيئن نڀائي سگهندوا؟. ٻنهي اڳواڻن جا Basic Route ٻنهہ الڳ آهن. تنهن ڪري وقتي طور گڏجي سگهندا پر دائمي طور هو الڳ ئي رهندا. سياست ۾ رياستي دشمنيون پالڻ تعمير يافتہ معاشري جي عڪاسي نٿو ڪري. چوڌري برادران جي بينظير ڀٽو سان سياسي مخالفت سندن وڏڙن جي مخالفت جو تسلسل آهي. چوڌري ظهور الاهي جو قتل هميشہ ڀٽو خاندان مٿان ٿاڦيو ويجي ٿو. چوڌري شجاعت وارن جي نفرت ايڏي آهي جو ذوالفقار ڀٽو کي ڦاهي چاڙهڻ واري چيف جسٽس مولوي مشتاق وارو اهو قلم وٺي پنهنجي ڊرائنگ روم ۾ سجائي رکيو آهي جنهن سان هُن شهيد ڀٽي کي ڦاهي جي سزا جو حڪم جاري ڪيو هو. اهڙي طرح ميان شريف جا ذوالفقار علي ڀٽو سان ان وقت اختلاف ٿي پيا جڏهن اتفاق فائونڊري کي قومي ملڪيت ۾ ورتو ويو هو. ڀٽو صاحب جي تختي اونڌي ٿيڻ کان پوءِ ميان شريف ضياءَ الحق ۽ جنرل جيلاني، جو اکين جو تارو بڻجي ويو. انهيءَ زماني ۾ جنرل غلام جيلاني نواز شريف کي جنرل ضياءَ سان ملايو ۽ پنجاب جو وزير خزانہ مقرر ڪرايو. ان کان پوءِ نواز شريف جا اقتدار جي لاءِ دروازا کلي پيا ۽ هو بہ ڀيرا وزير اعليٰ ۽ پوءِ بہ ڀيرا وزير اعظم ٿيو. سندس سياسي ترقي ۾ جنرلن جو ساٿ رهيو آهي هو بہ ڀيرا وزير اعظم رهڻ دوران سندس وڏو تاريخي ڪم آئيني ترميم پارليامينٽ مان منظور ڪرائي (بي) 2-58 وارو صدارتي هٿيار جيڪو هميشہ اسيمبليون ٽوڙڻ جو سبب بڻيو هو. ان

آئيني هٿيار ڪي ختم ڪرايو.

نواز ليگ کي ان وقت جنرلن اڳتي پروموٽ ڪيو جڏهن محمد خان جوڻيجو جي حڪومت جو خاتمو ٿيو. تڏهن سموري مسلم ليگ جو نواز شريف قائد بڻجي ويو. 1990ع ۾ انجنيئرڊ چونڊن کان پوءِ نواز شريف پاڪستان جو پاور فل وزير اعظم بڻجي ويو. جنرلن جي سهاري هن اهو ڪجهه ڪيو جيڪو چاهيائين پئي. پر جڏهن فوج جي جنرل مشرف سان ٽڪراءُ ٿيس ته سندس اقتدار جي ڪرسي لڏڻ لڳي. نتيجي ۾ هڪ ڏينهن اهڙو آيو جو اقتدار جي ڪرسي کان جيل جي اونداهي ڪوٺي ۽ پوءِ جلا وطن ٿي ملڪ ڇڏي ويو. ڪتاب"Pakistan At the cross current of History"صفحو 59 ۾ لارينس زائرنگ نواز شريف ائڊمنسٽريشن بابت لکي ٿو. "نواز شريف جمهوريت جي ڳالهه ته ڪري ٿو پر سندس ائڊمنسٽريشن مغل دربار جو مثال رکي ٿي. نواز شريف ڪيبينيٽ گورنمينٽ جي روايتين کي نظر انداز ڪيو. ان نه ڪابينا جو اجلاس گهرايو ۽ نه وري ڪابينا جي مشوري سان فيصلا ڪيائين نواز پنهنجي خاندان جي فردن ۽ چند ويجهن ساٿين جي وچ ۾ رهندو هو. هن جا سڀ حڪم هڪ نمائنده حڪومت بجاءِ مڪمل بادشاهت وارا هئا"

فوجي جا جرنيل پلي ڪٽي مشرف جا وفادار هجن پر فوج ۾ Disciplane هئڻ سبب چيف آف آرمي اسٽاف جو حڪم مڃڻ جا پابند هوندا. جڏهن ته هاڻي آرمي چيف ڪياني آهي، اهڙي حالت ۾ ائين به ٿي سگهي ٿو ته جنرل مشرف لاءِ مستقبل جي سياست ۾ گرائونڊ سوڙهو ڪيو پيو وڃي. چاڪاڻ جو هن ملڪ جي ايجنسين جي ڪردار کي تاريخ ۾ ڏسنداسين ته هنن ڪڏهن به حڪمرانن کي معاف نه ڪيو آهي. پوءِ چاهي اهي صدر هجي يا وزير اعظم. بهرحال ايجنسيون پنهنجون ڪم ڪنديون رهنديون آهن. اهو سڀ ڪجهه چونڊن کان پوءِ واضع ٿيندو. انهن چونڊن ۾ اسٽيبلشمينٽ ۽ حڪمران، انجنيئرنگ ووٽنگ ذريعي انهن پارٽين يا ماڻهن کي کٽرائيندا جنهن جي قسمت جو فيصلو آمريڪا ڪيو هوندو. چاڪاڻ جو آمريڪا جا هن خطي ۾ وسيع مفاد آهن. تنهن ڪري آمريڪا پنهنجو من پسند وزير اعظم چونڊرائيندو. آمريڪا پسند نا پسند جو سوال آهي ته بينظير ڀٽو ئي آمريڪا جي پاليسين جي حمايت ڪري ٿي ۽ آمريڪا ان جي حمايت ڪندو. جڏهن ته نواز شريف مذهبي ڌرين کي ويجهو هئڻ ۽ آمريڪي پاليسين خلاف هئڻ ڪري آمريڪا کي قبول نه هوندو. جڏهن ته ڪامورا ق ليگ ۽ فوج جا ڪجهه جرنيل پل بينظير ڀٽو جي پيٺ ۾ نواز جي حمايت ڪن پر ٿيندو اهو جيڪو آمريڪا چاهيندو.

تاريخ : 28_1_2008

# ڇا،
# جمهوريت پسند قوتون
# جنگ مخالف هونديون آهن؟

جنگ ڪنهن بہ مسئلي جو حل ناهي، جن ملڪن وچ ۾ جنگيون لڳنديون آهن، اهي ملڪ معاشي طور ڪنگال ٿي ويندا آهن. عام ماڻهو وڏي اذيت ۾ جنگ جا ڏينهن گذاريندو آهي. کاڌ خوراڪ جون شيون اڻلڀ ٿي وينديون آهن. هن وقت جيڪي ماڻهو ممبئي ڌماڪن کان پوءِ ڀارت سان جنگ ڪرڻ لاءِ اخبارن ۾ بيان ڏئي رها آهن. مثال طور هڪ اڳواڻ جو بيان آيو آهي تہ "ڀارت هڪ مڪو هڻندو تہ اسان بہ مڪا وهائي ڪڍندا سين" ان قسم جا بيان روز اخبارن ۽ ٽي وي چينلز جي پروگرامن ۾ اچي سياستدان رٽائرڊ فوجي ۽ مذهبي جماعتن جا اڳواڻ ڏيندا رهن ٿا. انهن جا بيان اهئين آهن. جيئن ذوالفقار علي ڀٽو جو 1971ع ۾ بيان آيو هو تہ "اسان سئو سالن تائين ڀارت سان جنگ وڙهندا سين" ٻيو بيان جنرل نيازي جو سامهون آيو جنهن ۾ ڊاڙ هنئي هئي تہ"، دشمن منهنجي لاش تان گذرندي ڍاڪا ۾ داخل ٿيندو" پر پوءِ جنرل فرمان علي خان، جنرل نيازي کي سمجهايو تہ "ايڏي وڏي ڊاڙ نہ هڻو اسان هاڻي جنگ هارائڻ وارا آهيون ۽ اسين هاڻي انهن جو مقابلو نٿا ڪري سگهون" جنرل نيازي جي بيان کان پوءِ تاريخ 16 ـ ڊسمبر تي جنرل نيازي شام جو چئين وڳي ريس ڪورس گرائونڊ ڍاڪا ۾ بنگالي عوام جي آڏو هٿيار ڦٽا ڪري شڪست قبول ڪري ورتي. ان موقعي تي ڪجهہ ماڻهو مشتعل بہ ٿيا. انهن مان هڪ نوجوان بنگالي شاگرد اڳواڻ عبدالقدوس مکن هو جنهن هوا ۾ جوتو لهرائيندي ان طرف اڇلايو. جيڪو جنرل نيازيءَ جي منهن ۾ وڃي لڳو. اهو ئي شاگرد اڳواڻ عبدالقدوس بنگلا ديش جي آزادي کان پوءِ مختلف ملڪن ۾ سفارتي فرض سر انجام ڏيندو رهيو.

منهنجي خيال ۾ جيڪي ماڻهو جنگ جون ڊاڙون هڻن ٿا. اهي اهئين آهن

جيئن جنرل نيازي جون ڊاڙون هن وقت اسان جو ملڪ معاشي طور ڪمزور ملڪن جي ٽاپ ٽين ۾ ڳڻجي رهيو آهي نه صرف معاشي طور پر ڪرپٽ ملڪن ۽ دهشتگرديءَ بابت مشهور ملڪن واري ٽاپ ٽين ۾ شمار ٿئي ٿو ڇا اهو ملڪ جنگ لاءِ اڳيرو ٿي سگهندو. بلڪل نه. هن وقت جيڪڏهن پاڪ ـ ڀارت جنگ لڳي ته ٻنهي ملڪن جي حالت خراب ٿي سگهي ٿي جنگ جي ڳالهه ڪرڻ وارا دراصل ٻنهي ملڪن جا دشمن آهن. جمهوريت جا دشمن آهن. ٻي طرف پ پ پ حڪومت جا بيان سامهون آيا آهن جنهن ۾ هنن چيو آهي ته هو هن وقت پلصراط تان هلڻ واري ڪيفتين مان گذري رهيا آهيون. جتان ٿوري به غلطي سندن لاءِ خطري کان خالي ناهي. حڪومتي سربراهن جي بيانن ۾ امن. دوستي ۽ واپار کي وڌائڻ جون ڳالهيون آهن ساڻ مفاهمت وارو رشتو اختيار ڪيون وينا آهن. ڇاڪاڻ جو انهن سربراهن کي خبر آهي ته اصل ۾ دشمن ڪير آهي. ڪير پاڪ ـ ڀارت لاڳاپن ۾ رڪاوٽ ملڪ ۾ مضبوط جمهوريت ۽ عوامي راڄ جو دشمن آهي. جڏهن ته عالمي سطح تي سازشون ٿي رهيون آهن. ڪجهه ملڪ پاڪستان جي اهم خفيه اداري تي پابندي هڻڻ جون واويلا ڪري رهيا آهن.

اسان وٽ هڪ طرف ملڪ اندر بلوچستان صوبي ۾ آزاديءَ جي تحريڪ هلي ٿي غير ملڪي ايجنڊائن جي تڪميل بابت. ٻئي طرف صوبي سرحد ۽ فاٽا ۾ ايٽريون حالتون خراب ٿي چڪيون آهن جو اتي اسان جا ادارا امن قائم ڪرڻ ۾ اڃا تائين ڪامياب ٿي نه سگهيا آهن. سرحد صوبي ۽ فاٽا ۾ ايٽريون حالتون خراب ٿي چڪيون آهن جو اسان جا فوجي ادارا اتي امن امان قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي نه سگهندا. انتها پسندن جو پيڇو ڪندي زميني فورسز ۽ جاسوسي جهازن رستي فضائي حملا ڪري رهيا آهن ته اهڙي اندروني خانه جنگي واري حالت ۾ جنگ ڪرڻ انتهائي جوکم جو ڪم آهي.

ڪجهه ڏينهن اڳ آمريڪا ۾ مقرر پاڪستاني سفير حسين حقاني آمريڪي خابرو اداري کي انٽرويو ڏيندي چيو هو ته "اسان جڏهن ڀارت سان واپاري تعلقات وڌائڻ لڳا سين ۽ دوستي ۽ مفاهمت واري رستي تي گامزن هئا سين ته ڪجهه سازشي عناصر ممبئي ڌماڪا ڪرائي تعلقات خراب ڪرڻ ۾ ڪنهن حد تائين ڪامياب ويا آهن، سندن ٻيو نشانو جمهوريت آهي، حسين حقاني جي اهڙي بيان جو مقصد اهو نڪري ٿو ته جيڪي ڌريون ممبئي ڌماڪن ۾ ملوث آهن. اهي هاڻ پ پ پ جي عوامي حڪومت کي ختم ڪرڻ گهرن ٿيون. اجوڪي سياسي منظر نامي ۾ عام ماڻهو کي ڏسڻ گهرجي ۽ پرکڻ گهرجي ته ڪير آهي جو پ پ پ سرڪار کي ڪيرائڻ ۽ نين چونڊن جو مطالبو ڪري رهيو آهي. هن وقت انهن مطالبو ڪندڙ ڌرين کي خبر آهي ته ملڪ جون حالتون خراب آهن. ملڪ جو معاشي ڏيوالو نڪتل آهي. اتي چونڊن جو مطالبو ڪرڻ ۽

حڪومت خلاف سازشون سٽڻ اها وطن دشمن ناهي تہ ٻيو ڇا هي!

ممبئي ڌماڪن کان پوءِ جلد ئي انڊيا طرفان ان جو ذميوار پاڪستان کي قرار ڏنو ويو. ان کان پوءِ وزير اعظم گيلاني قومي سلامتي واري پارلياماني ڪميٽي جو اجلاس سڏايو. ان اجلاس ۾ حساس اداري جي سربراهہ بريفنگ ڏيندي سمورا احساس معاملا Share ڪيا. قومي مسئلن بابت صورتحال ۽ پارٽي الزام تراشين ۽ عالمي پريشر بابت بريفنگ ڏيندي چيو تہ قومي سلامتي بابت ان اداري جو ڪردار اهم آهي. ملڪ جا سيڪيورٽي ادارا امن امان قائم ڪرڻ ۽ دهشتگردن جي خاتمي لاءِ مؤثر قدم کڻي رهيا آهن. انهيءَ اجلاس ۾ وزير اعظم گيلاني چيو تہ" پاڪستان ڪنهن بہ ملڪ خلاف جارحاڻو عزم نٿو رکي. حڪومت قومي سلامتي ۽ دفاع کان ڪنهن بہ صورت کان غافل ناهي. غير رياستي عناصر پاڙيسري ملڪ سان تعلقات خراب ڪرڻ ۾ مصروف آهن." اهڙو ئي بيان صدر آصف علي زرداري بار بار ڏئي چڪو آهي تہ" غير رياستي عنصر ممبئي ڌماڪن ۾ ملوث آهي. جيڪي پاڪستان ۽ هندستان جي ٻنهي ملڪن جا دشمن آهن." پ پ پ سرڪار انتهائي هوشياري سان هندستان سان هر محاذ تي منهن ڏئي رهي آهي. عالمي سطح تي جتي انڊيا همدرديون حاصل ڪري رهيو آهي تہ اتي پاڪستان بہ سفارتي ذريعا اختيار ڪري هندستان جي لڳايل الزامن مان جند ڇڏائي رهيو آهي ۽ هندستان سان هر تعاون ۽ سهڪار ڪرڻ لاءِ تيار آهي. تازو هندستان عالمي دٻاءَ وجهڻ لاءِ دنيا جي پنجاهہ ملڪن جي سفيرن کي بريفنگ ڏيندي ممبئي ڌماڪن بابت اهم دستاويز ۽ شاهديون ڏنيون آهن. انهيءَ ڏينهن آمريڪي قومي سلامتي جي مشير اسٽيفن هيڊلي بيان ڏنو تہ "پاڪستاني سرحدن تي جاري شورش نہ صرف افغانستان ۾ آمريڪي مشن پر پارٽ سميت خطي جي ٻين پاڙيسري ملڪن ۽ پوري دنيا لاءِ جڻ خطرو آهي. ممبئي حملو ان جو واضع ثبوت آهي. هن وڌيڪ چيو تہ بارڪ اوباما انتظاميا جي خارجا پاليسي ۾ عراق ۽ افغانستان نہ پر پاڪستان وڏو چئلينج هوندو." اهڙن خطرن کي پيش نظر رکندي اسان جي اهم حساس ادارن جو جنگ بابت رويو ۽ بيان صاف ظاهر ڪن ٿا. هو حڪومت جي جوڳي قدمن جي حمايت ڪن ٿا. جنرل اشفاق ڪياني جو بيان تہ "اسان پنهنجي دفاع کان غافل ناهيون. خطي ۾ امن جا خواهان آهيون." انهن جون آمريڪي فوجي ۽ دفاعي سربراهن سان ملاقاتون اهو تاثر ڏين ٿيون تہ حڪومت ڪنهن بہ طرح جنگ جي حق ۾ ناهي. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ جيڪڏهن پارٽ سرجيڪل جنگ ڇيڙي وڌي تہ پوءِ پاڪستان بہ پنهنجو دفاعي حق محفوظ رکندو پر اها جنگ مختصر وندي.

بهرحال هن وقت دنيا جا سفير ٻنهي ملڪن جي ائٽمي طاقتور هئڻ سبب جنگ ٽارڻ جون سفارتي ڪوششون وٺي رهيا آهن. موجوده حالتن ۾ خفيہ اداري

جي سربراه احمد شجاع پاشا بيان ۾ چيو تہ ”موجوده سويلين حڪومت ڪام هئڻ گهرجي، هن حالت ۾ اسان ڪيترن ئي مسئلن ۾ ڦاسي پوندا سين. منهنجي جنرل اشفاق ڪياني وچ ۾ هڪ ڳالهہ تي مڪمل اتفاق راءِ موجود آهي تہ جيڪڏهن حڪومت ناڪام ٿي تہ مشرقي ۽ مغربي سرحدن تي مسئلن ۾ اضافو ٿيندو ۽ ملڪ ۾ سياسي عدم استحڪام پيدا ٿيندو. آمريڪا سان بہ مسئلا وڌيڪ ڳنڀير ٿيندا. جيڪي ماڻهو موجوده حڪومت جي حمايت نہ ٿا ڪن. اهي در اصل حقيقتن کان اڻواقف آهن. مان صدر مملڪت (آصف علي زرداري) کان هدايتون وٺندو آهيان ۽ ان کي ئي جواب ڏيندو آهيان. پاڪستان جو وڏو دشمن دهشتگردي آهي. ممبئي حملن کان پوءِ ڀارت پاڪستان خلاف جاري رويو اختيار ڪري چڪو آهي پر اسين هر جارحيت کي ناڪام بڻائيندا سين ۽ مادر وطن جو دفاع ڪندا سين“. غير ملڪي ذرائع ابلاغ سان گفتگو دوران مٿيان لفظ احمد شجاع پاشا چيا هئا، احمد شجاع پاشا جو هي بيان حڪمرانن کي خبر دار ڪري ٿو تہ ملڪ اهڙي بحرانن مان گذري رهيو آهي. جتي غفلت ناهي ڪرڻي.

ٻي طرف هن جو اهو بيان انهن ماڻهن اڳيان آئينو آهي. جيڪي ابهرائي ۾ جنگ جون ڳالهيون ڪن ٿا ۽ ملڪ ۾ سياسي نظام کي ڏاوانڊول ڪري نيون چونڊون ڪرائڻ پ پ پ سرڪار کي ڪيرائڻ ۽ ملڪ ۾ انارڪي ڦهلائڻ واريون ڳالهيون ۽ سازشون ڪن ٿا. انهن انارڪي پسند ماڻهن کي خبر هجڻ گهرجي تہ جنگ تہ پري جي ڳالهہ آهي صرف مغربي سرحدن کان اوپر واري سرحدن ڏانهن فوج ۽ ساز سامان جي لڏ پلاڻ ۽ فضائي، هوائي جهازن جي چنبڙ ڦوڪ ۽ جنگي آزمائش پروازن ۾ لکين ڊالر خرچ ٿي چڪا آهن. جنهن جو ايندڙ بجيٽ ۾ عوام تي جيڪو وڏو ٽيڪس جي مد ۾ بار پوندو. اهو بہ انتهائي ڳورو هوندو هي حڪمران جهڙا بہ آهن. پاڪستان کي معاشي طور سگهارو ڪرڻ ۾ مصروف عمل آهن. ڇاڪاڻ هي ڄاڻن ٿا تہ اسان ۾ ڪيتري قوت آهي يا ڪيتري ويڙهہ جي سگهہ آهي،. جنگ ڪرڻ جمهوريت جي دعويدار ماڻهن ۽ ملڪن جي مزاج وٽان ناهي هوندي. تنهن ڪري هي وقت آهي تہ ڏکئي مرحلي ۾ فوج ۽ حڪومت جو ساٿ ڏجي. ساٿ ان ڪري تہ عوامي حڪومت آهي. جيڪا آمريت کان سئو ڀيرا سعونهن ڀري آهي.

روزويلٽ هڪ زبردست ڳالهہ ڪئي هئي تہ ”فقط جمهوريت ئي انساني سماج ۾ سڀ ڪان وڌيڪ ترقي پسند ۽ سڀ کان وڌيڪ قابل تعريف طرز حڪومت آهي“ پوءِ اچو تہ اسان سڀ گڏجي ان ترقي پسند ۽ سڀ کان وڌيڪ قابل تعريف طرز حڪومت سان ڪلو ڪلهي ۾ ملائي ان جي ڪردار جي ۽ ڪنيل قدمن جي پٺڀرائي ڪريون. اها ئي اسان جي حب الوطني آهي.

تاريخ : 13_01_2009

بشير منگي انهن چند ليکڪن مان هڪ آهي جنهن هڪ ئي وقت پنهنجون ڪيتريون ئي شناختون ٺاهي ورتيون آهن هو شاعر به آهي ته ڪهاڻيڪار به، مضمون نگار به آهي ته ڪالم نگار به، محقق به آهي ته نقاد به، سياسي ڪارڪن به آهي ادبي محاذ تي به پيش پيش، ان سان گڏوگڏ سماج ۾ هڪ متحرڪ فرد به آهي. ڪالم نگاريءَ ۾ توهان کي ٽئين اک جو استعمال ڪرڻو پوي ٿو، اها ٽين اک آهي ڏاهپ جي، غور ۽ فڪر ڪرڻ جي، نندين نندين تبديلين ۽ واقعن تي سوچڻ جي، تجزيا ۽ ڇنڊڇاڻ ڪرڻ جي، واقعن ۽ تبديلين تي هر پهلوءَ کان نظر وجهڻ جي، ان ٽين اک جو بشير منگيءَ پنهنجي ٽن سالن جي عرصي دوران لکيل ڪالمن ۾ ڀرپور استعمال ڪيو آهي.بشير منگيءَ جي ڪالمن لکڻ واري عرصي دوران مون هن ۾ وڏيون مثبت تبديليون محسوس ڪيون اها تبديلين جي لهر سندس ڪالمن ۾ به جهلڪي ٿي، دراصل مستقل مزاجيءَ سان هفتيوار ڪالم لکڻ لاءِ ڪيس سخت محنت ڪرڻي پئي، جنهن لاءِ ڪيس مطالعي جي عادت اپنائڻي پئي ۽ پنهن جي اردگرد جي حالتن جو ڳوڙهو مشاهدو رکڻو پيو، ان گهري مطالعي ۽ مشاهدي سندس شعور جي ارتقا ۾ تيزي سان واڌ ڪئي ۽ ڪيس سماج ڏانهن هڪ زميدار فرد بڻائي ڇڏيو.

بشير جنهن وقت (2006-07-08)۾ ڪالم لکيا، سو عرصو پاڪستاني سياست جو وڏي ڇڪتاڻ وارو دور هو ان عرصي دوران، پاڪستان ۾ ڪيئي واقعا رونما ٿيا ۽ سياسي اٿلون پٿلون آيون، محترمه بينظير ڀٽو جي شهادت، لال مسجد وارو واقعو، چيف جسٽس افتخار محمد چوڌريءَ کي معزول ڪرڻ ، 12 مئي وارو سانحو، ايمرجنسيءَ جو نفاذ، مشرف جي آمريت ، وڪيل تحريڪ، ڪراچيءَ ۾ لساني تنظيم جي ٽارگيٽ ڪلنگ سميت ڪيترائي واقعا جن پاڪستان جي سياست جو نقشو ئي تبديل ڪري ڇڏيو، مون سميت هزارين سياسي ڪارڪنن کي قيد ۽ بند جون مصيبتون سهڻيون پيون، اظهار جي آزاديءَ تي بندشون مڙهيون ويون، هزارين سياسي ڪارڪنن کي ايجنسين پاران اغوا ڪري تشدد جو نشانو بڻايو ويو ۽ ڪن کي ٽارچر سيلن ۾ ئي شهيد ڪيو ويو، بلوچستان تي فوجي چڙهائي ڪئي وئي ۽ نواب اڪبر بگٽيءَ کي بيدرديءَ سان قتل ڪيو ويو، مطلب ته اهو دور ”ڪچان تان ڪافر، ماٺ ڪيان تان مشرڪ“ جيان هو. اهڙين حالتن ۾ به بشير منگيءَ پنهنجن ڪالمن ذريعي وت ۽ وس آهر ڀرپور آواز اٿاريو ۽ انهن سيني ڪالمن ۾ مجموعي طرح بشير منگيءَ جي سوچ سنڌ دوستيءَ واري رهي.بشير منگيءَ جا ڪالم رڳو قلمي پورهيو ناهن، پر هڪ تاريخ آهي.جيڪي ايندڙ نسلن لاءِ رهنمائيءَ جو سبب بڻبا.

**سچل ڀٽي**

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعوىٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ پلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

ٻَنَن کي ڳُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‍ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڙ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڃاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽڙ گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ ڪان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)